# امرت وچن

## ( شري رامڪرشن پرمهنس جا )



[ سال ۱۹۶۴

پيٽا

ٻه روپيه

انوادڪ

تيرٿ سياڻي

# فهرست

صفحو

صفحو

صفحو

٢- ڀڳتي مارگ- ڀڳتي ۽ ڀڳتي پاونا جي اُنتيءَ لاءِ اُپاءَ، ڀڳتي ۽ سنساري پريم- ڀڳتيءَ جو ڦل پاڻ- ڀڳتيءَ جون اوستائون ۽ روپ- پريم يا پرا ڀڳتي- گوپين جو پريم- وير ۽ مها ڀاو. ٣- ڀڳتي ۽ گيان- ڀڳتي ۽ گيان جي ساڳي منزل- ڀڳتي ڪيئن گيان ڏانهن نيئي هلندي آهي. گياني ۽ ڀڳت جي سڀاوَ ۾ ڀيد. ٤- ڪرم مارگ. ڪرم ڇا آهي؟ ڀڳتي ڪرم يوگ جي رکپال- ڪرم آهي ڀڳتيءَ سمان شيوا- ڪرم آهي مارگ ۽ نه منزل- ڪرم ۽ اڪرم.

## پرڪرڻ سترهون — برهم (نرگڻ پرماتما) ٣٤٣

برهم (نرگڻ پرماتما) برهم ۽ سگڻ روپ- سگڻ پرماتما جنهنکي ايشور، مايا ۽ شڪتي سڏيو وڃي ٿو. ايشور سرووياپڪ برهم، اروپ ۽ نروپ- ڪي ايشوري سروپ. برهم انتر براجمان- پرماتما ۽ منش جي نيتڪ جوابداري.

## پرڪرڻ ارڙهون — ايشور پراپت ڪرڻ ٣٤٤

ايشور پراپتي ۽ منش جو آتم گيان ۽ آتم جاڳرتا. ڪوڻي سماڌي. ايشوري روپن جو مشاهدو ۽ آواز- سماڌي ۽ برهم گيان. سماڌيءَ جو پاو. سماڌيءَ کان پوءِ ايندڙ وگيان.

صفحو

٦١

**آتم الپڌ وارو پرش**

ڪرڻ اڏويهون — آتم اليڌ وارو پرش. ايهڙو جڏهن
پڻ پڻ پرڪارن جا سڌ پرش. آلمڪ سڌي
هردي اندر پرويش ڪري. موهہ رهت سڌ پرش.
جون ڪي مشتون. موهہ رهت سڌ پرش.
سڌ پرش چڪاني پراڻيءَ ڪان پري رهي ۽
پراڻي نتو ڪري. سڌ پرش ۽ ڪرم.

٣٧٦

**ننديڻ جا تجربا**

پرڪرڻ ويهون — ننديڻ جا تجربا. تجربيا ساڌن. نروڪلپ
ننديڻ جا تجربا. گرومهاراج جي سروڪلپ
سماڌيءَ جو انڀو. گرومهاراج ڪٽڙيءَ رهت برارلنا
سماڌي. گرومهاراج ڪٽڙيءَ رهت برارلنا ۽ وايڪ.
ڪيڏو هو. پري پلي ۾ سائين سر. وايڪ.
گرومهاراج جا پنهنجي بيماريءَ نسبت واڪ.
گرو مهاراج نمرتا ۽ ايشور جو ميل.

٥٦

**پستڪ چوٿون**

٣

**پرڪرڻ ايڪيهون — ڪي پربوڌ**

نيتي - آلمڪ پربوڌ.

**پرڪرڻ ٻاويهون — درشٽانت**

سساري پرپنچ هڪ زهر. استري ذات جو
بندن. آلمڪ انتيءَ جو مدار من اي. لتوڳيان
ڪي غلط سمجهڻ جا خطرا. ڪنرپٽي جو ٻاگليٽو.
شرڌا، ڀڪتي ۽ سنتوش. لياڳ ۽ ونراڳ.
مايا جو سياءُ. ايشور جو انڀؤ.

# مهاڳ

(ٻهريون ڇاپو)

جيل ۾ سري رامڪرشن پرمهنس جا امرت وچن (Sayings of Sri Ramakrishina) پڙهڻ جي خوش نصيبي پراپت ٿيم. پڙهي وري پڙهيم. دل ٿيم ته ڇو ڪين سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪجن، جيئن سنڌي ڀيرون ۽ ڀائر به هنن املهه رتنن جو هڳاءُ ۽ هٻڪارو وٺي سگهن.

ڪتاب وڏو هو. منجهس وچار ڳوڙها هئا. ان ڪري همت پوري هٿ ڪانه ٿي آئي. شنڪا اُڀري ته ڪم مڪمل ڪري سگهان الاجي نه؛ ۽ سري رامڪرشن جا پرڀوت صحيح ڀاو ۾ سنڌيءَ ڀاشا ۾ قلم بند ڪري سگهان يا نه. جيل جو عرصو ڪافي لمبو هو. تنهن سوامي رنگناٿ آنند [اُن وقت ڪراچي رامڪرشن مٺ جو پريزيڊنٽ ۽ هن وقت دهلي رامڪرشن مٺ جو پريزيڊنٽ] هڪ ڀيري جيل ۾ گڏجڻ آيم. هن جي همت افزائيءَ هٺي هند ڪيو. دل ٻڌم. ڪم ۾ جنبي ويس. ايشور جي ڪرپا سان جيل جي عرصي کان اڳواٽ ئي ڪارج پورو ٿي ويو.

آديپور [ڪڇ]
٢٥-٣-١٩٦١

تيرٿ سپاڻي

## مهاڳ

(ٽيون ڇاپو)

هردو خوشيءَ ۾ ڦوليو نہ ٿو سمائي. ستن الن سان جي ساٿ ۾ آس سڦل ٿي آهي ۽ ”امرت وچن“ (سري رامڪرشن پرمهنس جا) ٽيون ڇاپو، مالڪ جي مهر سان، هاڻ ڇپجي سگهيو آهي. پهريان ٻہ ڇاپا سيٺ ڪندنداس ريواچند پنهنجي سرڳواسي پتا سيٺ ريواچند واڌومل جي پولر يادگيريءَ ۾ ڇپايا. پهرئين ۽ ٻئي ڇاپي جون هزار هزار ڪاپيون ٿوري ئي عرصي ۾ ياڪن هي هٿن ۾ پهچي ويون. گذريل ستن الن سالن کان انيڪ پريمين وٽان هڪ ٻئي پٺيان خط ايندا رهيا تہ ”امرت وچن“ ٽيون ڇاپو ڇپائڻ جو ترت پرٻند ڪيو وڃي. ڪن ڏنوالن سان ڳالهہ ڇوريم. پر ڪٿان ٿواسائيءَ جو جواب تہ ڪٿان سڪتا آسرا ملندا رهيا. ائين ڇهہ ست سال گذري ويا. گذريل سال اچانڪ دل ۾ هڪ رٿ ٿري آئي. ويهن پنجويهن پريم مترن کي هڪ هڪ سؤ روپيہ موڪلڻ لاءِ وينتي پتر موڪليم. گهڻن عرض اُنايو ۽ ڇپائيءَ جي خرچ جي پورت سولائيءَ سان ٿي وئي. پنهنجي مترن جي ڦرت پري سهايتا لاءِ ستدن نهايت ئي ٿورائتو آهيان، شل سائينءَ جي سدائين مٿن آسيس رهي!

# مهاڳ

## (ڇوٿون ڇاپو)

"امرت وچن" جي ٽئين ڇاپي جي هزار ڪاپين، پريمي پاٺڪن وٽ پهچي وڃڻ ۾ ولوم ٿي ڪانه ورتي- ڪن پاٺڪن ته لکيو ته نت نيم سان هن گرنٿ جو پاٺ ڪندا آهيون. خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته هن زماني ۾ جڏهن لوڪن جو لاڙو گهڻي قدر فلمي ڪهاڻين ۽ عشقي افسانن ڏانهن وڌيو ڏسبو آهي، تڏهن اسانجي سنڌ ۾ چڱو چوکو تعداد انهن پريمن ۽ پاٺڪن جو به آهي، جنکي ڌارمڪ وچارن مان رس ۽ آنند اچي ٿو.

ڪيترن ئي پريمين ولان پستڪ موڪلڻ لاءِ پتر ايندا رهيا- مجبورن کين نراسائيءَ جو جواب پٺي موڪليو هو- باقي کين آٿت ڏيندو رهيس ته ڇوٿون ڇاپو ڇپائڻ لاءِ يتن ڪري رهيو آهيان.

مالڪ جي مهر سان ڪوششون ڪامياب ٿيون ۽ ڇوٿون ڇاپو پاٺڪن جي اڳيان آهي. سري رامڪرشن پرمهنس جي وچن لاءِ اهڙي تڙپ ۽ ڇڪ ڏسي نهايت ئي آساهت ٿيس ۽ سنڌس مهان شش سوامي ويويڪانند جنهن پنهنجي اثرائتن وياکياڻن دواران ويدانت، هندو ڌرم، ايشور ڀڳتي، درپدر نارائڻ جي

# مهاڳ

## (ٽيون ڇاپو)

هرڪو خوشيءَ ۾ ڦوليو نه ٿو سمائي. ستن اٺن سالن جي ساندهه آس سڦل ٿي اٿم ۽ "امرت وچن" (سري رامڪرشن پرمهنس جا) ٽيون ڇاپو، مالڪ جي مهر سان، هاڻ ڇپجي سگهيو آهي. مهربان ۽ ڇاپا سيٺ ڪندنداس ريواچند پنهنجي سرڳواسي پتا سيٺ ريواچند واڌومل جي پوتر يادگيريءَ ۾ ڇپايا. پهرين ۽ ٻئي ڇاپي جون هزار هزار ڪاپيون ٿوري ئي عرصي ۾ پاٺڪن جي هٿن ۾ پهچي ويون. گذريل ستن اٺن سالن کان انيڪ پريمين وٽان هڪ ٻئي پٺيان خط ايندا رهيا ته "امرت وچن" ٽيون ڇاپو ڇپائڻ جو لوڀ پرهيڻ ڪيو وڃي. ڪن ڏانهن سان ڳالهه ڇوريم. پر ڪٿان ٿراسائيءَ جو جواب نه ڪٿان سڪتا آسرا ملندا رهيا. ائين ڇهه ست سال گذري ويا. گذريل سال اوچتو دل ۾ هڪ ريت لڳي آيم. ويهن پنهنجي پوءِ مترن کي هڪ هڪ سؤ روپيه موڪلڻ لاءِ ويسي پتر موڪليم. گهڻن عرض اگهايو ۽ ڇپائيءَ جي خرچ جي پوري سولائيءَ سان ٿي وئي. پنهنجي مترن جي قرب ڀري سهائتا لاءِ سندن نهايت ئي ٿورائتو آن. سائينءَ جي سدائين مٿن آسيس رهي!

# مهاڳ

## (چوٿون ڇاپو)

”امرت وچن“ جي ٽئين ڇاپي جي هزار ڪاپين، پريمي پاٺڪن وٽ پهچي وڃڻ بر واري ئي ڪانہ ورتي- ڪن پاٺڪن تہ لکيو تہ، نت نيم سان هن گرنٿ جو پاٺ ڪندا آهيون. خوشيءَ جي ڳالهہ آهي تہ هن زماني ۾ جڏهن لوڪن جو لاڙو گهڻي قدر فلمي ڪهاڻين ۽ عشقي افسانن ڏانهن پيو ڏسبو آهي، تڏهن اسانجي سنڌين ۾ چڱو چوکو تعداد انهن پيرن ۽ پاٺڪن جو بہ آهي، جنکي ڌارمڪ وچارن مان رس ۽ آنند اچي ٿو.

ڪيترن ئي پريمين وٽان پستڪ موڪلڻ لاءِ پتر ايندا رهيا- مجبورن کين نراسائيءَ جو جواب پئي موڪليو هو- باقي کين آٿت سو ڏيندو رهيس تہ چوٿون ڇاپو ڇپائڻ لاءِ يتن ڪري رهيو آهيان.

مالڪ جي مهر سان ڪوششون ڪامياب ٿيون ۽ چوٿون ڇاپو پاٺڪن جي اڳيان آهي. سري رامڪرشن پرمهنس جي وچن لاءِ اهتري تڙق ۽ چڪ ڏسي نهايت ئي اُتساهت ٿيس ۽ سنڌس مهان شش سوامي ويڪانند جنهن پنهنجي اثرائتن وياکياڻن دواران ويدانت، هندو ڌرم، ايشور ڀڳتي، دريدر نارائڻ جي

شيوا، ديش ٻڌير وغيره تي ودوتا ڀريل فيلسوفاڻا وڃار فصيح زبان ۾ پيش ڪري، ساري دنيا ۾ واجب وجايا، تنهنجي امرت وچن جو سنگرهه تيار ڪري، هن راهه تي اڳتي وڪ وڌائي. اهو نئون پستڪ سيٺ شواليمل ٽرسٽ پاران ڇپايو ويو آهي.

شال اسين مها پرش جي وچن جي اڀياس ڪرڻ سان گڏو گڏ، انهن جي پيروي ۾ ڪندا رهون!

— تيرٿ سڀاڻي

۲۵ ڊسمبر ۱۹۶۳
چيمبور - بمبئي ۷۴



سري رامڪرشن پرمهنس

# شري رامڪرشن پرمهنس

## روحاني جيون ۽ اعليٰ سکيائن

## تي سرسري نظر

يارهين ورهين ۾ جڏهن انگريزن پير رکيو ۽ مغربي هوا زور شور سان لڳڻ شروع ٿي، تڏهن اسانجي پوتر ڀوميءَ ۾ نه فقط آرٽ ۽ راجنيتڪ لباهيءَ جي شروعات ٿي، پر سماجڪ ۽ ڌارمڪ کيتر ۾ به ڀارت واسي پنهنجن رشين منين، پنهنجن اوتارن ۽ مها پرشن کان منهن موڙي، مغربي سڀيتا، جڙواد ۽ مايا واد جي ڄار ۾ ڦاسي، ناستڪپڻي طرف گهلجي رهيا هئا. اُن سمي ڪلڪتي جي ڀرسان هڪ ننڍڙي واهڻ ۾ هڪ مهاپرش پيدا ٿيو، جنهن نه فقط ڀارت اينشورزي جوت جو ساکيات ڪار ڪيو، پر اُن جا جهلڪا ٻين کي به پسايا. اُن مهاپرش جي جنم جو نالو گداڌر رکيو ويو هو، پر پوءِ رامڪرشن پرمهنس جي نالي سان چوڌاري مشهور ٿيو.

شري رامڪرشن هندن کي سندن پراچين ڌرم جي مهما، اُنجي اڪنڊ ۽ امله خزاني، اُنجي بلند پروازيءَ

ڪان آگاهه ڪين، جنهنڪري هو هندو ڌرم جي اوچ ۽ اُتم سکيائن، اعليٰ ۽ گُوڙهن سڌانتن جي مهراڻ مان سرڪيون پيئڻ لڳا.

## خوديرام جو سپنو

شري رامڪرشن جمندي جام هو ۽ ايشور جو اوتار ڌاري هن جڳت ۾ آيو هو. اُن جي گواهي ان مان ٿي ملي جو هڪ دفعي خوديرام (سندس پتا) گيا جي شهر ۾ هو. اُتي هڪ مندر ۾ هڪ پٿر ڏسي ٿي سرت ٿي ويو. عام ريت چوندا آهن تہ اُن پٿر تي ڪرشن جو نشان آهي. ڏٺائين تہ هڪ سهڻي صورت سندس اڳيان بيٺي آهي. مٿي تي مور جي کنڀن سان مڪٽ هوس. رات جو سپنو لڌائين تہ وشنوءَ جي مندر ۾ آهيان. اچانڪ ان پولر آستان تي سؤرڳ جي تجلي جو چمڪات ٿيو. سنگهاسڻ تي روحاني شڪتي براجمان ڏسڻ ۾ آئي. خوديرام سندس اڳيان سيس نمايو. آواز ٻڌائين :-

”تنهنجي سچي ڀڳتيءَ تي راضي ٿيو آهيان، آءٌ تنهنجي ڪنيا ۾ جنم وٺندس ۽ توکي پنهنجو پتا ڪري قبوليندس.“

ساڳئي وقت چندرا ديوي (سندس ماتا) ڪبي پنهنجي گوٺ ڪمرپڪر ۾ عجيب درشيہ ڏٺو ۾ آيا. چندرا ڏٺو تہ شو مهراج جي پتلي مان روحاني جوت

نڪري سندس سر پر ۾ پيهي وئي. انڪري هوءَ
بي سرت ٿي وئي.

## ننڍي هوندي ايشور طرف لاڙو

شري رامڪرشن سال ۱۸۳۶ ۾ فيبروري مهني جي
۱۸ تاريخ جنم ورتو. ننڍپڻ ورهين جي ڄمار ۾ عجيب
سياڻپ ڏيکارڻ لڳو ۽ ڌرمي ڳالهين ۾ لين ٿيڻ لڳو.
ايشور طرف لاڙو به سندس ننڍي هوندي کان ئي
هو. سڪول بدران مسافرخاني ۾ ويندو هو، جتي
ڪيترائي ياتري ۽ سنت ۽ مهاتمائون اچي دابو ڪندا
هئا. انهن لاءِ پاڻي ڀري ۽ ڪاٺيون گڏ ڪري ايندو
هو. سندن هر ڪار جي چاڪري ڪرڻ ۾ ڏوليو نه
سمائيندو هو، سڪول جي ڪم ۾ چاهه ڪونه لڳندو
هوس، پر روحاني آتمائن جي جيون جو سنگ عجيب
رس ڏيڻ لڳس. انهن جي واتان ڌرمي ڪٿائون
ٻڌندي ڏيان ۾ اچي ويندو هو. رامائڻ ۽ مهاڀارت
ٻڌندي ٻڌندي ننڍي هوندي ئي ڪنٺ ڪري
ڇڏيا هئائين. ڪرشن لاءِ اڪير ايترو ته گهر ڪري
وئي هئس، جو ڪڏهن ڪڏهن زنانا ويس اوڍي،
پيهي نچندو هو. اها ڇوڪرائپ هئي، جو شورائپ
ڏينهن نانڪ ۾ شو مهراج جو ويس پهريندي، سماڌيءَ
۾ اچي ويو. وڏي مشڪلات سان ڪيس سرتيءَ ۾
آندو ويو.

## شودرياڻيءَ کان ڀڪشا

ٿيندي هوندي ٿي غريبن ۽ اڇوتن ڏانهن سندس لاڙو لڳ لڳو. ٩ ورهين جي ڄمار ۾ کيس جڻيو پائڻ جي ڪريا ڪئي وئي. رسم موجب کيس پهرين ڀڪشا پنهنجي ڪٽنب جي ڪنهن ٻئيءَ کان، ڏرم مائٽ ڪري وٺڻي هئي. پر هن هڪ شودرياڻيءَ کان ڀڪشا وٺڻ جي خواهش ڏيکاري. برهمڻن کي اها ڳالهه پسند ڪانه آئي؛ پر شري رامڪرشن پنهنجي فيصلي تي اڏول رهيو ۽ شودرياڻي کان پهرين ڀڪشا سوڪار ڪيائين.

غريبن لاءِ وري سندس ايڏو ته هڏ ڪرڪندو هو، جو ٻالڪ اوستا ۾ مٽيءَ جون مورتيون ٺاهي، وڪڻي، پئسا غريبن کي ڏيئي ڇڏيندو هو.

وڏو ٿيو ته غريبن ۽ ڏکايلن لاءِ سندس قرب هيڪاري وڌيو. هڪ پيري وٺدي ناٿ ۾ ڳوٺاڻن جي ڏکي حالت ڏسي، درد ۾ اچي ويو ۽ پرچي ويو، جو پنهنجي ساليءَ ياترا تي وڃڻ وينڌ ماٿرابابوءَ کي چيائين ته ”هنن غريبن کي جيستائين کاڌو نه کارايو ويو آهي ۽ ڪپڙي لٽو نه پهرايو ويو آهي، تيستائين آءٌ اڳتي نه وڌندس.“

دکشنيشور مندر ۾ جتي رهندو هو، اتي ۾ جڏهن غريب غربا ۽ سادو سنت کائي، ويندا هئا، تڏهن جيڪا اڇت ليندي هئي، سا پاڻ کائيندو هو.

## ڪالي ماتا لاءِ تڙف

ايشور لاءِ پريم ۾ سندس عجيب هو. ڪالي مندر ۾ ماتا جي مورتيءَ کي ايشور جو سروپ سمجهي، اُن اڳيان وڃي زار زار ڳوڙها ڳاڙيندو هو. ڪيس هٿ ٻڌي آرادنا ڪندو هو ته ”ماتا! ڪٿي آهين؟ مونکي پنهنجو موهيندڙ مکڙو ڏيکاريءَ“.

نماشام جو جڏهن مندر جا گهنڊ ڏينهن جي پڄاڻيءَ جو اعلان ڪندا هئا، تڏهن شري رامڪرشن دلگير ۽ نراس ٿي دانهن ڪندو هو ته ”هڪ وڌيڪ ڏينهن اجايو نڪري ويو ماتا، تنهنجو درشن اڄ به نه پاتم.“

## آپگهات لاءِ تياري

ڪافي ڏينهن اوسيڙو ڪرڻ بعد وڌيڪ وقت جدائيءَ جو سهي نه سگهيو. پنهنجي جيون اجائي ۽ نڪمي سمجهڻ لڳو. اچانڪ سندس نگاهه مندر ۾ رکيل تلوار تي وڃي پئي. پنهنجي جيون کي ختم ڪرڻ لاءِ مستاني جيان ٽپو ڏيئي تلوار هٿ ۾ قابو ڪيائين. ۽ تلوار ڳلي تي هڻڻ تي هو ته ماتا کيس درشن ڏنو ۽ بي سرت ٿي پٽ ۾ ڪري پيو.

ٻارهن ورهين کان وٺي رات جو نوين ٻجي تائين شري رامڪرشن ديوي ماتا جي چاڪريءَ ۾ محو رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ساري رات شمشان ڀوميءَ ۾ درخت جي هيٺان ڌيان ۾ گهاريندو هو. نه فقط انيڪ دفعا ايشور جو درشن پاتائين، پر پنهنجي ديوي ماتا کي

پاڻ سان گڏ پوڄا ڪاڻ کڻندو ڏسندو هو. ڪڏهن ته ڪالي ديويءَ جي سنگهاسڻ وٽ وڃي، سندس چرڻ ڪي روٽي نڪر رکندو هو ۽ اهو سوچيندو ڪرڻ لاءِ کيس آراڌنا ڪندو هو.

## شادي

ايشور پريم جي مستيءَ ۾ رهڻ ڪري سندس مائٽ سمجهڻ لڳا ته هو ديوانو ٿي پيو آهي. سندس ماتا کي يقين ٿيڻ لڳو ته هن جو دماغ خراب ٿي پيو آهي. ان ڪري ان فيصلي تي پهتي ته ويواهه شايد سندس خيالن ۾ ڦيرو آڻي ۽ سندس مغز کي درست ڪري.

هر ڪو تعجب ۾ پئجي ويو، جڏهن شري رامڪرشن شادي ڪرڻ جي رٿ هڪدم قبولي. سندس ماتا ۽ وڏو ڀاءُ ڇوڪريءَ جي تلاش ۾ پنهنجا لڳا، پر مراد حاصل ڪري ڪين سگهيا. اهو ڏسي شري رامڪرشن کين ڏس ڏنو ته "جيراموٽيءَ جي ڳوٺ ۾ رامچندر مکوپاڌيايه جي گهر منهنجي آئينده جي پتني اوسيڙو ڪڍي رهي آهي."

هنن کي وساهه ڪين آيو. پر ته به اُن ڳوٺ ڏانهن ڳولي ڪيائون ۽ رامچندر جي ڪنيا ۾، پنجن سالن جي ڇوڪري شارداماڻي ڏسي لٽوس ۾ پئجي ويا. رامچندر مکوپاڌيايه اها ڳالهه قبولي ۽ ٿورن ڏينهن ۾ شارداماڻيءَ ۽ شري رامڪرشن جي شادي ٿي. ڇوڪر جي عمر ٢٣

ورهيه ۽ ڇوڪريءَ جي عمر ٥ ورهيه هئي. پر سندن شادي ڪو دنيوي ميلاپ ڪونه هو، مگر ٻن آتمائن جي روحاني گڏجاڻي هئي. شاردا ديوي ساري عمر پرڻي بعد به ڪنواري استري ٿي رهي ۽ هن پوتر جوڙي جي من ۾ ڪڏهن به نفساني خواهش پيرو ڪونه پاتو. هڪ ڀيري شاردا ديوي پنهنجي پتيءَ جي پيرن جي مالش ڪندي ڪانئس پڇيو ته "اوهين منهنجي بابت ڇا ٿا سمجهو؟" اُماڪ ئي جواب مليس. "جڳت ماتا، جنهنجي مندر ۾ پوڄا ٿي ٿئي، اها ماتا جنهن هن شرير کي جنم ڏنو آهي، اها ئي آهي جا منهنجي پيرن جي مالش ڪري رهي آهي. تحقيق مان توکي انساني چولي ۾ روحاني ماتا ٿو ڏسان." هڪ وقت ته ائين به چيائين ته "پنهنجي پتنيءَ جي روپ ۾ روحاني ماتا کي پسيم."

## صحت کي چوٽ

وواه بعد به پنهنجي ايشور مستيءَ ۾ مگهن رهيو. اهڙي ته ڪٺن تپسيا ڪرڻ لڳو، جو سندس صحت کي چوٽ لڳڻ شروع ٿي. سندس شرير ڏهي پوڻ جي ڪنڌي تي اچي پهتو. هيڪر پاڻ وزن ڪيو هئائين ته "برابر ڇهه سال منهنجا نيتر ڪليل رهيا. ننڊ جو جهوٽو به ڪونه آيم. ڪيترو به يتن ڪرڻ سان ڇپر پوري ڪونه سگهيس. هراس ۾ اچي زار زار روئڻ لڳس ۽ پڇيم ته "ماتا، توکي ڏيارڻ جو هيءُ ڦل آهي!

پر نہ مونکي پاڻ مرض ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو." ترت ئي وري چوندو هوس تہ "جيڪي لون چاهين، سو پڻ ٿئي. پڻ هيءُ شرير برا برا ڀي پوي. پر مونکي لون نہ ڇڏج ... لون ئي منهنجو آسرو آهين."

## ڳالهہ مڙيو ئي ساڳي

شري رامڪرشن نہ فقط هندو ڌرم کي لناهيءَ کان بچايو، پر هن ثرنئہ ڪري ڏيکاريو تہ سڀئي ڌرم ڳالهہ مڙيو ئي ساڳي ٿا ڪن. "حق مڙيو ئي هيڪڙو، لنهن ۾ قند نہ قير" - سڀ ڌرم ايشور جو مشاهدو ماڻڻ لاءِ پاڻ پڙن لاءِ جدا جدا پيچرا آهن.

شري رامڪرشن پاڻ انيڪ ڌرمن جون سکيائون گرهڻ ڪيون. نہ فقط هندو ڌرم جي جدا جدا پنٿن جي مارگن جي ساڌنا ڪري ايشور جو درشن پرايت ڪياءِ، مگر ايشور جي هستيءَ بابت پڪ پڪائي ڪرڻ ۽ سڀني ڌرمن کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ پڪي هندو هوندي بہ هن اسلام جي طريقہ اختيار ڪرڻ ۽ ڪرسٽ ڌرم جي ساڌنن جي پرتواري ڪرڻ کان نہ عار ڪونہ ڪيو ۽ جدا جدا ڌرمن جي اوت ولي، انهن ڏوارن بہ ساڳيو ئي ايشور پرايت ڪري، وندن جي اثر سکيا ثابت ڪئي تہ ايشور هڪ ئي آهي، رڳو جدا جدا ڌرمن جا ماڻهو اُن کي پانئہ پانئہ جي ناالن سان ٿا سڏين ۽ سڀ ڌرم سچ کي حاصل ڪرڻ لاءِ جدا جدا مارگ آهن.

## اسلام معرفت حق حاصل ڪرڻ

هڪ دفع شري رامڪرشن جي من ۾ آيو ته جڏهن اسلام ۾ حق حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ مارگ آهي، ته ڇو ڪين آءٌ به انيئو ڪريان ته خاوند پنهنجن پوئلڳن کي ڪيئن نه پنهنجو ديدار ڪرائي. پوءِ الله جو نالو اچارڻ لڳو. مسلمانن جي پوشاڪ پهرڻ شروع ڪيائين. رهت سڄي مسلمانڪي ڪري ڇڏيائين. ان ريت به پنهنجي محبوب جو مشاهدو ماڻيائين.

## ڪرست ڌرم دواران سماڌي

ست سال پوءِ هڪ ڏينهن پنهنجي هڪ شش جي ڪٽيا ۾ ويٺو هو. ديوار تي ڪرست جي هڪ سندر تصوير ٽنگي پئي هئي. تصوير ڏانهن نهاريندي، ڪرست جي اعليٰ ۽ روحاني جيون جي ويچار ۾ محو ٿي ويو. اچانڪ محسوس ڪيائين ته ڪرست ۽ ميريءَ جي مورتن مان روشنيءَ جا ترورا نڪري سندس سرير اندر واسو ڪرڻ لڳا. من ۾ ڦيرو اچي ويس. ڏٺائين ته سندس هندو ويچارن تي نئين روشني غالب پئجي رهي آهي. ڪرست ۽ ديول لاءِ قرب سان سندس سمورو شرير سٽجي ويو.

برابر ٽي ڏينهن اهي ويچار ڪيس وڪوڙي ويا. چوٿين ڏينهن جيئن پنڌ ڪري رهيو هو، تيئن نرمل نظاري وارو عجيب انسان سندس اوڏو اچي رهيو هو. سندس اکيون منجهس ڪتل هيون. شري رامڪرشن

شري رامڪرشن پرمهنس
ء هي ڪرست آهي،
ي اندر مان ازخود نڪتو ته "هي
پنهن انسان ذات جي موڪش لاءِ پنهنجي دل جو خون
رهايو هو ۽ انيڪ ڪشٽ سٺا هئا." ڏٺائين ته ڪرست
ڪيس ڇاتيءَ سان لڳايو ۽ هو سماڌيءَ ۾ اچي ويو.

## ايشور هڪ آهي

شري رامڪرشن پنهنجي شش کي چوندو هو ته
"مون سڀني ڌرمن جو واس ورتو آهي ۽ ان حقيقت
تي پهتو آهيان ته ايشور هڪ آهي، جنهن ڏانهن اسين
جدا جدا پيچرن رستي پنهنجو قدم وڌايون ٿا. سنسار
جا سڀ ڌرم سچ جي وات ٿا ٻڌائين. تنهن ڪري انين
ته سمجهڻ گهرجي ته هڪ ڌرم ٻئي کان بهتر آهي.
اسان کي سڀني ڌرمن کي پرڻام ڪرڻ گهرجي، پر
قرب ۽ چاهه هڪ لاءِ ڏارڻ گهرجي."

## ايشور پائڻ لاءِ طريقا

هڪ پيري شري رامڪرشن کان پڇيو ويو ته "ايشو
کي ڪهڙيءَ ريت قرب ڪجي؟" جواب ڏنائين
"جئن ماتا پنهنجي ٻالڪ کي پيار ٿي ڪري، پتورا
استري پنهنجي پتيءَ سان پريم ٿي ونڊي، دنيو
ماڻهو سنسار جي وستن سان محبت ٿو رکي: انهن
پرڪارن جي پريم ڌارڻ سان ايشور جو سروپ س
پسي سگهجي ٿو."
وڌيڪ چوندو هو ته "ايڪانت ۾ ايشور جي
۾ وهڻ سلي ڳالهه آهي. جيئن انسان ڄال ۽ ٻاز

اوچنگارون ڏيئي روئي ٿو، تيئن ايشور لاءِ ڪير روئڻ گهرجي. اُتاهه اُڪير سان روئڻ سان پرماتما کي پائي سگهجي ٿو.“

## ٻين کي ايشور پسائڻ

شري رامڪرشن نه فقط پاڻ ايشور جو مشاهدو ماڻيو، پر ٻين کي به آنند جي مهراڻ مان امرت رس جون سرڪيون پيارڻ جي آڇ ڪندو هو. نريندرنات (سوامي ويويڪانند) جڏهن ڪانئس سڌو سوال پڇيو ته ”اوهان ايشور جو درشن ڪيو آهي؟“ تڏهن ايشور مست آتما اُمالڪ ٿي جواب ڏنو ته ”نه فقط مون ايشور جو درشن ڪيو آهي، پر توکي به ڪرائي سگهندس. جيئن توسان وينو ڳالهايان، تيئن ايشور سان به ڳالهائي سگهان ٿو.“

نريندرنات ننڍي هوندي ٿي ايشور ڀڳت هو، پر پوءِ ڪاليج ۾ سندس ويچار ناستڪپڻي ڏانهن گهلجڻ لڳا هئا. رابندرناٿ ٽئگور (ٺاڪر) جي پتا ديوندرنات ٺاڪر ۽ شري ڪيشب چندرسين سان سنگ ڪيو هوائين، پر اُهي کيس ايشور جي باري ۾ تسلي بخش جواب ڏيئي ڪين سگهيا هئا. ڪيترائي سادو سنت پڇائين، پر سندس ناستڪ ويچار وڃن پيا زور وٺندا. جڏهن شري رامڪرشن بابت ٻڌس ملڻس ته سمجهيائين ته ساڻس دليلبازي ڪري، کيس به آڻ مڃائيندس ته ايشور آهي ئي ڪونه. مگر شري رامڪرشن جي سڌي

ي صاف جواب ته "مون ايشور ڏٺو آهي ۽ توکي بـ
ڏيکاري سگهندس." اهڙو ته مٿس اثر ڪيو، جو ڏيک
سوال جواب ڪري ئي ڪونه سگهيو ۽ سڀ دليل
رسري ويس.

منڊر مان نڪتو ته سندس اندر ۾ شڪ شبه اُٿڻ
ليا تـ ڪيءَ جا ايشور ڏيکاري سگهندو. پر اهڙي
رغبتي ڪشش ٿيس جو ٻئي ڏينهن وٽس ويو. ڏٺائين
شري رامڪرشن اڪيلو ويٺو هو. پيو ڪوبه ٻئي اثر
ڪونه هو ته ۾ هندستان وانگر ڳالهائي رهيو هو. نريندر
باب ڪري وڃي سندس ڀرسان ويٺو. شري رامڪرشن
نيس پنهنجي سامهون وهڻ لاءِ چيو. وڃي سندس
سمڪ ويٺو. گرو مهاراج جڏهن سندس دل تي هٿ رکيو
نريندر بي سرت ٿي ويو.

ان باري ۾ نريندر پنهنجي هڪ متر کي ٻڌايو ته
"شري رامڪرشن منهنجي ڇاتيءَ تي اجا هٿ رکيو
س، ته ڪمري جون ڀتيون وغيرون ڀري پئجيون ۽
هر غالب ٿي ويئون. پوءِ ڏٺم ته گنگا ندي ۽ ڪانڌ
هتي، سارو ڪلڪته گم ٿي ويو. رڳو مان ۽ گرو مهراج
رجي بچيا هئاسون. ان بعد ساندهه پندرهن ويهه ڏينهن
پنهنجي حالت اهڙي هئي جو چئوگرد چوڌار رڳو ايشور
ي پيو پسندو هوس."

شري رامڪرشن ۾ سنتن مهاتمائن کان نيارو هو.
و ايشور ڀاڳ جو آنند رڳو ڀاڳ وٽ قائم ڪري ڪين

ويٺو هو، پر ٻين کي اُن جو هڳاءُ ۽ هٻڪار وٺائڻ ۽ ايشور پريم جي مهراڻ مان سرڪيون پيارڻ لاءِ يتن ڪندو هو. چوندو هو ته ”ڪتي جي چوڻ وڃڻ لاءِ ٻه ليار آهيان، جيڪڏهن فقط هڪ ٿي منش کي سچ پراپت ڪرڻ ۾ مدد ڪري سگهان.“

## ايشور پڳتيءَ جو نئون مارگ

پنهنجي شش وويڪانند معرفت هن ايشور پراپتيءَ جو نئون مارگ ٻڌايو. چيائين ايشور جي سڀني ۾ سڀني اُپاسنا، برهم جي سچي ۾ سچي پوڄا لوڪن جي شيوا ۽ چاڪريءَ ۾ آهي. ايشور جو آتم ۾ آتم سروپ منش آهي ۽ منش جي خدمت، ايشور جي اُپاسنا آهي. انسان جا ڪشٽ مٽائڻ خلق ۾ خالق کي ڏسي مخلوقات جي خدمت ڪرڻ، سندن ڏکن ۽ سورن ۾ ڀاڱي ڀائي ٿيڻ سان پرميشور کي پسڻ جي مقصد کي پهچي سگهجي ٿو.

## سنسار ترڪ ڪرڻ ضروري نه

ايشور کي ڏيائڻ لاءِ شري رامڪرشن سنسار کي ترڪ ڪرڻ يا سنياس ڌارڻ تي زور ڪونه ڏيندو هو. چوندو هو ته سنسار جي ڪمن ڪارين ۾ رڌل رهڻ خراب ڳالهه ڪانه آهي. ”هڪ هٿ سان هاج ڪر، ٻئي سان ايشور سان چهٽيو رهه. جڏهن دنيوي ڪم پورو ڪرين ته ايشور کي ٻنهي هٿن سان سوگهو ڪر.“

# امرت وچن

## پرڪرڻ پهريون

## منش

(منش پرالبڌ - منش جو واستوڪ سياو -
منش بنڌن ۾ - مرتيو ۽ پنر جنم)



### منش جو پرالبڌ

۱- رات جي وڳڙي ۾ تون آسمان ۾ تارا پسين ٿو؛ ۾ سورج اڀرڻ ويل توکي ڏسڻ ۾ ڪونه ٿا اچن. ڇا، تنهنڪري چوندين ته آڪاس ۾ ڏينهن جو تارا آهن ئي ڪونه؟ اي منش جيڪڏهن پنهنجي اگيان روپي اوندهه ڪري، ايشور کي ڳولهي نه ٿو سگهين، ته ائين نه چؤ ته ايشور آهي ئي ڪونه.

۲- اهو منش اجايو ڄائو، جو هيءَ درلڀ مانک ديهي پائي به هن ئي جيون ۾ ايشور پراپتيءَ لاءِ جتن نه ٿو ڪري.

٣- منش کي پنهنجي وچارن ۽ ڀاونائن انوسار ئي
ڦل پراپت ٿئي ٿو. ايشور سرڳ جي ڪلپترو ورڪش مثل
آهي، جو هرڪا آرزو اڳهائيندڙ آهي. غريب جو پٽ
ودّيا پرائي، سخت محنت ڪري، هاءِ ڪورٽ جي
جج جو عهدو حاصل ڪري ٿو بعد اندر ۾ گد گد ٿيندو ٿو
”هاڻ آءٌ سکيو ستابو آهيان. ڏاڪڻ جي چوٽيءَ تي
رسيو آهيان. سڀ معروف پورو ٿيم.“ ٿڌهن ايشور ٿو
کيس چوندو آهي، ”ٿقا استو“. پر جج جڏهن پينشن
وٺي ٿو ۽ پنهنجي گذريل جيون و وچار ۾ لو آڻي، ٿڌهن
پروڙي ٿو تہ پنهنجي جيون اڪيارٿي وڃايم. ان
ڪري آرمان پو ٿئيس ۽ پڪاري ٿو، ”افسوس! هن
جيون ۾ ڪو پٿارت ڪاريہ ڪونہ ڪيم.“ ٿڌهن ايشور ٿو
کيس چوندو آهي تہ ”افسوس ٿو ڪجهہ ڪين ڪيو!“
٤- منش، هن جگتر ۾ ان سنسڪارن سان جائو آهي.
ودّيا يعني مڪتيءَ جي مارگ تي هلڻ جي ڀاونا ۽
اودّيا يعني سنساري پرپنچ ۾ ڦٽن ڏانهن لاڙو. اهي
ٻئي سنسڪار جهڙو وقت ساهميءَ جي ان ٻڙن جيڪان
برابر آهن. هڪ ٻڙ ۾ مايا جا پنهنجا عيش عشرت ۽
مؤج مزا ٿي رکي ۽ ٻئي ٻڙ ۾ آتما پنهنجون ڪششون.
من جيڪڏهن سنساري پرپنچ ۾ پوڻ ٿو پسند ڪري
تہ اودّيا جو ٻڙ ڳرو ٿو ٿئي ۽ منش سنساري سکن ڏانهن
ڇڪجي ٿو وڃي؛ پر جيڪڏهن آتما ۾ مگن رهڻ لو
چاهي تہ ودّيا جو ٻڙ ڳرو ٿو ٿئي ۽ ايشور طرف کيس

مائل ٿو ڪري.

٥- اول هڪ کي سچاڻ ۽ پوءِ پاڻهي سيدي ڪ-ي سچائيندين. اڪي اکيان پڙيون ڏيڻ سان پڙين جو ملهه سوَن ۽ هزارن ۾ ٿي ٿو وڃي، پر اڪو ڌاهي ڇڏڻ سان پڙيون نڪميون ٿيو پون. اڪي جي ڪري ئي انيڪ جو قدر ٿو ٿئي. پهرين اڪو، پوءِ انيڪ. پهرين ايشور پوءِ جيو ۽ جگت.

٦- اول ايشور پراپت ڪر- پوءِ دل ٺئيٺي ته پيل دولت حاصل ڪج. پهرين آتم درشن ڪر، پوءِ جيڪڏهن سنساري جيون ۾ گهڙندين ته من جي شانتي کين وڃائيندين.

٧- ڇا، توکي سماجڪ سڌاري جي اون لڳل آهي؟ پرميشور کي پراپت ڪري، پوءِ اهو ڪم هٿ ۾ ڪڻ. ياد ڪر ته پراچين سمي جي رشين منين ايشور کي پائڻ لاءِ سنسار تياڳ ڪيو هو. بس اهائي اهم وستو آهي. پوءِ ٻين پدارٿن لاءِ جيڪڏهن توکي لمنا ٿئي ته اُهي پاڻهي تنهنجي پنيان ايندا. تنهنڪري اول ايشور جو مشاهدو ماڻ، پوءِ اُپديشڪ ٿيڻ ۽ سماجڪ سڌارن جون ڳالهيون ڪر.

٨- شهر ۾ ڪو نئون ماڻهو اچي ته اول ڪيس رات جي وشرام لاءِ سکي ستابي جڳهه جو پربنڌ ڪرڻ جڳائي؛ اُتي پنهنجو سامان سڙو رکي، پوءِ بي فڪر ٿي، پيل وڃي شهر ۾ نظارا ڏسڻ لاءِ چڪر لڳائي؛ نه ته رات جي

گهور اونداهيءَ ۾ آرام لاءِ جڳهه هٿ ڪرڻ ۾ ڪيس شايد گهڻائي ڏکيا ڏاڪڙا ڏسڻا پون. ساڳيءَ ريت هن سنسار ۾ آيل نئون ماڻهو ايشور ۾ نِشِٺ وشرام آستان حاصل ڪرڻ بعد ٻيا ڪيترائي ڏينهن ڏيپ داءَ جي روز مره جو ڪم ڪاج ڪري سگهي ٿو، نه ته مرليو روپي اونداهيءَ پيانڪ راس مٿس غالب پوندي. لاڏهن ڪيس پاري ڪشٽ ڪليشن کي منهن ڏيڻو پوندو.

۹- اناج جي وڏين گندين ۾ ڏون وٽ ڪوڻي قاسائي لاءِ ڪوتا-مارن ۾ چانورن جي لائي رکي ويندي آهي. ڪوتا گندين ۾ رکيل چانورن جو سچو سواد وساري، ڪوتا-مارن ۾ رکيل چانورن جي لائين جي چٽڪي پنيان وڃي، ٻاڪي آزائي چڙهندا آهن. ساڳي حالت آلما سان آهي. آلما ايشوري آنند جي ٻهي وٽ ٻيلل آهي، جو آنند، سنسار جي بي شمار موج مزن جو پيدار آهي. پر انهيءَ آنند لاءِ جتن ڪرڻ بدران جيو آلما سنسار جي لذتن ۾ ڏتارجي، مايا جار ۾ ڦاسي ناس ٿي ٿئي.

۱۰- هڪ پيڙهه:- ليپاسافي مت وارن جو چوڻ آهي ته هي سنسار ۾ مهاتمائن جو واسو آهي. هو وڏيڪ چوندا آهن ته ڪئين لوڪ ۽ منڊل آهن، جهڙوڪ تارا لوڪ، ديو لوڪ، سورج لوڪ، چندر لوڪ وغيره ۽ منش جو سوکيم سرير، انهن سڀني لوڪن ڏانهن وڃي

سگهي ٿو. هو اهڙيون ٻيون به انيڪ ڳالهيون ڪندا آهن. اوهانجو ٿياسافيءَ بسبت ڪهڙو رايو آهي؟

گرو مهاراج:- ڀڳتي ئي اُتم آهي. ڀڳتي ڇڙوس يا ايشور ۾ صدق. ڇا، ٿياسافيءَ وارن ۾ ڀڳتي ڀاو آهي؟ اٿن، نه پوءِ نيڪ. سندن آدرش ۽ اُديش جيڪڏهن ايشور درشن ڪرڻ آهي، نه پوءِ واهه واهه! پر ياد رکج نه سورج لوڪ، چندر لوڪ، تارا لوڪ وغيره جهڙين ڳالهين ۾ غلطان ٿيڻ، ايشور جي سچي تلاش نه آهي. مڪش کي ايشور جي چرن ڪمل جي ڀڳتي پراپت ڪرڻ لاءِ ساڌنائون ڪرڻيون پونديون؛ کيس هردي جي اتينت اُڪير سان، ايشور لاءِ لڙڪ لاڙڻا پوندا. من کي ٻين سڀني ڳالهين مان ڪڍي، رڳو ايشور ۾ ڌيان لڳائڻ گهرجي. پرماتما ويدن يا ويدانت يا ٻين شاسترن ۾ ڪونهي. جيستائين ايشور لاءِ دل نه تڙڦندي تيستائين ڪجهه نه پراپت ٿي سگهندو. اتينت ڀڳتيءَ سان سندس اُپاسنا ۽ ساڌن ڪرڻ جڳائي. ايشور سولو ملي نٿو سگهي. ساڌن ضروري آهن.

١٩- سوال:- ڇا، سڀيئي جيو ايشور جو درشن پائي سگهن ٿا؟

جواب:- ڪنهن کي به سارو ڏينهن اُپواس رکڻو ڪونه پوندو. ڪن کي صبح جو کاڌو ملندو، ڪن کي منجهند جو، باقي ٻين کي شام جو سج لهڻ وقت. ساڳيءَ ريت ڪنهن نه ڪنهن سمي هن جيون ۾ يا ڪن جُڳين کان

پانبدا.
سيبئي ضرور ايشور بنا كنهن بہ چنتا
۱۲- ننڍڙا ٻالڪ راند يڪن سان ٻر جڻن تي پنهنجيءَ
جهل ٻل جي پيا کيليندا آهن. ”آمي، آمي“
کي پرسان ايندو ڏسندا آهن ليڪن
ڪاريندا، ڏانهس ڊوڙندا آهن. اي منش، تون بہ
ن جڙ جڳت پر ڌن دولت، نانءُ ناموس روپي رانديڪا
هرکجي راند کري رهيو آهين ۽ ڪوبہ ڊپ نہ
ي هڪ واري
يا چنتا ڪانہ لو محسوس ڪرين، بر جي
پنهنجي جڳت ماتا جو درشن ڪرين، تہ پوءِ انهن ڳالهين
مان جيڪر سواد ڪونہ اچيئي. انهن سڀني کي ڇڏي
قتو ڪري، جيڪر ماتا ڏانهن ڊوڙين.
۱۳- اونهي سمنڊ ۾ ماڻڪ موتي لبن ٿا، پر اهي
پرايت ڪرڻ لاءِ ٽوڪي هر پرڪار جا جوکم ڪٽڻا پوندا.
هڪ ٽبي هڻڻ سان اهي حاصل ڪري نہ سگهن تہ
الين ڪين سمجهہ تہ سمنڊ ۾ موتي آهن ئي ڪين.
ور ور ڪري ٽبيون هڻندو رهہ. نشچو ڏار تہ انت ۾
ضرور تنهنجا لايا سڦلا ٿيندا.
ساڳيءَ ريت پرميشور جي ڳولها ۾ جيڪڏهن تنهنجي
پهرين ڪوشش نسڦل ٿئي تہ همت هاري نہ ڇڏ؛ اد
ڪندو رهہ تہ ايشور کي اوس پرايت ڪندين.
۱۴- سٽ چت آنند کي ڏ ياءِ تہ آنند پرايت ڪند
آنند اننت آهي- اوديا جي ڪري رڳو ٻ ڪيو

آهي. اندرين جي وشين سان جيترو گهٽ موه رکنديون
اوترو تو ۾ ايشور لاءِ وڌيڪ پريم وڌندو.

١٥- رڳو ڌن دولت هٿ ڪري ڪنهن کي شاهوڪار
ڪوٺي نٿو سگهجي. شاهوڪار جي گهر جي نشاني اها
آهي ته سندس هرهڪ ڪمري ۾ بتي ٻرندي.
غريب تيل جو ست ساري نه ٿا سگهن، تنهن ڪري
گهڻيون بتيون ڪونه ٿا ٻارين.

سربر روپي مندر ۾ اونده هرگز نه جڳائي. انهر گيان
روپي جوت جڳائڻ گهرجي. پنهنجي ڪمري ۾ گيان
روپي ڏيئو ٻاري، الوڪڪ ماتا جي مک ڏانهن نهار.
هرهڪ جيو گيان پراپت ڪري سگهيٿو. جيو آتما ۾ آهي
۽ وشو آتما ۾ به آهي. هرڪا جيو آتما وشو آتما سان
ڳنڍيل آهي.

هرهڪ گهر ۾ بجلي بتين جو پربنڌ ٿي سگهيٿو ۽
بجلي ڪمپنيءَ وٽان بجلي ملي سگهي ٿي؛ رڳو ڪمپنيءَ
کي درخواست ڪرڻ جي دير آهي، پوءِ پاڻهي پربنڌ
ڪري ڇڏيندا ۽ توکي پنهنجي ڪمري ۾ روشني ملندي.

## منش جو واسطو سياءُ

١٦- ايڪي کي ٻڙين ڏيڻ سان ڪيترو نه ملهه وڌائي
سگهجي ٿو. ايڪي کي جيڪڏهن ڏاهي ڇڏجي ته
ٻڙين کي پنهنجو ڪوبه ملهه ڪونه آهي. ساڳيءَ ريت
جيو جيستائين ايشور، جو آهي ايڪو، تنهن ڏانهن لاڙو نٿو
رکي، تيستائين هن جو ڪوبه ملهه ڪونه ٿو ٿئي،

چاڪاڻ ته ايشور جي سمبنڌ مان ئي هر وستوءَ کي ملهه ملي ٿو. جيستائين جيو ايشور ۾ رتو رهي ٿو ۽ ايشور جي نمت سڀ ڪم ڪاج ڪري ٿو، تيستائين وڏيڪ ۽ وڏيڪ اُتي ڪندو رهي ٿو، چاڪاڻ ته سنسار روپي ٻڙين کي ملهه ڏيڻ وارو ايڪڙ ايشور آهي. پر جيڪڏهن هو ايشور کي وساري، سڀ ڪم پنهنجي وڏائيءَ لاءِ ڪري، ڪي وڏيون ڪاميابيون ڪٽي حاصل ته ڪري، ته به انهن مان ڪيس ڪو به لاڀ پراپت ڪونه ٿيندو.

۱۷- جيئن ڏيئو ٻيل بنا نه ٿو ٻري، تيئن جيوُ به ايشور ڌاران جي نه ٿو سگهي.

۱۸- پرمالما جيو لاءِ ائين آهي، جيئن چقمق لوهه لاءِ. پوءِ ڀلا پرمالما جيو کي ڇو ڪين ٿو ڇڪي وٺي؟ جيئن مٽيءَ ۾ ٻوڙيل لوهه کي چقمق جي ڪشش ڇڪي ڪين سگهندي آهي، تيئن مايا ۾ ڦٽل جيوُ به پرمالما جي ڪشش محسوس نه ٿو ڪري. پر جڏهن پاڻي مٽيءَ کي گهلي ويندو آهي، تڏهن چقمق جي ڪشش ڪري لوهه چرندو پرندو آهي. اهڙيءَ ريت جيو جڏهن پرارٿنا ۽ پڇتاءَ جي نت وهندڙ لڙڪن سان مايا روپي مٽيءَ کي ڌوئي ٿو ڇڏي، تڏهن سهجي ئي کيس پرمالما پاڻ ڏانهن ڇڪي او وٺي. ڇو ته مايا ئي کيس سنسار سان جنبڙائي ٿي ڇڏي.

۱۹- جيئن گهڙيال جا ڪلاڪن ۽ منٽن وارا ڪانٽا هر هڪ ڪلاڪ ۾ هڪ ڀيرو پاڻ ۾ ملندا آهن، تيئن

جيو آتما جو پرماتما سان ميل ٿو ٿئي. هو هڪ ٻئي جا سنبنڌي ۽ هڪ ٻئي جي آڌين آهن. جيتوڻيڪ آهن اڪثر ڪري الڳ، ته به سڀاڻي موقعن اچڻ تي پاڻ ۾ ايڪو ايڪ ٿي سگهن ٿا.

٢٠- آتما جڏهن مايا جي بندن ۾ آهي، تڏهن اُنکي جيو آتما ٿو چئجي؛ جڏهن مايا جي بندن کان آجي ٿي ٿئي، تڏهن اُنکي پرماتما ٿو چئجي.

٢١- جيو آتما ۽ پرماتما جي وچ ۾ ڪهڙو ناتو آهي؟ جيئن درياهه ۾ ڪاٺ جي تختي جي آڏ اچڻ ڪري؛ پاڻيءَ جو وهڪرو ٻه ڌارون ڪري وهندو آهي، تيئن اکنڊ آتما، مايا روپي آڏ ڪري هڪ منجهان ٻه يعني جيو آتما ۽ پرماتما پيو محسوس ٿئي.

٢٢- پاڻي ۽ اُنجو ٻدٻدو هڪ ئي آهن. ٻدٻدو پاڻيءَ منجهان ئي پيدا ٿئي ٿو، پاڻيءَ تي ئي تري ٿو ۽ پاڻيءَ ۾ ئي سمائجي وڃي ٿو. تهڙيءَ ريت جيو آتما ۽ پرماتما به هڪ ئي آهن. فرق فقط گهٽ وڌائيءَ جو آهي. جو تہ جيو آتما انتم ۽ محدود آهي ۽ پرماتما بي اَنت آهي. هڪ آڌين آهي ۽ ٻيو سواڌين.

٢٣- جيو آتما جو اهم ڀاو ٻه ائين آهي، جيئن گنگا نديءَ جي ڪجهه ڪ ي کي لوڙهو ڏئي چئجي ته هيءَ منهنجي گنگا ندي آهي.

٢٤- جهڙيءَ ريت پاري ۾ شيشي وجهڻ سان ٻئي ملي هڪ ٿي ٿا وڃن، تهڙيءَ ريت جيو آتما جڏهن

اهم پاؤ جي ڪري ٿي آئم انيڪ اپاڌيون اچي ٿيون
وڃن ۽ پنهنجو واستوڪ سياؤ وساري ٿو ڇڏي.

٢٩- اپاڌين جي وڌڻ سان جيو جي سياؤ ۾ ڦيرو
اچي ٿو. ڪوبه ماڻهو جيڪڏهن نئين جي پوشاڪ
پهريندو ته سندس چپن مان پاڻيهي پيا عشقي گيت
نڪرندا. انگريزي بوٽ پائڻ سان ليلهر ۾ ايمان ۾
ڦوڪجي ويندو ۽ هڪدم سيٽي وڄائڻ شروع ڪندو؛
جيڪڏهن ڏاڪڻ چڙهڻي هوندس ته صاحب جيئن
ٽپ ٽپ ڪندو، ڏاڪا چڙهندو ويندو. ڪنهنکي هٿ
۾ قلم هوندو آهي ته پيو ٻئي تي هيڏانهن هوڏانهن
ليڪا پائيندو آهي.

٣٠- جيئن نانگ پنهنجي لٽل کل کان نيارو آهي،
تيئن آتما سرير کان نياري آهي.

٣١- آتما ڪنهن به وستوءَ سان موهه نٿي رکي-
سک دک، پاپ پنج آتما تي ڪنهن به قسم جو ليپ
لڳائي ڪونه ٿا سگهن ۽ پر جيڪي پاڻکي رڳو سرير
ٿا سمجهن، تن تي سو ليپ لڳائي سگهن ٿا. جيئن
دونهون رڳو ديوار کي ٿي ڪارو ڪندو آهي ۽ نه
اندر ٿين لهه ڪي.

٣٢- ويدانتي چون ٿا ته آتما بنهه نرليپ آهي؛ پاپ
يا پنج، دک يا سک کيس ڪونه ٿو لڳي. اهي ته
انهن کي ئي ايڙا ڏيئي سگهن ٿا، جنجو سرير سان

ڪري سگهيتو
هم آهي. ٻنهي ٻن ڏسڻ جي ڪاروڪري سگهيتو
نه اُنجي اندرين لهر کي.
جي ڳهٽ وڌ هِتِي
ستي، رجي ۽ لمي جي الر جي
ڪري منش جدا جدا سياون جا لين ٿا.
هڪ ٿي آهن،
٣٤- سب جيؤ پنهنجي مول سڀاءَ ۾
ر پنهنجي جدا جدا استتين انوسار چئن پرڪارن جا- ٻڌ
يعني ٻڌن ۾، ممڪش يعني مڪتي لاء ترقيدڙ، مڪت
يعني مڪتي پراپت ڪيل، نت مڪت يعني سدائين
مڪتيءَ ۾ استت لين ٿا.
٣٥- هڪ مهاڻي لڏيءَ ۾ پنهنجو جار وڇايو. چڱو
لي شڪار قاٿس. ڪي مڇيون چپ چاپ ڪري
جاريءَ ۾ پئجي رهيون. ٻاهر نڪرڻ لاء ڪابه چرپر
ڪانه ڪيائون. ٻيون ٻئي ڦٿڪيون ۽ ٿيا ڏنائون) پر
پاڻکي ٻاهر ڪڍي ڪونه سگهيون. باقي ڪي لوڙهيون
مڇيون ڪنهن نه ڪنهن ترڪيب سان ٻاهر نڪري آيون.
سنسار ۾ به ٽن پرڪارن جا جيؤ آهن. هڪڙا آهن ٻڌ
جيؤ، جي مڪت ٿيڻ لاء جتن به ڪونه ٿا ڪن.
آهن ممڪش، جي مڪتيءَ لاء ياڻ پتوڙين ٿا. ٽيان آهن
مڪت، جن اڳيرٿي مڪتي پراپت ڪئي آهي.
٣٦- ٽي ڳڌا آهن. ٻهريون لوڻ جو لهيل، ٻيو ڪرڙ
جو، ٽيون پٿر جو. جيڪڏهن ٽنهي کي پاڻيءَ ۾ وجه
نه ٻهريون ڳري ويندو ۽ پنهنجو روپ وڃائي ڇڏيند
ٻيو پاڻي گهڻو ٿي چهي ويندو، پر روپ قائم هوند

ٽيون پاڻيءَ کان ترتيب رهندو. پهريون گڏو انهيءَ منش سان مشابهت ٿو رکي جو پاڻ کي سرو وياپڪ آتما ۾ سمائي، اُن سان هڪ ٿي ويو آهي. اُهو جيون مڪت آهي. ٻيو ڀڳت يا ايشور جي سچي پريميءَ سان مشابهت ٿو رکي، جو اڌيالمڪ آنند ۽ گيان سان ڀرپور آهي. ٽيون سنساري منش سان مشابهت ٿو رکي، جو پنهنجي هردي ۾ رتي ماتر به سچو گيان گهڙڻ نٿو ڏئي.

٣٧- منش وهاڻي جي کلن مثل آهن. هڪ کل جو رنگ ڳاڙهو هوندو آهي، ٻيءَ جو نيرو ۽ ٽينءَ جو ڪارو. پر ڪپهه سڀني ۾ ساڳي ٿي ڀريل هوندي آهي. ساڳي حالت منشن سان آهي- هڪ سهڻو آهي، ٻيو سانورو، ٽيون ڌرماتما ۽ چوٿون پاپي. پر سڀني ۾ ايشور ساڳيو ئي وسي ٿو.

٣٨- ڪچوڙين ۾ ٻاهران ٽيندو آهي اَٽو، پر اندر دال، ڀاڄيون ۽ مصالح ڀريل هوندا آهن. جهڙو ڪچوڙيءَ اندر مال ڀريل هوندو، اهڙو ئي سندس سواد ٿيندو. ماڻهو ڏيهون به هڪ ئي وستوءَ مان ٺهيل آهن؛ پر هردي جي پوترتائي انوسار هرهڪ منش جو الڳ الڳ سڀاءُ ٿئي ٿو.

٣٩- برهمڻ جو پٽ جنم موجب بيشڪ برهمڻ آهي، پر ڪي برهمڻ وڏي هوندي پنڊت ٿا ٿين، ڪي پروهت، ڪي رسويا. ڪي ته وري وتشائن جي درن

اڳيان ليٽڙيون پيا پائين.

۴۰- سچ آهي تہ ايشور جيتي پر ہ وسي ٿو، پر انهيءَ ڪري اسانکي جيتي جي سامهون وڃڻ جڳائي ڇا؟ سچ آهي تہ ايشور مها پاپين ۾ بہ وسي ٿو، تہ بہ اسانکي انهن سان سنگ هرگز نہ ڪرڻ گهرجي.

۴۱- شاسترن جو واڪ آهي "آپو نارايڻ" يعني جل نارايڻ آهي. تہ بہ هر پرڪار جو جل پيئڻ لائق نہ آهي. ساڳيءَ ريت اهو برابر سچ آهي تہ ايشور هرهنڌ وياپڪ آهي، تہ بہ منش کي هرڪنهن جڳهہ ڏانهن وڃڻ ڪين جڳائي. هڪڙو پاڻي پيرن ڌوئڻ لاءِ ڪم آڻي سگهجي ٿو، ٻيو سرير کي شڌ ڪرڻ لاءِ ۽ ٽيون پيئڻ لاءِ. ڪو پاڻي تہ اهڙو ليندو آهي، جنهنکي ڇُهڻ بہ ڪين. ساڳيءَ ريت آستان بہ ڀِن ڀِن پرڪارن جا لين ٿا. ڪن جي ويجهو وڃجي، ڪن جو وجي درسن ڪجي. وري ڪي آستان لين ٿا، جنکي پري کان ئي پرنام ڪري ڪانئن دور رهجي.

۴۲- هيلين کان پاڻ سنڀال- واسه وڏي کان، ٻيو جو دل جو صفا نہ هجي، تيون جو پنهنجي ڪمن لي للسيءَ جا پولر بڻ لڳائي، ٻوجا پاسه جو ڏيکاءَ ڪري، چوٿون استري، جا وڏو گهونگهٽ ٿي ڪري ۽ پنجون بينل للاءِ جو تڏو پاڻي جو گندي سيوز سان پرپور ٿي صحت لاءِ هاجيڪار ليو پري.

## مرڻيو ۽ پنر جنم

۴۳- پڌ جيو مرڻيو سمي به سنساري ڳالهيون ياد
ڪندا آهن. ڏيو ت آستان پيٽ يا پوتر گنگا ۾ سنان
ڪرڻ يا مالهائون ڦيرڻ مان ڪهڙو سود؟ جيڪڏهن
دل ۾ دنيوي ترشنائون هونديون ته مرڻيو ويل به
اهي اوس اڳيرون رهنديون. انڪري "پڌ جيو"
ان سمي پيا وقلبدا آهن. طوطو رواجيءَ ريت راڌي
ڪرشن جو پوتر نام پيو اچاريندو آهي، پر جڏهن ٻلي
اچي جهليندي اٿس تڏهن پنهنجو سياويڪ آواز "ٽان،
ٽان". ڪرڻ لڳندو آهي.

۴۴- ايشور ۾ صدق نه هجڻ ڪري منش ڪيتريون
ئي پوڄنائون ٿو پوڄي. انڪري ڪيس اهڙا اپاءَ وٺڻ
گهرجن، جي جيوت جي انتم دم ويل ڪيس ايشور جو
ڌيان ڪرڻ ۾ سهايتا ڪن. اهو اپاءُ آهي ايشور جي
ڀڳتي. منش جيڪڏهن پنهنجي جيون سمي ۾ ڀڳتي
ڪندو ته سندس من ۾ انت ويلي ايشور جو ويچار
ضرور اڀري ايندو.

۴۵- منش جا مرڻيوءَ کان اڳ جيڪي ويچار هوندا،
انهن موجب ڪيس پيو جنم ملندو. انڪري ڀڳتي ڪرڻ
ضروري آهي. هردم پيادڻ ڪرڻ سان منش جو من
جيڪڏهن سنساري ڦرڻن کان آجو ٿيندو ۽ ايشوري
خيالن سان ڀرپور ٿيندو ته انت ويلي به هو ايشور جي
يان ۾ ئي رهندو.

# مـايـا

(مايا جا روپ- پرماتما جي سرشٽي رچيندڙ
شڪتي- مايا، اوديا جو روپ-
مايا، وديا جو روپ)



## مايا پرماتما جي سرشٽي رچيندڙ شڪتي

۴۸- مايا ۽ برهم پاڻ ۾ اڀن آهن، جيئن چرندڙ ناڳ ۽ وسرام ۾ ويٺل ناڳ. چنچل شڪتي آهي مايا ۽ اچل شڪتي آهي برهم.

۴۹- سمنڊ جو پاڻي، جيئن گهڙيءَ مانُو ته گهڙيءَ آڪرو هوندو آهي، تيئن برهم ۽ مايا آهن. شانت اوستا آهي برهم ۽ چنچل اوستا آهي مايا.

۵۰- برهم جو مايا سان ناتو اهڙو آهي جهڙو اگنيءَ جو سندس جلائڻ جي گڻ سان.

۵۱- شِوُ ۽ شڪتي ٻنهي اُتپتيءَ لاءِ ضروري آهن. فقط سڪل منيءَ مان ڪوبه ڪنيار تانءَ نه ٿو اهي ڪونه

”توهين ته ڏينهن جا ڏينهن پنهنجي ڪمري ۾ شانتيءَ ۾ گهاري رهيا هئا. اڄ ڪهڙيءَ خوشيءَ ۾ اچي، آنند ۾ پيا نچو ٿا؟“ ساڌوءَ آڪاس ڏانهن اشارو ڪندي وراڻيو ته ”اها آهي مايا، جا جيوت کي ٻڌي ٿي! انهيءَ اڳ ڪو اهڃاڻ ڪونه مليو هوم، پر اڄ اچانڪ اها برهم روپي نرمل آڪاس ۾ ڏسڻ ۾ آئي. سارو سنسار رچيائين. وري برهم جي ڦوڪ سان ٽٽي پکڙي وئي.

۵۵- رام، سيتا ۽ لڇمڻ بنواس تي ويا. اول رام هو، سيتا وچ ۾ هئي ۽ لڇمڻ پٺيان. لڇمڻ جي دل سمورو وقت رام جو پورڻ ريت درشن ڪرڻ لاءِ ترڪي رهي هئي. پر وچ ۾ سيتا جي هئڻ ڪري سندس نگاهه رام تي پئجي نه ٿي سگهي. سيتا کي ٿورو پاسيرو ٿيڻ لاءِ وينتي ڪيائين. سيتا پاسيرو ٿي، لڇمڻ جي منو ڪامنا پوري ٿي ۽ رام جو پورڻ ريت درشن ڪري سگهيو. سنسار ۾ برهم، مايا ۽ جيو جو به اهڙو ئي پربند آهي. جيستائين مايا روپي وهم پاسيرو نه ٿيندو، ليستائين خلقت خالق کي، منش ايشور کي پسي ڪين سگهندو.

۵۶- هڪ درويش راڻي ڏينهن جت بتيءَ جي بلوري شيشي ڏانهن نهاري پيو مشڪندو هو. شيشي ۾ پانت پانت جا رنگ- ڳاڙهو، پيلو، نيلو وغيره پيا ڏسڻ ۾ ايندا هئس. انهن رنگن کي مٿيا سمجهي، سندس مک تي مرڪ اچي ويندي هئي ۽ محسوس

٥٩- جيئن بادل سورج کي لڪائي ڇڏيندو آهي تيئن مايا پرماتما کي لڪائي ٿي ڇڏي. جڏهن بادل پري ٿيندو آهي، تڏهن سورج ڏسڻ ۾ ايندو آهي. ساڳيءَ ريت جڏهن مايا دور ٿي ويندي، تڏهن پرميشور پرتڪش پسبو.

٦٠- هنس پکي کير مان پاڻي الڳ ڪري، رڳو کير پي ويندو آهي؛ ٻيا پکي ائين ڪين ڪري سگهندا آهن. ساڳيءَ ريت پرماتما به مايا سان بلڪل گڏيل آهي. ساڌارڻ منش ايشور کي مايا کان ڌار ڏسي نه ٿا سگهن. فقط پرمهنس ئي مايا کي پري ڪري، پرماتما جو نج سروپ پراپت ڪري ٿو.

٦١- جيستائين ڪون مايا جو سروپ پرکي سگهين نه اها جيڪر توکي ائين ڇڏي ڀڄي وڃي، جيئن ظاهر ٿي پيل چور ڀڄندو آهي.

## مايا وديا جو روپ

٦٢- پرماتما ۾ مايا جا ٻئي روپ آهن- وديا ۽ اَوديا. مايا جو وديا روپ منش کي پرماتما ڏانهن نئي ٿو ۽ اَوديا روپ کيس اوڙاهه ۾ وٺي ٿو وڃي. گيان، ڀڳتي ۽ ويراڳ، اهي سڀ مايا جو وديا روپ آهن. انهن جي سهايتا سان ئي منش ايشور کي پراپت ڪري سگهندو.

٦٣- مايا ئي پرميشور کي پرتڪش ڪري ٿي. مايا کان سواءِ ڪير برهم کي ڄاڻي سگهي ها؟ پرميشور کي ڄاڻڻ لاءِ سندس پرتڪش روپ يعني شڪتيءَ کي

چاڻڻ کانسواءِ ٻيو ڪو اُپاءُ ڪونهي.

٦٤- مايا جي ڪري ئي ڀرم گيان ۽ ڀرم آنند پراپت ٿي سگهن ٿا. نہ تہ ڪير انهن کي جيڪر سمجهي ٻہ نہ ڏسي سگهي. مايا جي ڪري ئي ڀائيءَ جو ڀاءُ ۽ ڀائيءَ جو سنبنڌ پيدا ٿين ٿا. مايا کان پري تہ لڪو آهي ماڻهو جو ٻداوت ۽ نہ ماڻهو وارو.

٦٥- ٻلي ٻنهنجي ٻونگڙن کي ٻنهنجن ڏندن ۾ جهليندي آهي تہ ٻہ انهن کي ڪوبہ ايذاءُ ڪونہ ايندو آهي. ٻر جڏهن ڪوئي کي ڏندن ۾ جهليندي آهي تہ اهو مري ويندو آهي. تهڙيءَ ريت مايا ايشور ڀڳت کي ڪانہ ٿي ماري، جيتوڻيڪ ٻين کي ناس ڪيو ڇڏي.

## پرڪرڻ ٽيون

# مايا جو ڪامني ڪنچن روپ

(ڪام جو بندن- ڪام ۽ آلمڪ انتي- ڪام کي ڪيئن جيتجي؟ ڌن دولت ۽ سادڪ)

---

## ڪام جو بندن

٦٦- مايا ڇا آهي؟ مايا آهي آلمڪ انتيءَ ۾ اُنڪ وجهندڙ ڪام.

٦٧- مايا (ڪامني) ٿي سڀ ڪجهه ڳرڪائي وٺي آهي.

٦٨- جي جيو سنساري پرپنچ ۾ ڦاٿل آهن، سي نه ڪامني ۽ ڪنچن جي قيدي ۾ ڦاسڻ کان پاڻ روڪي سگهندا ۽ نه ايشور ڏانهن پنهنجو من لاڙي سگهندا، پوءِ توڻي ڪٽي ڪامني ۽ ڪنچن ڪري ڪين هزارين اُپاءَ سهڻا پون.

٦٩- گرهستين کي ساوڌان رهڻ گهرجي. کين استرين ۾ گهڻو وِسهه رکڻ نه گهرجي. هو گرهستين کي گهڻي ڇل ول سان پنهنجي وس رکنديون آهن.

ڄاڻڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪو اُپاءُ ڪونهي.

٦٤- مايا جي ڪري ئي ٻرم ڪيان ۽ ٻرم آنند پراپت ٿي سگهن ٿا. ته نه ڪير انهن کي جيڪر سمجهي ۽ نه ڏسي سگهي. مايا جي ڪري ئي پيالي جو پاڻ ۽ پيالي جو سمبنڌ پيدا ٿين ٿا. مايا کان پري نه اڪو آهي ماڻڻ جو پدارٿ ۽ نه ماڻڻ وارو.

٦٥- ٻلي ٻيهنجي ٻونگڙن کي ٻيهنجن ڏندن ۾ جهليندي آهي ته ٻه انهن کي ڪو ٻه ايذاءُ ڪرڻ ايندو آهي. ٻر جڏهن ڪوئي کي ڏندن ۾ جهليندي آهي ته اهو مري ويندو آهي. اهڙيءَ ريت مايا ايشور ڀڳت کي ڪاله ٿي ماري، جيترو ٻيهن کي ناس ڪير ڇڏي.

## مايا جو ڪامني ڪنچن روپ

(ڪام جو بندن- ڪام ۽ آتمڪ اُنتي- ڪام کي ڪيئن جيتجي؟ ڌن دولت ۽ ساڌڪ)



### ڪام جو بندن

٦٦- مايا ڇا آهي؟ مايا آهي آتمڪ اُنتيءَ ۾ اُنڪ ڀهندڙ ڪام.

٦٧- مايا (ڪامني) ٿي سڀ ڪجهه ڳرڪائي وٺي آهي.

٦٨- جي جيو سنساري پرپنچ ۾ ڦاٿل آهن، سي نه امني ۽ ڪنچن جي قيدي ۾ ڦاسڻ کان پاڻ روڪي ڀهندا ۽ نه ايشور ڏانهن پنهنجو من لاڙي سگهندا، ، توڙي ڪٽي ڪامني ۽ ڪنچن ڪري ڪين هزارين ان سهڻا پون.

٦٩- گرهستين کي ساوڌان رهڻ گهرجي. ڪين استرين ڀهڻو ويسهه رکڻ نه گهرجي؛ هو گرهستين کي گهڻي ول سان پنهنجي وس رکنديون آهن.

جاڳط ڪاٺسراء پيو ڪو اُپاءُ ڪرڻو آهي.

٦٤- ماپا جي ڪرپا ٿي پرم گيان ۽ پرم آنند پراپت ٿي سگهن ٿا. تہ تہ ڪير انهن کي جيڪر سمجهي پر نہ ڏسي سگهي. ماپا جي ڪرپا ٿي پيالي جو پاءُ ۽ پيالي جو سنبنڌ پيدا ٿين ٿا. ماپا کان پري تہ لڪو آهي ماڻڪ جو پدارٿ ۽ تہ ماڻڪ وارو.

٦٥- ٻلي پنهنجي ٻچڙن کي پنهنجن ڏندن ۾ جهليندي آهي تہ بہ انهن کي ڪوبہ ايذاءُ ڪونہ پهچندو آهي. پر جڏهن ڪوئي کي ڏندن ۾ جهليندي آهي تہ اهو مري ويندو آهي. تهڙيءَ ريت مايا ايشور ڀڳت کي ڪاڻ ٿي ماري، جيتوڻيڪ ٻين کي ناس ڪيو ڇڏي.

## پرڪرڻ ٽيون

## مايا جو ڪامني ڪنچن روپ

( ڪام جو بنڌن- ڪام ۽ آتمڪ اُنتي- ڪام کي ڪيئن جيتجي؟ ڌن دولت ۽ سادڪ )



## ڪام جو بنڌن

٦٦- مايا ڇا آهي؟ مايا آهي آتمڪ اُنتيءَ ۾ اُنڪ وجھندڙ ڪام.

٦٧- مايا (ڪامني) ئي سڀ ڪجھ ڳرڪائي وٺي آهي.

٦٨- جي جيوَ سنساري پرپنچ ۾ ڦاٿل آهن، سي نه ڪامني ۽ ڪنچن جي ڦندي ۾ ڦاسڻ کان پاڻ روڪي سگھندا ۽ نه ايشور ڏانهن پنهنجو من لاڙي سگھندا، پوءِ توڙي ڪٽي ڪامني ۽ ڪنچن ڪري ڪين هزارين اُپاءَ سهڻا پون.

٦٩- گرهستين کي ساوڌان رهڻ گهرجي. ڪين استرين ۾ گھڻو وِسهه رکڻ نه گهرجي. هو گرهستين کي گھڻي ڇل ول سان پنهنجي وس رکنديون آهن.

## پرڪرڻ ٽيون

# مايا جو ڪامني ڪنچن روپ

( ڪام جو بندن- ڪام ۽ آتمڪ اُنتي- ڪام کي ڪيئن جيتجي؟ ڌن دولت ۽ ساڌڪ )



## ڪام جو بندن

٦٦- مايا ڇا آهي؟ مايا آهي آتمڪ اُنتيءَ ۾ اُڏڪ وجهندڙ ڪام.

٦٧- مايا (ڪامني) ٽي سڀ ڪجهه ڳرڪائي وٺي آهي.

٦٨- جي جيو سنساري پرپنچ ۾ ڦاٿل آهن، سي نه ڪامني ۽ ڪنچن جي قيدي ۾ ڦاسڻ کان پاڻ روڪي سگهندا ۽ نه ايشور ڏانهن پنهنجو من لاڙي سگهندا، پوءِ ٿوري ڪٿي ڪامني ۽ ڪنچن ڪري ڪين هزارين اُپمان سهڻا پون.

٦٩- گرهستين کي ساوڌان رهڻ گهرجي. ڪين استرين ۾ گهڻو وسهه رکڻ نه گهرجي. هو گرهستين کي گهڻي ڇل ول سان پنهنجي وس رکندڙ آهن.

۷۰- ڪٺي ڪيتري ۽ خورداري ولجي، تہ ۽ دواهين جي ڪارنهن سان ۽ ٻل ڪوليءَ ۽ رهبو تہ گهڻي ڪي لوري ڪارنهن لڳڻ ڪان ٿي تہ سگهبو. ساڳيءَ ريت استرين جي سنگ ۽ رهڻ سان ڪام اچا ڪجهہ نہ ڪجهہ ضرور اُهن ليندي، لڄ ڪيترو بہ ڪٺي سچيت رهجي يا اندرين تي ضابطو هجي.

۷۱- ڪو ماڻهو وڏي لب ۾ گهي رهيو هجي، اجايل ۽ بي آرام هجي، تنهن جي اکيان جيڪڏهن لڏو پاڻي ۽ چنٽيون آچار رکيا تہ ڇا هو پاڻي پيئڻ ۽ آچار کائڻ کان پاڻ بلي سگهندو؟ ساڳي حالت سنساري جيؤ جي آهي، جو لوشنائن روپي وڏي لب ۾ قائل آهي ۽ وشين جي بکن جو پياسي آهي. هن جي هڪ پاسي جيڪڏهن سندر ناريون ۽ ٻئي پاسي ڏن دولت جا مزا ميسر ڪيا تہ هو انهن ڏانهن هرڪجڻ کان پاڻ بلي ڪونہ سگهندو. ڪنهن ٻي ڀڳتيءَ جي مارگ کان هٽي ويندو.

۷۲- هڪ سمي هڪ مارواڙي شري رامڪرشن وٽ آيو ۽ کيس چيائين تہ "گرو مهاراج! سڀ ڪجهہ تياڳيو الرتہ ۽ ايشور جو درشن ڇو ڪين مليو آهي؟"

گرو مهاراج- ڪل جون ڏلگيون ڏٺيون اٿيئي؟ جن ۾ گيهہ وجهي رکيو آهي؟ ڏلگيءَ مان گيهہ ڪڍيو تہ بہ ان ۾ سٽب ۽ اُهي سرهاڻ رهندي آهي. ساڳيءَ

مايا جو ڪامني ڪنچن روپ
ريت تو ۾ اچا ۽ ڪجهه سنساري پرپنچ رهيل آهي
اُن جي بانس قائم آهي.

۷۳- ياد رکو ته ڪامني ۽ ڪنچن منکن کي سدائين
پرپنچ ۾ گتل ۽ ايشور کان پري رکن ٿا. عجب جي
ڳالهه آهي جو هرڪو پنهنجي استريءَ جي ساراهه جا
پيو ٻڪ ڀريندو آهي، پوءِ کٽي هوءَ چڱي هجي،
لڳي يا موچاري.

۷۴- جيئن پولڙو شڪاريءَ وٽ ڦاسي پنهنجي جان
ڏيندو آهي، تيئن پرش به سوپياوان استريءَ جي قدمن
۾ ڪري جيون گذرائيندو آهي.

## ڪام ۽ آتمڪ اُنتي

۷۵- جيڪي ماڻهو ايشور کي پراپت ڪرڻ ٿا چاهين
يا ڀڳتيءَ جي ساڌنائن ۾ اُنتي ڪرڻ ٿا گهرن، تن کي
ڪامني ۽ ڪنچن کان پاڻ بچائڻ گهرجي؛ نه ته هو سِڌي
ڪڏهن به پراپت ڪري ڪين سگهندا.

۷۶- نتياننڊ شري چيتنيه ديو کان سوال پڇيو:
”لوڪن کي ايشور ڀڳتيءَ لاءِ اُپديش ته گهڻئي پيو
ڏيان، پر سندن دلين تي اثر خير ڪو ٿئي ٿو. ان جو
ڪارڻ ڪهڙو آهي؟“ شري چيتنيه ديو جواب ڏنس:
”استرين سان هوندو سندن سنگ، پوءِ اُتم اپديش
گرهڻ ڪيئن ڪري سگهندا؟ پڪ ڄاڻج ته سنساري
ماڻهن لاءِ مڪتي ممڪن ڪانه آهي.“

۷۷- ساهميءَ جو هڪ ٽڙ جڏهن اُتل ڪائيندو آهي،

چمندو هوس. هڪ سياڻي ماڻهوءَ سندس اها بيوقوفيءَ
جي هلت ڏسي کيس چتاءُ ڏنو، ”ڪتي ۾ اهڙو
موهه نه رک، ڇو ته ڪتو ليڪ ۾ نه ٻي عقل حيوان
آهي. ڪنهن وقت توکي چڪ پائيندي وڃڻ ڪين
ڪندو.“ ڪتي جي مالڪ اهو چتاءُ دل سان هنداءُ
۽ ڪتي کي پنهنجي پاڻهن کان اچلائي، دل ۾ نشچو
ڪيائين ته وري ساڻس لاڏ ڪوڏ نه ڪندس. ڪتي
ڀورين نه سمجهيو ليڪين ته ڪو منهنجي مالڪ ۾
ڦيرو اچي ويو آهي ۽ ور ور ڪري ڏاڍهس ڏوڙي
پيو لٽڪائيندو رهيو. الڪري مارون ۽ ماڙون کاڌائين؛
آخر پنهنجي مالڪ کي وڍڪ کهائي ڇڏي ڏنائين.
تحقيق تنهنجي ۽ ساڳي حالت آهي. پنهنجي الدر ۾
جنهن ڪتي کي هيستائين لاڏ ڪوڏ سان پالي رهيو
آهين، سو سولو توکي ڪين ڇڏيندو، توڙي کانئس جند
ڇڏائڻ لاءِ ڪيترو به ڪٺي آلو هجين. نه ته دل نه لاهه
ڪتي سان وڏيڪ لاڏ ڪوڏ نه ڪر. تنهنجي واجهه
اچي نه کيس ڏک هٽي ٻري ڪري ڇڏ. ڪجهه وقت
کان پوءِ سندس ڦڙ ڦڙ کان ڇٽي پوندين.

۸۶- ڪامني ۽ ڪنچن ساري سنسار کي پاپ
غرق ڪري ڇڏيو آهي. ڪامنيءَ کي ديوي ماتا
روپ ڪري ڏسين ته هوءَ ٻوالد ٻيوس لي ٻوي
جيستائين منش مان ڪامني ۽ ڪنچن جي موهه
موڪلايو آهي، ليستائين پرميشور کي ٻسي ڪين سگهندو

۸۷- منش لڪي وٺواڻ سان هڪ واريءَ ايشور پراپت ڪري ته ڪام جون ترشنائون غائب ٿي وڃنس. پوءِ جيڪر ڪيس پنهنجي استريءَ مان به ڪام جو ڪو خوف خطرو ڪونه رهي. جيڪڏهن به چقمق، هڪ ننڍو ۽ هڪ وڏو، لوهه جي هڪ ٽڪر کان ساڳئي مفاصلي تي پيا هجن ته ڪهڙو چقمق لوهه کي وڏيڪ زور سان ڇڪي ويندو؟ ضرور وڏو وڏيڪ زور سان ڇڪي ويندو. ساڳيءَ طرح پرميشور به وڏو چقمق آهي، استري، جا ننڍو چقمق آهي، سا ان جي آڏو ڇا ڪري سگهندي؟

۸۸- نانگ زهري جانور آهن. ڪين پڪڙڻ جي ڪوشش ڪبي ته چڪ پائيندا؛ پر جنهنکي مقناطيسي مٽيءَ سان نانگ هرڪائڻ ايندو هوندو، تنهن لاءِ نانگ کي پڪڙڻ ڪا ڏکي ڳالهه ڪانه آهي. هو ته جيڪر ستن نانگن کي به وڪوڙي، پنهنجيءَ ڳچيءَ جي چوڌرد ويڙهي، ساڻن راند ڪري سگهي- ساڳيءَ ريت مڪت منش سنساري جيون جي خطري کان آجو رهي ٿو.

۸۹- هڪ ڏينهن هڪ مارواڙي شري رامڪرشن وٽ آيو ۽ ڪجهه هزار روپيه سندس اڳيان پيشا رکيائين؛ پر گرو مهاراج انڪار ڪيو. چيائينس ”تنهنجا پئسا قبول ڪين ڪري سگهندس. قبول ڪندس ته منهنجو من انهن ۾ وڃي لڳندو.“ هن پلي مانس پوءِ ويتي ڪئي ”چڱو اهي پئسا توهان جي ڪنهن مٽ مائٽ

جي ڳالهه ٻڌي ٿو رکان، جيئن ٿوهان جي شيرا ٽهل ۾ ڪتب اچي سگهن." گرو مهاراج جواب ڏنو "نه، اهو ياڪندڙ ٿو ليندو، ڇهن ڪانسواءِ من ۾ هر دم اهوئي خيال رهندو ته منهنجا پئسا فلاڻي وقت رکيا آهن."

مارواڙي سيٺ ڪان رهيو نه ٿيو. وري به وينتي ڪري چيائين، "اوهان جي ٿي چوڻي آهي ته من جيڪڏهن ٿيل مثل ٿي ويل آهي ته هو ڪاميءَ ڪنچن رواي سمنڊ مٿان پيو ترندو."

گرو مهاراج اُتر ڏنو "اها ڳالهه سچي آهي. پر تيل جيڪڏهن پاڻيءَ ۾ ٿي گهڻي وقت ترندو رهندو ته ٻالس ڪري ويندو. ساڳيءَ طرح من جيڪڏهن فقط 'ڪاميءَ ۽ ڪنچن' روپي سمنڊ تي ترندو رهندو ته اُن سان سالده سنگ من کي ابولر ڪري ڇڏيندو ۽ منجهانس بدبوءِ اڪرندي."

## ڌن دولت ۽ ساڌڪ

٩٠- گرو مهاراج وٽ هڪ نوجوان شش آيو. ڪيس ڏسڻ سان دل ٿي ٿري آيس ته ڌن دولت لاءِ تمنا ساڌڪ کي ايشور جي مارڳ کان ٻئي طرف ڦيري ٿي ڇڏي. ان حقيقت ڏانهن اشارو ڪندي پنهنجي شش کي چيائين "سنساري ماڻهن وانگر تو وٽ نوڪري ڪئي آهي. پر وري به شڪر آهي جو تون پنهنجيءَ ماتا لاءِ ڪمائين ٿو. نه ته آءٌ جيڪر چوان ها 'شرم، شرم،' اٿي اڪر وري. وري اُچاري چيائين "فقط

ايشور جي ئي چاڪري ڪر."

٩١- ناڻي ڪمائڻ لاءِ نوڪري ڪرڻ ۾ جيڪا درگتي ٿي ٿئي، تنهن بابت گرو مهاراج هڪ نوجوان شش کي چيو "هن جو منهن ته ڏس ته ڪيئن نه بدزيبو ٿي ويو آهي. ڪارانيل پيو لڳي. اهو سڀ نوڪريءَ جي ڪري آهي. حساب ڪتاب ۽ ٻين سون ڳالهين جي چنتا ڪرڻي ٿي پويس."

٩٢- ڌن دولت هڪ زبردست اپاڌي (رنڊڪ) آهي. شاهوڪار ٿيڻ سان انسان ۾ ڪيڏو نه ڦيرو ٿو اچيو وڃي! هڪ نماڻو ۽ نهٺو برهمڻ دڪشنيشور مندر ۾ اڪثر پيو ايندو هو. ٿوري وقت ڪانپوءِ اچڻ بند ڪري ڇڏيائين. اسان کي خبر ئي ڪانه پيئي ته سندس ڪهڙو حال ٿيو. هڪ ڏينهن ٻيڙيءَ ۾ ڪونگر ڏانهن پئي وياسون. جيئن ئي ٻيڙيءَ مان لٿاسون ته ڪيس گنگا جي ڪپ تي ويٺل ڏٺوسين. هو اُتي وڏن ماڻهن جيان نديءَ جي نرمل هير جي موج وٺي رهيو هو. مونکي ڏسي خشڪيءَ جي ڍنگ ۾ چيائين "او، ٺاڪر! ڪيئن آهيو؟" سندس آواز ۾ ڦيرو ڏسي سمجهي ويس ۽ هرديه، جو مون سان گڏ هو، تنهنکي چيم "هرديه، هن شخص ڪا ڪجهه ڌن دولت حاصل ڪيو ٿو ڏسجي. ڏس ته ڪيئن نه منجهس وڏو ڦيرو اچي ويو آهي!" هرديه اچي کلڻ ۾ چٽڪيو.

٩٣- پئسا لوڪي رڳو روٽي ڏئي سگهندا، پئسي کي

تي فقط پنهنجي جيون جي مراد ۽ مقصد ڪري ڪين سمجهه.

۹۴- هنڪڙا ماڻهو پنهنجي ڌن دولت، عهدي اختياريءَ، ڳالهي ناموس ۽ سماج ۾ اوچي درجي جي لباڙ هٿندا آهن ۽ پڻ اهي سڀ ئي ٿا آهن. مرڻيءَ بعد انهن مان ڪا ۾ ساڻن ڪانه هلندي.

۹۵- هن موقعن تي پرميشور ڪلندو آهي- هڪ جڏهن مرڻ جي ڪنديءَ لسي پيل بيمار کي ڏسي، ڊاڪٽر سندس ماتا کي چوندو آهي "گهبراءِ نه، چنتا جو ڪو ۾ سبب ڪونهي. تنهنجي پٽ کي آءٌ چٽائيندس، اهو ذمو مون تي آهي." ايشور پيو تڏهن مرڪندو آهي، جڏهن ٻه ڀائر، پنهنجيءَ زمين جي ورهاست ڪرڻ وقت قيمت ڪٽي زمين تي رکي چوندا آهن "هي پاسو منهنجو آهي ۽ هو تنهنجو."

۹۶- ناٽڪي تي باڙور رکڻ اجايو آهي. جيڪڏهن تون چوين ته آءٌ شاهوڪار آهيان ته ڏوڪان وڏا وڏا شاهوڪار ڪهڙي ٿيا آهن، جن جي پيٽ ۾ لون جيڪر لقير سوڻهين. تماشام ليڪ بعد ڪـڙڪيتا پرکهت ليندا آهن. اهي سمجهندا آهن "اسين ئي سنسار کي روشن ڪري رهيا آهيون." پر جڏهن تارا ٽمڪڻ شروع ڪندا آهن، تڏهن ڪڙڪيتن جو باڙور جهڪو ٿي ويندو آهي. پوءِ وري تارا سمجهندا آهن ته اسين جڳت کي روشن ڪري رهيا آهيون. گهڙيءَ ساعت بعد وري، چندرما آسمان ۾ ڏسڻ ۾ ايندو آهي. هنجي چاندني

ٺارن کي ٻه لڄي ڪري ڇڏيندي آهي ۽ دک ۾ جهڪا ٿي ويندا آهن. وري چندرما تونئن ۾ ٻرجي پائنيندو آهي ته منهنجي ٿي پرڪاش سان سنسار ۾ سوجهرو ٿئي ٿو ۽ سوپيا جو رس وٺي ٿو. پر سنت ٿي پرڀات، پورب ۾ سورج جي اُڀرڻ جو سماچار ڏيندي آهي، ٻوءِ چندرما ڪٿي!

جيڪي ڀاڳ کي شاهوڪار ٿا ڀائين، سي جيڪڏهن قدرت جي اُنهن حقيقتن تي ويچار ڪن ته جيڪر ڪڏهن به پنهنجي ڌن دولت ۽ عهدي اختياري تي ڀانور نه ڪن.

۹۷- پل جي هيٺان پاڻي پيو وهندو آهي، ڪڏهن به ڀي ڪونه رهندو آهي. ساڳيءَ ريت مڪت پرشن جي هٿن مان پئسو ڇوٽ پيو وهندو آهي ۽ ڪڏهن به هو ميڙيندا ڪونه آهن.

۹۸- سچ پنچ مڙس ماڻهو اُهو ئي آهي، جو پئسي کي چاڪر ٿو سمجهي. پر جن کي ٺيڪ طرح پئسو ڪتب آڻڻ جي شناس ڪانهي، سي مرد سڏجڻ جا لائق ڪين آهن.

## پرڪرڻ چوٿون

### مايا آهنڪار روپ ۾

(آئي جون خرابيون- آئي مارڻ ۾ مشڪلات- پڪو ۽ ڪچو آئو- آئي کي ڪيئن مارجي- سِڌ پرش جو آئو)

---

### آئي جون خرابيون

۹۹- سوج ساري سنسار کي لهڻ لوڏي ٿي، پر جڏهن بادل سندس ڪرڻن کي ڍڪي ٿا ڇڏين، لڏهن لهڻ ۽ روشني ڪونه ٿو پهچائي سگهي، ساڳيءَ ريت آئو جيستائين هردي کي ڍڪيو بيٺو آهي، تيستائين پرميشور جو پرڪاش اُن تي نٿو پهچي.

۱۰۰- آئو بادل جيئان آهي، جو ايشور کي اسانجي نظر کان لڪل ٿو رکي. جيڪڏهن گروءَ جي ڪرپا سان آئو غائب ٿي وڃي ته پرميشور جيڪر پهنجي پوري ليلا سان پسجي.

مثال طور هن مورت ۾ ڏسو ته شري رامچندر (ايشور) لڇمڻ (جيو) کان ٻه يا ٽي قدم اڳيرو آهي، ۽ سيتا (مايا) سندن وچ ۾ اچي ٿي وڃي، جنهڪري

لڇمڻ رام جو منهن ڏسي نہ ٿو سگهي؛ تئن آبي جي وچ ۾ اڇڻ ڪري اسان کي برهم جو درشن نٿو ٿئي.

١٠١- **سوال**- گرو مهاراج، اسين ڪهڙي بندڻ ۾ ڇو آهيون؟ پرميشور کي ڏسي ڇو ڪين ٿا سگهون؟

**جواب**- منش جو آپو خود مايا آهي. اها پڙدو آهي، جو روشنيءَ کي ڍڪي ٿو. سچ پچ تہ آپي جي ميٽجڻ سان ئي سڀ دک درد دور ٿا ٿين. ايشور جي ڪرپا سان جڏهن منش کي گيان پراپت ٿو ٿئي تہ مان ڪرتا نہ آهيان، تڏهن هو پڪ جيون- مڪت ٿو ٿئي؛ ڀؤ ڀولي کان پار تري ٿو وڃي.

١٠٢- هيءَ ڪهڙو پنهنجي اڳيان جهليان تہ مونکي ڏسي ڪونہ سگهندين. توڙي ڀينو اُلي ئي آهيان. تهڙيءَ رينت ايشور بہ سڀني وستن کان ٽوکي ويجهو آهي، پر آبي روپي پڙدي ڪري نون کيس ڏسي نہ ٿو سگهين.

١٠٣- جيستائين آپو آهي، تيستائين نڪو گيان ۽ نڪا مڪتي ممڪن آهي. تيسين جنم مرڻ کان بہ جند نہ ڇٽندي.

١٠٤- نڪر جي ٿانءَ ۾ تتي پاڻيءَ ۾ ٻيل چانور، دال، پٽاٽا ۽ ٻيون شيون جيستائين باهہ تي رکي گرم نہ ڪيا ويا آهن، تيستائين ڪين هٿ لڳائي سگهجيٿو. جيو جي بہ ساڳي حالت آهي. هيءَ سرير بہ نڪر جي ٿانءَ مثل آهي. ڌن دولت ۽ وديا، ذات پات ۽ ڪل،

اختياري ۽ عهدو اُن ۾ چالوون، دال ۽ پتائن جيئان آهن. آبو آهي کرمائش. جيڏ انهيءَ آبي سبب ٿيي گرم (هليلو) لو لٿي.

١٠٥- برسامه جو باڻي مثاهينءَ زمين تي اهي ته سگهندو آهي، ۽ هيلاهينءَ تي وهي ويندو آهي. لوڙيءَ طرح ايشور جي ڪرپا ۾ لماڻن پرشن جي هردن ۾ وهي لي ۽ هليلن ۽ مغرورن جي هردن مان نڪري وڃي.

١٠٦- اُهنڪار منش لاءِ اهڙو ته هاجيڪار آهي، جو جيستائين اُنکي پاڙون نه پٽيون، ليستائين منش لاءِ مڪتي محال آهي. لنڊڙو ڳابوڻي ڏس، ڪيئن نه اُهنڪار جي ڪري مٿس مشڪلالون ليون اهن. جهڙ سان ڀاڪارپندو آهي ته "مان، مان" "آءٌ آهيان، آءٌ آهيان." سندس انهيءَ آبي جو لتيجو اهو ليندو آهي جو وڏي لبڻ تي، جي ٻڪر هوندو ته کيس هر جي پاجاريءَ ۾ وڏو ويندو ۽ ڳري ٽار جون پيو ڪاڏيون ڪاهيندو ۽ جي ڳانءِ هوندي ته لنهي سان ٻڌي پئي هوندي ۽ ڪڏهن ته کيس ڪهي ڪالي چڙبندا. اپتري ڪماري سيکمه ملڻ بعد ۾ اهو جانور پنهنجو آپو نه لو وڃالي، جو ته سندس کل مان جيڪي دهل لا لهن، سي ۾ ساڳيو لي "هم" "آءٌ" جو آواز لا ڪن. هو اجا ۾ اهنالي نه لو سکي. جڏهن پڃارو سندس آنڊن مان ڪمان جي زهه لاهي لو، لڏهن لي اُنهيءَ جانور جا

اهي آندا ”تو هئه“- ”تون آهين“ جو سر تا آلاپين.
”مان“ کي ڪڍي ”تون“ کي جڳهه ڏيڻ گهرجي ۽
اهو ڦيرو ليستائين نـ ايندو جيستائين منش ۾ آلهڪ
جاڳرتا ڪانه آئي آهي.

١٠٧- مڪتي تڏهن پراپت ڪندين، جڏهن تنهنجو
”مان پڻو“ غائب، ٿي ويندو ۽ تون پاڻ پرميشور ۾
سمائجي ويندين؟

١٠٨- **سوال**- منش مڪتي ڪڏهن ٿو پراپت ڪري؟
**جواب**- جڏهن سندس آپو ناس ٿو ٿئي.

١٠٩- **سوال**- آءٌ ڪڏهن مڪت ٿيندس؟
**جواب**- جڏهن تو مان ”مان“ غائب ٿي ويندو.
”مان“ ۽ ”منهنجو“ اهو اَگيان آهي. ”تون“ ۽
”تنهنجو“ اهو سچو گيان آهي. سچو ڀڳت سدائين چوندو
آهي، ”اي پريو، تون ئي ڪرتا آهين. تون ئي سڀ
ڪجهه ٿـو ڪرين. آءٌ تہ تنهنجي هٿن جو رڳو هٿيو
آهيان. جيڪي مون کان ڪرائين ٿو، سوئي ڪريان ٿو.
هيءُ سڀ تنهنجو ئي چمتڪار آهي. هيءَ جڳهہ، جائداد
۽ ڪٽنب قبيلو تنهنجا ئي آهن ۽ نہ منهنجا. مونکي
نہ فقط اهو ئي ڪرڻو آهي تہ جيئن تون آڳيا ڪرين،
تيئن ئي ڪريان.“

## آپي مارڻ ۾ مشڪلات

١١٠- ٻين سيني جو آپو آهستي آهستي شايد ناس
ٿي وڃي، پر سنت جو پنهنجي سنتپڻي جو آپو سترو

ناس نه ٿو ٿئي.

١١١- پيالي ۾ ڦُوٽ جي رس وجهڻ کان پوءِ، اُن کي ور ور ڪري ڌوئبو ته ٻه ناس رهندي. آهنڪار اوديا جو اهڙو ته ڪٺور روپ آهي، جو اُن کان ڇڏائڻ جي ڪيتري ۾ ڪوشش ڪجي ته ٻه مٺا غائب ڪين ٿيندو.

١١٢- بدهاضمي وارو ماڻهو سمجهندو ته آهي ته ڪٿيون شيون منهنجي صحت لاءِ نقصانڪار آهن، ته به سواد جي چَڪَ اهڙي ته بري بلا آهي، جو ڪٿيون شيون ڏسڻ سان ئي سندس واتان پاڻي پيو وهي. اهڙيءَ طرح ڪوڙ ماڻهو "مان پڻي" ۽ "منهنجي" جو خيال دٻائڻ جي ڪيتري ۾ ڪئي ڪوشش ڪري ته به ڪرم ڪرڻ وقت ڪچو آپو پنهنجي هستي جمائيندو آهي.

١١٣- ڪي لوڪ سمادي پراپت ڪري سگهن ٿا ۽ "آهم" پاونا کان آجا ٿين ٿا. اڪثر ڪري "آهم" پاوَ مٽجڻ ڏاڍو مشڪل آهي. پل ڪئي ڪيترا به دليل ڏوڙائجن ۽ عقل وڙهائجي، ته به اهو "آهم" پاوَ ورو ورتي موٽيو اچي. ٻُڍ جي وڻ کي ڪپي ڇڏيو، ته به ورو ورتي وهندو اسرندو.

١١٤- جيڪي ناليءَ ۽ ناموس لاءِ ڦرڻن ٿا، سي پرم هيڻا آهن. هوَ پلجي ٿا وڃن ته سڀ ڪجهه وڏاتا ئي جوڙ آهي. گياني سدائين چوندو آهي "تون

ٿي آهين؛ پرميشور! تون ئي آهين.“ پر اُگياني ۽
۽ وهمي چوندا آهن، ”آءٌ ٿي آهيان، آءٌ ٿي آهيان.“

## پڪو ”اَهم“ ۽ ڪچو ”اَهم“

١١٥- ”اَهم“ ٻن پرڪارن جو آهي: هڪ پڪو ۽
ٻيو ڪچو. جنهن جو ”اَهم“ پڪو آهي، تنهن جي اَندر
۾ اهو ويچار اُٿڻ ٿئي ٿو ته منهنجو ڪجهه به ڪينهي.
جيڪي به ڏسان پيو، محسوس ڪريان پيو، ٻڌان پيو،
خود هيءَ سريرُ به منهنجو نه آهي. آءٌ ته اَنادي، مڪت
۽ سرويگيه آهيان. جنهنجو ”اَهم“ ڪچو آهي تنهن جي
اَندر ۾ وري هي خيال اُٿڻ ٿين ٿا ته ”هيءَ مڪان
منهنجو آهي، هيءَ ٻار منهنجو آهي، هيءَ استري
منهنجي آهي، هيءَ سرير منهنجو آهي.“

١١٦- جنهنجو ”اَهم“ چوي ٿو ته ”مان ايشور جو
داس آهيان“ سو سچي ڀڳت جو لڇڻ آهي. اهو وديا
روپ ”اَهم“ آهي ۽ اُن کي پڪو ”اَهم“ سڏيو
ويندو آهي.

١١٧- **سوال**- ڏنگو ”مان پڻو“ ڇا کي ٿو چئجي؟
**جواب**- ”مان“ جا چوي ”ڇا! مونکي ڪونه
ٿا سڃاڻو! مون وٽ اَکيچار ناڻو آهي! مون جهڙو ڏنوان
ڪير هوندو؟ مون سان ڪن هڻڻ جي ڪير همت
ساري سگهندو؟“

١١٨- جا ”مان“ سنساري ٻڌائي ٿي، ڪامني
ڪنچن ۾ ڦاسائي ٿي، سا ڏنگي ”مان“ آهي. جيئن ۽

اُنکي صفا لياڳ ڪر."

۱۲۱- جيڪڏهن سمجهين ته هن "مان پڻي" جي ڀاو کي ٽوڙي نه ٿو سگهين ته اُنکي "داس" ڪري هلاءِ. جڏهن پاڻکي سداءِ ايشور جو داس ۽ ڀڳت ڪري ورلبو ته اهڙي "مانپڻي" مان گهڻو ڀؤ ڀولو ڪونه رهندو. منا٘ بدهاضمو ڪندو آهي، پر ڪمند هاجيڪار نه آهي. "مان پڻي" کي "داس"، "ڀڳت" يا "ٻالڪ" ڪري هلائڻ ائين آهي، جيئن پاڻيءَ تي لڪڻ سان ليڪو ڪڍجي، جو گهڻو وقت ڏسڻ ۾ ڪونه ايندو.

۱۲۲- جهڙيءَ ريت ڪمند کي ٻين منائين جيئان، صحت بگاڙ اَثر ڪونهي، تهڙيءَ ريت پاڻکي ايشور جو داس يا ڀڳت سمجهندڙ ۾ ڪي آپي مان اهي ٻڇڙا نتيجا ڪين ٿا نڪرن، جي ڪچي آپي جا اوگڻ آهن. ۾ڪو آپو ايشور طرف وٺي ٿو هلي ۽ ڏسي سگهيتو ته اُڳلي ڀڳتي مارگ ۾ ترقي ڪئي آهي.

۱۲۳- **سوال**- جنهنجي آپي ۾ داس ڀاو آهي، تنهن جون ڀاونائون ۽ جذبا ڪهڙا ٿيندا آهن؟

**جواب**- جيڪڏهن سندس شردا سچي ۽ نشڪام آهي ته پوءِ باقي سندس اڳين ڀاونائن ۽ جذبن جا رڳو روپ ۽ آڪار وڃي رهندا. توڻي ڪٿي ڪنهن ۾ "داس جو آپو" يا "ڀڳت جو آپو" رهجي ٿا وڃن، تڏهن به ايشور پراپت ڪرڻ بعد اهو ڪنهنکي هاجي رسائي ڪونه سگهندو. پارس پٿر جي سپرش سان تلوار سون

ليو پوي. پوءِ ﻪ للوار جو اصلوڪو روپ قائم رهندو،
پر ڪنهنکي نقصان رسائي ڪانه سگهندي.

١٢٤- جيڪڏهن نفر ولڻ چاهين ته انهيءَ پاوتا لاءِ
وڏ ته مان ايشور جو داس آهيان، ايشور جو بالڪ
آهيان. سنت پرش جو پال سياڻ ليندو آهي. هو ايشور
اڳيان پاڻکي سدائين بالڪ سمجهندا آهن، انڪري
اُيمان ڪان آجا تا رهن. سندن سموري شڪتي ايشور
جي آهي ۽ نه سندن. اُها ايشور جي ني آهي ۽ اچي
ﻪ وناائس ني.

١٢٥- جنهن منش کي يقين آهي ته سڀ ڪجهه
ايشور جي اچا سان ٿو ٿئي، سو پاڻکي ايشور جي هٿن
پر فقط هٿيو ٿو سمجهي. انڪري هو هن ني جيون ۾
بندن کان آجو آهي. هو چوندو "ايشور، تون ئي پنهنجا
ڪارج پيو ڪرين" پر رواجي منش چوي ٿو ته "مان
ٿو ڪريان!"

١٢٦- جيسين منش چوي ٿو "مان جاڻان ٿو يا
مون کي جاڻ ڪانهي"، ليسين هو پاڻکي هڪ اُلڳ
وبڪتي ٿو سمجهي. منهنجي الوڪڪ ماتا چوندي
آهي "مان جڏهن ٿو مان هجيءَ سمورو "آهم پاو"
ميٽي چڏيندس، تڏهن ئي رڳو تون سماڏيءَ ۾ منهنجو
اُرڳا روپ پرايت ڪري سگهندين. ليستائين مون ۾ ۽
منهنجي اڳيان "مانڻو" هوندو".

١٢٧- منش جڏهن پنهنجي ملين سڀاءَ خلاف جبري جد جوٽيندو ۽ آتم گيان جي ساڌنائن جو اورچائيءَ سان اڀياس ڪندو، تڏهن هو سماڌيءَ کي پائي سگهندو. اُن بعد ”آپو“ پنهنجي سمورين ٻڙاين سان غائب ٿي ويندو. ۾ سماڌي پائڻ نهايت ٿي ڪٺن آهي. آپو ڏاڍو هوڏي آهي. انڪري ٿي اسين وري وري هن سنسار ۾ جنم ٿا وٺون.

١٢٨- جيستائين منش کي ايشور جو درشن پراپت نہ ٿيو آهي، جيستائين پارس پٿر جي سپرش لوهہ کي قيرائي سون نہ ڪيو آهي، تيستائين مايا روپي ڀاوُ رهندو تہ ”آءٌ ڪرتا آهيان“ ۽ جيستائين اهو ڀرم نہ مٽندو، تيستائين اهو ڀيد رهندو تہ ”مون هيءَ چڱو ڪار ڪيو“ ۽ ”مون هي ٻڇڙو ڪرتوت ڪيو.“ مايا جي معنيٰ آهي چڱي ٻڇڙي جي ڀيد جو ڀاوُ ۽ انهيءَ ڀيد ڀاوُ ڪري ٿي سنسار پيو هلي. وديا روپ مايا، جنهن ۾ ستوگڻ پرڌان آهي ۽ جا منش کي سڌيئين رستي تي وٺي ٿي هلي، تنهن جي شرن وٺڻ سان ايشور پراپت ٿئي ٿو. جو ايشور کي سمجهہ ٿو ٿئي، سوئي مايا جو ساگر پار ٿو ڪري. جڏهن منش ڄاڻي ٿو تہ ايشور ٿي سچو ڪرتا آهي ۽ آءٌ پنهنجي روءِ سوءِ ڪجهہ بہ ڪرڻ ۾ اسمرٿ آهيان، تڏهن اهو منش هن ديهہ ۾ ٿي سچ پچ مڪت آهي.

جليل ”اُهم ڀاءُ“ ۾ اُهڙيءَ ريت آهي.

۱۳۳- هڪ شخص سهنئي ۾ ڏٺو ته ڪو ڪيس ڳترا ڳترا ڪرڻ لاءِ پيو اچي. ان تي هراس ۾ اچي، رڙ ڪيائين ۽ جاڳي پيو. ڏٺائين ته ڪمري جو در ته اندران بند پيو هو ۽ ڪير به ڏسڻ ۾ ڪونه آيس. ان هوندي به سندس دل ڪجهه وقت دڪ دڪ ڪندي رهي. اُهڙيءَ ريت اسانجو ”اُيمان“ يا ”مانڀڻي جو ڀاءُ“ ميٽجي وڃڻ بعد به پنهنجو ڪجهه زور پنيان ڇڏي ويندو آهي.

۱۳۴- سماڌي پاڻ بعد به ڪن وٽ ”اُهم“ ڀاونا رهي ٿي، جا آهي ايشور جي داسپڻي يا ڀڳتپڻي جي ”اُهم ڀاونا.“ شنڪر آچاريه ٻين کي سکيا ڏيڻ لاءِ وديا روپ ”اُهم ڀاءُ“ پاڻ وٽ رکيو هو.

۱۳۵- هنومان کي ايشور جو ساڪار ۽ نراڪار، ٻئي درشن نصيب ٿيا هئا. پر هن ايشور جي داس هئڻ جي ”اُهم ڀاونا“ پاڻوٽ رکي هئي. نارد، سنڪ، سنت ڪمار به ساڳيءَ ريت ڪيو هو.

هڪ شش:- نارد ۽ ٻيا فقط ڀڳت هئا، يا گياني به؟

گرو مهاراج:- نارد ۽ ٻين برهم گيان پراپت ڪيو هو، پر ته به هُو نهر جي وهندڙ پاڻيءَ جي آواز جيئان ايشور جي اُستتيءَ ۾ ڳائيندا ۽ جپيندا رهندا هئا. اهو ڏيکاري ٿو ته ٻين کي ڌرم جا ڪلياڻ ڪاري سڌانت سيکارڻ لاءِ هنن وديا روپ ”اُهم“ ڀاءَ جو ٿورو نشان پاڻوٽ ڪيو هو، جيئن هو ايشور کان الڳ ويڪتي ڏسڻ ۾ اچن.

١٣٦- هڪ ڀيري لڳا. گرو مهاراج پنهنجي هڪ شش کان منهنجي پڇيو "مون ۾ ڪسو اِيمان ڏسين ٿو؟ مونکي ڪو اِيمان آهي؟"

شش:- هائو، سائين! ڪجهه مڙ ٿوري آهي. پر اهو ٿورو به ڪن ضرورٽن ڪري. رکيو آئو، يعني سو ٻو جي رکيا؛ ايشور پڪتيءَ جي ساڌنن، پڪتن جي سنگ ۽ وهڻ ۽ بين کي اُپديش ڏيڻ لاءِ. اهو "اَهم" ڀاوَ به گهٽين ٿي پراوليائن ڪرڻ بعد ياٺوت رکي سگهيا آهيو. منهنجي چوڻ جو مطلب آهي ته اوهانجي آتما جي سياوڪ اوستا سماڌيءَ جي اڪر سان ورٽن ڪرڻ لائق آهي. انڪري ٿي مان چوان ٿو ته اوهان کي جيڪو "اِيمان" يا "اَهم ياوَ" آهي، سو اوهانجي پراولبا جو پريٽام (نتيجو) آهي.

گرو مهاراج:- هائو، پر اها "اَهم" ڀاونا مون نه پر منهنجي دوه ماتا مون وٽ رکي آهي. پراولبا سرپڪار ڪرڻ منهنجي جڳت جننيءَ جي ئي وس آهي.

## پرڪرڻ پنجون

## پستڪي وديا جو چار

(خالي پستڪي وديا جي نشقلتا - واد وواد

جو آيمان- وديا جي سچي مراد)



## خالي پستڪي وديا جي نشقلتا

۱۳۷- هڪ ڏينهن سرڳواسي ڪيشب چندر سين ۽ ٻيا ڪي سڄڻ شري رامڪرشن وٽ دڪشنيشور مندر ۾ آيا، پڇيائين: "وڏوان ڏرمي پستڪن جون سمورو لئبريون پڙهي پوريون ڪن بعد ۾ آلمڪ جيوتن لاءِ ضروري ڳالهين کان اڻڄاڻ ڇو ٿا رهن؟" گرومهاراج جواب ڏنو:- "سرڻ ۽ ڳجهه آڪاس ۾ تمام مٿي اڏامنديون آهن، پر سندن اکيون سمورو وقت هيٺ غليظ ۽ ڳنڌين جي تلاش ۾ ۽ ڪوس خانن تي ڪتل هونديون آهن. ساڳيءَ ريت اهي نالي ۾ وڏوان، نوٽي ڪٽي ڏرمي وديا ۾ پڙهن، ته به سندن من سنساري پدارٿن، وشين ۽ ڌن دولت ۾ لپٽيل رهن ٿا ۽ انڪري سچو گيان پراپت ڪري ڪونه ٿا سگهن.

١٣٨- اُتا وديا جا من ۽ هردي کي پوتر ڪري ٿي،
سا ئي فقط سچو گيان آهي ۽ باقي ٻيو سڀ اَگيان آهي.

١٣٩- خالي پستڪي وديا ڪهڙي ڪم جي؟
پنڊت پل لا اَنيڪ پوتر پستڪن ۽ شلوڪن ۾ ماهر هجن،
۾ آهي وڃو اَچاري مان ڪهڙو لاڀ ملندو؟ شاسترن ۾
جيڪي سدائت ڏاڍ آهن، تنکي پنهنجي جيون ۾ اَنيو
ڪرڻ گهرجي. جيستائين منش سنسار ۾ لپٽيل آهي،
جيستائين هوَ "ڪامني ۽ ڪنچن" جو شائق آهي،
ليستائين رڳو شاسترن پڙهڻ سان گيان يا مڪتي پراپت
ڪانه ٿيندي.

١٤٠- اسانجا نامڌاري پنڊت اَپديش وڏا ڪندا
آهن، هو برهم، ايشور، آدي پرش، گيان، ڀڪتي، تتو-
گيان، سمه وديا ۽ ٻيون اَنيڪ ڳالهيون ڪندا آهن ۽ پر
اُهي ٿورا آهن جي اَنيو مجهان ڳالهائين. هو خشڪ
لوٽ ۽ ڪنهن نه ڪم جا آهن.

١٤١- مکر سان سا، ري، گ، م، پ، ڌ، ني چوڻ
آسان آهي، پر ساز تي سر اُڪارڻ ڪٺن آهي. تيئن ڏرم
تي ڳالهائڻ سؤلو آهي، پر اُن تي هلڻ ڏکيو.

١٤٢- طوطو، راڌي ڪرشن جو پوتر نالو زبان سان
اُچاريندو رهندو آهي. پر جڏهن ٻلي اچي جهپي ٿي،
جهليندي الس تڏهن "ٽان، ٽان" ڪري ڪاڪاريندو
آهي ۽ پنهنجو ذاتي سڀاءُ پڌرو ڪري ڇڏيندو آهي.
ساري سياڻا دنيوي پدارٿ پراپت ڪرڻ لاءِ

## پستڪي وديا جو ڄار

وقتي هريءَ جو نام جپيندا آهن؛ ڌارمڪ ۽ پراپڪار
جا ڪارڻ ڪندا آهن؛ پر جڏهن نياڳ، ڏک، غريبي
يا مرليو مٿان اچي ڪڙڪندو اٿن، تڏهن نه ايشور،
ڌرم ۽ اپڪار کي وساري ڇڏيندا آهن.

١٤٣- **سوال-** ڇا ڌرمي پستڪ پڙهڻ سان ايشور
پريم پراپت ٿي سگهي ٿو؟

**جواب-** ٽپڻي ۾ ڄاڻايل هوندو آهي ته فلاڻي
ڏينهن ويهه انچ برسات پوندي؛ پر ٽپڻي کي ڪيترو
به ڪٽي نپوڙبو ته به منجهانئس هڪ بوند به ڪانه
نڪرندي! اهڙيءَ ريت ڌارمڪ پستڪن ۾ انيڪ سنا
وچن ڏسڻ ۾ ايندا، پر اهي رڳو پڙهڻ سان ڪير ڌرماتما
ٿي ڪين پوندو. ايشور پريم پراپت ڪرڻ لاءِ منش کي
اهڙن ڪتابن ۾ ڄاڻايل سکيائن تي هلڻ گهرجي.

١٤٤- ايشور راڄ ۾ عقل، ٻڌي ۽ وديا ڪنهن به
ڪم جا نه آهن. اتي گونگا ڳالهائين ٿا، سورداس ڏسن
ٿا ۽ ٻوڙا ٻڌن ٿا.

١٤٥- خالي شاستر پڙهي، ايشور بابت سمجهائڻ
ائين آهي، جيئن نقشي تي ڪاشيءَ جو نالو ڏسي،
ڪنهن کي ڪاشيءَ جي شهر بابت سمجهائجي.

١٤٦- "ڀنگ" اکر هزار دفعا اچارڻ سان ڀنگ جو
نشو ڪونه ٿيندو. ڪجهه ڀنگ هٿ ڪري، پاڻيءَ ۾
ملائي، ان کي گهوٽي، اها پيئبي ته پوءِ سچ پچ نشو
ٿيندو. تئين "ايشور، ايشور" ڌاڙيان پڪارڻ مان

هڪ آواز ٻيئڻ جو ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. مجلس پوري ٿيڻ ڪان پوءِ مهمان آرامي ٿيندا ويندا آهن. ليڪن ايندو جي جيئن وڏيڪ وڃڻو وجهو، ليڪن سوال ۾ واد وواد گهٽ ٿيندو ويندو، جڏهن ڪيس پراپت ڪبو، جڏهن سندس ساڪيات روپ پسبو، ٿڏهن سپ گوڙ گبوڙ، سپ واد وواد بند ٿي ويندا. پوءِ آرام جو سمو ايندو، يعني آنند جو وقت ايندو، جو آنند سماڌيءَ ۾ ملي ٿو.

١٥٤ـ ماکيءَ جي مک جيستائين گل جي پنکڙين ڪان ٻري آهي ۽ گل جو امرت نه چکيو اٿس، ليستاءِ چوگرد "ڀڻ ڀڻ" ڪندي پئي ڦرندي آهي، پر جڏهن گل اندر گهڙندي آهي، تڏهن ماٺ ميٺ ۾ امرت پئي چوسيندي آهي. مش نه جيستاءِ ڏوم روپي امرت نه چکيو آهي، ليستائين سڏائين ۽ متن باٻت پيو واد وواد ڪندو آهي، پر هڪ واريءَ آنند چکيائين نه پوءِ ماٺ ٿي ويندو.

١٥٥ـ جڏهن ڪو ماڻهو ڪا ڌاري ٻولي سکڻ شروع ڪندو آهي، تڏهن پنهنجي هوشياري ڏيکارڻ لاءِ اڪثر ڪري، ان ٻوليءَ جا لفظ پيو ڪم آڻيندو آهي، پر جيڪو ان ٻوليءَ ۾ ماهر هوندو آهي، سو پنهنجي ماتر ڀاشا ڳالهائيندي، ڌاريءَ ٻوليءَ جا لفظ ورلي ڪم آڻيندو آهي. ڏوم ۾ به جنهن گهٽي اٽتي ڪٽي هوندي، سو سانت ۾ رهندو.

۱۵٦- مارڪيٽ کان ڪجهه پرڀرو فقط ڀڻ ڀڻ جو آواز زور سان ٻڌبو آهي. مارڪيٽ ۾ اندر گهڙڻ سان اهو آواز ڪونه ٻڌبو آهي، پر اُلي هلندڙ سودا پيا ڏسبا آهن. ساڳيءَ ريت منش ٻ جيستائين ايشور کان پري آهي، تيستائين ڪوڙي واد وواد جي گوڙ گمبوڙ ۾ اَجاين دليلن کان رهي نه سگهندو آهي؛ پر هڪ واريءَ هو ايشور جي اوڏو ويو ته سڀ دليل ۽ بحث بيهي ويندا ۽ ڪيس ايشور جي اِسرار جو چٽو گيان ملندو.

۱۵۷- تيل گيهه ۾ ڪچي پوري وجهبي آهي ته "سون سون" جو آواز ٿيندو آهي. جيئن پوري ويندي آهي لڙهي، تيئن آواز ويندو آهي گهٽ ٿيندو. جڏهن صفا لڙهجي ويندي آهي، تڏهن سون سون صفا بند ٿي ويندي آهي. ساڳيءَ ريت جيستائين منش کي پورو سارو گيان آهي، تيستائين وتندو اُپديش ڪندو ۽ پربوڌ ڏيندو، پر جڏهن سچو گيان پراپت ڪري سڌ ٿيندو، تڏهن هو اَجايو ڏيکاءُ نه ڪندو.

۱۵۸- منش تي جڏهن ايشور جي ڪرپا ٿي ٿئي، تڏهن هو پنهنجون چوڪون محسوس ڪري ٿو. اهو پڪ ڄاڻي، واد وواد نه ڪرڻ گهرجي.

## وديا جي سچي مراد

۱۵۹- شاستر فقط ايشور ڏانهن مارگ ٻڌائين ٿا. هڪ واري مارگ جي ڄاڻ پئجي وڃي ته پوءِ پستڪ جي

ڪهڙي ضرورت؟ ٻيءَ ته ايڪانت ۾ ايشور کي ڌياني، آلم اُنتي ڪرڻ جو سمراٿي لو. هڪ شخص کي پنهنجي ڳوٺان ڇلي آئي ته اسان ڏانهن ٿلاٺيون ٿلاٺيون شيون ولي موڪل. خريداري ڪرڻ لاءِ بازار ۾ ويو. گهربل شين جا نالا ڏسڻ لاءِ کيسي مان چٺي ڪڍڻ لڳو. سڀ کيسا ڳوليائين، پر چٺي هٿ نه اچيس. وري کيسن ۾ هٿ وڌائين. نيٺ لڌيس. اڪير مان پڙهڻ لڳو. لکيل هو "مهرباني ڪري پنج سير حلوو، هڪ سؤ سنگترا ۽ ڪهڙي جا اٺ ٿاڪيا ولي موڪل." شين جي وچور پڙهي چٺي ڪٺي ڦٽي ڪيائين ۽ لڳو خريداري ڪرڻ. اهڙيءَ چٺيءَ جي اوستائين سنڀال ڪبي آهي، جيستائين ان ۾ لکيل احوال ياد ٿي وڃي. هڪ واريءَ احوال دل تي ويهجي ويو ته پوءِ گهربل شيون هٿ ڪرڻ ۾ لڳي وڃجي ٿو. ساڳيءَ ريت شاستر به ايشور جو مارگ ٻڌائين ٿا. يعني ايشور پراپت ڪرڻ لاءِ اُپاءَ ڏسين ٿا. هڪ واريءَ انهن جي ڄاڻ ٿي ته پوءِ اُديش ڏانهن پهچڻ لاءِ جتن ڪرڻ جڳائي. اُديش آهي ايشور کي پراپت ڪرڻ.

١٦٠- برهم وديا ان کي ٿو چئجي، جنهن دواران ايشور کي سڃاڻجي. ٻيا سڀ شاستر، لتو گيان، نياءَ شاستر يا وياڪرڻ، پنهنجي ٻير ته بوجو آهن ۽ من کي منجهائين ٿا. گرنٿ ڪڏهن ڪڏهن گرنٿيون (ڳنڍيون) ٿي پون. اُهي تڏهن لاڀدائڪ ٿيندا، جڏهن برهم وديا

ڏانهن وٺي هلن.

١٦١- گهڻا سمجهندا آهن تہ ايشور جي ڄاڻ پستڪن جي اَڀياس ڏاران پراپت ٿي ڪانہ سگهندي؛ پر پڙهڻ کان اُتم پڙهڻ آهي؛ پڙهڻ کان بہ اُتم پسڻ يا اَنڀو ڪرڻ آهي. گرو جي مک مان سُت وچن پڙهڻ ڪري، من تي پستڪ پڙهڻ کان وڌيڪ اثر ٿو ٿئي؛ پر پسڻ جو تہ بلڪل گهرو اثر ٿيئيتو. ڪاشيءَ بابت پڙهڻ کان بهتر آهي تہ جنهن ڪاشي ڏٺي هجي، تنهن جي واتان اُنجو ورڻن ٻڌجي؛ پر وڌيڪ بهتر آهي تہ پنهنجي اکين سان وڃي ڪاشي ڏسجي.

١٦٢- ٻن پرڪارن جا ماڻهو ٿي آتم گيان پراپت ڪري سگهن ٿا. هڪڙا اُهي، جن جو من وديا جي بوجهي هيٺ گٽيل نہ آهي، يعني جن جا من پراون وچارن سان ستيل نہ آهن. ٻيا اُهي جن شاستر؛ وگيان اَڀياس ڪرڻ بعد اُهو ٿي اَنڀو ڪيو آهي تہ اسان تہ اَڄاڻ آهيون.

١٦٣- ڪي ماڻهو گماهن؛ پرمن بابت واد وواد پيا ڪندا آهن؛ پنهنجي پستڪي وديا جو ڏابو اَيمان هوندو اَٿن؛ پر سچو ڀڳت ائين ٿي سمجهندو آهي تہ ايشور هردم مون ڏانهن سهايتا جو هٿ ڊگهيڙڻ لاءِ تيار آهي. ان بہ الڪو نہ اهي، جيڪڏهن مان گهڙي ساعت غلط مارگ تي هاي رهيو هوس. پرماتما ڪي منهنجي منوڪامنا جي ڄاڻ آهي؛ اُنت بہ منهنجي

معنا پوري ڪندو.

١٦٤- ۾ مٽر باغيچي ۾ ويا. ھڪڙي کي سنساري سياڻپ جهجهي ھئي، سو ھو باغيچي ۾ انبن جا وڻ ۽ ھرھڪ وڻ ۾ انب ڳڻڻ کي لڳي ويو ۽ ڪٿ ڪرڻ لڳو ته ساري باغيچي جو ڪيترو ملھ ليندو. سندس سنگتي باغائيءَ ڏانھن ويو، ساڻس دوستي ڳنڍيائين ۽ پوءِ ماٺ ميٺ ۾ ھڪ وڻ طرف وڌيو ۽ باغائيءَ جي چوڻ تي انب پٽي کاڌائين. ٻنھي مان سياڻو ڪير آھي؟ انب کائڻ ته پڪ لھندي؛ باقي وڻ ۽ انب ڳڻڻ ۽ ليکا ڪرڻ مان ڪھڙو سود؟ اِيماني پنڊت اجايو پيو پچائون ڪندو ته الھتيءَ جو ڪارڻ ڪھڙو آھي؟ ڪٿان الھتي ني آھي؟ ھوڏانھن نماڻو گياني اِيانڪاراسان سنيھ ڳنڍي، سندس پرم آنند جي ڏاند جي موج وھي ماڻيندو.

١٦٥- منھنجي دوه مالا جا ني سع پيج گيان جي ديوي آھي، ان جي پرڪاش جي ھڪ لوري کي ني ايتري ته شڪتي آھي، جو وڏي ۾ وڏي گياتوان پنڊت جو ڪنڌ ھيٺ ڪري ڇڏي ۽ ھو زمين تي رڙھيون پائيندڙ ڪيڙي مثل پيو ڏسبو.

١٦٦- گيتا جو اکر، ھڪ پٽي پنھان لڪڙو لڪڙو ڪجھ دفعا اُچار- گي- لا- گي- لا- گي- لا- پوءِ تہ اُن جو اُچار ليندو "لاگي" (لياڳي) يعني جيھن ايشور خاطر سنسار لياڳيو آھي. گيتا ھڪ حرف ۾ سکيا ڏني تہ "ھي سنسار ۾ قائل منشوا لياڳيو. سب

# پستڪي وديا جو چار

ڪجهہ ٿياڳيو ۽ ايشور ۾ من لڳايو.

١٦٨- دکن هندستان ۾ پالگرا ڪمدي شري چيتنيہ ديو
هڪ پڳت ڏٺو، جو هڪ پنڊت کان گيتا جا شلوڪ
پڙي رهيو هو ۽ سمورو وقت سندس نيڻن مان لڙڪ
لڙي رهيا هئا. اُن پڳت کي الف ب جي به ڄاڻ ڪانہ
هئي. هو گيتا جو هڪ شلوڪ به سمجهي نٿي سگهيو.
ڪانئس پڇيائون، "ڳوڙها ڇو ڳاڙي رهيو آهين؟" جواب
ڏنائين "اهو برابر سچ آهي تہ مونکي گيتا جي هڪ
حرف جي به ڄاڻ ڪانهي؛ پر جيئن ٿي پنڊت شلوڪ
ٿي پڙهيا، تيئن ٿي آءٌ پنهنجي اَندروني اکين سان
ڪرڪيتر ڀومي ۽ ٿي رٿ ۾ ارجن جي اڳيان وهنل شري
ڪرشن ڀڳوان جو سندر سروپ ڏسي رهيو هوس، جو
گيتا جو اُپديش ڏئي رهيو هو. اُن درشيہ منهنجي نيڻن
کي خوشي ۽ پريم جي لڙڪن ۾ پري ڇڏيو."

اهو ماڻهو جو پڙهيل به ڪونہ هو، تنهنکي پرم وديا
هئي؛ ڇو تہ ايشور لاءِ سچو پريم هوس ۽ انڪري هو
هيڪر پراپت ڪري سگهيو.

## پرڪرڻ ڇهون

## گرو- سچا ۽ پاکنڊي

(گرو وات ۾ هيٺ مٿاهيون • سچا گرو)

### گرو وات ۾ هيٺ مٿاهيون

۱۶۸- اي اُپديشڪ! لوڪي آڏڪار جي ڪا نشاني
انسان آهي؟ راجا جي نهلي ۾ نهنجي شهوڪ ڪي
بيٺڪڏهن راجا ونان اختياري مليل هوندي آهي- ته
اُٺهو ڪيس ٻپ ۽ عزت سان پڌندا آهن. هو پنهنجي
نشاني ڏيکاري، ڪنهن وڳرڙ کي ئ جهڙي سگهندو
آهي. اي اُپديشڪ! لوڪي ۽ الين ڪرڻ جڳائي. پهرين
پشرو کان آديش ۽ امنگ هٿ ڪر. جيستائين لوڪي
ايشوري جوت مليل ڪانه هوندي، تيستائين پل
پنهنجي ساري جيون پيو اُپديش ڪر، پر ان مان ورندو
ڪجھ ڪين.

۱۶۹- آلر پر پرپر اُونهي نبي هٿڻ لاءِ اُڪير ۽ ڏيرج
ورلو ئي ڪنهن کي لڳي. ووپڪ ۽ وتراڳ يا ساڌنا جو
خير ڪو الڪو ئي ڪري. لوري تي بستڪي ودپا
حاصل ڪري نڪري پون ٿا وپاڪياڻ ۽ اُپديش ڏيڻ.
ڪهڙي نه حيرت ڀري ڳالهه آهي! اين ڪي اُپديش ڏيڻ ڏانهو

ڏکيو ڪم آهي. ڇو اهو ٿي اپديش ڏئي سگهندو،
جنهن ايشور کي پراپت ڪري، ڪانئس آديش حاصل
ڪيو هوندو.

١٧٠- **سوال-** جيڪو شخص سنو اپديشڪ هجي،
پر آلم شڪتيءَ ۾ انتي ڪان تيل هجيس، تنهن لاءِ
اوهانجو ڪهڙو ويچار آهي.

**جواب-** هو انهيءَ شخص وانگر آهي، جو ٻئي
وٽان سپرد تيل ملڪيت لئي ڇڏي. ان لاءِ ٻئي کي
صلاح ڏيڻ آسان آهي. ان ۾ سندس ڇا ٿو وڃي؟ ڇو
تہ هو جيڪي ويچار ظاهر ڪري ٿو، سي سندس نہ
آهن پر پرواءِ

١٧١- هڪ لڳا هڪ نامڪتيو اپديشڪ هري سيا
۾ وياکيان ڪري رهيو هو. وياکيان ڪندي چيائين:
"ايشور صفا رس (ميناج) رهت آهي. اسانکي پنهنجي
سياءَ جو رس ڏئي، ڪيس منو ڪرڻ گهرجي." "رس"
اکر ڪم آڻڻ ۾ سندس مطلب، هو پريم ۽ ڀيا ايشوري
گڻ. اهو ٻڌڻ سان هڪ ڇوڪر اچي ياد پيم، جنهن
هڪ پيري چيو تہ منهنجي مامي کي اڪيچار گهوڙا
آهن. وڏيڪ خاطري ڏيارڻ لاءِ چيائين تہ سندس شاهي
گئوشالا ساري گهوڙن سان پري پئي هوندي آهي.
سمجهو ماڻهو تہ هڪدم سمجهي ويا تہ گئوشالا ۾ گهوڙا
ڪونہ ٻڌبا آهن ۽ ڇوڪر ڪوڙ ڳالهائي رهيو هو. ڪيس
گهوڙن جي ڄاڻ يا تجربو ئي ڪونہ هو. ساڳيءَ ريت

سچا گروءَ پاڪبدي

رستي تان ٿي موليس ته وري به ساڳيو آواز ڪن تي
پيم. اوڙن مان ليٽو پالم، پاڻيءَ واري نانگ کي واٽ
۾ ڏيڏر ڏنم. هوُ نه ڪيس ڳرڪائي ٿي سگهيو ۽ نه
ڇڏيائس ٿي. انڪري ڏيڏر جي پيڙا جو اَنت ٿي نه
ٿي آيو. خيال آيم ته "ڏيڏر جيڪڏهن ڪاريهر نانگ
جو شڪار ٿئي ها ته وٽ ۾ وٽ ٿي دفعا "ٽان، ٽان"
ڪري هميشه لاءِ ماٺ ٿي وڃي ها. پوءِ نه ڏيڏر لاءِ،
نڪي نانگ لاءِ ڪا به پيڙا رهي ها. پر هتي ته نانگ
جي پيڙا به ڏيڏر جي پيڙا کان گهٽ ڪانه هئي. لهڙيءَ
طرح گيان ڪانسواءِ پرش جيڪڏهن پاڻ مرڪ هوندي،
ٻئي کي تارڻ گهرندو ته پوءِ ٻئي اوڙاهه مان نڪري
ڪين سگهندا. نه شش جو آپو هٽندو ۽ نه سندس
سنساري ٻندن دور ٿيندا. جيڪڏهن شش ڪنهن اَلڙ
گروءَ جي اثر هيٺ اچي ويو ته مڪتي پراپت ڪري
ڪونه سگهندو، پر لائق گروءَ جي اثر هيٺ جيئن جو
آپو ٽي دفعا آواز ڪرڻ سان ناس ٿي ويندو.

١٧٥- هڪ پڳهاردار اُپديشڪ جڏهن به اُپديش
ڏيندو هو، تڏهن حاضرين جي هردن ۾ ڀڳتي ڀاو پيدا
ڪري ڇڏيندو هو، پر هو پاڻ شخصي رهت ۾ نيڪ
ڪين هو. سندس هلت چلت ٿي دکي ٿي، هڪ ڏينهن
ڪانئس پڇيم ته "اوهين اَنيڪ ماڻهن کي ڀڳتي ياءِ
ڏانهن مائل ڪري سگهو ٿا، پر پاڻ ڇو اجوڳ جيون

گڏاري رهيا آهيو؟" هن سر نمائي چيو: "هائو، سائين! ٻهاري جيتوڻيڪ ناچيز آهي، تہ بہ ڏرليءَ کي صاف ڪيو ڇڏي." البت آءٌ ڪيس جواب ڏئي ڪونہ سگهيس. *

## سچو گرو ڪير آهي؟

١٧٦- سچو گرو اهو آهي جو سچي گيان جي پرڪاش سان روشن ٿيل هجي.

١٧٧- ڪيترا ماڻهو آهن، جن پرڻ بابت فقط ٻڌو آهي، پر ڏٺي ڪانہ اٿن. ليڪن ڪيترا اُپديشڪ آهن، جن ايشور بابت فقط پستڪن ۾ پڙهيو آهي، پر ايشور کي پراپت ڪونہ ڪيو اٿن. وري ڪي اهڙا ماڻهو آهن، جن پرڻ ڏٺي آهي؛ پر چکي ڪانہ اٿن. ليڪن ڪيترن ڌارمڪ گرن کي آتم چمتڪار جي رڳو جهلڪ پئي آهي، پر اُنجو سچو جوهر ڪونہ پرکيو اٿن. جنهن پرڻ چکي ڏٺي آهي، سوئي رڳو چئي سگهندو تہ اُنجو سواد ڪهڙو آهي. ساڳيءَ ريت ايشور جا گڻ اُهوئي ورڻن ڪري سگهندو، جو ايشور سان سندس جدا جدا

* انڪي هن پرڪرڻ جي مکيہ وشيہ جي وُرڌ سمجهڻ نہ گهرجي؛ ڇو تہ هن لمرائي جي اُپديش مان جيڪو اثر پيدا ٿئي ٿو، سو ڪڏهن ڪو آهي. سچن ۽ ڀهتن پرشن جا لفظ سندن شش ۾ همنشهہ لاءِ قبرو آهي
لا حل [illegible]

گرو سچا ۽ پاڪنبدي

ورليو حيثيت ۾ جي پريميءَ ۽ متر داس، ۾، روپن

آهي، ۽ جنهن پاٺڪي ان ۾ پورن ريت سمائي، ساٺس

هيڪڙائي حاصل ڪئي آهي.

١٧٨- جيڪڏهن ڪير پاٺڪي گرو سمجهي ۽ پنهنجو

پنت ناهي ته هنجو آپو ڪيو چمبو، پر جيڪڏهن

ڪنهنڪي ايشور پراپت ڪرڻ بعد وٺانس آديش ملي ۽

پوءِ بين جي ڪلياڻ لاءِ آپديش ڪري ته ان ۾ ڪو

هرج ڪونهي. سکديو کي اهڙو آديش مليل هو ته

پريکشت کي ڀاڳوت ٻڌائي.

١٧٩- گهڙو جڏهن ڀرجي ويندو آهي ته آواز ٿيڻ

بند ٿيندو آهي. ٿهڙيءَ ريت پهتل پرش به گهڻو ڪونه

ڳالهائين. پر نارد ۽ ڪي ٻيا ته ائين ڪونه هئا؟ هائو،

نارد، سکديو ۽ ڪي ٻيا سمادي پراپت ڪرڻ ڪانپوءِ

ٽورو هيٺيرو لٿا هئا ۽ دنيا ۽ پريم وچان ماڻهن کي

آپديش ڏيندا هئا.

١٨٠- سنسار ۾ ٻن پرڪارن جا پهتل پرش آهن.

هڪڙا آهي، جي ايشور پراپت ڪرڻ بعد ايڪانت ۾

رهندا آهن، ۽ بين جو ڪوبه ويچار نه ڪري، پاڻ

ٽي آنند جو رس وٺندا رهندا آهن. ٻيا آهي آهن،

جنڪي ايشور پراپت ڪرڻ بعد رڳو پاڻ آنند ۾ رهڻ ۾

مزو نه ايندو آهي پر سيني کي ڪوٺ ڏيندا آهن ته

” اوهين به اچو ۽ اسان سان گڏ ايشور جي آنند جو

رس وٺو.“

۱۸۱- گل جڏهن نڙندو آهي، تڏهن هير انجي هبڪار چوڌار ڦهلائي ڇڏيندي آهي ۽ ماکيءَ جون مکيون اُن ڏانهن ڇڪجي اچي، گل وٽ مڙنديون آهن. جيئن هنڌ ملين شيون رکيل هونديون آهن، اُتي ڪوليون اُن ڏانهن اچي ڪٺيون ٿينديون آهن. ماکيءَ جي مکڙي يا ڪوليءَ کي ڪولڻ جي ڪا ضرورت ڪانہ ٿيندي آهي. اهڙي طرح جڏهن منش پورو ۽ ڀڄتل ٿئي ٿو، تڏهن سندس نرمل رهڻيءَ جو ميلاپ پرو اثر هر هنڌ ڦهلجي ٿو وڃي، ۽ سچ جا ڳولهائو سياويڪ ان ڏانهن ڇڪجي وڃن ٿا. هو پاڻ ماڻهن جي تلاش ۾ ڪونہ رهندو آهي نہ اچي مونکي ڳڌن.

۱۸۲- جتي مٺائي ڪري پوندي آهي، اُتي ماڪوڙيون اُن ڏانهن اچي مڙنديون آهن. انسان کي کنڊ وانگر ٿيڻ جي ڪوشش ڪرڻ کپي. يعني پاڻ ۾ اهڙا گيان روپي ميلاپ ڏاريو نہ ماڪوڙيون (پڳتن) اُن ڏانهن اچي مڙنديون. ايشور جي آديش کانسواء اپديش ڪبو تہ اهو اپديش ڪو اثر نہ ٿيندو، ڪوبہ انکي ڪونہ ٻڌائيندو. پهرين يا ٻين ڪن سادنن سان ايشور پراپت ڪرڻ کپي. جڏهن ايشور جو آديش ٿئي، تڏهن ڀل ٻين کي سکيا ۽ اپديش ڏجي. اهڙيءَ ريت کي ايشور وٽان ٻل ۽ شڪتي جي ڪرپا ٿي ٿئي ۽ ان کان پوءِ ٿي اپديشڪ جون سڀ جوابداريون ادا ڪري سگهبيون.

۱۸۳- ٻتي پرڻ سان پتنگ اچي پرگهٽ ٿيندا آهن خبر نہ آهي تہ ڪٿان ٿا اچي جو سڀ ٻي پاڻ جلائين. ٻتي، پتنگن کي ڪرڻ لاءِ ڦرندي ڪانہ وٺندي آهي. ٻهتل ٻرش جو اپديش بہ ائين آهي. هوُ ٻين کي ڪوڙڻ لاءِ ڦرندا ڪونہ وٺندا آهن، پر سوين ماڻهو اُزخود وٽن ڇڪجي اچي ڪانئن اپديش وٺندا آهن. خبر نہ آهي تہ هو ڪٿان ايندا آهن.

۱۸۴- **سوال-** سچو اپديش ڪهڙو ٿيندو آهي؟

**جواب-** ٻين کي اپديش ڏيڻ بدران سڀ وقت ايشور جي ڏيان ۾ رهڻ، سچو اپديش آهي. جو جنم مرڻ جي چڪر کان آجو ٿيڻ لاءِ جتن ٿو ڪري، سو سچو اپديشڪ آهي. مکڻ مٺش وت سوين ماڻهو اپديش وٺڻ جي اُڪير سان پيا ايندا آهن. جڏهن گل ٽڙندو آهي تڏهن ماکيءَ جون مکيون ري ڪوليو اچي سندس چوگرد مڙنديون آهن.

۱۸۵- وڏي واپاريءَ جي انبارخاني ۾ اڪت اناج پيو هوندو آهي. ڪنهن خريدار کي اناج ڏيڻ وقت وڃ ٿوريندو، اناج سترو ڪتڻ جو دپ ڪونہ رهندو آهي. باقي ننڍڙي واپاريءَ جو دڪان جلد ئي خالي ٿيو وڃي. ساڳيءَ ريت ايشور پاڻ ڀهجي ڀڳتن ۾ ويچار ۽ ڀاوَ سداءِ اُڀين ڪندو رهندو آهي. انڪري هنن ۾ نواڻ ۽ گيان جي ڪمي ڪانہ رهندي آهي. پر پستڪي ودوان، ننڍڙن پسارين جيان جلد ئي ويچارن ۽ خيالن

جي آتما محسوس ڪندا آهن.

۱۸۶- بجليءَ جي روشني شهر جي جدا جدا پاڙن ڪي گهٽ وڌ بجلي سان روشن ڪندي آهي. پر بجلي اُبدي هڪ ئي هندان آهي. ٿهڙيءَ طرح سڀني ڌرمن ۽ يگن جا سچا گرو ۽ سنت جيڪي آهن، جن پر آلم جوت نروار ٿي ٿئي، جا جوت هڪ ئي سرو شڪتيوان پرميشور وٽان هر وقت اچي رهي آهي.

۱۸۷- برسات جو پاڻي جگهه جي چت ۽ ٽانڻ نيسارن جي وسيلي زمين تي پيو ڪرندو آهي. اهي نيسارا جيتي جي سٽيءَ جهڙا ٿيندا آهن. انهن پيو ڏسڻ ۾ ايندو آهي، جڻ چيتي جي وات مان پاڻي اچي رهيو آهي. پر حقيقت ۾ پاڻي ته آڪاش مان ايندو آهي. ساڳيءَ ريت ايشور- ڀڳتن جي مک مان جيڪي اُپديش نڪرندا آهن، سي ظاهري ته هو پاڻ چوندا آهن، پر حقيقت ۾ ايشور وٽان ئي اُلهي ٿيندا آهن.

# پرکرڻ ستون

## سنسار چال چلگت

## سنساري منش ۽ سندن

(سنساري منش جا لڇڻ- سنساري منش جو
چنچل ايشور پريم- سنساري منش ۽ سادنائون)

### سنساري منش جا لڇڻ

۱۸۸- منش ٻن پرڪارن جا ٿيندا آهن- هڪڙا جي
ناليء ماتر ”منش“ آهن ۽ ٻيا ”مانهنس“ يعني جاڳرت
منش. جيڪي ايشور لاء لڇن ٿا، سي ”مانهنس“
آهن. جي ”ڪامني“ ۽ ”ڪنچن“ پٺيان مست آهن،
سي سادارڻ منش يعني نالي ماتر منش آهن.

۱۸۹- جيئن هڪ ٻهروپي ڪيترائي سانگ رچائي
سگهندو آهي، تيئن انساني چولو به ڪيترن پرڪارن
جي پراڻين پالو آهي. انهن مان ڪي پيڪر بگهڙ آهن،
ٻيا وحشي رڇ آهن ۽ ڪي وري دوکيباز لومڙ يا
زهري نانگ آهن؛ جيئن ٽيڪ ڏسڻ ۾ اهي سڀ منش
ايندا آهن.

۱۹۰- جيئن پرڻ سهو آنو ڪيرائي رکو تلهو پاڻ
وت رکندو آهي، تيئن ٻيڙا ماڻهو چڱين ڳالهين کي

چڏي، خراب پاڻ وٽ رکندا آهن ۽ چمچ ۽ مهابرش جو سياڻ، انجي اُٻڙ ليندو آهي.

۱۹۱- ڪي ماڻهو لڪ لائيڻ جي ڪشش کان قدرتي طور آجا هوندي ۽ ڪي نه ڪي ممتالون پيدا ڪري پاڻڪي انهن جي ٻڌن ۽ ٻڌي چڏ پيدا آهن. هڙ آجو ليڻ ڪين چاهيندا آهن. ڪن ماڻهن کي ڪو ڪتب قبيلو يا مت مالت ڪونه هوندو آهي ته اڪثر ڪري ڪئي، ٻلي، باندر يا پکيءَ کي پالي، اُن سان لاڏ ڪوڏ ڪندا آهن. اهڙيءَ طرح ڪير لاءِ پياس، لسيءَ مان لاهيندا آهن. مايا جي موهه اچهو انسان ذاته لاءِ اهڙو چار پکيڙي چڏيو آهي.

۱۹۲- ڳاڙهي چاول ڳاهي ڦڙڪه ۽ بودلي پٺي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. سارو ڏينهن پٺي ليڪ لها ڏيندي آهي. رکو ڪنهن مهل ڪير ڏاڻا لاءِ پهنجيءَ ماءُ وٽ ويندي آهي. ۽ جي ڪيس ڳلي ۽ رسي وجهي، ٻڌي چڏيو آهي، ته ويندي آهي آهستي آهستي ڳرندي ۽ سڙندي، سندس بودلائي ته ٻري رهي، ۽ اداس ۽ غمگين پٺي لڳندي آهي ۽ ڏٻري ٿي ويندي آهي. ساڳيءَ ريت جنهن بالڪ جو جيستائين سنساري ڳالهين سان ڪو واسطو ڪونه هوندو، ليستائين ڪلمڪ ۽ خوشمزاج رهندو ۽ هڪ واريءَ پاڻڪي سنسار ۾ ڦاسائين، شادي ڪرائين ۽ ڪٽنبي جيئن جون مٽس ذميواريون ٻيون، ته سندس سهڻي، خوشي غائب ٿي ويندي. سندس

سنڌن چال چلت
سنساري منش ۽ سنڌن چال چلت
مکه ۾ اُداسائي، چنتا ۽ انتظاري ڇانيل رهندي،
سنڌس ڳلن تي تندرستيءَ جي جهلڪ ڏسڻ ۾ نه ٿي
سنڌس پيشانيءَ تي آهستي آهستي
گهنج پوندا. اهو ڀاڳوان آهي جو پنهنجي ساري
جيون ٻالڪ ٿي، پرڀاتي هير جيئان صاف، ٽڙيل گل
جيئان تازو ۽ ماک ڦڙي جيئان نرمل رهي.
۱۹۳- جيئن ٻار ڇوڪر يا ڇوڪريءَ کي ٻوڇ ولاس
جي ڪا بوجهه ڪانه هوندي آهي، تيئن سنساري
منش ايشوري سنبنڌ جو آنند پروڙي ڪين سگهندا آهن.
۱۹۴- سنساري منش کي حياتيءَ جا ڏک ڏاکڙا ۽
ڪشٽ ڪليش ڪيترو به ڪٽي بيقياصيءَ سان بيزار
ڪن، ته به هن لاءِ ڪامني ۽ ڪنچن جي ترشنا کي
روڪي، پنهنجو من ايشور طرف لاڙڻ سولي ڳالهه نه آهي.
۱۹۵- سنساري منش ڌرم جي هر ڪنهن ڳالهه سان
رکندا آهن. هو نه رڳو پاڻ پڇن ڀاو يا ايشور جي
نام جو جاپ ڪرڻ کان پيا ونءِ ويندا آهن، پر ٻين
. ڪرڻ کان پيا روڪيندا آهن. جو پاٺ پوڄا، ست سنگ
ا پرشن تي ٺٺولي ٺٺو ڪري، سو ڪي نيڪ
اري منش آهي.
۱۹۶- سنساري منش وقتي ڪن ايشور ڀڳتن سا
جي مون وٽ ايندا آهن. ڪين ڌرمي ڳالهين
و چاهه ڪونه هوندو آهي؛ ٺهڪري جڏهن
شور ۽ روحانيت بابت وڏي گيان گوشٽ ڪندا آ

پڙهن هڻ آڏيو ۽ بي آرام ٿي پوندا آهن. سالمت ڪري
وهڻ ته ڪونه ايندو اٿن. پيا پنهنجن دوستن کي ڪمن
۾ پڻ پڻ ڪري چوندا آهن ”ڪڏهن اٿندا؟ اڃا گهڻو
وقت لڳندا؟“ جيڪڏهن سندن دوست کين جواب
ڏيندا ته ”ترسو ترسو، اجهو ٿا هلون“ ته هو بيزار ٿي
کين چوندا ”توهين پل ڳالهيون ڪندا رهو. اسين هلي
ٿا اوهان لاءِ بيڙيءَ ۾ ترسون.“ (ماڻهو دکشيشور
مندر مان ڪلڪتي بيڙيءَ ۾ موٽي ويندا آهن.)

١٩٧ - سنساري منش سان ڳالهائڻ مان ئي پتو پئجي
ويندو آهي ته هن جي دل ڪهڙين طرحين سنساري
ويچارن ۽ لالچن سان اهڙيءَ ريت ڀريل آهي، جهڙيءَ
ريت ڪبوتر جي ڳجهي اناج جي داڻن سان ڀري پيئي
هوندي آهي.

١٩٨ - پاپي پرش جي دل گهنڊيدار وارن مثل آهي.
ڪيتري به ڪوشش ڪرڻ سان، انهن کي سڌو ڪري
ڪرڻ سگهبو. تهڙيءَ طرح پاپيءَ جي دل کي ڌارمڪ
۽ پوتر ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

١٩٩ - سادوءَ جو ڪمنڊل تونبي ڪٺي چارئي ڌام
گهمي اچي (سادوءَ لاءِ تيرٿن جا چار مکيه آستان پيڻ
پوتي آهن) ته به اڳي جهڙو ئي ڪهڙو رهندو. سنساري
منش جو به اهڙو ئي سڀاءُ آهي.

٢٠٠ - ڪنڀر ڪچيءَ مٽيءَ مان طرحين طرحين ٿانءَ

ناهيندو آهي، پر مٽي هڪ دفعو پڇي ويٺي، تہ پوءِ
ان مان ٿانءَ ناهي ڪرڻ سگهندو. ساڳيءَ ريت جا دل
سنساري ڪامنائن روپي ڪوري بہ پچائي ويٺي آهي،
تنهن بہ ڪوبہ اُلم ياؤ اُلپن تي ڪونہ سگهندو، ۽ ان
کي ڪنهن بہ سهڻي صورت بہ آڻي ڪونہ سگهبو.

٢٠١- جهڙيءَ طرح پٿر پاڻي ڇهي ڪين سگهندو
آهي، تهڙيءَ طرح بَد منش تي ڌارمڪ اُپديش ڪوبہ
اَثر پيدا ڪري ڪين سگهندا آهن.

٢٠٢- پٿر بہ ڪرڪو لڳائي ڪين سگهبو آهي؛ پر
مٽيءَ بہ سولائيءَ سان گهڙي ويندو آهي. تهڙيءَ طرح
مهاپرشن جو اُپديش سنساري منش جي هردن تي اَثر
ڪونہ ڪندو آهي، پر شرڌالوءَ جي دل اَندر اُونهو
گهڙي ويندو آهي.

٢٠٣- نرم مٽيءَ تي آسانيءَ سان ليڪو پائي سگهبو
آهي، پر نہ سخت پٿر تي. تهڙيءَ طرح آتم گيان، ڀڳت
جي دل تي اُڪرجي ويندو، پر نہ بَدَ جيو تي.

٢٠٤- ڀُل هينان پاڻي هڪ پاسي گهڙي ٻئي پاسي
کان ٻاهر وهندو آهي. ساڳيءَ ريت ڌارمڪ اُپديش،
سنساري ماڻهن جي اَندر هڪ کن کان گهڙي، ڪوبہ
اَثر پيدا ڪرڻ کانسواءِ ٻئي ڪان نڪري ويندا آهن.

٢٠٥- سنساري ماڻهوءَ جو ڪهڙو سڀاءُ ٿيندو آهي؟
هو نور پاليندڙ جي ڪونديءَ بہ نور مثل آهي. نور

پاليندڙ، ڪولاڊي ڊيوار تي تمام مٿي وڪندو آهي، جيئن هن لاءِ آڪبرو ٿي ڪم اچي سگهي. هو رسيءَ جو هڪ پاسو ٿور جي ڳچيءَ ۾ ٻڌندو آهي ۽ ٻئي پاسي ۾ ڳرو ڀڳو ٻڌي ڇڏيندو آهي. ٿور ڪولاڊيءَ مان نڪري ڊيوار تي هيٺ لهي وڃي، هيڏانهن هوڏانهن ڦرندو ولندو آهي، پر جيڪڏهن ڪجهه ڏسي ته ٻڌي پڇي وڃي ڪولاڊيءَ ۾ لڪندو آهي. ڪم نصيبان اتي ۾ هو گهڻو وقت گهاري ڪونه سگهندو آهي، ڇو ته رسيءَ جي ٻئي پاسي ۾ ٻڌل ڳرو ڀڳو کيس هيٺ ڇڪيندو آهي. ساڳيءَ ريت سنساري ماڻهو سنسارجا ڏک درد ۽ ڪشٽ ڪليش ڏسي، وئراڳ ۾ اچي، سنساري ڳالهين کان مٿي اڏامي، ايشور جي شرن اچا ولي ٿي مس، ته سنساري وشين جو ڳرو بار جلد ئي کيس گهلي هيٺ آڻي.

٢٠٦- چانورن جي ٻوڪ ۾ ٻانس جي لڪڙن جي لوڙهي مان چمڪندڙ پاڻي وهندو ڏسي، انهن ۾ ننڍيون مڇيون کلنديون کڏنديون، لوڙهي اندر ويندڙيون آهن. هڪواريءَ اندر وڃن ته ٻاهر اچي ڪين سگهن. ساڳيءَ ريت مورک ماڻهو سنساري وشين جي ڪوڙي چمڪ تي پيلجي، سنساري جار ۾ گهڙندا آهن. اندر وڃڻ ته سولو آهي، پر ٻاهر نڪرڻ ڪٺن آهي.

٢٠٧- ٻڌلن ۾ ڦاٿل سنساري ماڻهو ڪڏهن به سڄيءَ ته نا رهن. ڪيترو به ڪٺي ڪين ڏک سوُر واري

وڃن، ڇل ڪپت ڦسلائي ڇڏين، خطرا ڏڪائي ڇڏين
ته به هو سڇيت نه ٿيندا. اُن جي به ساڳي حالت آهي.
هو ڪنداڻين ٻوڙن ۽ وڃون وڻ ڪائڻ جو ڏاڍو شائق
ٿيندو آهي. اُهي سندس واٽ رُڪ رت ڪري ڇڏين
ته به اُهي ڪائڻ ڪان دل ڪين رهندي‌س. لڳن سنساري
ماڻهو ڪيترا به ڪٽي ڪشت ڪليش ڀوڳي ته به جلد ئي
سڀ وساريو ڇڏي. اِستري گذاري وڃيس ته ٻيو ٻيو
ٿي وڃيس ته جهٽ ٻي شادي ڪري ڇڏي! ڪڪر
مري ويندس ته رڙي، گهڙي ساعت ۾ اهو به پاڻهي
ويندو. ڪڪي جي ماتا دکه ۾ سخت وياڪل ٿي به
وري پنهنجي هار سينگار، ڳهن ڳٽن ۽ هيرن جواهرن
لاءِ ماندي پئي رهندي. ماءُ پيءُ، ڌيءُ جي شاديءَ
تي خرچ ڪري ڪنگال ٿي ويندا، ته به سال بسال پيا
بار ڄڻيندا. ماڻهو مقدمن ۾ تباهه ٿي ويندا، ته به پيا
ڪورٽن جا در ڪٽ ڪائيندا. پنهنجي ٻارن جي پالڻ پوشڻ
لاءِ پئسو ڏوڪڙ به ڪونه هوندن، ته به هر سال پيا
بار ڄڻيندا.

سنساري ماڻهو ان ٽانگ وانگر آهي، جو ڇڇوندر
کي ڦاسائي، پوءِ نه اُنکي ڳهي سگهي ۽ نه ٻاهر ڪڍي
سگهي. هو محسوس به ڪٽي ڪري ته سنسار ۾ ڪجهه
به ست وسئو ڪونه آهي، آمري ميوي وانگر فقط کل
۽ ککڙي آهي ته به هؤ سنسار کي وساري، ايشور ۾
پنهنجو من نه لڳائيندو. ڪيس سنساري وايو منڊل مان

ڪڍي، ڪنهن ٻوٽي آستان ٻر وڃاڙيو ته دل لاهي ڇڏيندو ۽ ويندو ڇهرندو. ڪمڙو ڪند لي ٿي جيئندو آهي. جانورن جي ٽاڻهيءَ ٻر رکبس ته مري ويندو.

۲۰۸- ٻارو هڪ دفع ٿي ڏڏجماڻڻ لاءِ ڪتب آڻيو ته ٻوءِ ان ٻر ڪير نه رکي سگهبو، ڇو ته امڪان آهي ته متان ڪير ڦٿي ٻوي. اهو ٻارو رڌڻ جي ڪم ۾ آڻي نه سگهبو، ڇو ته ناهه لي رکڻ سان اُن جي ٻڇڻ جو امڪان ٿيندو. تنهنڪري اهو ٻارو ٻئي ڪنهن ڪم لاءِ نڪمو ٿي ٻوندو. ٿهڙيءَ طرح سچو ۽ انڀريڪار گرو سنساري ماڻهوءَ کي اُملهه ۽ آتم اُپديش ڪين ڏيندو، ڇو ته اها ٻڪ آهي ته هو ٻنهنجيا ندچ مطلب سڌ ڪرڻ لاءِ انهيءَ اُپديش جي اُلٽي معنيٰ ڪڍندو ۽ ان کي اُجوڳي نموني ۾ ڪم آڻيندو. گرو اهڙي ماڻهوءَ کي ڪجو سڪيارٿو ڪم ڪرڻ لاءِ چوڻ کان ٻ هبڪندو، ڇو ته ڪمس دپ ليندو ته ان ڪم جي ٻوراٿي ڪرڻ لاءِ ڪجهه ٻورهيو ڪرڻ ڪري متان هو سمجهي ته گرو مونکان بيجاءِ فائدو وٺي رهيو آهي.

۲۰۹- منش ڪيترن ۽ چاهنا هوندي سنسار ڇڏي نه سگهندو، ڇو ته سندس اڳئين جنم جي ڪرمن جو پرالبڌ ۽ سندس من لي گڏريل ڪرمن جا سنسڪار کيس پيا روڪيندا.

هڪ پيري هڪ برگيءَ راجا کي چيو: "منهنجي ڀيٽ ايشور جو ڏيان ڪر."

ڪڍي، ڪنهن ٻوڙ آستان ۾ وڃارڻو نہ دل لاهي
ڇڏيندو؛ ويندو جهرندو، ڪيڙو ڪند لي ني جيئندو
آهي. جانورن جي ٽاليءَ ۾ رکيس ۽ مري ويندو. :
٢٠٨- ٻارو هڪ دفع ني ڏڏ جمائڻ لاءِ ڪتب آڻيو
۽ ٻوءِ ان ۾ ڪير نہ رکي سگهي، جو ۽ امڪان آهي ۽
مٿان ڪير ٿني ٻري. اُهو ٻارو رڌڻ جي ڪم ۾ آڻي ۽
سگهي، جو ۽ ٻاھ لي رکڻ سان اُن جي ٻيڻ جو امڪان
ليندو. تنبيڪري اُهو ٻارو ٻئي ڪنهن ڪم لاءِ ڪمو
لي ٻوندو. ليڙيءَ طرح سچو؛ لجربيڪار گرو سنساري
ماڻهوءَ کي اُملهہ؛ آلر اُبديش ڪين ڏيندو، جو نہ
اِها ٻڪ آهي ۽ هو ٻنهنجا نيچ مطلب سڌ ڪرڻ لاءِ
الهيءَ اُبديش جي اُلٽي معنيٰ ڪڍندو؛ ان کي اُجرڻ
نمونو ۾ ڪم آڻيندو. گرو اهڙي ماڻهوءَ کي ڪو
سڪيارٿو ڪم ڪرڻ لاءِ چوڻ کان ٻ هبڪندو، جو ۽
ڪمس دپ ليندو ۽ ان ڪم جي ٻراڻي ڪرڻ لاءِ ڪجهہ
ٻرو هيو ڪرڻ ڪري مٿان هو سمجهي ۽ گرو مونکان
بيجاء فائدو ولي رهيو آهي.
٢٠٩- منش ڪيترو ۽ چاهنا هوندي سنسار لياڳي
۽ سگهندو، جو ۽ سندس اڳين جنم جي ڪرمن جو
ٻرالبد؛ سندس من تي گدريل ڪرمن جا سنسڪار
ڪيس ٻيا رکيندا.
هڪ ٻيري هڪ برگيءَ راجا کي چيو: "منهنجي
ا ... ايشور جو ڏيان ڪر."

سنساري منش ۾ سندن چال چلت

راجا آءُ ڏنس: "سائين، اهو ڏاڍو ڏکيو آهي. تہ بہ سنساري سکن
اوهانجي پرسان ڪٿي وهندس بہ، تہ بہ سنساري سکن
جي مزن ماڻڻ جي پياس بہ لڳل رهندم. هن ڀن بہ
وهڻ سان شايد هتي ئي راڄڌاني ڪري ٿي وڃي، ڇو
تہ چوڙڻ ماڻڻ اڃا پرالبد بہ لکيل اٿم."

**سنساري ماڻهوءَ جو چنچل ايشوري پريم**

۲۱۰- سنساري ماڻهو سنساري پدارٿ پراپت ڪرڻ
جي آس بہ ڪيترا ئي ڪٽي سڪرت ۽ ثواب جا ڪم
ڪري، پر نياڳي، دک ۽ مفلسي اچا مٿهن ڪڏهن مس
تہ سڪرتو ۽ ثواب ئي ڪانئس وسري وڃي. اهڙا ماڻهو
ان طوطي جيئان آهن؛ جو سارو ڏينهن "رادي ڪرشن"
پيو ٻوليندو آهي، پر جڏهن ٻلي پڪڙيندي اٿس،
تڏهن ايشور جو نالو وساري، "ٽان ٽان" ڪندو آهي.
تنهنڪري اهڙن ماڻهن کي ڌرم اپديش ڏيڻ وئرٿ
ويندو. ڪيترن بہ پرڀوڌن جو مٿن اثر ڪونہ ٿيندو ۽
هميشہ جيئان سنساري رهندا.

۲۱۱- سپرنگ جي گدلي تي ويهو تہ آندر ڏٻجي
ويندو، پر وري جڏهن اٿبو تہ جلد ئي گديلو پنهنجو
اصلوڪو روپ اختيار ڪندو. سنساري ماڻهن جي
ساڳي حالت آهي. هو جيستائين ڌارمڪ اپديش ٻڌند
رهن، تيستائين منجهن ڌارمڪ ڀاو رهي، پر جيئن ئي
پنهنجي روزمره جي ڪمڪاج کي لڳا تئين الم ۽ اع

ويچار وساري، اڳي جيان اُٿڻ ليو پون.

٢١٢- ڪوري ۽ لوهه لتل ۽ لال ڏسڻ ۾ ايندو آهي، پر ٻاهر ڪڍڻ سان جلد ئي ڪارو ٿي ويندو آهي. ساڳيءَ ريت سنساري ماڻهو به جيستائين ڪنهن مڙهيءَ مندر يا سادن سنتن جي سنگ ۾ هوندا، تيستائين ڌارمڪ اُمنگن سان ڀرپور رهندا، پر اُنهن جي سنگ ڇڏڻ سان منجهن اهڙي پرڀو جي آڳ اجهامجي ويندي.

٢١٣- جيئن مڪ ڪند جي ٻاهر ٿي ويهي، وري ايشور جي مورتيءَ اڳيان پوڄا لڳائڻ وارن وستن ٿي وڃي وهندي آهي، تيئن سنساري ماڻهو جو من ڪڏهن ڌارمڪ ڳالهين ۾ لڳل هوندو آهي، ته ڪڏهن وري ڌن دولت ۽ ڪام ترشنا ڏانهن ڇڪجيو وڃي.

٢١٤- سنساري جيو جو من ٿلهڙي جيئان آهي. ٿلهڙي سدائين جيئتي ۾ رهندو آهي ۽ اُتي وڌڻ ۾ ڏاڍو مزو ايندو اٿس. جيڪڏهن ڪيس اُن ڪند جي ٻاهر ماڻ ڪندي، ڪنول گل تي رکبو ته ڀاڻ گل جي خوشبو ۾ سندس ٿي ساهه تنگ ٿيندس. ساڳيءَ ريت سنساري ماڻهو سنساري خيالن ۽ خواهشن جي گندي واءُ منڊل کان ٻاهر ٻيُ ته جيترو رهي ڪين سگهندو.

٢١٥- سِڌ اُتي ته سنساري جيون جو ايشور ٻاهر ڪيڏو وڃار هوندو آهي؟ هو ٻارن جيئان ٻيا سمجهندا هئا ته چوندا "ايشور جو قسر ڪٿي جوان ٿو"

ڪن سنساري ماڻهن جو ايشور بابت وچار ان ننڍين جي گفتار مثل آهي، جو پڇندي ڪانءُ ڦونءِ ۾ پڙجي، سيٽي وڄائيندو، لڪڙي ڦيرائيندو، باغيچي ۾ وڃي، اتي گل ڇني، عجب ۾ پئجي چوندو آهي "او، ايشور ڪهڙو نه سندر گل پيدا ڪيو آهي!" سندس اهو ڀاو ٿورو وقت جٽاءُ ڪندو آهي، جيئن لوهه جي لال تتل شيءِ تي پاڻيءَ ڦڙو وجهجي. لاڪري اندر ۾ ايشور لاءِ پياس هئڻ گهرجي. ساگر ۾ اونهي ٽٻي هڻڻ ضروري آهي.

## سنساري ماڻهو ۽ ساڌنائون

۲۱٦- هڪ ڪڙميءَ ڪمند جي کيت کي سارو ڏينهن پاڻي ڏنو. پاڻي ڏيئي فارغ ٿيو ته ڏٺائين ته کيت ۾ پاڻيءَ جو ڦڙو به ڪونه ويو آهي. سمورو پاڻي ڪوئن جي ٻرن مان زير زمين وهي ويو هو. ساڳي ئي حالت اُنهيءَ ساڌوءَ جي آهي جو ٻاهران ايشور جي پوڄا ڪري ٿو، پر اندر ڪجهه پالهو ترشنائن ۽ سنساري تمنائن جا ويٺو پور پچائي. ڏهاڙي ڪيترا به کٽي پاٺ پوڄائون ڪندو رهي، ته به ڪا به اُنتي ڪانه ڪري سگهندو، ڇو ته سندس سموري ڀڳتي تمنائن روپي ٻرن مان وهيو، وڃي ٿيو پوي ۽ ساري جيون جي ڀڳتيءَ بعد به سندس حالت ساڳي ئي رهي.

۲۱۷- ڏيان ۾ ويهڻ وقت من چنچل ڇو ٿيندو آهي؟ حلوائي جي دڪان وٽان پنگي گند جي نوڪريءَ سان

۾ پسيل هوندو آهي، انڪري آلي تيليءَ جيئان گرمائش
کي گهڻي ڪونه ڏيندو آهي. ڪيترو به ڪٿي ايشور
بنابت اپديش ڏينس ته به آتم پربهه جي آگ منجهس
جلي ني ڪانه سگهندي.

٢٢٠- سنساري جيو کي جي ڪٿي گيانيءَ جيتري
بڌي ۽ وديا عطا ٿيل هجي، يوگيءَ جيترا ڪشالا ۽
ڏکه ڏاکڙا ڪڍي ۽ سنياسيءَ جيترو اتم تياڳ ڪري ته
به هن جي سموري محنت اجائي ٿئي ٿي ۽ ڇو ته هن
جون سموريون شڪتيون ابتي مارگ ڏانهن تين ٿيون
۽ پيو ته هو اهي ڳالهيون سنساري عزت آبرو ۽ ڌن
دولت لاءِ ٿو ڪري، ۽ نه ايشور لاءِ.

٢٢١- گندي آرسيءَ ۾ صبح جي ڪروڙن جو اولڙو
نظر ڪونه ايندو آهي. ساڳيءَ ريت جي اپوتر ۽ اشد آهن
۽ جن کي مايا پلائي ڇڏيو آهي، سي ايشور جو تيج
پسي ڪين سگهندا آهن، مگر جن جا هردا پوتر آهن،
سي ايشور کي اُئين پسندا آهن، جيئن صاف آرسيءَ
۾ سج جو اولڙو ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

٢٢٢- نجي کير ۾ پاڻي ملائي، پوءِ اُنکي ڪاڙهبو
ته ملائي تيڻ ۾ گهڻو وقت لڳي ويندو. سنساري ماڻهوءَ
جو من به بڇڙن ۽ اپوتر خيالن جي گندي پاڻيءَ سان
گهڻي قدر مليل آهي ۽ اُن کي پوتر ڪرڻ ۽ اُنهي سچي
ڀڇي ڌارمڪ منش جا گڻ يعني بل ۽ سمانتا اُنهن ڪرڻ
گهڻي محنت ۽ سعيو ڪرڻو پوندو آهي.

۲۲۳- **سوال-** سنساري ماڻهو ايشور کي پراپت ڪرڻ لاءِ ڇو ڪين سڀ ڪجهه تياڳ ڪندا آهن؟

**جواب-** ڇا الڪترا اسٽيج تي اچڻ سان ئي پاڻ کي ظاهر ڪري سگهندو آهي؟ سنساري ماڻهو ته پل لــ جيئن وٽين ليئن هلن، وقت ايندو جو هو پنهنجو ڪوڙو ڏيک ڦٽو ڪري ڇڏيندا.

۲۲۴- جو جيو سنساري پدارٿن ۾ سمورو جڪڙيل آهي، سو اُن ڪيڙي جيئان آهي جو گند ۾ رهي، اُتي ئي مري ويندو آهي ۽ ڪيس بيءَ ڪنهن بهتر شيءِ جي جاءِ تي ڪانه هوندي آهي. جنهن جيو ۾ سنسار پرستي ڪجهه گهٽ آهي، سو اُن مک جيئان آهي، جا گهڙيءَ گند تي ۽ گهڙيءَ مٺاڻ تي وهندي آهي. مکمت جيو ئي وڃــو ماکيءَ جي مک جيئان آهي، جا سداءِ ماکي چوسي ۽ بيءَ ڪنهن شيءِ ڏانهن نهاري ئي ڪين.

۲۲۵- سنساري ماڻهو واڳهوءَ جيئان آهي. جيئن واڳهوءَ جي سرير تي گهڙي ته هٿيار جي ڏک جو اثر ڪونه لـي سگهندو آهي، ليئن سنساري ماڻهوءَ کي ڪٿي ڪيتري ته سهڻي صلاح ڏيئي ۽ مدجهس ڪيتري ته پاڻ لاءِ ڪراهت پيدا ڪبي، ته به جيستائين جن ڙستن سان سندس موهي آهي تن کان سندس جند نه ڇڏائبي، تيستائين هو پنهنجي حالت جو پورو اُپڙ ڪري ڪين

٢٢٦- سنساري ماڻهن کي جي چئبو ته سڀ ڪجهه تياڳ ڪري، ايشور جي چرن ڪملن ۾ پاڻ اَرپيو ته ڪين اها صلاح ڪين آئڙندي. انڪري سري چيتنيه ديو ۽ نتيانند اُهڙن ماڻهن کي چڪڻ لاء، گهڻي سوچ ويچار بعد هڪ رٿ رٿي. سنساري ماڻهن کي چيائون: "اچو، هري۽ جو نام جپيو ته توهانکي مڇيء جو سوادي سوپ پيارِيو ويندو ۽ نوجوان ناري اوهان سان لاڏ ڪوڏ ڪندي." انهن ٻن ڳالهين ڪيترن کي هرکايو ۽ اچي ساٿ شامل ٿيا ۽ ايشور جو نام جپيائون. آهستي آهستي جڏهن اُن پوتر نام روپي اَمرت جو تورو رس آين، تڏهن نتيانند جي پرهوڌ جي لڪل معنيٰ سمجهيائون. مڇيء جو سوپ آهي لڙڪن جون ڌارائون، جي ايشور جي پريم ۾ ڳاڙيون آهن. "نواجوان ناري" آهي ڌرتي، جنهن سان لاڏ ڪوڏ جي معنيٰ آهي ايشوري پريم جي موج ۾ ڌرتيء تي ليٽڙيون پائڻ.

———o———

# پسنڪ ٻيو

## مِلِش جي اُنتيءَ حو مارڳ

## پرڪرڻ اٺون

### ٻن ٻن پرڪارن جا ساڌڪ ۽ سڌن آدرش

[ساڌڪن جا ڪي قسم- سچن ساڌڪن جا لڇڻ- ساڌڪن جو سنبند- سنسار ۾ جڪڙيل ساڌڪن جا آدرش- سياسين جا آدرش]

---

### ساڌڪن جا ڪي قسم

۲۲۷- هوا ۾ بيشمار لهرون اڏامندا نظر ايندا آهن، ان مان ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ ذرو جهڙي ٻوڙي ڪري ڪاٺا ويندا آهن. ليڪن سوين ساڌڪ ٻيا آلمڪ ساڌنائون ڪن، ۽ انهن مان ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ سساري ٻنڌن کان آجا ٿا ٿين.

۲۲۸- ويدن ۾ ”هوماٽ پکيءَ جو ورنن ليل آهي. اهي پکي اوچي آڪاش ۾ رهن ٿا ۽ عرش سان اتي و لڳ بيهه آهن، جو ٻرڻوي تي هيٺ لهن لئي ڪون. هو جيڏا پيدا ۾ آڪاش ۾ لاهين. ٻرڻويءَ جي ڪشش

سبب آهي. بيضا هيٺ ڪرڻ لڳن ۽ وچ هوا ۾ ئي انهن مان ٻچڙا ڦٽن. آهي ٻچڙا به ڪرڻ لڳن. ترت ئي سندن اکيون کليل هون ۽ کين پر نڪريل هون. اکين کلڻ سان جڏهن ڏسن ته اسين ڪري رهيا آهيون ته آڪاش ڏي پنهنجو رخ ڦيرائي، پنهنجي ذاتي سياهه انوسار پنهنجي آسماني آستان ڏانهن اڏامڻ شروع ڪن. سکديو، نارد، ڪرست ۽ شنڪراچاريه جهڙا مهاپرش انهن پکين جيئان آهن. ننڍپڻ ۾ ئي هو سنساري پدارٿن جي موهه کان آجا ٿا رهن ۽ سچي گيان ۽ ايشوري پرڪاش جي اٿاهين آستان ڏانهن لاڙو ٿا رکن.

٢٢٩- ين پرڪارن جا يوگي ٿيندا آهن. هڪڙا گپت ۽ ٻيا پرسڌ. ٻهريان گهڻو ڪري ڌارمڪ ساڌنائون ڪندا آهن ۽ پاڻ کي لوڪن جي نگاهه کان لڪل رکندا آهن. ٻيا يوگين جو ٻاهريون ڀيک پائي، آتمڪ وشين تي خوب واد وواد ڪندا آهن.

٢٣٠- عام طرح اول گل ڦٽندا آهن ۽ پوءِ ميوا. ته به ڪي ٻوٽا ۽ وليون ٻهرين ميوا ڏين ۽ پوءِ گل. ساڳيءَ ريت ساڌارڻ منش کي ايشور پراپت ڪرڻ لاءِ اول ساڌنائون ڪرڻيون پون ٿيون ۽ پر ڪي ساڌڪ ايشور پراپت ڪن ۽ پوءِ ساڌنائون ڪن.

٢٣١- ٽڪيءَ ۾ جڏهن جانور پيدا آهن، تڏهن جيڪي ٻاٽا ٽڪيءَ مان اڏامي ٻاهر کليل پوندا آهن، سي ئي سنا پکل ليکيا ويندا آهن، جو ته انهن تي سڙڻ جا نشان

ٻڍاپڻ ۾ ايشور جو ڌيان سکڻ اوکو آهي، پر ننڍپڻ ۾
گهڻو سؤکو آهي.

۲۳۵- پڪل اَنب ٺاڪر کي ڀوڳ لڳائڻ ۽ ٻين ڪمن
ڪاتو ڪم ۾ اچي سگهي ٿو، پر هڪ واريءَ ڪاڻ اَن
کي ٽڪيو ته ڪنهن به ڪم لائق نه ٿيندو. نه اهو ٺاڪر
تي ڀوڳ چاڙهي سگهبو، نه ڪنهن برهمڻ کي ڏني
سگهبو ۽ نه ڪوبه پرش اهو کائي سگهندو. تنهڪري
ٻالڪن ۽ ٻالڪين جون دليون دنيوي ترشنائن جي
ڦندي ۾ ڦاسڻ کان اڳ، ڪين ايشور جي
سيوا ۾ ارپڻ گهرجي. هڪ واريءَ دنيوي ترشنائن سندن
دلين ۾ پير پاتو يا نفساني خواهشن روپي راڪس مٿن
پنهنجو گهاتڪ پاڇو وڌو ته پوءِ ڪين ڌرم جي مارگ ۾
پند ڪرائڻ مها ڪٺن ٿي پوندو.

۲۳۶- ننڍيءَ اوستا ۾ پريم سمورو ئي سالم ۽
اڻ ونڊيل هوندو آهي، پر جڏهن منش شادي ٿو ڪري،
تڏهن گهڻو ڪري سندس اڌ پيار سندس پتنيءَ
ڏانهن ٿو وڃي. پوري جڏهن ٻار ٿا ڄمنس ته چوٿون
حصو انهن ڏانهن ٿو هليو وڃي. باقي بچيل چوٿون حصو،
پتا، ماتا، ننگ، ناموس، ڌاهه، لوڀ، اڀمان، ايمان ۽ ٻين
ڳالهين ۾ ورهائجي ٿو وڃيس. اهڙيءَ ريت وٽس ايشور
کي ارپڻ لاءِ پريم بچي ئي ڪونه ٿو. تنهڪري منش
جيڪڏهن ننڍيءَ اوستا ۾ ئي پنهنجي اڻ ونڊيل هردي
جو لاڙو ايشور طرف ڪندو ته ايشوري پريم پراپت

ڪري، ڪيس سولائيءَ سان پاڻي سگهندو. وڏن سچن لاءِ ايشور پراپت ڪرڻ اهڙو سولو نه لو لڳي.

٢٣٧- **سوال**- سنسار ۾ رهندڙ گيانين ۽ سنسار جو تياڳ ڪيل گيانين جي وچ ۾ تفاوت آهي يا نه؟

**جواب**- ڳالهه مڙئي ساڳي آهي ۽ ٻنهي کي ساڳيو ئي گيان آهي. باقي جيڪي گياني سنسار ۾ رهن ٿا، تن کي هردم ڊپ رهي ٿو. چو ته نفساني ڪشش جي وچ ۾ جيون گهارڻ ۾ ٿاپي ڪالڻ جو ٿورو ڪي گهڻو امڪان رهي ٿو. ڏونهي سان ڪاري ليل ڪوٺيءَ ۾ رهبو ته ڪجهه نه ڪجهه ڪارنهن ضرور لڳندي، پوءِ ڪٿي ڪيتري ته خبرداري ولجي.

٢٣٨- گرو مهاراج ڪنهن هڪ شخص کي چيو: "پنهنجي جيون جو دولت سمو سنسار ۾ گهاري، هاڻ نڪتو آهين ايشور جي ڳولها ۾! ايشور کي پراپت ڪرڻ بعد سنسار ۾ گهڙين ها ته جيڪر ڪيتري نه شانتي ۽ آنند پراپت ٿيئي ها!"

٢٣٩- **سوال**- ساتوڪ، راجسڪ ۽ تامسڪ پوڄا ۾ ڪهڙو فرق آهي؟

**جواب**- جيڪو منش سچيءَ دل سان ۽ ٻيا ڪنهن ۾ ڏيکاءُ وڪاءُ ۽ آيمان آڊمبر جي ڀڳتي ڪري ٿو، سو **ساتوڪ ڀڳت** آهي. جيڪر منش لباڪر پوڄا لاءِ پنهنجي گهر کي سينگارڻ لي گهڻو ڌيان ٿو ڏئي ۽ ناچ اڳي پاپ گهڻو گرڙ گنبوڙ ٿو ڪري، ۽ ٻڍيءَ ستايءَ

مجلس ڪرڻ لاءِ وڏي پيماني تي پربنڌ ٿو ڪري سو
**راجسي ڀڳت** آهي- جيڪو پرش ٻلِستان تي هزارين
نردوش ٻڪرا ۽ گهيٽا ٻل ٿو چاڙهي ۽ پيٽا لاءِ شراب
۽ ڪباب ٿو تيار ڪرائي ۽ اپاسنا ڪندي رڳو ناچ گاني
۾ ئي مگهن رهيٿو، سو **تامسي پوڄاري** آهي.

## سچي ساڌڪ جا لڇڻ

٢٤٠- چقمق سوين سال پاڻيءَ اندر رهڻ سان ب
پنهنجي اندروني اگني ڪين وڃائيندو آهي. رڳو تي
گهبس تہ هڪدم چمڪندڙ چڻنگ جهلڪو ڏيئي نڪري
ايندي. سچو ڀڳت ب اهڙيءَ ريت پنهنجي نسچي ۾
استر رهي ٿو. سنسار جا ڪٽي سيئي وڪار چوطرف
گهيرو ڪري وڃنس، تہ ب هو ايشور لاءِ پريم ۽ نسچو
ڪين وڃائي ۽ ايشور جي نالي ٻڌڻ سان ئي ڀڳتي ڀاو
۾ رنگجي وڃي.

٢٤١- جيئن سون ۽ پتل جي پرک پارس سان ڪبي
آهي، تيئن ڪشٽن ڪليشن، گلا خواريءَ وقت سچي ۽
ڍونگي ساڌن جي وچ ۾ فرق پرسڌ ٿي پوندو آهي.

٢٤٢- ريل گاڏيءَ جي انجڻ ڳري بار سان ستيل
گاڏن کي ب سولائيءَ سان گهلي ويندي آهي. ساڳيءَ
ريت ايشور جا پيارا بالڪ پنهنجي نشچي ۽ ڀڳتيءَ ۾
استر رهي، ڪشٽن ڪليشن ۽ ڪٺين ڪارن هوندي ب
پيون ڪانڊ ۾ ڏکيائي محسوس ڪين ڪندا آهن. تہ

ساڳيءَ ريت پرمهنس ۽ ساڌو به چڱي ڪي لڱي ڪان الڳ ڪندا آهن.

٢٤٨- لڱ سان وهندڙ نديءَ جو پاڻي، ڪن هنڌ ڪُنن ۾ پيو چڪر لڳائيندو آهي، پر ڪنن مان نڪري وري سڌو ۽ تکيءَ رفتار سان وهندو آهي. تهڙيءَ ريت ڀڳت جي دل ۾ مايوسيءَ، دک ۽ شڪن شبوهن روپي ڪنن ۾ هر هر ڦاسي پوندي آهي؛ پر اها حالت گهڙي ساعت هلندي آهي؛ گهڻو جٽاءُ ڪونه ڪندي آهي.

٢٤٩- ڀڳت ڪي ٻل ڪٿان ٿو ملي؟ هُو ايشور جو ٻالڪ آهي. هن جا ڀڳتيءَ سندا لڙڪ ئي سندس ٻرپل شستر آهن.

٢٥٠- ننڍو ٻچي جيئن وڏيڪ ڪنهن، ليئن خارس وڏندي ۽ وڏيڪ فرحت پئي ايندي. ساڳيءَ ريت ايشور جا ڀڳت سندس گڻ ڳائڻ ۾ ٿڪجن ئي ڪونه.

٢٥١- هري نام يا رام نام ٻُڌڻ سان جنهن منش جا روم روم ڪڙا ٿي پون ۽ جنهن جي نيڻن مان پريم سندا لڙڪ لڙي اچن، تنهن جو پاڻ نه هيءَ آخر جنم آهي.

٢٥٢- اُپوتر استري جيڪڏهن ڪنهن ساڌ سنت کي هر ڪا نڻ جي ڪوشش ڪري، پنهنجي اُچڙي نظر اُنس اُڇلائي، ته ڇا ٿيندو؟

جئن پڪل آنب کي نپوڙڻ سان ڪل هٿ ۾ رهندي؛

باقي ڳڙ ۽ ڪور ڪسڪي ويندي ۽ لڻن ساڌ سنت جو
من ۽ ايشور طرف لڳي ويندو باقي پليان پنهنجو جسم
ڇڏي ويندو ۽ پل اڌا استري اُلس وس ھلائي.

٢٥٣- سچو ڌارمڪ پرش اھو ئي آھي جو لوڙي
اڪيلو ھجي ۽ ڪوبہ ڪيس ڏسي نہ سگهي، ۽ بہ ايشور
کي سمڪ سمجهي پاپ کان پاسو ڪري. جو اڪيلي
بن ۾ انساني نگاھ کان پري ھوندي بہ ائين سمجهي
ته ايشور مونکي پسي رھيو آھي ۽ انهيءَ ڀڙ ۾ نازنڙي
ڪنڊڙ جوان استريءَ طرف ڇڪجي نہ وڃي ۽ ھن
ڏانهن ٻيڙي نگاھ سان نہ نهاري، سوئي سچ پچ
ڌارمڪ پرش آھي. جو اڪيلي ۽ وڏران گهر مان سون
جي ليلهي لهي، ۽ انکي پنهنجي ڪم آڻڻ لاءِ لالچ
۾ ڦاسي نہ وڃي، سوئي سچ پچ ڌارمڪ پرش آھي.
ٻر جو ڏوم ساڌن ۽ لوڪن جي ڏيپ وچان رکو ڏيکاءُ
لاءِ ڪري، تنهنکي سچو ڌارمڪ سڏڻ نہ سگهبو.
شالت ۽ ايڪانت ۾ گهارڻ جو اُديش لئي سچو ڌرم
آھي، ٻر جنهن ڌرم ۾ اُيمان ۽ قربانت آھي، سو پڪو نگہ
۽ مسخري آھي.

## روحاني پرشن جو سنبند

٢٥٤- روحاني پرشن جي ذات پاڻ ئي پنهنجي لئي.
ھوَ سماج جي پندڻ کان پري آھن.

٢٥٥- پتني پنهنجي پتيءَ سان روزمره جهڪا ڳالهہ
ٻولهہ ڪندي آھي، سا سمجهي کي پڌائڻ کان ڪيس

سياويڪ لڄ ايندي آهي. ڪنهن شان ۾ هوءَ اُن جو
ذڪر ڪين ڪندي آهي ۽ نڪي ڪجهه ڪرڻ چاهيندي
آهي. پر جيڪڏهن ڪنهن نموني اُها ڳالهه پولهه ظاهر
ٿي ويندي آهي ته ڏاڍو دل ۾ ٿي پوندو اٿس. هوءَ
پنهنجيءَ گهوريءَ ساهيڙيءَ کي سو ٻيا هيڪ ۽ هڪ
جي اُها پڌائيندي آهي. نه فقط ايترو پر ڪيس پڌائڻ
لاءِ آنڊ ماند ٿي پوندي اٿس ۽ ڪيس پڌائڻ ۾
موج مزو ايندو اٿس. ساڳيءَ ريت ايشور جو ڀڳت به
ايشوري ميلاپ ۾ جيڪو اُپار آنند جو رس چکيندو
آهي، تنهن جو ورڻن سڀني ڀڳت کان سواءِ ٻئي ڪنهن
سان به ڪين ڪندو آهي. وقتي ته اهڙي مهاپرش کي
پنهنجا تجربا پڌائڻ لاءِ آڏ پر ٿيندو آهي ۽ جنهن پيو ڪيس
تنهن آنند پيو ايندو اٿس.

١٥٦ـ ڳائين جي ڌڻ ۾ جي ڪو ڏاريو جانور اچي
پوندو ته سڀئي ڳايون گڏجي اُن کي هڪالي ڪيڏنديون.
پر جي ڪا ڳانءِ ايندي، ته سڀ ڳايون ساڻس ساهيڙي
پائينديون ۽ هڪ ٻئي کي ويهي چمنديون ۽ چٽينديون.
تهڙيءَ ريت هڪ ڀڳت ٻئي ڀڳت کي گڏبو آهي ته
ٻنهي کي اُتي آنند ايندو آهي ۽ هڪ ٻئي کان ڌار
ٿيڻ تي دل ٿي ڪانه ورندي اٿن. پر جيڪڏهن ڪو
هيسي ڪندڙ سندن وچ ۾ اچي وهندو ته هو ڪيس نڪائڻ
جي ڪوشش ڪندا.

٢٥٧ـ ايشور پريمي ايڪانت ۾ گهارڻ ڇو ڪين پسند
ڪندو آهي ؟

پيگ پيدا ٿي ڪي سنگت ڪان سواءِ پيگ پيئڻ ۾ مزو
ٿي ڪونہ ايندو آهي. ست پرش ڪي ٻہ پيگ پيئڻ
جيان ٻين پڪتن جي سنگ ڏاران ايشور جي ٻولڙ نامرچڻ
۾ راحت ڪانہ ايندي آهي.

## سنسار ۾ قاتل ساڌڪ جا اُديش

۲۵۸- چون ٿا تہ حڏهن لنترڪ ساڌڪ، مري ويل
جي روح دوارن اشت ديو جي سمرڻ جو جتن ڪندو
آهي، تڏهن هو ڪنهن تازي انساني لاش تي ويهي،
پنهنجي پرسان ڪاڌو ۽ شراب رکندو آهي. سندس چوڻ
آهي تہ سمرڻ ڪندي، اُن لاش ۾ ڪنهن وقت لاءِ
آهي ساهہ پوندو آهي ۽ هو پنهنجو وات کوليندو آهي،
اُن لاش ۾ جيڪو روح اچي حال واسو ڪندو آهي،
تنهن کي سنتشت ڪرڻ لاءِ اهو ساڌڪ لاش جي قاتل
وات ۾ شراب ۽ ڪاڌو وجهندو آهي. اهڙن ساڌڪن جو
عقيدو آهي تہ جيڪڏهن انهن نہ ڪبو تہ اهو روح
سندن سمرڻ ڪرڻ ۾ رڪاوٽون وجهندو ۽ پرماتما جي
درشن کين نصيب ڪونہ ليندو. ساڳيءَ ريت جيڪڏهن
ڪبر ۽ سنسار روپي لاش تي ويهي، آنند پراپت ڪر
چاهي ٿو تہ ڪيس پهرين دنيوي خواهشن جي چڪ
منهن ڏيڻ لاءِ گهرجن ضروري شين جو سمر ميسر
گهرجي، نہ تہ جبوت جي پڄتين ڳاون ڪري هن
آنڪ ۽ رنڊڪ پئجي ويندي.

٢٥٩- ان ۾ شڪ نہ آهي تہ سنساري جيوت ۾ پئسي ڏوڪڙ جو احتياج ٿئي ٿو، پر اُن لاءِ گهڻي چنتا نہ ڪجي ۽ جيڪي سهجيئي ملي وڃي، تنهن لي سنتشٽ رهڻ سريشٽ ڳالهہ آهي. پيسي ميڙڻ لاءِ منتظر رهڻ ڪين جڳائي. جن پنهنجو جيون ۽ آتما ايشور کي اَرپيا آهن، جي ايشور جا ڀڳت آهن ۽ منجهس اوت اُجهو ورلو اُٿن، تن کي دنيوي ڳالهين جو ويچار ئي ڪونہ ٿئي. سندن ڪمت، اُپت موافق ٿي رهي ٿي. هڪ همت ۾ پئسو اچين تہ ٻئي همت سان خرچيو ڇڏين.

٢٦٠- هڪ گرهستي شش :- گرو مهاراج! وڌيڪ پئسي ڪمائڻ لاءِ جتن ڪريان؟

گرو مهاراج :- هائو، بشرطيڪ پنهنجي ڪٽنب جي ضروري خرچ لاءِ کپ ٿئيئي. پر ڪمائي حق حلال جي ڪجِ. ڇو تہ تنهنجو مقصد آهي ايشور جي چاڪري ۽ نہ پئسو ڪمائڻ. ايشور کي اَرپڻ ڪيل ڌن دولت دوش رهت آهي.

شش :- ڪٽنب قبيلي ڏانهن فرض ڪيستائين پالڻ جڳائي؟

گرو مهاراج :- جيستائين تنهنجي ڪٽنب کي پنهنجي آجيوڪا لاءِ جوڳو ٻرٻند نہ هجي. تنهنجا ڪٽنبي جي پنهنجو پاڻڪي پالي سگهن، تہ تون هتن ڏانهن فرض ادائيءَ کان آجو آهين.

٢٦١- گرو مهاراج ڪن گرهستي ششن کي چيو تہ

پکسي کي کاڌ خوراڪ، لٽي ڪپڙي ۽ آجهي جي، پربند ڪرڻ، اشٽ ديوتا جي پوڄا ۽ ساڌن سنتن جي سيوا لاءِ وسيلو سمجهڻ گهرجي. پر پئسو مڙڻ ٺيڪ نه آهي- ماکيءَ جا مکا پنهنجا مانارا لاهڻ پر سخت محنت ۽ ڪمالا ڪندا آهن ۽ مگر ماڻهو سندن ماکي ڪڍي هليا ويندا آهن. استريءَ جو صفا ليائڪ ڪڍڻي نه ڪريو، پر ڪجهه اولاد ليڻ بعد توهانکي ۽ توهانجي استرين کي ڀاءُ ڀيڻ جيان ٿي رهڻ جڳائي.

۲٦۲- **سوال**- مونکي نه هر وقت روزمره جي کاڌ خوراڪ لاءِ ٿي چنتا لڳي رهي- پوءِ ساڌنا ڪيئن ڪريان؟

**جواب**- جنهن لاءِ ساڌنا ڪندين، سو ئي تنهنجون ضروري گهرجون پوريون ڪندو- ايشور توکي سنسار ۾ موڪلڻ کان اڳ تنهنجي پالڻ پوشڻ لاءِ ٿمر جو پربند ڪيو آهي.

۲٦۳- جاين جڳهون، ڪتب قبيلو، پار ٻچا، لوڙ وقت ڀاڳوت رهن ٿا- اهي ڪڻ پيگر آهن- ڪنجيءَ جو وڻ باڻ سرسبز آهي- پوءِ جي اُن مان هڪ پڻ ڪارڪ ڪري اچي ٻيت پوي ته ڏک ڪرڻ نه جڳائي.

۲٦۴- جن سنياس اختيار ڪيو آهي، تن لاءِ ٿي ڪيول "ڪامني ۽ ڪنچن" جو ليائڳ لازمي ٿهرايل آهي. سنياسين کي، استرين جي تصويرون ڏانهن به نهارڻ نه جڳائي- چٽيءَ جيڙين لذيذ شين کي ڏسڻ يا چکڻ نه

ڀوڳي رهيو، رڳو خيال ڪرڻ سان ئي واٽ پاڻي ٿي ويندو آهي. پر اهو ڪن قاعدو رڳو سنياسين لاءِ آهي ۽ نه اوهان (گرهستي شش) جهڙن سنساري ماڻهن لاءِ. گرهستي شش ڀل استرين جي وچ ۾ وڃن، پر سندن من ۾ ممتا ٻنا ايشور ۾ لڳل هئڻ گهرجي. من کي ممتا ٻنا ۽ ايشور ۾ لڳائڻ لاءِ چڱو آهي ته ڪين گهٽي ويل ايڪانت ۾ گهارڻ گهرجي ۽ سچي گيان پراپت ڪرڻ خاطر ايشور کي اڙ ڦندڙ هردي سان آرادنا ڪرڻ گهرجي. اهڙي ايڪانت جي جڳهه ۾ ڪين وڏيڪ نه ته گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڏينهن يا جي ٽي ڏينهن به نه، ته گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڏينهن ته گهارڻ گهرجي.

جيڪي گرهستي شش پرڻيل آهن، تنکي هڪ ٻه ٻار اتپن ڪرڻ بعد پنهنجي زال سان ڀاءُ ڀيڻ جيان رهڻ گهرجي ۽ هردم ايشور کي پرارٿنا ڪرڻ گهرجي ته ٻنهي کي سگهه ۽ ست ڏئي جيئن آلمڪ ۽ آتم سنجم جي جيون گهاري سگهن.

٢٦٥ـ سنسار ۾ ڀل رهجي پر سنساري ٿيڻ نه گهرجي. جيئن چوڻي آهي ته ڏيڏر کي ڀل نانگ اڳيان نچائجي کڏائجي، پر خبرداري وٺڻ گهرجي، جيئن نانگ يڏر کي ڳهي نه وڃي.

٢٦٦ـ ٻيڙي ڀل پاڻيءَ ۾ بيٺي رهي، پر پاڻيءَ کي يءَ اندر ٻيهڻ نه ڏجي. ساڌڪ به ڀل سنسار ۾

رهي، ۽ سنساري ترشنائون سندس اندر ۾ رهڻ نه ڪورجن.

٢٦٧- جيڪڏهن ڪير گرهستيءَ جي جيون گذاري رهيو آهي ته اُن ۾ ڏڍو ٻولو ڪونهي. ۽ ڪيس رڳو ايشور ۾ من لڳائڻ جڳائي. هڪ هٿ سان هاڄ ڪجي ۽ ٻئي سان ايشور جا چرن پڪڙجن. جڏهن سنساري ڪار ڪرمن کان خلاص ٿئي تڏهن ٻنهي هٿن سان ايشور جا چرن جهلي پنهنجي هردي سان قابو ڪرڻ گهرجن.

٢٦٨- جو ماڻهو سنسار ۾ رهي ٿو اُن جي ترشنائن کان آجو آهي، تنهن جي استٿي ڪهڙي ٿي ٿئي؟

هو جل ۾ ڪنول جي گل جيان يا پوسل واريءَ زمين ۾ رهندڙ مڇيءَ جيان آهي. پاڻي اُن گل کي ٻسائي نه ٿو سگهي ۽ اڪي گپ مڇيءَ جي چلڪندڙ چمڙيءَ تي داغ ڪري ٿي سگهي.

٢٦٩- جيڪڏهن ڪير ڪٽنبي آهي ته اُن لاءِ ڪيس چنتا يا فڪر ۾ رهڻ نه جڳائي. ڪيس ته مرهه ٿي، ايشور ۾ پنهنجو من لڳائي، پنهنجا فرض ادا ڪرڻ گهرجن. جنهن جنهن ماڻهوءَ کي ٻليءَ ٿي ٻلهاڙي هوندي آهي، سو پنهنجي مٽن مائٽن يارن دوستان سان ٻهر ٻالهيون ٻولهيون ڪندو آهي، ليڪا چوڪا نه پيو لاهيندو آهي، ته ۾ سندس من هر دم پنهنجي دود ۾ ٿي ڪتل هوندو آهي.

٢٧٠- جيڪڏهن ڪنهن انسان کي ورپک شڪتي ۽ ويراڳ وريل آهي ۽ ساڳ ساڳ ڀڳتي ڀاءُ نه آهي، ته

پن پن پرڪارن جا ساڌڪ ۽ سندن آدرش ١١١

هنکي سنسار ساگر ۾ رهندي ۾ نڪا لهر نڪي لوڏو.

٢٧١- **سوال**- سنسار ۾ کهڙيءَ ريت ورتڻ جڳائي؟

**جواب**- سڀ ايشور اَرپڻ ڪري، هنجي. پاڻي ۾ پنل رهي. پوءِ تنهنجا سڀ دک درد دور ٿي ويندا ۽ اَنيڙ ٿيندءِ ته سڀ ڪجهه ايشور جي اِڇا سان ٿي ٿي رهيو آهي.

٢٧٢- گرهستيءَ ڪي ۾ ايشور جو درشن نصيب ٿي سگهي ٿو؛ جيئن راج رشي راجا جنڪ کي ٿيو. پر بن ڪمائيءَ، راجا جنڪ جي پدويءَ تي پهچي ڪونه سگهبو. جنڪ ته ڪيترا سال سنسار جي گوڙ گمبوڙ کان پري ٿـي، ايڪانت ۾ گهاري، تپسيا ڪئي. تنهنڪري سنساري جيوَ ايشور کي پاڻڻ لاءِ ڪڏهن ايڪانت ۾ وڃي گهارين ته اُن ۾ سندن اَزخود ڪلياڻ ٿيندو.

٢٧٣- هڪ پيري برهم سماج جي ڪن ڇوڪرن مونکي ٻڌايو ته اسين جنڪ جي مثال جي پيروي ڪري رهيا آهيون. اسين سنسار ۾ گهاريون ٿا، ٻلڪ اُن سان موه بنهه ڪونه اٿئون. مون کين چيو ته پاڻکي جنڪ سمجهڻ سولو آهي، پر سچ پچ جنڪ ٿيڻ نهايت ئي مشڪل ڳالهه آهي- سنساري وشين وچ هلبو چلبو ته سياڻپ اُنهن جو گندو اثر ۾ ضرور پوندو. جنڪ شروع ۾ ڪئين گهور تپسيائون ڪيون! آءٌ هريرو اها صلاح نٿو ڏيان ته اوهان ۾ گهور تپسيائون ڪريو. پر اوهانکي يڪتي ساڌن ڪرڻ گهرجن ۽ ڪجهه وقت ڪنهن سانتيڪي آستان ۾ ضرور گهارڻ گهرجي. گيان ۽ يڪتي

ڀائين. جنڪي تون پڌهنجو تو سمجهين، سي ته ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن گذر ڪري ويندا. رڳو ايشور کي تي سچ پچ پنهنجو ڄاڻ. هو تنهنجو سڀ ڪجهه آهي. انکي پراپت ڪرڻ لاءِ تي، توکي لوري لڳڻ جڳائي.

٢٧٦- ڀڳتي يا ساڌنائن ڪرڻ ويل انهن ماڻهن کان دور رهڻ گهرجي، جي اهڙين ڳالهين تي ٺٺوليون ڪندا هجن. انهن کان به پري رهه جي پوڄا ۽ پوڄ پرشن تي چٿرون ڪندا هجن.

٢٧٧- هٿ جي ترين کي تيل مکي پوءِ ڪٽهل ويڙهو ته اُن ميوي مان جيڪا کير جهڙي رس نڪرندي، سا هٿن کي لڳي ڪين پوندي ۽ نڪي هٿن ۾ لڳ لڳ تي پوندي. ساڳيءَ ريت ايشور ڀڳتي روپي تيل هٿن کي لڳائي، پوءِ ڌن دولت ۽ دنيوي ڳالهين وچ ۾ رهبو، ته آهي رتيءَ ماتر به اثر پيدا ڪونه ڪندا.

٢٧٨- قطب نما جي سئي سدائين اتر ڏيکاريندي آهي؛ جنهنڪري جهاز ڪڏهن به پنهنجو رستو ڪين ڀلندا آهن. ٺهڙيءَ ريت منش جي هردي جو لاڙو ايشور طرف هوندو، ته سنسار ساگر ۾ غرق تي ڪونه سگهندو.

٢٧٩- لڪچپ راند ۾ جيڪڏهن هڪڙو رانديگر ڏهائيءَ کي هٿ لائڻ ۾ ڪامياب ٿيندو آهي، ته پوءِ

جيڪو سنڌس ٻليان ٻوندو آهي، سو ڪيئن "چور"
ڪري ڪوٺي سگهندو. ساڳيءَ ريت ايشور کي هڪ
ڀيرو ڀيٽڻ سان اسين سنسار جي ٻنڌڻ ۾ وڌيڪ ڪونه
رهنداسون. جيئن ڌاڻيءَ کي هٿ لائڻ کانپوءِ رانديگر
جيڏانهن چاهي تيڏانهن وڃي سگهندو آهي؛ سنڌس
ٻليان ٻئي ڪيس "چور" ڪري ڪونه سگهبو آهي،
تهڙيءَ ريت سنسار روپي راند گاهه ۾، جنهن منش
ايشور جا هڪ ڀيرو چرڻ ڇهيا آهن، تنهنکي ڪوبه
ڀؤ ڀولو ڪونه رهندو، هو سنساري انتظارن ۽ چنتائن
کان آجو ٿي ويندو ۽ ڪجهه به کيس ٻنڌڻ ۾ وجهي
ڪونه سگهندو.

٢٨٠- واڳون کي ٻاٽيءَ ۾ ٽوڙڻ ۾ راحت ۽ فرحت
ايندي آهي، پر اُتا ڪو واڳو پنهنجو سس ٻاهر ٿس
ڪيندو آهي ته شڪاري اُنس پنهنجي بندوق جو نشانو
ڪندا آهن. ان ڪري لاچار کين ٻاٽيءَ اندر ئي رهڻو
پوندو آهي ۽ مڃاجري ٿي نڪري ڪونه سگهندا آهن.
مگر ڪو سٺو موقعو ملي ويندو آهن ته شرڙاٽ ڪري
ٻاهر نڪرندا آهن ۽ ٻاٽيءَ ۾ موج مزي ۾ پيا ترندا ۽
لڙهندا آهن. تئين سنسار ۾ غافل ڪي منش به آنند
روپي ساگر ۾ ترڻ لاءِ ترسندا آهن، پر ڪٽنب جي ڇڪ
کين روڪيندي آهي، ته به کين آس اميد لاهڻ نه
کپي. جڏهن به فرصت ملي ته کين وڃي ايشور کي
[illegible] سان پرارٿنا ڪري، کيس پنهنجا ڏک درد

ٻڌائڻ گهرجن. وقت ايندو جو ڪين هو مڪتي بخشيندو ۽ آنند روپي ساگر ۾ ٽڙي سگهندا.

٢٨١- لاچاري حالتن هيٺ عيش عشرتن جي آستان ڏانهن وڃڻو پوينئي ته، اُن وقت الوڪڪ ماتا کي ياد ڪندو ڪر. تنهنجي هردي اندر ڪي به بڇڙايون هونديون ته هوءِ اُنهن کان ۾ توکي بچائي ونندي، ماتا جي حاضري ۾ ڪمن ۽ بڇڙن خيالن ڪرڻ کان توکي شرمائيندي.

٢٨٢- سنسار ۽ ايشور ٻنهي کي ڪهڙيءَ ريت سان سلوڪ ۾ رکي سگهبو؟

واڍي جي استري ڪيئن نه انيڪ ڪمن ۾ رڌل هوندي آهي. هڪ هٿ سان اکريءَ ۾ ساريون چڙهيندي آهي ته ٻئي هٿ سان ٻار کي ٿڃ ڏارائيندي آهي ۽ ساڳئي وقت ساڙين جي تُهن لاءِ گراهڪ سان سؤدو به ڪندي آهي. اهڙيءَ طرح گهڻيئي ڪم ڪندي به سندس من هڪ ئي ڳالهه ۾ لڳل هوندو آهي ته جئن مهري سندس هٿ کي لڳي ڪيس زخمي نه ڇڏي. تون به سنسار ۾ اهڙيءَ ريت گهار. ڪيس هردم ياد ڪندو رهه ۽ سندس مارگ مان ٿڙي نه وڃ.

٢٨٣- جئن ڪو ڇوڪر ٿنڀي يا ٿوٽيءَ کي پڪڙي انجي چوگرد تيز رفتار سان ڀيو ڦيرا پائيندو آهي، ۽ ڪري پوڻ جو ڪو ڀپ ڊاءُ ڪونه ٿيندو اٿس، تهڙيءَ

رہت لون ۽ ايشور ۾ چت اسٿر رکي، سنساري ڪرلو
پل پاليندو رهي. ٻوء ڪڏهن ۽ خوف خطوي ڪا
چنل رهندا ان.

۲۸۴- پارسہ ورش ۾ گونالون ڇوڪريون پنهنجي
مٿي تي چار پنج دلا هڪ ٻئي مٿان کنديون آهن
وات ويندي هڪ ٻئي سان پنهنجي دکن سکن بابت
ڳالهيون ٻولهيون بہ ڪنديون ويندون آهن ۽ لنهن
هوندي ۽ پاڻيءَ جو هڪ ٿڙو ۽ هيٺ ڪرڻ نہ ڏينديون
آهن. پرمارٿ جي مارگ تي هلندڙ پانڌيئڙي کي ب
انهيءَ رہت هلڻ گهرجي. ڪيس سنڀالڻ گهرجي، جيئن
ڪڏهن ۽ حالت ۾ سندس هردو نيڪيءَ جي راهہ کا
ٿري نہ وڃي.

۲۸۵- بدڪار عورت گهرو ڪم ڪار ۾ رڌل هوندي
۽ سمورو وقت پنهنجي پريتم جو ويچار ڪندي رهندي
آهي. سنساري ماڻهو بہ پلي دنيوي ڪم ڪارن
لڳو رهي، پر ڪيس پنهنجو هردو ايشور ۾ لڳالي
رکڻ گهرجي.

۲۸٦- دولتمند جي گهر ۾ داسي جيتوڻيڪ من کي
من ۾ ڄاڻندي آهي تہ مالڪ جي ٻار تي منهنجو ڪو
حق ڪونهي، تہ ۽ انکي پنهنجي پيٽ ڄائي ٻار جيان
پيار ڪندي آهي. لهڙيءَ رہت منش کي نہ پالڪي
پنهنجي ٻارن جو اہانتدار ۽ سنڀاليندڙ سمجهڻ گهرجي
سندن سچو پتا تہ خود پرماتما آهي.

٢٨٧- رمتو فقير هڪ هٽ سان ستار وڄائيندو آهي، ٻئي سان ڏڪڙ تي ڏڪ هڻندو آهي ۽ ساڳئي وقت راڳ به ڳائيندو آهي. تهڙيءَ ريت اي، سنساري منش! پنهنجي هٿن سان دنيوي ڪم ڪاريون ڪر، پر دل به ايشور جو ناليو ڏياءِ.

٢٨٨- داسي جيتوڻيڪ سمجهندي آهي ته منهنجو گهر ڏوراهين ڳوٺ ۾ آهي ۽ مالڪ جو گهر منهنجو نه آهي ته به واتمان نڪرندو اٿس ته "هيءُ اسانجو گهر آهي." ساڳيءَ ريت هوءَ سمجهندي به آهي ته مالڪ جو ٻار منهنجو نه آهي، ته به ڪيس هيئ ۾ کڻي چوندي آهي ته "منهنجو هري ته ڏاڍو ڏنگو ٿي پيو آهي" يا "منهنجي هريءَ کي فلاڻي شيءِ وڻندي آهي" وغيره وغيره.

مون وٽ جيڪي ايندا آهن، تنکي آءٌ چوندو آهيان ته ان داسيءَ جيئان نرموهه ٿي گذاريو. سنسار سان سنگ نه رکو. سنسار ۾ رهو، پر سنسار جا ٿي نه رهو ۽ ساڳئي وقت پنهنجو من ايشور ڏانهن لاڙيو. ايشور اسانجو بيڙوري آستان آهي، جتان سڀئي اچن ٿا. آءٌ ڪين چوندو آهيان ته ڀڳتيءَ لاءِ پرارٿنا ڪريو ۽ انجي آڌار تي پنهنجي جيون گهاريو.

٢٨٩- اوهانکي پنهنجي ڪٽنب جا ڪاروبار پنهنجا نه سمجهڻ گهرجن- اهي ته ايشور جا آهن- اوهين تنهجي آگيا مطابق هلڻ لاءِ هنجا چاڪر آهيو. جڏهن اوهان ۾

اهو وہچار اسٿر ٿيندو، تڏهن اهو باقي ڪجھ نہ ڪين ڏسندو، جنهنکي پنهنجو ڪري سمجھو.

۲۹۰- سچو ويہ اهو ئي آهي، جو پنهنجي من کي ايشور ۾ لڳل رکي، سنسار جا سڀ فرض پاليندو رهي ٿو. جائنو ماٺهو لي مٽي لي ۽ مٿ بار هوندي، وستي تان لنگهندڙ جيہ ڏسڻ لاءِ ڀي سگهندو آهي.

۲۹۱- جيڪي سنسار ۾ رهي، مکتي پراپت ڪرڻ لاءِ جتن ڪن ٿا، سي اُهي فوجي سپاهين جيئان آهن، جي قلعي جي ديوار پٺيان بي لڙندا آهن. باقي سنياسي، جي ايشور جي ڳولها ۾ سنسار جو تياڳ ڪن، سي اُهي فوجي سپاهين جيئان آهن، جي کليو کلايو جنگ جي ميدان ۾ لڙندا آهن. قلعي اندران دشمن سان لڙڻ کليءَ جنگ جي ميدان ۾ لڙڻ کان وڌيڪ آسان ۽ وڌيڪ سلامتيءَ ڀريو آهي.

۲۹۲- فوجي سپاهي، دشمن جي مقابلي ڪرڻ لاءِ جنگ جي ميدان ڏي وڃڻ کان اڳ پنهنجي پوشاڪن ۾ لڙڻ جو فن سکندا آهن. اُتي ڪين اهي ڏک ڏاڪڙا ڏسڻا ڪري پوندا آهن، جيڪي جنگ جي ميدان تي ڏسندا آهن. تهڙيءَ ريت سنياس جيون جيون تپسيائون شروع ڪرڻ کان اڳ پنهنجي گهرو جيون جي سهوليتن جو فائدو وٺي، پنهنجي آتم اُنتي ڪرڻ ڄڳائي.

۲۹۳- جنهن منش جي دل ۽ دماغي ڳڻ پورن روپ اُنتي ڪئي آهي؛ ۽ هڪ مُوافق ٿيا آهن، سو سچ پچ

وڏڀاڳي آهي. هو هر حالت ۾ چڱيءَ ريت پاڻ موڪيندو، نشڪام شرڌا ۽ ايشور ڀريم ۾ ڀريل هوندي به ٻين سان وهنوار ۾ ڪا به ڪوتاهي ڪانہ ڏيکاريندو. سنساري ڳالهين ۾ ڀورن دنيوي ماڻهو ڏسڻ ۾ ايندو. ودوانن جي ميڙ ۾ اوچ ودپا جو ڄاڻو ثابت ٿيندو. واد وواد ۾ دليل ڪرڻ جي عجيب شڪتي ڏيکاريندو. پنهنجي ماءُ ٻيءَ جي آڳيا ۾ رهي، ڪين ترب ڏيکاري، پنهنجي ماتين ۽ مترن سان ڀريم ۽ ميناج سان هلندو. پنهنجي پاڙيسرين سان دياوان ۽ همدرد ٿي رهندو. ڀلائي ڪرڻ لاءِ هردم تيار رهندو ۽ پنهنجيءَ استريءَ لاءِ ڀريم ديوتا ٿي رهندو. اهڙو ٿي منش لاشڪ ڀري ڀورن آهي.

## سنياسين جا آدرش

۲۹۴- منش جو ڀهريون جنم پنهنجي پتا مان ٿو ٿئي، جڏهن پاڻ سندس ٻيو جنم آهي ۽ سنياس ٿيون.

۲۹۵- منش جڏهن سنساري پدارٿن جي پنيان ڀوي ٿو ته سندس من ڪي آزخود هاڃي ٿي رسي. سنياس جي جيون اختيار ڪرڻ سان ئي انکي درست ڪري سگهبو.

۲۹۶- سنياسي ٿيڻ لاءِ ڪير اڌڪاري آهن؟ جيڪو سنسار ڪي صفا تياڳي ٿو، سياڻي جو خيال نہ ٿو ڪري ۽ ڪيڏن ڪاٿيندس ۽ ڪيڏن ڀهريندس، سو ئي سنياسي ٿيڻ جي لائق آهي. هن جي معزلي انهيءَ ماڻهوءَ

ڇڏڻي هٿ گهرجي، جيڪو ضرورت سمي پنهنجيءَ
حياتيءَ ۽ عضون جي پرواهه نه ڪري؛ اُناهين وٽ جي
چونيءَ تان: پاڻ ڊپ ڊاءُ جي ولي لهو ڏئي.

٢٩٧- بزرگي ۽ سنياسي نانگن ٽيان آهن. نانگ
پنهنجي لاءِ ناڻ ڪو نه ڪوليندو آهي؛ پر ڪوڙلي جي
کوٽيل ٻر ۾ رهندو آهي. جڏهن اهو ٻر رهڻ لائق نه
سمجهندو آهي، تڏهن ٻئي ٻر ۾ لڪوي ويندو آهي.
بزرگي ۽ سنياسي به پنهنجي لاءِ آستان ڪو نه ٺاهين. پين
جي آستانن ۾ پنهنجا ڏينهن گهارين. اڄ هڪ هنڌ ته
سڀاڻ ٻئي هنڌ.

٢٩٨- ساڌو اُن هنڌ ۾ ڏيرو ڪندا آهن، جتي
آس پاس ۾ جهنگل هوندا آهن ۽ ڪاٺ ۽ ٻيٽو آسانيءَ سان ملي
سگهندو آهي (جهنگل يعني ضروري حاجت لاءِ
اڪيلين جڳهون ۽ ڪاٺ ۽ ٻيٽو يعني ٻکيا). ساڌو ٻکيا
لئي ڪي گذر ڪندا آهن، تيئن ڪري هو پنهنجي رهڻ
لاءِ اهي جڳهون چونڊيندا آهن، جتي ڪين ٻکيا سولائيءَ
سان ملي سگهي. ياترا ڪندي جتي لڪبا، اُلي لئي
هڪ ٻه ڏينهن ڊاهو ڪندا، پوءِ ڪٿي اُلي ٻکيا ملڻ جو
پرٻند ڏکيائيءَ سان ٿي سگهي، ... اُلي ڊاهو ڪين
ڪندا، جتي پاڻيءَ جي اڻاٺ هوندي يا ضروري
حاجت لاءِ اڪيلين جڳهون ڪو نه هونديون. اُلهر ڏسجي
جلساڌو اُلي ضروري حاجت وغيره ڪري ڪندا،

ني ڀين جي نظر پئجي سگهي. هو اهي ڪم اڪيلائيءَ
ماڻهن جي اڳ وڃ ڪان گهڻو گهڻو ٻري ڪندا آهن.

٢٩٩- اڳي ڪپڙي تي ننڍڙوئي داغ بدزيبو
لڳندو آهي، تهڙيءَ ريت سنت ساڌوءَ ۾ ٿورڙوئي عيب
روٽي پوندو آهي.

٣٠٠- سنياسي پاڻ ڪٿي پورن ريت نرموهه هجي
۽ پنهنجي حرص حواسن تي پورن ضابطو هجيس، ته ٻه
ٻين ماڻهن لاءِ مثال ٿيڻ خاطر کيس "ڪامني ۽ ڪنچن"
جو سمپورن تياڳ ڪرڻ گهرجي. ڇو ته سنياسين جي
پورن تياڳ جو ماڻهن تي سٺو اثر پوندو ۽ پوءِ هو ٻه
وشين ۽ ڌن دولت جي تياڳ ڪرڻ لاءِ جتن ڪندا.
سنياسين کان سواءِ ٻيو ڪير تياڳ جو سبق سيکاري
سگهندو؟

٣٠١- **سوال**- سچي سنياسيءَ ۽ تياڳيءَ جا ڪهڙا
لڇڻ ٿيندا آهن؟

**جواب**- ٻنهي جو وشين ۽ ڌن دولت سان ڪو ٻه
واسطو ڪونه هئڻ گهرجي. جيڪڏهن ڌن دولت ڏانهن
سندن لاڙو ٿيندو يا ڪين سڀني ۾ ٻه اپوتر وچار ايندا
ته سندن آتمڪ ساڌن وترت ويندا.

٣٠٢- جڏهن سنياس اختيار ڪيو آهي، تڏهن سچي
ساڌوءَ جيان ورتڻ جڳائي. ناٽڪ ۾ ڪين ڏسبو آهي
ته جيڪو شخص راجا جو پارٽ ڪندو آهي، سو راجا
جيان ئي هلندو چلندو آهي ۽ جيڪو وزير جو پارٽ

ين ين پرڪارن جا ساڌڪ ۽ سندن آدرش ۳۳

لاءِ چٽيو نہ هو ناراضپي ڪري سنياسي ٿيو آهي. هن
جو سنياسپڻو ٻاءِ پلڪ لاءِ آهي. ڪيس ڪو وڏي ٻکهار
وارو عهدو ملي ويو تہ سنياس جيون ڇڏي ڏيڻ ۾ ويرم
نہ ڪندو.

۳۰۵- **هڪ شش:-** سچي ساڌوءَ کي ڪيئن سڃاڻجي؟

**گرو مهاراج:-** سچو ساڌو اهو آهي جنهن پنهنجو
سمورو تن من ايشور کي اَرپڻ ڪيو آهي، جنهن ڪامني
۽ ڪنچن جو تياڳ ڪيو آهي. سچو ساڌو استرين کي
دنيوي نگاهہ سان ڪونہ ڏسندو آهي، هو ڪائن پريرو
رهندو آهي ۽ استريون سندس اوڏو ايديون تہ ڪين
ماتا ڪري ڏسندو ۽ ساڻن عزت آب سان ورتندو،
هو هردم ايشور جوئي پيو جاپ جپيندو آهي ۽ سيني
جيون جي خدمت ۾ رڌل رهندو آهي، ڇو ڪہ هو
سمجهندو آهي تہ ايشور سيني جيون ۾ وياپڪ آهي.
سچي ساڌوءَ جا اهي ئي گڻ آهن.

۳۰۶- اُنهيءَ سنياسيءَ ۾ ويسهہ نہ رکجي، جو دوا
درمل تو ڪري، جادو منتر ۽ ڦيڻا تو ڪم آڻي، ڄڻسا
ڏوڪڙ تو وٺي ۽ سلوڪن سان چٽيل بورڊ لڳائي،
پنهنجي ساڌپڻي جو ڏيکاءُ تو ڪري.

۳۰۷- ڪميا ڪرڻ سنياسيءَ جو سچو سياءُ آهي.

—

## پرڪرڻ ٽائون

### آتمڪ جيون لاءِ ڪي نيم

[ ذات پات ۽ پاهريان نيم- مورتي پوڄا-
نيرمت پرائڻ جي اهميت- ساڌن جو سنگ-
هري نام اچارڻ ]

---

### ذات پات ۽ پاهريان نيم

۳۰۸- پاڻ ۽ روپ، اندر جي پاون ۽ پاهرين لڇڻ
کي پڻ مان ڏيڻ جڳائي.

۳۰۹- سارين ۾ جيڪي چانورن جا ڪڻا لين ٿا،
تن مان ٿي سلا نڪرن ٿا. تن کي ڪاٺ اهميت ڪانه
ليندي آهي. پر جي ڇڙيل چانور پوکيا وڃن
ته انهن مان سلو ٿي ڪونه اڀرندو. فصل پيدا ڪرڻ لاءِ
چانورن کي ڇلن سميت پوکڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪنهن
کي کائڻ لاءِ چانور گهرجن ته سارين جا ڇلا لاهي ڪاڍجن.
ڀڳتيءَ رهت ڌرم کي زور وٺائڻ ۽ لمه قائم رکڻ لاءِ
ڪرياڪرم ضروري آهن. اهي ڇڻ ڇلا آهن، جن جي
اندر ستيه روپي چانور پيل آهن. انڪري هرهڪ جيو

ڪي ڪريا ڪرم ڪرڻ گهرجي، جيئين انهن ۾ سمايل ستيہ کي وچي پائي.

۳۱۰- سڀ، جنهن ۾ اُملهہ موتي سمايل آهي، تنهن جو ملهہ ڪي ڪين آهي، پر موتيءَ جي وڏڻ ويجهڻ لاءِ سپ تمام ضروري آهي. جنهن موتي هٿ ڪيو آهي، انهيڪي سپ شايد ڪنهن ڪم نہ اچي. تهڙيءَ طرح جنهن منش پرم اُلم ستيہ يعني پرماتما پراپت ڪيو آهي، تنهن لاءِ ڪريا ڪرم ضروري نہ آهي.

۳۱۱- شاسترن ۾ ڄاڻايل رِيتن رسمن تي هلڻ ضروري آهي، پر آلمڪ اُنتي ڪرڻ بعد انهن تي هلڻ ضروري ڪونہ آهي. آلمڪ اُنتيءَ بعد تہ من وچي تو ايشور ۾ کُپي ۽ پوءِ ساڻس ميل ميلاپ ٿئي.

۳۱۲- ڦٽ ڦِڦا ڇِڻي وڃڻ بعد ڪرنڊ پنهنجو پاڻ ڪري پوندو آهي؛ پر جيڪڏهن اڳي تي لاهي ڇڏبو تہ ڦٽ مان رت وهندو. ساڳيءَ ريت ايشوري پرڪاش جي پير پاٽڻ سان ذاتي پات جا سڀ ڀيد غائب ٿيو وڃن؛ پر اَگياني ماڻهن کي انهن ڀيدن کي نظر انداز ڪرڻ نہ گهرجي، جو متان ان ڪري ڪي اُگرا نتيجا نڪرن.

۳۱۳- جو ميوو وڻ تي پچي، اُزخود ڏرتيءَ تي ڪري ٿو سو نهايت ئي مٺو ٿيندو آهي. پر جيڪو ميوو پٽي ۽ پال ۾ وجهي پچائبو آهي، سو اهڙو مٺو نہ

لبندو آهي ۽ ستت ني ڪرمانجي وبندو آهي. ساڳيءَ ريت جنهن پورنتا پراپت ڪئي آهي ۽ سڀني شين جي هيڪڙائي اُنڀؤ ڪئي آهي، تنهن ڪان ذات پات جا بندن پنهنجو پاڻيهي دور ٿي ويندا آهن، پر جنڪي اهو آتم اُنڀؤ ڪرڻ ليو آهي، سي بين پر اوُچ ۽ نيچ جي ڀيد ڏسڻ ڪان آجو ني ڪين سگهندا آهن ۽ ڪين ذات پات جي بندن جي پيروي ڪرڻي پوندي آهي، پر جيڪڏهن ڪو شخص ان اگيان جي حالت ۾ ذات پات جا ڀيد ترڪ ڪري، چڙواڳ جيون لو رهي ۽ پوءِ پورنتا حر پولنگ لو ڪري، ته اهو ڪچي ميوي مثل آهي، جو ڀال ۾ وجهي پچايو ويو آهي.

۳۱۴- جنهن آتم گيان پراپت ڪيو آهي، تنهن لاءِ جڻيو پائڻ ضروري نه آهي. آتم گيان پراپت ٿيڻ بعد سڀ بندن آزخود ٽٽي ٿا پون. پوءِ برهمڻ ۽ شودر، اوُچ ذات ۽ نيچ ذات وچير ڀيد ميٽجي لو وڃي. جڻيو، جو اوُچ ذات جي نشاني آهي، سو پنهنجو پاڻ ڪري لو پوي. پر جيستائين منش ۾ ڀيد ڀاءَ جو احساس آهي، تيستائين ڪيس پاڻيهي جڻيو جهڙي ڇڏڻ نه گهرجي.

۳۱۵- طوفان لڳڻ وقت انجير جي وڻ ۽ ٻڙ جي وڻ جي وچير ڪو تفاوت ڏسي ڪونه سگهبو آهي. ساڳيءَ ريت پورڻ گيان روپي طوفان لڳڻ وقت ذات پات جو ڀيد ني متجي ويندو آهي.

۳۱۶- سچو ڀڳت ايشوري پريم جو پيالو پيئڻ بعد

نشتيءَ جيان آهي ۽ انڪري نيتيءَ انوسار نيمن تي
هر وقت هلي ڪين سگهندو آهي.

٣١٧- هڪ ڀيري ڪرشنا ڪشور پڇيو ته "اوهان
جٽيو ڇو لاهي ڇڏيو آهي؟"

جڏهن مون ۾ [ايشور درشن ۽ آتمڪ انڀؤ دواران]
هيءُ ڦيرو آيو، تڏهن جڻ ڀيانڪر طوفان سڀ ڪجهه
اڏائي ڇڏيو. جهونا نشان ٻهارجي ويا. خود پاهرين
سرت به ڪانه رهي. پوءِ جٽيو يا خود ڪپڙي ٽڪر
جو آءٌ اوڍيندو هوس، تنهن جي سنڀال ڪهڙي لهي
سگهندس؟ ايشور انڀؤ ۾ اهڙي ته سڌ بڌ هلي ويم،
جو هڪ ڏينهن ڪيترو وقت ننگو ويٺو هوس ته اها
به ڄاڻ ڪانه رهيم. تنهنڪري ڪرشنا ڪشور جڏهن
جٽي لاهي ڇڏڻ ڪري مونکي تنبيهه ڪئي ته مون
فقط چيو ته "هڪ واريءَ جڏهن ايشور مستيءَ ۾
ايندا، تڏهن سڀ ڪجهه صاف ڏسڻ ۾ ايندءِ."

٣١٨- جي رام نام جپين ٿا، سي ڌرماتما آهن.
ڪرشنا ڪشور پرم هندو سداچاري برهمڻ هو، برنداون
جي تيرٿ ياترا به ڪري آيو هو. هڪ ڏينهن رستي
تي کيس پياس لڳي. کوهه ڀرسان بيٺل هڪ شخص
کي چيائين ته "ٿورو پاڻي ته ڀري پياريندم." ان شخص
جواب ڏنس ته "آءٌ نيچ ذات جو آهيان ۽ اوهين براهمڻ
آهيو؛ تنهنڪري توهان لاءِ پاڻي ڀرڻ يوڳيه نه آهيان."
ڪرشنا ڪشور چيس "چؤ رام. رام نام اچارڻ سان

بولو ٿي ويندا ٿا." اُن شخص رام نام اُچاريو ۽ ٻوءِ پاڻي
ڀري آيو. ڪرشنا ڪشور، جو ٻڪو براهمڻ هو، تنهن
اهو پاڻي پيتو. ڀڳوان جو نام اُچارڻ سان منش جو من
۽ ديهہ سڀ شڌ ٿي وڃن ٿا. پوءِ پاپ ۽ نرڪ وري
ڇاجو؟ هڪ ڀيرو رام نام اُچارڻ سان ڪو برا ڪرم وري
ڪونہ ڪندو ۽ ايشور نام ۾ ٿي وشواس رهندس.
ڪرشن ڪشور جو وشواس ڪيڏو نہ پرٻل هو.

۳۱۹- جيئن نشئي وقتي ڪرت مٽي ٿي پاڻيندو
آهي، تہ وقتي اُن کي سُتڻ ڪري ڪتب آڻيندو آهي،
ليڪن ايشور مستيءَ ۾ منش بہ اهڙيءَ طرح ورلندو آهي،
جڻ ٻاهرين سنسار جي شناس ٿي ڪاٿہ الس.

۳۲۰- هن سمي جا ماڻهو هرڪنهن ڳالهہ جي لتوَ
جو اُلڪو رکن ٿا. هو ڌرم جي لتوَ کي مڃين ٿا ۽ ٻر
ڪرپا ڪرم، وڏين، سڏائتن ۽ متن کي ڪونہ ٿا مڃين.

۳۲۱- مڇي ڪاليدڙ مڇيءَ جي منڍي ۽ ٻڇي
اُڇلائي ڇڏيندا آهن، باقي پيٽ جو نرم ٽڪر ڪائيندا
آهن. ساڳيءَ ريت ايشور جي براهين قانونن ۽ آگيائن
مان ڪهت وڏايون ڪنهي ڇڏڻ گهرجن، جيئن هاڻوڪي
سمي سان لهڪي اچن.

## موريتي پوڄا

۳۲۲- جڳهہ جوڙائڻ وقت اوساري ڪرڻ لاءِ لختا
ٻڌڻ تمام ضروري آهن، پر جڏهن جڳهہ لهي راس
ٿيندي آهي، تڏهن لختن جو ڪبہ ڪونہ ليندو آهي.

ساڳيءَ ريت مورتي پوڄا شروع ۾ ضروري آهي ۽ نہ پوءِ.

٣٢٣- ڪوبہ ماڻهو جڏهن لکڻ سکندو آهي، تڏهن اول وڏا اکر لکندو آهي ۽ پوءِ ننڍا اکر لکڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، ليڪن منش کي بہ پهرين آڪار (مورتين) تي ڌيان لڳائي، پوءِ نراڪار جو چنتن ڪرڻ گهرجي.

٣٢٤- ڪوبہ ماڻهو جڏهن بندوق هلائڻ سکندو آهي، تڏهن پهرين وڏين شين تي گوليون ڇوڙيندو آهي. جڏهن همٿ هوندو ويندو اٿس، تڏهن ننڍين شين تي بہ وڌيڪ ۽ وڌيڪ آسانيءَ سان نشان ڪري سگهندو آهي. ساڳيءَ ريت من جڏهن آڪار (مورتين) تي ڌيان لڳائڻ تي هري ويندو آهي، تڏهن ان لاءِ نراڪار وستن تي ڌيان لڳائڻ سولو ٿيندو آهي.

٣٢٥- جيئن مٽيءَ مان ٺهيل ميوو يا هاٿي منش کي سچي پچي ميوي ۽ جيئري جاڳندي هاٿيءَ جي يادگيري ڏياريندا آهن، تيئن مورتين جي پوڄا ايشور جي يادگيري ڏياريندي، جو نراڪار ۽ اَنادي آهي.

٣٢٦- گرو مهاراج هڪ پيري پنهنجي هڪ شش کي چيو "لون مٽيءَ مان ٺهيل مورتين جو ذڪر ڪري رهيو هئين ۽ اهي بہ ضروري آهن. اهي انيڪ پرڪارن جون مورتيون، جي پوڄا لاءِ ڪتب اچن ٿيون، سي جدا جدا ماڻهن کي آلمڪ اُنتيءَ جي جدا جدا منزلن

کي ضروري ڪين ٿيون.

۳۲۷- ماتا پنهنجي ٻارن خاطر ڪاڏي جون شيون اهڙيءَ ريت تيار ڪنديون آهن، جيئن هرهڪ ٻار کي جهڙي وڏي ۽ وڻندڙ هجي، سو ملي. ڪيس پنج ٻار هوندا ۽ ڪي هنجي وڏو ڪرڙو ننڍڙو هوندس ته انهن طرحين طعام تيار ڪندي. هرهڪ ٻار کي سندس پسنديءَ موجب ورهائي ڏيندي. هڪ کي مڇيءَ جو ٻلاءُ، ٻيو جنهنجو هاضمو گهٽ هوندو، تنهن کي سوپ، ٽئين کي ترڪي، ڪنهن کي دال، ڪنهن کي پڪل، اهڙيءَ ريت هرڪنهن کي سندس هاضمي آهر جدا جدا نمونا تيار ڪري ڏيندي. ماڳيءَ ريت آلمڪ ڪانڪين لاءِ ٻه پات پوجا جا جدا جدا نمونا ٺهرايل آهن.

۳۲۸- هڪ شش- اهو سچي سگهيجو ته ايشور ساڪار آهي، ته ٻه گهٽ ٻرگهٽ هوءُ متيءَ يا پٿر جي مورتي ته نه آهي، جنهنجي لوڪ پوڄا ڪن ٿا؟

گرو مهاراج:- انکي متيءَ جي مورتي جو لوڪري ڪرين؟ اها پٿر يا متي نه آهي. چيتن مورتي آهي. ايشوري مورتي آلر لتڙ مان ٺهيل آهي.

۳۲۹- هڪ ٻيري گرو مهاراج ڪيشب چندرسين، جو ان زماني جو وڏو مورتي پوڄا جو ورودي هو، تنهن کي چيو "هيءَ مورتيون تنهنجي من ۾ متيءَ ۽ پٿر جو وچار جو ٿيون اٿئي ڪن؟ جو ڪين ٿو انهن

مورتين ۾ آنادي، آنند ميہ، سرو چيتن ماتا کي وياپڪ سمجهين؟ "

۳۳۰- پوڄاريءَ کي جيڪڏهن نشچو هوندو تہ ديون ۽ ديوين جي روپ ۾ ايشور جون مورتيون سچ پچ آڌياتمڪ آهن، تہ انهن جي پوڄا ڪرڻ سان هو ايشور کي پراپت ڪري سگهندو، پر جيڪڏهن هو سمجهندو تہ اهي مورتيون مٽيءَ ۽ پٿر کان بهتر ڪونهن، تہ ڪيس انهن مورتين جي پوڄا مان ڪوبہ لاڀ پراپت ڪونہ ٿيندو.

۳۳۱- جي مورتي پوڄا ۾ ڪا غلطي هوندي تہ بہ ايشور سمجهندو تہ سڀ پوڄا پاڻ سندس ئي ٿي رهيو آهي. هو پرسن ٿي اوس اها پوڄا سويڪار ڪندو، ڇو تہ ڪيس ڄاڻ آهي تہ اها سندس لاءِ ئي آهي. ايشور کي پريم ڪر، اهو ئي تنهنجو مول ڪرتويہ آهي.

۳۳۲- ايشور کي پراپت ڪرڻ بعد مدش کي آنيو ٿئي ٿو تہ سڀ ڪجهہ، مورتيون ۽ ڪل وستو پرماتما جو پرڪاش آهن. هو مورتيءَ کي مٽيءَ مان نہ، پر آتم تتو مان ٺهيل ٿو سمجهي.

## تيرٿ ياترائن جي مهانتا

۳۳۳- کير ڳانءِ جي ساري سرير ۾ سمايل آهي، پر سندس ڪنن يا سڱن کي نووڙڻ سان کير ڏهي ڪونہ سگهبو؛ رڳو سندس ٿڻن مان ئي کير ملي سگهندو.

ساڳيءَ ريت ايشور برهماند ۾ هر هنڌ وياپڪ آهي، ۽ ۾ هر هنڌ ڪيس ڏسي ڪونہ سگهبو. جيڪي پوئر مندر، سادن سنتن جي جيوت ۽ سادنائن ڪري پيدا ٿيل پڪتيءَ ڀاؤ سان پربل آهن، تن ۾ ايشور پاڻکي وڌيڪ جلد پرلکش لو ڪري.

٣٣٤- جن آستانن ۾ اُناهہ ماڻهن ايشور کي پاڻ لاءِ تپسيائون، جپ، ڌيان، پرارٿنائون ۽ پوڄائون ڪيون آهن، اُتي ايشور جو پرڪاش پڪ ئي پڪ هوندو. انهن آستانن ۾ پڪتي ڀاؤ جي وايو منڊل ڪري، آلمڪ وچار جو سٿول نموني ۾ ساڪيام آهن. ان ڪري اُتي پهچي اڌ يالمڪتا کي آسانيءَ سان جاڳائي، ايشور کي پراپت ڪري سگهجي ٿو. اُيامن ڪان ولئي آئيڪ سادو، پگت ۽ سڌپرش، ايشور جي درشن ڪرڻ خاطر، پوئر آستانن تي پي آيا آهن ۽ ڪل دنيوي خواهشن کي پوري رکي، آلدمائد پربل هردي سان سندس جاپ جپيو اُٿن. تنهنڪري جيتوڻيڪ ايشور هر هنڌ وياپڪ آهي، ۽ ۾ پوئر آستانن تي خاص ڪري پهچڻ درشن ڪرائي ٿو. پاڻي ڪٿي ۾ زمين کوٽڻ سان ملي سگهندو، ۾ جتي کوهہ، تلاءُ يا ڍنڍ هوندي آهي، اُتي پاڻيءَ لاءِ زمين کوٽڻي ڪانہ پوندي آهي، ۾ جڏهن ۾ پاڻيءَ جو کپ ٿيندو آهي، تڏهن ملي سگهندو آهي.

٣٣٥- جيئن گاهن پيٽ پري ڪاڻ ڪان پوءِ هڪ هنڌ سانت ڪري آهلي پيٽون اوڳاريندا آهن، تيئن

پوتر آستان يا تيرٿ ياترا تي جيڪي پوتر وچار اندر ۾ اُٿن ٿين، سي اُتان موٽي اچڻ بعد به پاڻسان ڪڻي اچي، ايڪانت ۾ ويهي، انهن کي دل سان هنڊائڻ گهرجي. انهن آستانن تان موٽڻ بعد، حرص حواس پنيان ڊوڙي، انهن اُتم وچارن کي پنهنجي من مان اُڏي ڪڍڻ ڪين ڄڳائي.

٣٣٦- پل ته پرٿويءَ جي چئن ئي ڪنڊن جو چڪر ڪڍي آهي، سو رهڻ ته ڌرم هٿ ڪونه ايندو. جيڪي آهي، سو رگهوتي [پنهنجي هردي ۾] آهي.

٣٣٧- گرو مهاراج جڏهين حيات هو، تڏهين سنڌس ڪيترا شش پوتر آستانن ڏانهن ياترا ڪرڻ جي اَبلاشا ڏيکاريندا هئا. هو کين اتر ڏيندو هو، "جنهن کي هتي (گرو مهاراج جي سنگ ۾ يا پنهنجي اندر ۾) اُڌ يا لمڪتا آهي، تنهن کي اُتي پوتر آستان تي) به پراپت ٿيندي. باقي جنهن کي هتي ئي ڪانهي، تنهن کي اُتي به مشڪل پراپت ٿيندي. جنهن کي ڀڳتي ڀاو اڳ ۾ ئي هردي ۾ آهي، تنهن جو پوتر آستان تي اهو ڀاو وڌيڪ وڌندو. پر جنهن کي ڀڳتي ڀاو آهي ئي ڪونه، تنهن کي پوتر آستانن تان وري ڪهڙو لاڀ پراپت ٿيندو؟ اڪثر ڪري ٻڌبو آهي ته فلاڻي ڪي فلاڻي جو پٽ گهر مان ڀڄي ڪاشيءَ يا ٻئي ڪنهن اهڙي شهر ڏانهن ويو آهي. پوءِ وري ٻڌڻ ۾ ايندو آهي ته گهڻيءَ ڪوشش ڪانپوءِ هو ڪا نوڪري هٿ ڪري سگهيو آهي ۽ پنهنجي

ريت ڪيترا منش انهن مها پرشن، جن ڪلن تپسيائون ڪري ايشور کي ڄاتو آهي، تن سان سنگ ڪري، سندن اُپديش جي پيروي ڪري ايشور جو ڌيان ڪندا آهن.

٣٤١- وڪيل جي منهن ڌسڻ سان منش جي من ۾ سياويڪ مقدمن ۽ ڪورٽن جو خيال ايندو آهي. ساڳيءَ ريت ڪنهن سنت ساڌوءَ کي ڏسڻ سان منش کي ايشور ۽ پرلوڪ ياد پوندو آهي.

٣٤٢- **سوال**- منش کي پنهنجو جيون ڪيئن گهارڻ گهرجي؟

**جواب**- جيئن چلهه ۾ باهه کي تيز ڪرڻ لاءِ ڪاٺين کي وقت بوقت چمٽي سان پيو ڪرڙبو آهي، تيئن من کي به وقتي سنتن جي سنگ جي تراوت وٺائڻ گهرجي.

٣٤٣- لوهار جيئن ڌوڻي ڦوڪڻ سان پنهنجي ڪوري ۾ باهه کي تيز رکندو آهي، تيئن سنتن جي سنگ سان من کي اُجل ۽ چمڪندڙ رکڻ گهرجي.

٣٤٤- سنتن جو سنگ چانور ڌوئل پاڻيءَ وانگر آهي. چانورن جي اُن پاڻيءَ کي شراب جي نشي لاهڻ جي طاقت آهي. ساڳيءَ ريت سنتن جو سنگ تمائن روپي شراب جي نشي ۾ مست ماڻهن کي ان نشي کان آجو تو ڪري.

٣٤٥- شاهوڪار زميندار جو ڪمدار جڏهن پنهنجي مالڪ جي زمين تي ويندو آهي، تڏهن هاريُن کي

ڪري ڇڏيندو. پر جيڪڏهن ڪيس فيلخاني ۾ ٻڌي ڇڏبو ته هو صاف رهندو. ٿوري ريت ساڌن سنتن جي سنگ پرڀاءُ ڪري تنهنجي آتما ٻولڻ ٿي ۽ پوءِ جيڪڏهن سنساري ماڻهن جي صحبت ۾ ريل ڇيل پيو رلندين ته پڪ اها ٻولڻا وڃائي ڇڏيندين ۽ پر جي ايشور ۾ من لڳل رکندين ته تنهنجي آتما کي ڪوبه لهر لڏو ڪونه ايندو.

## هري نام جو جاپ

٣٤٩- جن ماڻهن جي من جو لاڙو حرس حواس ڏانهن آهي، تن لاءِ سهڻي ڳالهه آهي ته دويت ڀاءُ ڌارين ۽ جيئن نارد- ڀڳتي سوتر ۾ ورنن ڪيل آهي، تيئن ايشور جو نام وڏي آواز سان جپين.

٣٥٠- گرو مهاراج هڪ شش کي چيو "ڀڳتي مارگ ڌاران سوکيو خواس سمجهيئي ۽ سياويڪ طرح ضابطي هيٺ اچن ٿا. تنهنجي هردي ۾ جيئن ايشوري پريم اڀرن ٿيندو، تيئن وشين جا ڀوڳ وڌيڪ ۽ وڌيڪ رس- هيڻا ٿيندا ويندا، جئن ننڍڙي ٻالڪ جي مرليءَ ڏينهن پٽي ۽ پتيءَ جو من سرير جي ترشنائن ڏانهن ڪونه ويندو آهي.

**شش-** ايشور کي پريم ڪرڻ نه سکيو ٿي ڪونه آهيان. ڇا ڪريان؟

**گرو مهاراج-** هردم ايشور جو نام جپيندو رهه.

هزين نام تنهنجا پاپ، لشائي خواهشون ۽ ڪروڌ ڏولي
ڇڏيندو ۽ سرير جي عيش عشرتن جون ترشنائون غائب
ٿي وينديون.

ششِ- پر مونکي ايشور جي نام ڄپڻ ۾ مزو نٿي
ٿو اچي.

**گرو مهاراج-** تون ڀُڃندڙ هردي سان پرارٿنا ڪر
تہ ايشور توتي ڪرپا ڪري، جيئن سمرن نام مان
رس اچيئي. ايشور ٻڪ تنهنجي پرارٿنا سوڪار
ڪندو........ جيڪڏهن وُڃندڙ بيمار کي کاڌي مان
سواد اصل نہ اچي، تہ سمرن ٻچڻ جي اُميد تہ رکڻ
گهرجي، پر جيڪڏهن کيس کاڌي مان ٿوروئي سواد ايندو
هجي تہ چڙهي ٻرڻ جي آس رکڻ گهرجي. تنهنڪري
آءُ چوان ٿو تہ ”ايشور جي نام مان آنند پرابت ڪر.
سمرن نام جپ. درگا، ڪرشن، شوُ، ڪنهن بہ نالو
ٺيڪ ليندو. جيڪڏهن محسوس ڪندو وڃين تہ
ڏينهون ڏينهن سمرن نام ڏانهن تنهنجو لاڙو وڌي رهيو
آهي ۽ توکي آنند ۾ وڌيڪ ايندو ٿو وڃي تہ پوءِ ڪوبہ
پڙ پولو نہ ڪر.

۱۵۳- ايشور جو نام لِڪ نہ سمجهه. ايشور ۽ سمرن
نام هڪ ٻئي کان نيارا ڪونهن. ستيہ ڀاما ايشور کي
سون ۽ جواهرن ۾ تورڻ ۾ ڪامياب ڪانہ ٿي، پر رُڪمڻي
ساهميءَ جي ٻئي پڙ ۾ تلسيءَ جو پن ۽ ڪرشن جو
”نام“ رکڻ سان ڪامياب ٿي.

٣٥٢- ايشور جو درشن ڪرڻ چاهين ته دريه شرڌا ڌار. هري نام جپڻ ۾ وڏو تاثير آهي. ست اُسنت جي سمڪ ڌارڻ جو جتن ڪر.

٣٥٣- شري چيتن مها پرڀوء چيو آهي ته "ايشور جو نام" لاشڪ پربل آهي. اهو سنت ڦل نه به ڏئي، پر ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن اوس ڦلدايڪ ٿيندو. ڪنهن پڪي مڪان جي ديوار ۾ ٻج رکي ڇڏبو ته گهڻي عرصي ڪانپوء جڏهن جڳهه ڍهي اچي پٽ پوندي، تڏهن اهو ٻج زمين ۾ سلو ڪڍي، اسري وڻ ٿي ميوو ڏيندو.

٣٥٤- ايشور جو "نام" ڄاڻ سان يا بنا ڄاڻ جي، سرڌت سان يا بي سرڌيو، من جي ڪهڙيء به استتيء ۾ جپبو ته ان جو لاڀ ضرور ملندو. ماڻهو پاڻمرادو نديء تي وڃي سنان ڪري ته ڪيس سنان جو لاڀ ملندو، پر جيڪڏهن ڪنهن کي نديء ۾ ڌڪو ڏيئي سنان ڪرائبو يا ڪير گهريء ننڊ ۾ سمهيو پيو هجي ۽ ان جي متان پاڻي وجهي ڪيس سنان ڪرائبو ته به انکي سنان جو ساڳيو ئي لاڀ ملندو.

٣٥٥- ڪوبه ماڻهو اُمرت جي تلاء ۾ سرڌت سان يا بي سرڌو وڃي پوندو ته هڪ ئي نبيء سان اُمر ٿي ويندو. ايشور جو "نام" بہ ڪهڙي نموني پاڻمرادو يا بنا ڄاڻ وٺبو ته اُنت ۾ اُمرتا حاصل ٿيندي.

٦٢٠ـ هڪ ڏاڍمڪ اُپديشڪ چيو تہ ايشور پراپت
ڪرڻ لاءِ رڳو سندس ”نام“ ئي ڪافي آهي؛ ڪُڙو
مهاراج ڪيس چيو ”لاشڪ ايشور جو نام ناليرو پُڙو آهي،
پر پريم ڌاران اهو ڪافي نہ آهي. هردي ۾ ايشور لاءِ
تڙپ هئڻ گهرجي. ايشور جو نام جپڻ وقت ڇهنجي
من ڪي ؟ ڪامني ۽ ڪنچن “ ڏانهن جيڪ جڏي ڏ ہو
تہ ان مان ڪهڙو لاڀ پراپت ٿيندو؟ رڳو جادو منتر
پڙهڻ سان وڇونءَ جو ڏنگ ڇٽي نہ سگهندو آهي،
پر ڳاهءِ جي سڪل ڇيڻي (ڳوهڙن ۾ ڳالون وڇونءَ جي
ڏنگ جو اهو علاج ڪندا آهن) جو دونهون ڏيڻ بہ
ضروري آهي. ايشور جو نام هڪ پيرو جپڻ سان ئي
منش جا سڀ پاپ ڌوپجي وڃن ٿا. پر منش جو سڀاءُ
اهڙو آهي جو وري پاپ ڪرڻ ۾ لڳي ٿو وڃي. هن
۾ ايتري اچا شڪتي ڪانهي جو پڻ ڪري تہ وري
پاپ نہ ڪندس. گنگا ۾ سنان ڪرڻ سان منش جا پاپ
ڌوپجي وڃن ٿا، پر وري هو پاپ ڪرڻ وڃي. چوندا
آهن تہ گنگا جي ڪناري تي جيڪي وڻ آهن، تن ۾
پاپ لڪا ويٺا هوندا آهن. ماڻهو جڏهن سنان ڪري
ٻاهر نڪرندو آهي، تڏهن سندس پراڻا پاپ ٽپ ڏئي
اچي سندس ڪلهن تي ويهندا آهن. انڪري ايشور جو
نام سدائين جپيندا رهو ۽ ساڳئي وقت اهڙا ۽ پراڻا
ڪرڻ گهرجي تہ لوهان ۾ ايشور خاطر پريم اُٿي ۽
تہ دولت، مان، ناموس ۽ سرير سک ۽ جي چِئن

ڏيندين جو ڇڪيو آهن، تن ڏانهن توهانجو لاڙو گهٽجو ويندو.

٣٥٧- ايشور جو نالو "نام" ڀڳتيءَ سان جپجو ته توهانجا بيشمار پاپ ناس ٿي ويندا، جيئن باهه جي هڪ چڻنگ سان ڪوهه جي ڍيرن جو سڄو ڍير سڙي رک ٿي ويندو.

٣٥٨- سنساري ماڻهوءَ جون ساڳيون وانگر گهڙيءَ ساعت لاءِ آهن. انهن جو ڪاٿو ڏيکاري وقت لاءِ ڪوڙو هلندو آهي، پر جن جو ايشور سان نينهن لڳل آهي، سي هر هڪ سواس سان سدائين "نام" جپيندا آهن. ڪي ته پنهنجي اندر ۾ هردم "اوم وار اوم" جپيندا رهندا آهن. گيان مارگ جا پانڌيئڙا "سوهم" جپيندا آ. ڪن جي ته زبان هردم پئي هلي (يعني پرارٿنائون يا منتر پيا اچارين).

٣٥٩- جپ جي معنيٰ آهي ته ايڪانت ۾ ويهي، دل ۾ ايشور جو "نام" اچارجي. جيڪڏهن ڪو ايڪاگرتا ۽ ڀڳتيءَ سان ايشور جو نام جپيندو رهندو ته نهچي سندس ڪيس ديوي درشن ۾ ايشور ۽ آخر هو پڪ ايشور پراپت ڪندو. سمجهو ته ڪاٺ جو هڪ وڏو بند گنگا نديءَ ۾ پيو آهي ۽ ڪناري تي ڪنهن ڪليءَ ۾ پيل زنجير سان هڪ ٻيڙي ٻڌي پئي آهي. پوءِ زنجير جي هڪ هڪ ڪڙي کي وٺي، ڏاڪي ڏاڪي پاڻيءَ ۾ گهڙبو ته وڃي بند کي پهچبو. ساڳيءَ

رڳو ايشور جو ٻولڻ ”نام“ جپڻ ۾ مگن رهو، ته انت ۾ ڪيس پرابت ڪبو.

۳۹۰- گرو مهاراج چوندو هو ته ايشور جو ”نام“ ٽاڙيون وڄائيندي، صبح سانجهيءَ جپيندا رهو ته اوهان جا سڀيئي پاپ ۽ ڪشٽ اوهانکي ڇڏي ويندا. وڻ جي هيٺان ٻهي ٽاڙيون وڄائيندا ته اتي وڻ پکي اڏامي ويندا. لهڙيءَ ريت هريءَ جو ”نام“ جپيندا ۽ ساڳئي وقت ٽاڙيون وڄائيندا رهندا ته خراب خيال روپي پکي اوهانجي سريرَ روپي وڻ تان اڏامي ويندا.

# پرڪرڻ ڏھون

## آتمڪ جيون جا مارگ

[آتمڪ اُنتي مارگ ۾ ڪي اُنڪون. پورب جنم جي سنسڪارن جا اَثر. ڪرامتي شڪتين جو جار-دان ۽ ڀيڄ. پوشاڪ ۽ خوراڪ. سرير ڏانهن رخ. سهن شيلتا. شانتي. نمرتا ڀاءُ ۽ سومان. سادگي. وشين تي جيت. اِستري جاتيءَ ڏانهن رخ. ڀڳت ۽ سندس ڪتب. پرارٿنا ۽ ڀڳتي.]

---

## آتمڪ اُنتي مارگ ۾ ڪي اڙڪون

۳٦١- جتي ڪانئرتا، ڏڪار ۽ ڏپ آهن، اتي ايشور ڀير ڪونہ ٿو پائي.

۳٦٢- ساهميءَ جو گهورو ٻڙ هيٺ ڪرندو آهي ۽ هلڪو مٿي چڙهندو آهي. ساڳيءَ ريت جو ماڻهو سنساري ڳڻتين ڀارن ۾ ڏڪوڙيل هوندو آهي، سو ويندو آهي ڪرندو، ۽ جنهنکي ڀريان ڪي بہ چنتائون نہ هونديون آهن سو ايشور جي چرنن ڏانهن ويندو آهي وڪ وڌائيندو.

۳٦۳- جو منش ڀين جي ڳڻ ۽ اوڳڻن تي واد وواد ڪرڻ ۾ ڀيو وقت گذاري، سو پنهنجو وقت وڃائي

جيون ٻاهر ٻچا ڪير، معلوم ٿيو ته جڏهن کيس خصي
ڪيو ويو هو، تڏهين سندس عمر وڏيري هئي ۽ ڳاين
سان ميل ۾ ٿيل هوس؛ باقي ٻئي ڏاند کي ننڍپڻ ۾
ئي خصي ڪيو ويو هو. گڏريل عادتن جي سنسڪارن
جو من تي اهڙو گهڻو اثر ٿئي ٿو، جي ساڌو وشين
جا ڀوڳ ماڻڻ ٻنا سنسار تياڳيندا آهن، سي استرين کي
ڏسڻ سان ڪام وس ڪري اچي ويندا آهن ۽ ٻه جمڪي
ڪنهن جيون جا مزا وٺي، وڏيءَ اوستا ۾ گيڙو رنگ
لباس لاٿا اوڍين، تنهن ڪيترن سالن جي آگر ضابطي
بعد ۾ گڏريل سنسڪار وري ڪُر کڻي سگهن ٿا.

٣٧٠. من جڏهن ٻن ٻن برورتين جي وچ ۾ رهي ٿو،
تڏهن اهو آئين آهي، جئين اوچ ذات جو برهمڻ اڇوتن
جي پاڙي ۾ رهي يا ڪو سڪرماڻهو وڏي شهر جي
گندي پاڙي ۾ رهي.

٣٧١. هڪ ڀيري هڪ شخص چيو: ”منهنجو ڪو
گهوڙو جڏهن وڏو ٿيندو، تڏهن کيس پرتاپي، ڪنهن
سنڌس حوالي ڪري؛ سنسار تياڳيندس ۽ ڀوڳ ساڌن
ڪندس.“ ان تي گرو مهاراج چيو ”اين ته ايشور
ڀڳتيءَ ۾ من لڳائڻ جو موقعو ئي ڪونه ملندءِ. چوڻ
۾ چوندين ته هوش ۽ گهوش جو مولسان ڏاڍو موهه
آهي. سنسار تياڳيندس ته مون ڏاران ڏاڍا اهانڪا تي
ٻونداڻ ٻال هوش کي پت جمي ته ان کي شادي ڪرائان.
ال[illegible] جي لماڻي جو انت ڪونه ايندو.“

## سِڌين (ڪرامتي شڪتين) جو چار

٣٧٢- جادوگرن ۽ گپت شڪتيون ڏيکاريندڙن وٽ نہ وڃجي- هو سچ جي مارڳ کان ڀٽڪيل آهن- سندن من سِڌين ۾ ڦاسي پيا آهن، جي ايشور مارگ ۾ جار مثل آهن. انهن شڪتين کان ساوڌان رهڻ گهرجي ۽ انهن جي ترشنا نہ ڌارڻ گهرجي.

٣٧٣- جن جو لاڙو نيچ ڳالهين ڏانهن آهي، سي سڌين جي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، جي ڪين بيماريون ڇٽائڻ، مقدما کٽڻ، پاڻيءَ تي پنڌ ڪرڻ ۽ ٻين اهڙين ڳالهين ۾ مدد ڪنديون آهن- سچا ڀڳت تہ ايشور جي چرن ڪمل کانسواءِ ٻيو ڪي ڪين طلبيندا آهن.

٣٧٤- هڪ ڀيري ڪرشن ڀڳوان ارجن کي چيو، "جيڪڏهن تون مونکي پراپت ڪرڻ ٿو چاهين تہ سمجهي ڇڏ تہ جيستائين اٺن سڌين مان هڪ بہ تووٽ هوندي، تيستائين مونکي پائي نہ سگهندين. ڇو تہ گپت شڪتيون منش ۾ اهنڪار وڌائينديون آهن ۽ اهڙيءَ ريت کيس ايشور ڏانهن غافل ڪنديون آهن."

٣٧٥- هڪ شخص اڪيلي بن ۾ پندرهن سال گهور تپسيا بعد، پاڻيءَ تي پنڌ ڪرڻ جي شڪتي حاصل ڪئي. اُن تي ٻوڏ ۾ اچي پنهنجي گروءَ وٽ ويو ۽ چيائين "گروجي پاڻيءَ تي پنڌ ڪرڻ جي شڪتي

استري ۽ ڏانهن بڇڙي نگاه سان نهارڻ لڳو. انڪري پنهنجي شڪتي وڃائي ڇڏيائين ۽ ڪريل انسان ٿي پيو.

٣٧٨- اهي ڪرامتي شڪتيون وقتي، نه سخت خطرناڪ ثابت ٿينديون آهن. طوطا پوري ۽ پڌايو هوم ته هڪ پيري هڪ وڏو سڌ (مها پرش جنهن کي بسڌ پون ٻجن) سمنڊ جي ڪنڌي تي ويٺو هو، ته اوچي طوفان لڳو. ڏاڍو اوچي وياڪل ٿيو. حڪم ڪيائين ته "طوفان بند ٿي وڃي." سندس لفظن کي مان مليو. ان وقت ٿورو پرڀرو هڪ جهاز وڃي رهيو هو. جهاز جا سڙهه سيل هئا. طوفان جي اوچانڪ بند ٿيڻ ڪري، جهاز ٻڏي ويو ۽ سڀ ماڻهو غرق ٿي ويا. ايترن ماڻهن جي موت جو پاپ ان مها پرش تي پيو ۽ ان ڪارڻ هن پنهنجون ڪل ٿي ڪرامتي شڪتيون وڃايون ۽ پتڪڻو پيس.

٣٧٩- آءٌ پهچوني ۽ هينان تپسيا ڪري رهيو هوس ته گرجا نالي هڪ شخص اتي آيو. هو مهايوگي هو. اڌاري رات ۾ مون پنهنجي ڪمري ڏانهن وڃڻ چاهيو. هن پنهنجي ٻانهن مٿي ڪئي ته سندس ڪڇ مان نڪتي روشني نڪتي، جنهن ڪري سڄو رستو روشن ٿي ويو. منهنجي صلاح تي هن پنهنجي اها شڪتي ڪتب آڻڻ بند ڪئي ۽ پنهنجو من برهم پراپت ڪرڻ ۾

لڳايائين. پوءِ اها شڪتي سو وڃايائين، پر سچي ڀڳتي پراپت ڪيائين.

٣٨٠- نفر جيڪڏهين راجا جي محلات ۾ وڃي ڪدو يا ايراپوءِ جي بيک پني ته اها سندس بيوقوفي ليندي. ساڳيءَ ريت ڪو ڀڳت راجائن جي راجا (پرماتما) جي حضوريءَ ۾ پهچي، سچي گيان ۽ ايشوري پريم جي اَملهه سوغات کي ڇڏي، ڪَرامتي شڪتين لاءِ هٿ ٽنگي ته اها سندس ٻُهيلائي ليندي.

٣٨١- گرو مهاراج جي هڪ نوجوان شش کي ٻئي جا وچار پروڙڻ جي شڪتي پراپت ٿي ته اُهو ٻراَچي گرو مهاراج سان اُنجو ورنن ڪيائين. گرو مهاراج کيس چيو ڪدي، ”لعنت آهي توتي، اِهن ڪمن جهڙن وستن تي وقت نه وڃاءِ.“

٣٨٢- هڪ پيري شري رامڪرشن کي هڪ شش چيو ته ڏيان چيتن وقت ٻري ٻري ليندڙ ڳالهيون ڏسي سگهندو آهيان. اُلي ماڻهو جيڪي ٻه پيا ڪندا آهن، سو ٻ ڏسندو آهيان، پيا ڪرڻ تي منهنجا درشن صحيح ثابت ليندا آهن. گرو مهاراج کيس چيو، ”پٽ، ڪجهه ڏينهن اِهو ڏيان چيتن نه ڪر. اِهي شڪتيون ايشور پراپت ڪرڻ ۾ اُٽڪون آهن.“

دا - پيچ

٣٨٣- سوال- پنداري ۾ ماڻهن کي ڪهڙي مراد سان ڪارايو ويندو آهي؟

**جواب**- سمجهين ٿو ته ائين ڪرڻ سان ايشور گيان بل ڏيڻ سمان آهي، ڇو ته ايشور سڀني پراڻين ۾ جيون اگني آهي. پر ٻڇڙن ماڻهن، ايشور جو خوف نه ڪندڙن ۽ وڀچارين وغيره کي انهن ڀنڊارن ۾ ڪارائڻ نه گهرجي. هنن جا پاپ ايڏا ته ڀاري آهن، جو هو جتي ٻه وهندا آهن، ان جي هيٺان ڪيترا فوٽ زمين رشٽ ٿي پوندي آهي.

٣٨٤- هڪ ڀيري هڪ ڪاسائي هڪ ڳانءِ کي تڪ ڏوراهين ڪوس خاني ڏانهن نيو ٿي ويو. ڪاسائيءَ جي مارڪٽ ڪرڻ ڪري ڳانءِ رستي تي ضابطي کان نڪري ويئي ۽ ڪاسائيءَ لاءِ ڪيس هڪالڻ سان ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو. گهڻي وقت کانپوءِ ٻن ٽهرن ڏاري هو هڪ ڳوٺ ۾ پهتو. سخت ٿڪل حالت ۾ پرسان هڪ ڌرمشالا ۾ لنگهي ويو. اُتان خيرائي کاڌو وٺي کاڌائين. روٽي کائڻ بعد پاڻ کي تازو توانو سمجهيائين ۽ ڳانءِ کي پنهنجي منزل مقصد ڏانهن سولائيءَ سان وٺي ويو. ڳانءِ کي کهڻ جي پاپ ۾ ڪجهه قدر ڀاڱي ڀائي اهو ماڻهو به آهي، جنهن ان ڌرمشالا ۾ کاڌي جو پربند ڪيو آهي. تنهن ڪري ڪنهن کي به کاڌو کارائڻ وقت يا دان پن ڪرڻ وقت ڏسڻ گهرجي ته جنهن کي دان ڏجي ٿو سو ٻڇڙو يا پاپي ته نه آهي ۽ هو مليل دان کي خراب نموني ۾ ته ڪتب نه آڻيندو.

پنن سان پنهنجو پيٽ ڀريندا آهن. ساڳيءَ ريت جيستائين اوهانجي شردا اڃا دڙهه نه ٿي آهي، تيستائين اُنکي ڀيڙي سنگت ۽ سنساري ڳالهين جي ٻري اَثر کان بچائڻ ضروري آهي. جڏهن توهين پنهنجي شردا ۽ وڪرتا جي اوڏو اچڻ جي جرئت ساري ڪانه سگهندي. پاڻ ڪيترائي پٽ توهانجي ٻولر سنگ ۽ اچي پاڻ ٿيندا.

٣٨٨- هڪ ڀيري هڪ وديارٿيءَ شري رامڪرشن کان پڇيو، "سائين! هر جيو ۾ جيڪڏهن هڪ ئي ايشور وسي ٿو ته پوءِ ڪنهن به شخص وٽان پوڄن ۾ ڪاٿس پڇيو، "ڇا تون برهمڻ آهين؟" وديارٿيءَ سويڪار ڪرڻ ۾ ڪهڙو هرج آهي؟" گرو مهاراج موٽ ورندي ڏني، "هائو". گرو مهاراج چيس، "تڏهن اهو سوال پڇيو اٿيئي. ليلي ٻاري، اُن متان جي سڪل ڪانين جو ڀڳهه رکجي ته جيڪر ٻاهر جو ڪهڙو حال ٿئي؟" وديارٿيءَ وراڻيو، "ٻاهر ڪانين جي ڀڳهه هيٺان، پوسانجي، اُجهامي ويندي." وري گرومهاراج چيو، "سمجهه ته ٻاهه جو وڏو ڍيٽ ٻري رهيو آهي ۽ اُن ۾ ڪيوڙي جا تازا وڻ ڪري اُڇلائجن ته پوءِ انهن وڻن جو ڪهڙو حال ٿيندو؟" جواب ڏنائين ته "ڪن ساعت ۾ رک ٿي ويندا." گرو مهاراج چيو "ساڳيءَ طرح جيڪڏهن تنهنجي آتمڪ شڪتي نبل

آهي ته ٻنا ڄاڻ ٻڄاڻ جي هر ڪنهن جي همت مان پوڄن سويڪار ڪرڻ ڪري اُن جي اُڄاڻ جو هر طرح خطرو رهندو، پر جيڪڏهن آتمڪ شڪتي پرابل هوندي ته اُن کي ڪو به ڪاڏو اثر ڪونه ڪندو."

٣٨٩- هڪ ڀيري هڪ پير مولکي پنهنجو مريد ڪيو ۽ "الله" جو نالو اُچارڻ لاءِ چيائين. ڪئين ڏينهن اُن نالي جو جاپ جپيو، سائين وقت مسلمانن جا طريقا اختيار ڪيو ۽ ڪاڏو به سندن ڪاڏو، اهو عرصو اُنکي ڪالي ماتا جي مندر ۾ وڃي سگهيس، لکي هندو ديون ۽ ديوتن جو نالو ولي سگهيس.

٣٩٠- مزليو سنسڪار وقت ڏال پوڄن ڪالڻ نه گهرجي، ڇو ته اهو ڪاڏو ايشور پريم ۽ ڀڳتيءَ ۾ ڀنگ وجهندو، اُن برهمڻ جي گهر ۾ به پوڄن ڪالڻ نه گهرجي، جنهن جو گذران ٻين لاءِ ڪريا ڪرم ڪرڻ تي آهي.

٣٩١- سوال- انسان کي جيڪي سهنج سياءُ ملي، سو ڪيس ڪالڻ گهرجي يا نه؟"

جواب- اهو آتمڪ استتيءَ تي مدار تو رکي. گيان مارگ ۾ اُن مان ڪو به نقصان ڪونه ليندو. گياني ڪالڻ وقت پنهنجو ڪاڏو ڪنڊلنيءَ جي اگنيءَ ۾ آهوتي وجهندو آهي. پر ڀڳت جي حالت نياري آهي. ڀڳت کي صرف اهڙو ڪاڏو ڪالڻ گهرجي جو هو پنهنجي پريتم [ايشور] اڳيان ڀڳتيءَ ڀيٽا رکي سگهي. ماس آهار،

پڳت لاءِ نيڪ نہ آهي. ساڳي وقت اهو بہ چوندس تہ جيڪڏهن ڪو ايشور- ڀڳت گوشت ورتائي تہ بہ هن تي ايشور جي آسيس ٿيندي. پر اهو انسان جنهنجو من ڪير، جانور يا ڪڪي ڀرجن تي گذر ڪندي اُ- ڪامني ۽ ڪنچن ۾ اَٽڪيل رهي ٿو، سو دکيارو آهي.

٣٩٢- جيڪو ماڻهو سادو، سالوڪ، وشنو ڪاڌو کائيندي بہ ايشور پراپتيءَ جي چاهنا نہ ٿو رکي، تنهن لاءِ اهو سادو ڪاڌو بہ اهڙوئي خراب آهي جهڙو ماس؛ پر جيڪو ماس ڪائيندي بہ ايشور پراپتيءَ جي ڀاونا ٿو رکي، اُن لاءِ اهو ماس بہ ديوتائن جي ڪاڌي سمان آهي.

٣٩٣- ڏينهن جو ڀلي پيٽ ڀري کائجي، پر رات جي روٽي هلڪي ۽ ٿوري هئڻ گهرجي.

٣٩٤- ايشور ڀڳت کي صرف اهوئي ڪاڌو ورتائڻ گهرجي، جو نہ سرير ۾ گرمي پيدا ڪري ۽ نہ من کي اُشانت ڪري.

٣٩٥- **سوال**- سرير جي موهہ تي ڪيئن جيت پائجي؟

**جواب**- مانش سرير ناسونت وستن جو ٿهيل آهي. اهو ماس، هڏي، گوري، رت ۽ بين اُپولر وستن مان جڙيل آهي، جي آخر بدبوءِ ڪندڙ آهن. اها ڳالهہ اسين جيڪڏهن هردم ڌيان ۾ رکون تہ جيڪر سرير جو موهہ غائب ٿي وڃي.

٣٩٦- ٻکي ٻچڙيءَ مان پرواز ڪري وڃي نہ خالي ٻچڙي کي جيڪر ڪير ٻچي نہ ڪوند. ساڳيءَ ريت جڏهن جيوت ورلي ٻکي پرواز ڪري وڃي ٿو تڏهن ء سرير جي ڪو پرواه نہ ٿو ڪري.

٣٩٧- **سوال** - جيڪڏهن هيءَ سرير نڪمو ۽ ڪارائتو آهي نہ پوءِ ساڌو سنت انجي سنڀال ڇو ٿا ڪن؟

**جواب** - خالي پيتيءَ جي ڪو بہ سنڀال ڪونہ لهندو آهي، پر قيمتي جواهرن، سون ۽ ٻين وستن سان ڀريل پيتيءَ جي سڀڪو سار سنڀار لهندا آهن. مها پرش پنهنجي سرير جي ان ڪري پرداخت لهندو آهي ڇو تہ ايشور اُن ۾ براجمان آهي. اسانجا سرير ايشور روپي خزاني جا آستان آهن.

## ڪشتي ڏانهن پاو

٣٩٨- جيئن مسواڙي، مڪان لاءِ مسواڙ ڀريندو آهي، اهڙيءَ سرير ڪي روڳ نہ ڏين آهي جو آتما پڙ پر کي ڪتب آڻڻ لاءِ ڏني ٿي.

٣٩٩- لوهہ کي سنو ڪرڻ جي لاءِ، اُن کي وري وري اُگهيءَ ۾ لپائڻ ۽ سوين دفعا مترڪن سان ڪٽڻ گهرجي. اُن بعد ئي اهو تيز تلوار ٺاهڻ لائق ٿيندو ۽ اُن کي جيڏانهن ٻيڏانهن موڙي سگهبو. ساڳيءَ ريت انسان بہ ٺاڻو ۽ پوڙ لڻ ۽ ايشور در قبول پوڻ لائق

تنهن لاءِ ضروري آهي تہ هو ڪشش واري ڪوري مان
وري ورتي ٿئي ۽ پيڙائن واري متڪن سان ڪٿي
سنجي پار پوي.

٤٠٠- هڪ پيري ڪيشب چندر سين بيمار هو.
گرو مهاراج کيس چيو، "تون برابر ڪشش ڀوڳي رهيو
آهين ۽ پر انهيءَ ڪشش ۾ بہ ڳوڙهو راز آهي. هن شرير
۾ تون آتمڪ اُنتيءَ جي جدا جدا منزلن تان لنگهيو
آهين ۽ هاڻ تنهنجو سرير انهن جي تاثير ڪري ڀوڳي
رهيو آهي. جڏهن آتمڪ لهرون اُٿنديون آهن، تڏهن
انسان پنهنجو سرير پلي ويندو آهي، پر اَنت ۾ انهن
جو اثر ٿيندو آهي. جڏهن ڪو وڏو جهاز گنگا نديءَ
۾ هلندو آهي، تڏهن جهاز جي لنگهي وڃڻ بعد بہ
لهرون ڪجهہ وقت لاءِ پيون ڪناري تي ڇوليون ماريندڀون
آهن. جيئن ٻيڙو وڏو، تيئن ڇوليون وڏيون. ڪڏهن
ڪڏهن تہ بند ٽي پيو ڇڏين. جي ڪو هاڻي نديءَ
جهوپڙيءَ ۾ گهڙي ويندو تہ جهوپڙي ڏڏي
ڪري پوندي. ساڳيءَ ريت آتمڪ آنند جي موج بہ
ڪڏهن ڪڏهن ڀڳتن جي شرير کي جهوري ڇڏيندي
آهي. جڏهن ڪنهن گهر کي باهہ لڳندي آهي، تڏهن
ڪيترين ئي شيون سڙي ڀسم ٿي وينديون آهن. ساڳيءَ
ريت ايشوري گيان واري اَگني سڀني وڪارن، ڪروڌ
۽ ٻين خرابين کي ساڙي ڇڏيندي آهي ۽ آخر "مان،

مونکي ۽ مهنجو" جو ڀاو به ناس ڪري ڇڏيندي آهي. انهيءَ بعد شرير کي ڀاري ڏوڏو ايندو آهي ۽ ٻهير ڀري. ڳالهه اِلي ٻوري ڪاله لي. جيسين "مانڱي" جو ٿو ڀر قطرو به هوندو، تيسين ٿون مڪمت نه ٿيندين. بيمار جڏهن اسپتال ۾ داخل ٿيندو آهي، تڏهن جيسين ٺوڪ نه ٿيندو آهي، تيسين ڪيس ڪونه ڇڏيو ويندو آهي.

۴٠١- ڪيشب جڏهن بيمار هو، تڏهن گروماراج ڪيس چيو، "مالهي ڪڏهن ڪڏهن گلاب جي ٻوٽن جون پاڙون کولي ڇڏيندو آهي، جيئن انهن تي ماڪ پوي. ڪڏهن ڪڏهن نه ڏاليون ڪٽي ڇانگيندو آهي، جيئن گل وڏيڪ وڏا ٿين. توکي به شايد ايشور ڪنهن اُم ڪار لاءِ تيار ڪري رهيو آهي."

۴٠٢- بيماريءَ بابت پنهنجو ڀاو ٻڌائيندي گروماراج چيو، "ڀل نه بيماري پنهنجو وقت وٺي، ڀل نه سرير پرڳهاڻون پوڳي، پر من کي سدائين آمر آنند ۾ رهڻ گهرجي."

۴٠٣- سچي ڀڳت جو شرير ڪٽي کهڙن به ڪشٽن ۽ موج مزن ۾ هجي نه به گيان ۽ ڀڳتيءَ جي شڪتي مهما سدائين هن جي سهايتا ڪندا رهندا آهن. هن جو گيان ۽ ڀڳتي ڪڏهن به ڪونه ٿورڪيندا آهن. پاڻ اڳيان کهڙيون به ڀاري مشڪلاتون آيون، نه به گيان جي پرڪاش کين ڀاو پلڪ لاءِ به ڪين ڇڏيو.

## سھنشيلتا

٤٠٤- بينگالي آئيويتا ۾ ڪي ٻہ ٽي اکر اھڙي ساڳئي آواز جا نہ آھن جھڙا (س، ش، ص) ۽ ٽنھي اکرن جي معنيٰ آھي سھ، سھ، سھ. (بينگاليءَ ۾ س معنيٰ سھڻ، جو سنسڪرت اکر سھ مان نڪتل آھي). اھو ڏيکاري ٿو تہ اسان جي اکر مالا ۾ اسان کي سھن شيلتا ۽ ڪميا ٽي سيکاري. سھنشيلتا جو گڻ ھر انسان لاءِ مھتوَ جي ڳالھ آھي.

٤٠٥- لوھار جي سنداڻ ڏس. ڪيترن نہ ڪيس ماريو ڪٽيو ٿو وڃي، تڏھن بہ پنھنجي جڳھ تان نہ ٿي چري. انسان کي بہ سنداڻ کان سھنشيلتا ۽ سنتوش سکڻ گھرجن.

## خاموشي

٤٠٦- پنھنجون ياوناڻون ۽ شرڌا پاڻ وٽ رکڻ جڳائي. ٻين سان ورنن ڪرڻ نہ گھرجي، نہ تہ وڏو ھرج رسندو.

٤٠٧- پنھنجون ڀڳتيءَ جون ساڌناڻون جيترو وڌيڪ ٻين کان لڪائيندين، اوترو بھتر.

## نمرتا ۽ سومان

٤٠٨- آيماني ليڻ وڏي گھٽتائي آھي. ڪانءُ کھڙو نہ پاڻ کي سياڻو سمجھندو آھي! ڪڏھن بہ جار ۾ ڪونہ ڦاسي. ٿورو ٿي خطرو ڏسي تہ ڀڄيو وڃي ۽

ڏاڍي چترائيءَ سان شيءِ چورائي وڃي. پر گند ڪاڻ
ڪان سواءِ هڙ رهي ني ڪري سگهي. حد سياڻو ليڻ جو
اهو ئي نتيجو آهي.

٤٠٩- اُمتا پرابت ڪرڻ لاءِ منش کي نماڻو ٿيڻ
جڳائي. پارد واح (چدول) پڪيءَ جو آڪيرو فرش تي
ليندو آهي. پر آڏامندو عرش تي آهي. ڪيتيءَ لاءِ
مٿاهين زمين ڪارائتي ڪانه ٿيندي آهي. هيٺاهين
زمين ضروري آهي، جيئن پاڻي اُتي ٽڪي سگهي.

٤١٠- ميوي سان ڀريل وڻ نميل هوندو آهي.
تون به اوچ پدوي پرابت ڪرڻ چاهين ته نماڻو ۽
نهٺو ٿيءُ؟

٤١١- حتي پيا رڳو امن، اُتي ڏنڊوت پرڻام ڪرڻ
اسانجو فرض آهي.

٤١٢- انسان کي آهر پاونا ڏارڻ نه جڳائي. جهڙيءَ
طرح ڪر ابدينڪ ايمان پر پرچي آڪي ”آءٌ ابديش
لو ڪريان، سڀيئي ڏيان ڏني ٻڌو.“ آهمٿو اگيان
جي نشاني آهي ۽ نه گيان جي. جنهن اُيمان ٿياڳيو
آهي، سو ئي ستيه کي پائيندو. برسالي پاڻي سدائين
هيٺائين زمين تي وڃي بيهندو آهي. مٿاهين زمين تان
وهي ويندو آهي.

٤١٣- ساهمي جو ٻڙو ٻڙ-هميشه هيٺ ليندو آهي
۽ هلڪو مٿي چڙهي ويندو آهي. ساڳيءَ ريت هوشيار
لائق انسان سدائين نماڻو ۽ نهٺو ليندو آهي. پر

بيوقوف سدائين اجائي همٿ ۾ ڦوڪيل هوندو آهي.

٤١٤- اهڙو نر اُيمان ٿيءَ، جهڙو هڪ ڪريل پن، جو هوا ۾ گهلجي ويندو آهي.

٤١٥- سٽيءَ ۾ سڳو وجهڻ لاءِ، سڳي جا ٽاندورا چني، ان کي ڇهبدار بنائڻ ضروري آهي. سڳو پوءِ سٽيءَ جي پساکڙي مان سولائيءَ سان لنگهي ويندو. تهڙيءَ ريت پنهنجو من ۽ آتما ايشور ۾ لڳائڻ لاءِ نماڻائي، نهٺائي ۽ غريبي اختيار ڪرڻ ۽ سڀ ڪامنائون تياڳڻ ضروري آهن.

٤١٦- ڪيترا ماڻهو نمرتا جو ڏيک ڪري چوندا آهن ته "اسين هڪ نيچ ڪيڙي مثل آهيون." اهڙيءَ ريت پاڻ کي ڪيڙي سمان سمجهي، ڪجھ سمي کانپوءِ ڪيڙي جيتان نبل ۽ نستا ٿيو پون. انسان جي من ۾ ملولتا اچڻ نه جڳائي. اُنتيءَ مارگ ۾ نراسائي وڏي ۾ وڏي اُنڪ آهي. جهڙا انسان ويچار ڪندو، اهڙو ئي ٿيندو.

٤١٧- سچو مِش اهو آهي، جنهن ۾ سؤمان جو اُنگ آهي- ٻيا ته نالي ماتر انسان آهن.

٤١٨- جو اُيمان آتما جي چمتڪار جو اظهار ڪري، سو اُيمان نه آهي. جا نمرتا آتما کي نيچو نمائي، سا نمرتا نه آهي.

## سادگي ۽ سپاجهائي

٤١٩- جيسين بالڪ جيتان بالو ڀولو نه ٿيو، تيسين

ايشوري جوت پراپت ڪان ليندي- سمساوي وَديا جا پراپت ڪئي اليئي، سا وساري ساڪ جيئان اڃاڻ لِيءُ- پوءِ لوکي سچو گيان پراپت ليندو.

٣٢٠- دل جي سرلتا سولائيءَ سان ايشور ڏانهن ليئي لي هلي- بالي پولي منش پر آتم اُپديش سکهو لي ٿلدايڪ ليندو آهي. جيئن ٻج، کيڙيل زمين پر جلد لي ڦٽي ڦل ڏيندو آهي.

٣٢١- گرو مهاراج چوندو هو ته لپسيا ڪرڻ سان لي منش اُدار دل ۽ ٻالو پولو لي سکهي لو- ايشور سرل هردي سان لي پراپت لي سکهي لو ۽ سرل هردي وارن پر هو پنهنجو پرڪاش پرڪش ڪري ٿو- پر جتان سرلتا جي نالي لي ماٺهو پوڙا ۽ وسوڙيل لي پون، تنهن کان ساوڌان ڪندي، گرو مهاراج چوندو هو ” ان جو اهو مطلب نه آهي ته اوهين پوڙا ليو، پر سچا پکيت بنجو- ستيه ۽ اُستيه، ڪڻ پنگر ۽ ستان جي وچر پڇاڻ ذارڻ جڳائي- پوءِ ڪڻ پنگر کي قتو ڪري، ستيه ۽ ستان لي من لڳائڻ گهرجي.“

## اندرين کي جيتڻ

٣٢٢- اُهو لي سچو پرش آهي جو جيڏري لي مثل سمان آهي. يعني ته جنهن پنهنجون وشيون ۽ ترشنائون مثل سرپر جيئان ماري ڇڏيون آهن.

٣٢٣- جيسين هردي روپي آڪاش پر ترشنا روپي طوفان پيو لڳندو، تيسين اُتم ايشور پرڪاش پسڻ جو

خير ڪو امڪان ٿيندو. اهوئي پرش آنند ۽ درشن پائيندو جو شانت چت ۽ ايشور رنگ ۾ رتل هوندو.

٤٢٤- جيسين ترمالر بہ ترشنا موجود هوندي، تيسين ايشور درشن اسنڀو ٿيندو. تنهنڪري پنهنجون ساڌارڻ تمنائون پڻ سڌ ڪجن، باقي وڏيون ترشنائون شڌ وويڪ ۽ ويچار دئارن ليائڪ ڪرڻ گهرجن.

٤٢٥- جيئن ڪوه جي ڪپ لي بيٺل ماڻهو ڏاڍي خبرداري ولندو آهي تہ متان ڪري پوان، تيئن هن سنسار ۾ رهندڙ جيو کي بہ سنساري لالچن کان پاڻ سنڀالڻ گهرجي. جو جيو لالچن سان پريل سنسار روپي ڪوه ۾ هڪ واريءَ ڪريو تہ ان مان نرمل ۽ بي داغ مشڪل نڪري سگهندو.

٤٢٦- گرو مهاراج کان پڇيو ويو تہ انسان جي وڻرين جهڙوڪ ڪام ڪروڌ وغيره تي ڪيئن جيت پائي سگهبي؟ آتر ڏنائين، ”جيسين اهي وڪار، سنسار ۽ انهي پدارٿن ڪالر ڪشب آندا وڃن ٿا، تيسين اهي وڻرين جيان وڌنا ٿا ڪن. پر جڏهن اهي ايشور خاطر ڪشب آندا ٿا وڃن تڏهن منش جا پرم متر ٿيو پون. جو تہ اهي ڪيس ايشور طرف نيئي ٿا وڃن. سنساري پدارٿن لاءِ ڪامنائن جي بدران ايشور پراپتيءَ لاءِ آبلاشا ڌارڻ جڳائي. بين ماڻهن سان ڪروڌ ڪرڻ بدران ايشور سان ڪرڻ گهرجي تہ ڇونہ ٿو درشن ڏئي.

سپيني وڪارن سان سم پاڙسان ورتڻ گهرجي، اهي وڪار ناس ٿي ڪونه سگهندا. پر انهن کي سڌاري سگهجي ٿو.

۴۲۷- مدوري پنهنجي پتي والوڻ کي چيو، ”جيڪڏهن سيتا کي پنهنجي پت واڻي ڪرڻ لاءِ ايتري قدر آتا آهيو ۽ چوندا ٿا پنهنجي ڪرامتي شڪتين دوارا سندس پتي رام جو روپ ڌارڻ ڪريو، ڪمس ڀاڙ آهيو.“

وارڻ وراڻيو، ”حقت هجئي!! جا مان پوتر رام جو روپ ڌارڻ ڪري، وشيه پوڳ ماڻيان، رام جو روپ، جنهنجو صرف ويچار ڪندي، مهنجو ڪرودو امڙي بي انت آنند سان پرجي ٿو وڃي، جو پوم سرڳ ڌام ۽ ٽچ پيو ڀاسڻ ۾ اچي.

۴۲۸- هاٿيءَ کي چڙواڳ ڇڏيو آهي ۽ وڻ ٽڻ ٿو پٽيندو وڃندو آهي، پر جڏهن پيلوان سندس سر ۾ ڪنڊو هڻندو آهي ۽ شانت ٿي ويندو آهي، ساڳيءَ ريت من ۾ جڏهن بي لغام هوندو آهي، تڏهن اجاين سجاين خيالن ۾ پيو ڀٽڪندو آهي، پر جڏهن ٻچاڻ روپي ڪنڊي سان ڪمس ڪيئبو آهي تڏهن هڪدم استر ٿي پوندو آهي.

۴۲۹- منش جو سنسار سان جيترو وڏيڪ موه هوندو، اوترو گيان پراپت ڪرڻ جو امڪان گهٽ

رهندس. سنسار سان جيترو موهه گهٽ هوندو، اوترو
گيان پراپت ڪرڻ جو امڪان وڌيڪ ٿيندو.

۴۳۰- ڏڏ ولوڙي مکڻ ڪڍي اُن کي لسيءَ سان
گڏ ساڳئي برتڻ ۾ رکڻ نه گهرجي. لسيءَ سان گڏ رهڻ
ڪري مکڻ جو ڪجهه ميناج گهٽبو ۽ نرم به ٿيندو. مکڻ
جدا برتڻ ۾ صاف پاڻيءَ ۾ رکڻ گهرجي. ساڳيءَ ريت
منش ڪجهه سِڌي پراپت ڪرڻ بعد، سنساري ماڻهن
سان سنگ ڪندو رهندو ۽ سنسارڪ ترشنائن جي وچ ۾
پيو رهندو، ته امڪان آهي ته ڪيس به اهو رنگ لڳي
ويندو. پر انهن کان دور رهڻ سان ئي هو پاڪ ۽ پوتر
رهي سگهندو.

۴۳۱- **سوال**- اِنساني ڪمزورين تي جيت ڪيئن
پائجي؟

**جواب**- جڏهين گل ڦٽي ميوو ٿئي ٿو تڏهين گل
جون پنکڙيون پاڻهي ڪريو پون. اوهان ۾ به جڏهن
ايشوري ڀاو وڌندو، تڏهين اِنساني ڪمزوريون ازخود
غائب ٿي وينديون.

۴۳۲- جڏهين اليبت وئراڳ دوارا هڪ واريءَ
ايشور پراپتي ٿئي ٿي ته پوءِ ڪام چيشٽائون غائب ٿيو
وڃن. پوءِ اُن پرش کي پنهنجي پتنيءَ مان ڀؤ پيدا
ڪونه رهندو. جيڪڏهن ڪ چقمق لوهه جي هڪ ٽڪر
سان ساڳئي مفاصلي تي رکيل هوندا ته ضرور جيڪو
وڏو چقمق هوندو، سوئي لوهه کي وڌيڪ زور سان

کيئن چئبو. ساڳيءَ ريت ايشور ۽ وڏي چقمق سمان آهي، پوءِ اُن اڳيان ڪامي روپي لندي چقمق جو کهڙو وس هلندو؟

٤٣٣- وشيه ڀوڳ لاءِ ڪشش ڪيئن نشٽ ٿيندي؟ ايشور ۾ چت لڳائڻ سان. جو ته هو آنند ۽ سڙج جو ڀنڊار آهي. جن ايشور کي پاتو آهي، تن کي سنسار جا هيءَ تچ پدارٿ ڇڪي ڪونه سگهندا.

٤٣٤- مصري ۽ مٺائي کائڻ ساڳي ڳالهه نه آهي. مصري صحت لاءِ هاجيڪار ڪانهي. بيمار به اها کائي سگهندو. اوم جو شبد صرف هڪ حرف نه آهي، پر آواز ۾ ايشور جو روپ آهي. ساڳيءَ ريت ڀڳتي ڀاو لاءِ لڇا ۽ اپوتر سنساري ڪامنائون ساڳي ڳالهه نه آهن.

## اِستري جاتيءَ ڏانهن ڀاونا

٤٣٥- سڀئي استريون الوڪڪ ماتا جو اَنش آهن. تنهن ڪري اسان کي جڳائي ته کين ماتا ڪري ڏسون.

٤٣٦- استريون چڱيون هجن يا نه، پاڪدامن هجن يا نه، ته به کين آنندمه الوڪڪ ماتا جو سروپ ڪري سمجهڻ گهرجي.

٤٣٧- سوال- استرين ڏانهن ڪهڙي ڀاو سان نهارڻ گهرجي.

جواب- جنهن سڀ سچاتو آهي، جنهن کي ايشور جو درشن نصيب ٿيو آهي، سو ڪانئن ڪو به ڊپ ڊاءِ

ڪونہ ڪري- هوُ نہ ڪين سچي سروپ ۾، جڳت ماتا
جو انش ڪري ٿو ڄاڻين. تنهن ڪري هوُ استرين کي
نہ رڳو عزت آبرو، مان مهت ٿو ڏئي، پر سندس
پوڄا بہ ٿو ڪري، جيئن سنتان ماتا جي ڪندو آهي.

٤٣٨- **سوال-** ڪام تي ڪيئن جيت پائجي؟

**جواب-** سڀني استرين کي پنهنجي ماتا سمجهہ-
استريءَ جي منهن ۾ ڪڏهن بہ ڪين نهار، پر سدائين
سندس پيرن ڏانهن نظر ڪر- ائين سڀئي ڀڇڙا خيال
اُڏامي ويندءَ.

٤٣٩- جا استري پتيءَ سان گڏ رهي بہ برهمچريہ
پالن ڪري ٿي، سا سچ پچ ساڪيات ديوي ماتا آهي.

٤٤٠- **سوال-** سائين، تنترن موجب استرين جي
سنگ ۾ ڀڳتي ساڌنائون ڪرڻ جي باري ۾ اوهان جا
ڪهڙا ويچار آهن؟

**جواب-** اهي "مارگ" جو ڪانئتا آهن، نهايت اوکا
بہ آهن. اڪثر ڪري تباهي سان ڀريل آهن. تنترن
موجب ڀڳتي ساڌن جا ٽي پرڪار آهن- جڳت ماتا
ڏانهن وير، داسي يا پتر ڀاونا ڌارڻ ڪري سگهجي
ٿي- منهنجي پتر ڀاونا آهي- ڀاڻ کي جڳت جننيءَ جي
داسي سمجهڻ بہ سٺي ڳالهہ آهي- پر "وير" مارگ
خطرن سان ڀريل آهي- پتر ڀاونا (پاڻکي جڳت ماتا جو
پتر سمجهڻ) وارو مارگہ نهايت ٿي پوتر آهي.

تنتر ۾ "وير" مارگ کي وير-آچاريہ سڏيو ويو

آهي. (ان مارگ پر ساڌڪ، ڪنهن استريءَ کي ديوي سروپ سمجهي، ديوي ماتا کي پهچجي دوبه پتني ڪري پوڄيندو آهي).

۳۴۱- ايشوري ڪرپا لاءِ آسانتو آهين ته ماتا، جا ايشوري شڪتي آهي، تنهن جي آراڌنا ڪر. هوءَ خود مهامايا آهي. هوءَ ئي آهي جنهن ساري سنسار کي پلايو آهي ۽ اُلهتي، پالنا ۽ پرلئه جو سالڪ رچي رهي آهي. هن سيني مٿان اوديا جو پڙدو پکيڙي ڇڏيو آهي. جيستائين هوءَ پاڻ نه در کوليندي، تيستائين ڪير به 'اندروني دروار' ۾ پير پائي ڪونه سگهندو. پائي پاهر ته اسين رڳو ظاهري شيون ئي ڏسون، پر اناديءَ اکنڊ سچدانند پو اساڃي نظرجي بهچ کان پريءَ اُو رهي.

ايشوري شڪتيءَ جا ٻه روپ آهن- وديا ۽ اوديا. اوديا پيلائيندي آهي ۽ ڪامني ڪنچن جي جڙ آهي ۽ بندن ۾ ئي رکي ۽ پر وديا ڀڳتي، ڪرونا، گيان ۽ پريم جو آدي ڪارڻ آهي ۽ ايشور طرف نيئي ئي هلي.

ان اوديا کي نسي لسان ڪرڻو آهي. شڪتي پوڄا جي شروعات به انڪري ئي. اوديا کي پرسن ڪرڻ لاءِ انيڪ مارگ آهن. سنڌس 'داسي' يا 'وير' يا 'بالڪ' ليکو آهي. شڪتي ساڌنا ڪانڇي مستريءَ ... ڳالهه نه آهي. ان پرڪيتر نون ڊپ ۽ خطرناڪ

ساڌنائون آهن. مون ۾ سال ديوي ماتا جي ’داسي‘ ۽ ’متر‘ ٿي گذاريو. منهنجو ’ٻالڪ‘ ڀاءُ هو. مون لاءِ ڪن ۾ استرين جي چالي، منهنجي ماتا جي چاليءَ سمان آهي.

استرين شڪتيءَ جا انيڪ روپ آهن. اسان جي ديس جي مغربي ڀاڱن ۾ وواهه وقت گهوٽ هٿ ۾ ڪاٺي جهلي بيهندو آهي ۽ بنگال ۾ سونٽڙو جهلي بيهندو آهي. مراد اها آهي ته هو ڪنوار، جا خود شڪتي آهي، تنهن جي سهايتا سان مايا جا بندن ڪپي ڇڏيندو. اهو ”وير“ ڀاو آهي. مون اها ساڌنا ڪانه ڪئي آهي. منهنجو ٻالڪ ڀاءُ آهي.

## ڀڳت ۽ سنڌس ڪٽنب قبيلو

۴۴۲- **سوال**- جو منش ڀڳتي ڀاو ۾ رتو رهي ٿو، تنهن کي جيڪڏهن سندس ڌرمپتني چوي، ”منهنجي سار سنڀال پوريءَ طرح نه لهندا ته آءٌ آپگهات ڪنديس“، ته ان حالت ۾ ڪيئن ڇا ڪرڻ گهرجي؟

**جواب**- هنڪي اهڙيءَ استريءَ جو تياڳ ڪرڻ گهرجي، جو ته اها استري ڪيئن ايشور پراپت ڪرڻ کان روڪي رهي آهي ڀوءِ ڀل هوءَ آپگهات ڪري يا ٻيو ڪجهه ڪري! جا استري ايشوري مارگ ۾ وگهن وجهي رهي آهي، سا اوديا جو روپ آهي، پر جنهن منش جو ايشور سان سچو سنيهه آهي، تنهن سان سڀيئي،

خود واجا، پاپي پرش ۽ استري راهي ۾ رهن لڳا.
جيڪڏهن ڪو مش سچو پڳت آهي، ته سندس استريءَ
جنو آهستي آهستي ايشور طرف لاڙو ليندو ويندو.
جيڪڏهن ڪو ايڪ سياڻ وارو آهي نه گهڻو ڪري
سندس استري به ايشور جي ڪرپا سان نيڪ ويچارن
جي ٿي پوي ٿي.

۴۴۳- مش لاءِ ماتا ۽ پتا مول ڳالهه آهن. هن ڪي
جيستائين پرسن نه رکبو، تيستائين ڪابه ڀڳتي ساڌنا
ڪنهن به ڪم جي ڪانه ليندي. شوري چيتنيه ديو ايشور
پريم ۾ مست هو نه سنياس ڌارڻ ڪان اڳ پنهنجيءَ ماتا
کي پرسن رکڻ لاءِ وڏا جتن ڪندو هو. ماءُ کي چيائين،
”ماتا، دکي نه ٿيءُ. توکي گڏجڻ لاءِ جلد جلد پيو
ايندس.“ انسان کي ايڪ فرض ادا ڪرڻا تا پون.
ديوتائن جو فرض، رشين جو فرض، ماتا پتا ۽ استريءَ
جو فرض. ڪوبه پورو ڪاربه سڌ ڪونه ليندو، جيستائين
ماتا پتا جو فرض ادا نه ليو آهي. استريءَ جو به فرض
آهي. هرش پنهنجي استريءَ جو نياڳ ڪري هتي
اچي رهيو آهي. هو جيڪڏهن پنهنجيءَ استريءَ جي
آجيوڪا جو پربند نه ڪري آيو هجي ها نه جمڪر آءٌ
کيس پاپي سڏيان ها. رام پرسن پنهنجي هٺ ڀوڳيءَ
لاءِ کير ۽ آفيم جي تلاش ۾ سدائين پيو رلندو رهي.
هو چوندو آهي نه منوءِ ساڌن سنتن جي سيوا ڪرڻ
لاءِ آ[illegible]ڳتي آهي. هوڏانهن سندس ماتا پئي بکه

مري ۽ پنهنجي لاءِ شيون شڪليون خريد ڪرڻ لاءِ
پاڻ بازار ڏي وڃي. مونکي اهڙيءَ هلت تي چڙ
لڳندي آهي.

۴۴۴- پر هڪ ڳالهه آهي- جيڪڏهن منش ايشور
پريم ۾ مست ٿي ويندو آهي ته پوءِ پتا جا جو، ماتا
جا جي، استري جا جي؟ هو ايشور کي ايترو ته آڳيت
پريم ڪندو آهي، جو مست ٿي پوندو آهي. هو پوءِ
ڪوبه فرض ڪونه جاڻندو آهي. هو سيئي قرض کان
آجو ٿي پوندو آهي. منش جڏهن انهيءَ استتيءَ کي
رسندو آهي، تڏهن ساري سنسار کي وساري ڇڏيندو
آهي ۽ خود سريرَ، جو هر ڪنهن کي پيارو آهي، تنهن
کان به بي سرت رهندو آهي.

۴۴۵- هن سنسار ۾ ماتا پتا پرم اُتم عزت جا يوگيه
آهن. جيستائين هو حيات آهن، ايستائين پنهنجي
سموري شڪتيءَ سان سندن شيوا ڪرڻ جڳائي ۽
سندن مرڻ بعد پنهنجيءَ پهچنديءَ آهر سندن ڪريا
ڪرم ڪرڻ گهرجي- پتر جيڪڏهن غريب ۾ غريب
هجي ۽ پنهنجي ماتا پتا جي ڪريا ڪرم ڪرڻ جي
سمرٿي ڪانه ساري سگهي، ته کيس بن ۾ وڃي پنهنجي
ڀيوسيءَ تي ڳوڙها ڳاڙڻ گهرجن. تڏهن ئي پتا ماتا
ڏانهن قرض کان پاڻکي آجو ڪري سگهندو. منش رڳو
ايشور خاطر ئي پنهنجي ماتا پتا جو چيو پاڻ تي پاپ
چاڙهڻ کانسواءِ اورانگهي سگهي ٿو. جيئن پرهلاد

پنهنجي پتا جي منع هوندي به ڀڳوان جو نالو جپيندو هو. ڌروُ پنهنجيءَ ماتا جي روڪ هوندي به بن ڏانهن تپسيا ڪرڻ لاءِ راهي ٿيو. هنن اُن ۾ ڪا اوجهڙ ڳالهه ڪانه ڪئي هئي.

## پرارٿنا ۽ ڀڳتي

۴۴۶- **سوال-** ايشور جي پرارٿنا وڏي آواز ۾ ڪجي؟

**جواب-** ايشور جي پرارٿنا جپڻ وٽيئي لبڻ ڪر. پڪ ڄاڻج ته هوُ هردم لوڪي ٻڌندو. هوُ ماڪوڙيءَ جي پيرن جو کڙڪو به ٻڌي ٿو.

۴۴۷- **سوال-** سچ پچ پرارٿنائن ۾ تاثير آهي؟

**جواب-** هائو. جڏهن من ۽ واڻي ملائي سچيءَ دل سان ڪنهن ڳالهه لاءِ آرزو ڪندا ته اها پرارٿنا اوس سوڪار ٿيندي. اُن منش جي پرارٿنا وترت ويندي، جو مک سان پيو چوندو، ”هي ايشورا! هيءَ سڀ ڪجهه تنهنجو ئي آهي!“ ۽ ساڳئي وقت اندر ۾ پيو ويچار ڪندو ته هي سڀ منهنجا آهن.

۴۴۸- پنهنجي ويچار سان دروهي نه ٿيءُ. سچو ٿيءُ، پنهنجي ويچارن انوسار هل: ته اوس ڪامياب ٿيندين. سچي ۽ سرل هردي سان پرارٿنا ڪر ته تنهنجون پرارٿنائون ثابت ٿينديون.

۴۴۹- جيڪي من ۾ هجيئي، سوئي مک مان ڪڍ-

لوڪي ويچارن ۽ واٽيءَ ۾ ساڳيو ئي ٺهڻ جڳائي، نہ تہ جي رڳو وات سان پيو چوندين تہ ايشور تنهنجوئي سڀ ڪجهہ آهي، پر من ۾ سنسار کي سڀ ڪجهہ سمجهي ويٺو هوندين تہ پوءِ ڪوبہ لاڀ پراپت ڪونہ ٿيندءِ.

٤٥٠- راجا وٽ وڃڻ لاءِ محلات جي دربانن ۽ سنگهاسڻ جي سنترين کي پنهنجو ڪرڻ ضروري آهي. ساڳيءَ ريت سروَشڪتيوان ايشور وٽ پهچڻ ۽ سندس ڪرپا پراپت ڪرڻ خاطر منش لاءِ ڀڳتي سادن، ڀڳتن جي شيوا ٽهل ۽ گهڻو وقت گيانين جي سنگ ۾ رهڻ ضروري آهي.

٤٥١- ڏسڄ جيئن سنساري ويچار ۽ چنتائون تنهنجي من کي اشانت نہ ڪن. جيڪي ضروري هجي، سو ڪر ۽ هردم پنهنجو من ايشور ۾ لڳل رک.

٤٥٢- جهاز جي قطب نما جي سئي جيسين اتر ڏيکاريندي رهندي، تيسين ڪيس لهر لوڏي جو خير ڪو خطرو رهندو. ساڳيءَ ريت جيوت روپي جهاز هر خطري کان پري رهندو، جي من روپي قطب نما جي سئي بنا لڏڻ لمڻ جي ايشور ڏانهن هردم لڙيل هوندي.

٤٥٣- سوال- پرارٿنا ڪيئن ڪجي؟

**جواب**- سنساري وستن لاءِ پرارٿنا ڪرڻ نہ جڳائي. سنت نارد جيئن پرارٿنا ڪر. شري رامچندر ئي نارد چيو، ”پوڄنيہ رام، پنهنجي ڪمل چرڻن جي

پڪتي ( پريم، شرڌا ۽ ڀاڳ اُرپڻ ) ڏينم-" رام اُلر ڏنس
" لقاستو- پر وڏيڪ ڪجهه ڪين طلبيندين ؟ "
ناود وراڻيو، " ايشور، اوهانجي مايا، جا سنسار کي
ڦسائي رهي آهي، تنهن ڏانهن شل ڪين ڇڪجان."
رامچندر وري به چيس، " لقاستو- پر وڏيڪ ڪجهه
ڪين طلبيندين ؟ " ناود وراڻيو " نه مالڪ، بس اهائي
منهنجي وينتي آهي."

۴۵۴- تنهنجي من ۾ جي شڪ آهي ته ايشور
ساڪار آهي يا نراڪار، ته پوءِ هن لموني پرارٿنا ڪر،
" اي ايشور، ڄاڻي نه ٿو سگهان ته تون ڪهڙي روپ آهي
يا نه ڪجهه به هجين، مون تي پنهنجي ڀاڄه ڪر-
پنهنجو درشن ڪراءِ."

۴۵۵- ڪي ماڻهو ايشور جا الڳ روپ ۽ گڻ ورڻن
ڪندي به انهن ۾ شرڌا نه ٿا رکن ۽ ايشوري شڪتي
جا سرشتي اُلهن ڪري، اُن ڪي هلائي ٿي. جيڪو
منش اُن ۾ شرڌا رکي ٿو ۽ دکي دل سان پرارٿنا ڪري
ٿو، " هي ايشور، مان تنهنجي سچي سروپ کان اُڻاڻ
آهيان. مون تي مهر ڪري، پنهنجو سروپ ڏيکاءِ"، تنهن
تي ايشور پنهنجي مهر جو ميگهه ضرور وسائيندو.

۴۵۶- ايشور سداءِ سڄاڳ آهي. توهان جڏهن به ان
کي پرارٿنا پئي ڪئي آهي، تڏهن هن توهان کي پئي
ٻڌو آهي. ڪنهن نه ڪنهن وقت، مڙليوءِ وقت ته
ضرور توهانکي پنهنجو درشن ڏيندو.

# پرڪرڻ يارهون

## ساڌڪ ۽ ڌرمي مت ڀيد

[ سيني ڌرمن جو ايشور ساڳيو. جدا جدا ڌرم ايشور ڏانهن مارگ. مذهبي تعصب جا ڪارڻ ۽ اُن جو علاج. مذهبي متڀيدن ڏانهن صحيح ڀاوَ. گهٽ پڙهيل ڏانهن ڀاوُ].

## سيني ڌرمن جو ساڳيو ايشور

۴۵۷- جدا جدا ماڻهو پاڻيءَ کي جدا جدا نالن سان سڏين ٿا. ڪي اُنکي "واٽر"، ڪي "واري"، ڪي "اَڪتا" ۽ ڪي پاڻي سڏين ٿا. ساڳيءَ ريت سچدانند [ست- چت- آنند] کي ڪي ايشور، ڪي الله، ڪي هري ۽ ڪي برهم ڪري ٿا ڏيائين، پر آهي ساڳيو هڪ.

۴۵۸- تيڪريءَ جي دڪان تي جدا جدا نمونن جا ٿانءَ، دلا، ڪنا، پاٽيون وغيره رکيا هوندا آهن. سيئي ٿهيل ساڳيءَ مٽيءَ جا هوندا آهن. ٺهڙيءَ ريت ايشور به هڪ آهي، پر جدا جدا جڳهن ۽ ديسن ۾ ڪيس جدا جدا نالن ۽ روپن سان پوڄيو ٿو وڃي.

۴۵۹- جيئن ساڳيءَ ٿي کنڊ مان نموني نموني جا پسون ۽ پکي ٺاهيا ويندا آهن، تئن ديوي ماتا کي به جدا حدا جڳهن ۽ ديسن ۾ جدا جدا نالن ۽ روپن سان پوڄيو ٿو.

۴۶۰- سون مان نانا پرڪارن جا زيور تيار

سون ساڳيو ئي آهي، پر ڍنورن جا نالا جدا جدا رکيا ويا آهن. ساڳيءَ ريت هڪ ئي ايشور جي پوڄا جدا جدا ديشن ۾ جگن ۾ جدا جدا نالن ۾ روپن سان ٿيئي ٿي ۽ وري پوڄا به جدا جدا متن موجب جدا جدا پرڪارن جي ٿيئي ٿي. ڪي کيس پتا ڪري ٿا سڏين، ڪي وري ماتا، ڪي متر ۽ ڪي پريتم، ڪي کيس پنهنجي هردي جو خزانو، ته ڪي وري پنهنجو منڙو بالڪ. پر آهي هڪ ۽ ساڳيو ئي ايشور، جنهنجي انهن پڻ نمونن ۾ پوڄا ٿيئي ٿي.

۴۶۱- هڪ ڀيري بردوان جي مهاراجا جي دربار ۾ ودوانن وچ اچي واد وواد شروع ٿيو ته شو مهاراج ۽ وشنو مهاراج ۾ وڏيڪ اُتم ڪير؟ ڪن ودوانن چيو "شو مهاراج"، ته ڪن چيو "وشنو مهاراج". جڏهن واد وواد جوشيلو روپ ورتو، تڏهن هڪ پڊتان پنڊت چيو، "سائين، مون نه شو مهاراج ڏٺو آهي ۽ نه وشنو مهاراج. ڪيئن چئي سگهان ته انهي ۾ وڏيڪ اُتم ڪير؟ ساڳيءَ ريت توهان کي به هڪ ديوتا جي ٻئي سان ڀيٽ ڪرڻ نه گهرجي. جڏهن انهن مان هڪ جو درشن اوهانکي پراپت ٿيندو، تڏهن سڌ پوندوَ ته ٻئي ساڳئي برهم جو روپ آهن."

## پڻ پڻ ڌرم ايشور ڏانهن مارگ

۴۶۲- الله ۽ سنان ڪرڻ لاءِ انيڪ گهاٽ ٿيندا آهن. اشنان ڪرڻ يا دلو پرڻ لاءِ ڪنهن به گهاٽ تي

وچڻ سان پاڻيءَ کي ڀڄڻي سگهبو آهي. هڪ ٻئي سان جهڳڙو ڪرڻ ته هڪ گهاٽ ٻئي کان بهتر آهي، سو اجايو آهي. ساڳيءَ ريت نتيہ آنند روپي چشمي جي پاڻيءَ ڏانهن وڃڻ لاءِ گهڻيئي گهاٽ آهن. جدا جدا ڌرم به گهاٽن مثل آهن. برابر پوروڪ هردي سان ڪنهن به ڌرم روپي گهاٽ ڏانهن وڪ کڻبي ته نتيہ آنند روپي پاڻيءَ وٽ اوس پهچبو. پر ائين ڪڏهن به چوڻ نه گهرجي ته منهنجو ڌرم ٻئي جي ڌرم کان اُتم آهي.

٤٦٣- ايشور جا انيڪ نالا ۽ اَننت سندس روپ آهن، جن دواران سندس سمڪ وڃي سگهجي ٿو. جنهن به نالي يا روپ ۾ سندس پوڄن ڪبو، تنهن ۾ ئي کيس پائبو.

٤٦٤- جدا جدا ڌارمڪ مَتا ايشور کي پائڻ لاءِ جدا جدا مارگ آهن. ڪالي گهاٽ وٽ جيڪو ڪالي ماتا جو مندر آهي، اوڏانهن انيڪ رستا وڃن ٿا. ساڳيءَ ريت ايشور جي آستان ڏانهن هلڻ لاءِ ڪيترائي مارگ آهن. هرهڪ ڌرم اُنهن مارگن مان هڪ آهي.

٤٦٥- ڪي سال اڳ جڏهن هندو ۽ برهمو وڏي اتساه ۽ اُمنگ سان پنهنجي پنهنجي ڌرم جو پرچار ڪندا هئا، تڏهن ڪنهن شخص گرو مهاراج کان انهن ٻنهي فرقن جي باري ۾ رايو پڇيو. گرو مهاراج چيو ”مان ته ڏسان پيو ته برهم ميہ ماتا، پنهنجو ڪارج ٻنهي فرقن کان ڪرائي رهي آهي.“

٤٦٦- هڪ برهمو پڇيو، ”هندو ڌرم ۽ برهمو ڌرم ۾ ڪهڙو
فرق آهي؟“ گرو مهاراج اُتر ڏنس، ”جيڪو فرق سر ۽
ساري گم پد ني ۾ آهي، ساڳيو فرق هندو ڌرم ۽
برهمو ڌرم ۾ آهي. برهمو ڌرم برهم جي هڪ سُر
[وياڪيا] سان سنتشٽ ٿو رهي ۽ هندو ڌرم ڪيترن
سُرن [وياڪيائن] جو ميل ميلاپ آهي ۽ اُهي گڏجي
مڌر آلاپ ٿا پيدا ڪن.“

٤٦٧- جڳهه جي ڪُڏ تي ڏاڪڻ، بانس جي لڪڙيءَ
يا نوڙيءَ رستي چڙهي سگهبو آهي. ساڳيءَ ريت
ايشور جي سمک وڃڻ لاءِ به انيڪ مارگ آهن ۽ هرڪو
ڌرم پنهنجو پنهنجو مارگ ٿو ٻڌائي.

٤٦٨- بجلي بتيءَ جي روشني، ڪٿهن پاڙي ۾
گهٽ ته ڪٿهن ۾ وڌ هوندي آهي، پر روشني ڏيندڙ
وستو بجلي ساڳئي ئي مرڪز مان ايندي آهي. ساڳيءَ
ريت سڀني ديسن ۽ سڀني جڳن جا ڌارمڪ گرو انيڪ
بتين جيئان آهن، جن ۾ ايشور جو پرڪاش جهلڪا
ڏيندو آهي. اهو پرڪاش هڪ ئي سرو شڪتيمان مان
ايندو آهي.

٤٦٩- سڀني گدڙن جا آواز ساڳيا ليکا آهن. ساڳيءَ
ريت سڀني مهاپرشن جا اُپديش ساڳيا آهن.

## مذهبي تعصب جا ڪارڻ ۽ علاج

٤٧٠- اگيان ڪري ساڌارڻ ماڻهو پنهنجي ڌرم کي

سٽي ۾ سنو سمجهي، اجايو گوڙ شور ڪندو آهي؛ پر
جڏهين سندس من سچي گيان سان روشن ٿيندو آهي،
تڏهين اهي ڀيد وادي جهيڙا غائب ٿي ويندا آهن.

۴۷۱- ٻه چٽا پاڻ ۾ تڪرار ڪري رهيا هئا ته
سانڊي جو رنگ ڪهڙو ٿيندو آهي. هڪ چيو، "هن
کجيءَ تي ويٺل سانڊو سندر لعل رنگ جو آهي."
ٻئي اُن جو ورود ڪيو ۽ چيائين، "تون غلط آهين.
سانڊي جو رنگ لعل نه، پر نيرو آهي". پاڻ ۾ واد وواد
ڪرڻ بعد به ڪنهن فيصلي تي پهچي ڪين سگهيا.
ٻئي چٽا هڪ ماڻهوءَ وٽ ويا، جو کجيءَ جي هيٺان
گهاريندو هو ۽ سانڊي کي سڀني صورتن ۾ ڏٺو هئائين.
هڪ چٽي کانئس پڇيو، "کجيءَ تي ويٺل سانڊي جو
رنگ لعل نه آهي؟" هن جواب ڏنو "هائو". اُن تي
ٻئي چٽي پڪاريو، "اوهين ڇئو چا پيا؟ سانڊي جو
رنگ لعل نه آهي، پر نيرو!" اُن شخص نمرتا سان
وراڻيو، "تون به سچ ٿو چوين." ڪيس ته ڄاڻ هئي
ته سانڊو گهڙيءَ پيو رنگ بدلائيندو آهي؛
انڪري هن ٻنهي سوالن جو جواب "هائو" ڏنو. ايشور
جو ست چت آنند آهي، تنهنڪري به ساڳيءَ ريت انيڪ
روپ آهن. جنهن ڀڳت ايشور کي فقط هڪ ئي روپ
۾ ڏٺو آهي، تنهن کي رڳو اُن ئي روپ جي ڄاڻ آهي.
جنهن ايشور کي انيڪ روپن ۾ ڏٺو هوندو، سو ئي رڳو
چئي سگهندو ته اهي سڀ روپ هڪ ئي ايشور جا

آهن. جو ٹ. ايشور جا ڪئين روپ آهن. هو نراڪار به آهي، ساڪار به آهي ۽ سندس روپ اڻيڪ آهن، جنهي ڪنهن کي ڄاڻ ڪانهي.

۴۷۲- اوجل پاڻيءَ واري وڏن تلائن ۾ * دل (ڪاهه) ڪونه اُپرندو آهي ۽ رڳو بيٺل پاڻيءَ وارن ننڍن تلائن ۾ اُپرندو آهي. ساڳيءَ ريت جنهن سنيا جا سياسد شڌ، أدار ۽ نشڪام ارادا رکندڙ آهن، تنهن سنيا ۾ * دل (ڦوٽ) ڪانه پوندي. ڦوٽ رڳو انهيءَ سنيا ۾ پوندي آهي، جنهنجا سنيا سد آپسوارٿي، ڪوڙا ۽ أيمانئي لهندا آهن.

۴۷۳- * دل (ڦرقا) پيدا ڪرڻ سٺي ڳالهه آهي؟ وهندڙ پاڻيءَ ۾ * دل اُپري ڪونه سگهندو آهي. رڳو بيٺل پاڻيءَ ۾ اُپرندو آهي. جنهن منش جو هرڏو ايشور طرف مائل آهي، تنهن جو ٻين ڳالهين ڏانهن ڌيان ئي ڪونه ويندو. باقي جو ماڻهو ننگ ناموس يا آب مان لاءِ آسائتو هوندو، سو ڦرقا پيو لاهيندو.

۴۷۴- ماڻهو پنهنجون زمينون ڦيٽ سان ڪٽي، ليڪا پائي ورهاڱو ڪري سگهن ٿا ۽ پر اسانجي مٿان جو آڪاس آهي، تنهن جو ورهاڱو ڪير ڪونه ٿو ڪري

---

* بينگالي ٻوليءَ ۾ دل اکر جون ٻه معنائون آهن. ٻي معنيٰ آهي ڦرقو يا ڦوٽ. ٻي معنيٰ آهي بيٺل جنهي ۾ اُپرندڙ گاهه.

سکهي، آڪاس سيني جي مٿان آهي ۽ اسين سيني انجي هيٺان اچي ٿا وڃون. ساڳيءَ ريت اگياني پرش پنهنجي اگيان ڪري چوندو آهي ته رڳو منهنجو ئي ڌرم سچو ۽ پرم اُتم آهي؛ پر جڏهن گيان روپي روشني سندس هردي ۾ پرڪاش ٿي ڪري، تڏهن کيس اُنڀو ٿو ٿئي ته انهن فرقن ۽ متن جي جهڳڙن کان مٿي اکنڊ سبب چت آنند آهي.

## ڌرمي مٿڀيدن ڏانهن صحيح ڀاو

٤٧٥- جو منش اِن نشچي سان پڪتي ۽ ساڌنائون ٿو ڪري ته ايشور هڪ آهي، سو اوس کيس پراپت ڪندو؛ پوءِ ڀلي ڪهڙي به روپ، نام يا ڍنگ ۾ ايشور کي ڌيائجي.

٤٧٦- ايشور جو نام ڀل ڪهڙي به پرڪار جوڙجي يا سندس ڌيان ڀل ڪهڙي به پرڪار ڪجي، ته به اُنتي اوس ٿيندي- مصريءَ جي سنگ کي سڌو جهلي کائبو يا ڦڏو جهلي، ته به مٺو هڪجهڙو ئي لڳندو.

٤٧٧- **سوال**- هرڪنهن ڌرم جو جيڪڏهن ايشور ساڳيو آهي ته پوءِ جدا جدا ڌرمن جا ماڻهو سندس جدا جدا پرڪارن جا چٽر ڇو ٿا ڪڍن؟

**جواب**- ايشور هڪڙو ئي آهي، پر سندس روپ انيڪ آهن. جيئن گهر جو وڏو هڪ جو پيءُ، ٻئي جو ڀاءُ، ٽئين جو پتي آهي ۽ جدا جدا ڀائي کيس جدا جدا

نالن سان سڏبدا آهن، ليڪن هڪ ئي ايشور جنهن جنهن روپ ۾ پنهنجين جدا جدا ڀڳتن کي درشن ڏيندو آهي، تن تن نالن سان سندس ورتن ڪيو ويندو آهي.

٤٧٨- جيئن ماءُ پنهنجي پيار ڀارن جي شيرا تهل ڪندي، هڪ کي چانور ۽ شوروو، ٻئي کي سيڪو ۽ ٽئين کي مکڻ ۽ روٽي ڏيندي آهي ۽ ليڪن ايشور بہ جدا جدا ماڻهن لاءِ، سندن سڀاءَ موافق جدا جدا مارگ ٻڌايا آهن.

٤٧٩- ويدانت جي وياکيا جا شنڪراچاريہ ڪئي آهي سا لاشڪ صحيح آهي ۽ پر اُن لاءِ جيڪي رامانج چيو آهي [سندس وششٽ ادويت سڌانت] سو بہ صحيح آهي.

٤٨٠- منش کي ڪرستان جو دٻاءُ، مسلمان جي مذهبي پابندين کي استرا ۽ هندن جو سيني پراڻين لاءِ برابر ڏاڍي گهرجي.

٤٨١- لوڪ سيني ماڻهن لاءِ پنهنجي اندر ۾ برابر ڏاڍي جڳائي. جن ماڻهن سان لهه وچڙ ۾ اچين، تن سان ملي هڪ ٿي وڃ. ڪڏهن بہ پنهنجو منهن موڙي، ڏانهن نفرت سان نهاري، انهن ڪين چئج تہ ”هو ايشور کي سگڻ روپ ۾ ٿا مڃين ۽ نرگڻ روپ ۾“ ۽ يا ”هو نرگڻ روپ ۾ ٿا مڃين ۽ نہ سگڻ ۾“، يا ”هو ڪرستان هندو يا مسلمان آهي.“

٤٨٢- ڪِ برسڏ آهي تہ ماڻهن جا سڀاءَ نيارا نيارا ٿا

تين ۽ انڪري جيترو ئي سگهي، اوترو ساڻن لهه وچڙ ۾
اچ • توکي سڀني سان پريم ڪرڻ جڳائي- اهڙيءَ ريت
هلڻ سان تنهنجو هردو آنند ۽ شانتيءَ جو رس وٺندو ۽
پنهنجو سچو آتم سروپ پسندين •

٤٨٢- هر ڪنهن انسان کي پنهنجي ڌرم تي هلڻ
جڳائي • ڪرستان کي ڪرست ڌرم ۽ مسلمان کي اسلام
تي هلڻ گهرجي • هندن لاءِ آرين رشين جو پراچين
مارگ سريشٽ آهي •

٤٨٣- سڀني ڌارمڪ منش کي سمجهڻ گهرجي تہ
بيا ڌرم بہ ايشور ڏانهن وٺي هلڻ لاءِ جدا جدا مارگ
آهن • اسانکي ٻين ڌرمن لاءِ بہ عزت جو ڀاءُ ڌارڻ
جڳائي •

٤٨٤- واد وواد ڪين ڪر- جيئن تون پنهنجي ڌرم
۽ سچ تي استر آهين، تيئن ٻين کي بہ ڇوٽ ڇڏي
ڏي تہ پنهنجي ڌرم ۽ سچ تي استر رهن • رڳو واد وواد
سان ٻئي کي سندس ڀل محسوس ڪرائي ڪانہ سگهندين •
متس جڏهين ايشور جي ڪرپا ٿيندي، تڏهن ئي هو
پنهنجون ڀلون سمجهندو •

٤٨٥- هڪ ڏينهن گرو مهاراج ايشور جي مستيءَ
جي اوستا ۾ جگت ماتا سان ڳالهه ڪري رهيو هو
"ماتا، هر ڪو پيو چوي، "منهنجي واچ صحيح
وقت ڏيکاري رهي آهي." ڪرستان، هندو، مسلمان
سڀئي پيا چون "رڳو منهنجو ڌرم ئي سچو آهي" پر

مالا ڪنهن جي ته واڄ صحيح وقت ڪانه لي ڏيکاري- ڪير لوڪي سچيءَ ريت جاڻي سگهندو؟ ٻر جي ڪير لوڪي لڙهندڙ هردي سان ڏيائي تو نه لنهنجي ڪرپا سان ڪوڙي ۽ ڌرم دوارن لوڪي پائي سگهي ٿو."

## گپت پنٿن ڏانهن رخ

۴۸۶- گرو مهاراج جا ڪي نيتي اپديشڪ شش اڪثر ڪري انهن مهاپرشن لي پيا اکٺا ڇيني ڪندا هئا، جي شاڪتن ۽ ويشنون جا ڪي گپت ڪرپا ڪرم ڪندڙ هئا- ڇو ته ظاهري ڪين ڏسڻ ۾ ايندو هو ته هو نيتيءَ جي ڪن ساڌارڻ بندن جو الگهن ڪري رهيا هئا- گرو مهاراج پنهنجن اهڙن ششن ڪي جواب ڏيندو هو " انهن مهاپرشن کي دوش ڏئي نه او سگهجي. ڇو لب ڪين پورن نشچو آهي ته هو جيڪي مارگ اختيار ڪري رهيا آهن، سي ايشور پراپت ڪرڻ ڏانهن وٺي ٿا هلن. منش جو جنهن مارگ ۾ وشواس هجي، ۽ اهو ايشور پراپت ڪرڻ لاءِ اختيار ڪري لس ان مان سٺو ڪيڻ ڪين جڳائي- ڪنهن ۾ ساڌڪ جي ڀاءُ کي نه لندجي، ڇو ته ڪنهن ۾ ڀاءُ جي سچيءَ دل سان پوئواري اوس ايشور طرف وٺي هلندي- هرڪو پنهنجي پنهنجي ڀاءُ انوسار ايشور کي ڏيائيندو رهي- اُني جي مارگ ... سڌ اکڏڻ نه جڳائي....

٤٨٧- گرو مهاراج پنهنجي شش کي چوندو هو
”انهن ڀيت خلاف دل ۾ ڌڪار ڇو ٿا ڌاريو؟ اهي ٻه
مارگ ڪري سمجهو، ڀوءِ ڪٽي گندا هجن. جڳهه کي
گهٽيئي در ٿيندا آهن. مهڙ ۾ در، پنيان در، ڀنگيءَ
لاءِ در. اهڙن ڀيت کي ڪٽي ڀچاڙيءَ واري در مثل
ڀانءِ- ڀل کهڙي ٻه در ڪان اندر گهڙجي. هڪ واريءَ
اندر گهڙڻ سان سينيئي ساڳيءَ ٿي جڳهه ٿي پهچن ٿا.
انجي اها معنيٰ نه آهي ته اهڙن ماڻهن جو نقل ڪجي
يا انهن سان رلجي ملجي، پر ڪين نفرت جي نگاهه
سان ٻه نه ڏسجي.

# پرڪرڻ ٻارهون

## آتمڪ جيون جا تتوَ

[آتمڪ پرڪاش لاءِ ڪي نيم. شرڌا ايشور ۾ ڀروسو. ايشور جي ضرورت. ستيه. برهمچريه. وويڪ. ويراڳ. اوچائي. ساڌن. ايڪاگرتا. ڌيان]

## آتمڪ پرڪاش لاءِ ڪي نيم

۴۸۸- جيئن ماڻهوءَ ۾ جن اڳي واسو ڪندو آهي سو جيڪڏهن محسوس ڪري ته مون ۾ جن واسو ڪيو آهي ته جيڪر جن هڪدم ڪيس ڇڏي وڃي. ساڳيءَ ريت جيئن جيوَ ۾ مايا روپي جن واسو ڪيو آهي، سو جيڪڏهن اها ڳالهه محسوس ڪري ته هڪدم ان ڪان سندس جند آزاد ٿئي.

۴۸۹- ايشوري راج ۾ اهو ئي پير پائي سگهندو جو پنهنجي وويڪ سان لڳي تتو ڪري. اُن جي معنيٰ ته صاف دلي ۽ شرڌا ئي ايشوري راج ڏانهن نيڻ لاءِ مارڳ آهن.

۴۹۰- هڪ پيري هڪ شخص چيو، "ڪيهنجو به ڏالي ٻاءَ ڦري ڪونه سگهندو." پٽي ورائيس ته "ٻاهر حڏهن ڪوئلي ڪي لڳندي آهي، تڏهن اُن جي ڏالي

ڪارڻهن ناس ڪري ڇڏيندي آهي.“ ساڳيءَ ريت
جڏهن گيان روپي آگ سان من ٻري ٿو، تڏهن سندس
ذاتي سڀاءُ ناس ٿئي ٿو.

٤٩١- من سڀ ڪجهه آهي. من پنهنجي سواد پٽنا وڃائي ڇڏي ته جڙ تو پنهنجي سواد پٽنا وڃائي. من سواد پڻ آهي ته لون سواد پڻ آهين. ڌوٻيءَ جي ڌوٽل اڇي اجري ڪپڙي جيان من تي ڪوبه رنگ لڳي سگهي ٿو. ڪير انگريزي پڙهيل هوندو ته ڳالهائڻ وقت ازخود وچ ۾ انگريزي لفظ نڪري ويندس. سنسڪرت جو ابياس ڪندڙ پيو نه ته شلوڪ ضرور اچاريندو. پنهنجو من جيڪڏهن خراب سنگ ۾ رکبو ته ان جو خراب اثر ويچارن ۽ واڻيءَ تي به پوندو. جيڪڏهن ساڌ سنگت ۾ گهاربو ته من ضرور ايشور چنتن ۾ ٿي لڳل رهندو. من ڇهڙي وايو منڊل ۾ گهاريندو، سڀاءُ ا. اهڙو تي ڌارڻا ڪندو.

٤٩٢- من سڀ ڪجهه آهي. پنهنجي استريءَ ڌانهن ڇڪ ۽ پنهنجي ٻار لاءِ پيار ۾ تفاوت آهي. هڪ پاسي استري آهي، ٻئي پاسي پنهنجو ٻار آهي. پيار ٻنهي سان ڪجي ٿو، پر دل ۾ جدا جدا نيارا نيارا ڀاوَ اٿن ٿين.

٤٩٣- بندن ۾ من ئي ٿو وجهي. مڪت به وري من ئي ٿو ڪري. جيڪڏهن لون چوندين ته 'مان مڪت آهيان. مان ايشور جي سنتان آهيان! ڪير مونکي بندن ۾ وجهي سگهندو؟' ته اوس مڪت

ليندا ھن. جيڪڏھن ڪنھن کي نانڪ چڪ پاڻي ۽ اِستر
اِرادي ۽ وشواس سان چوي ته ”ڍھر آھي ئي ڪونه،
ڍھر آھيئي ڪونه“ ته پڪ ڍھر جو اثر ئي ڪونه رھندس.

۴۹۴- سوال- مان ڪڏھن مکمت ليندس؟

جواب- جڏھين ”مانھٺو“ ميسار جي ويندء، ”مان
۽ منھنجو“ اوڏيا آھي ۽ ”تون ۽ تنھنجو“ وڌيا آھي.

۴۹۵- ھڪ شخص ڪن ماڻھن جي شرڌا کي
”اَنڌ شرڌا“ سڏي مٿن ليڪا لڳي ڪئي. گرومھاراج
کانئس پڇيو، ”سمجھائي سگھندين ته اَنڌ شرڌا ڇاکي
ٿو سڏين؟ ڇا شرڌا کي ٻڏھين اکيون ليندين آھن؟
کھڙيون اکيون اٿس؟ وشواس جون اٿس ٻا وَڌيا
جون؟ اھو ته عجيب ويچار آھي ته شرڌا کي ڪن
حالتن ۾ اکيون آھن، ته ڪن ۾ ڪونھن؟“

۴۹۶- منش ايشور ۾ شرڌا نه ھٿيءَ ڪري ئي ڪشٽ
ڀوڳي رھيو آھي.

۴۹۷- ڪن شريرڪ نشانين دوارا پتو پئجي سگھندو
آھي ته ڪير شرڌاوان آھي ۽ ڪير نه. ھڏيدار، اکين
ٻيتل، ليڏو، انھن سڀني ٻرڪارن جي منش ۾ شرڌا
آسانيءَ سان اُلھن نه ٿي سگھندي آھي.

۴۹۸- ٻئي کي مارڻ لاءِ تلوار ۽ ڍال جي ضرورت
آھي، باقي پاڻکي مارڻ لاءِ ٽاچڻي به ڪافي آھي.
۽ ويسھ پڻ کي اُپديش ڏيڻ لاءِ شاسترن ۽ پراڻن

پڙهڻ جي ضرورت آهي، پر پنهنجي لاءِ آتمڪ پرڪاش پراپت ڪرڻ واسطي ڪنهن هڪ منتر ۾ درڍ وشواس ڪافي آهي.

۴۹۹- هندن ۾ انيڪ پنٿ ۽ مت آهن. انهن مان ڪهڙو اختيار ڪرڻ گهرجي؟ پاروتيءَ هڪ ڀيري مهاديو کان پڇيو، "پرجا پتي، اناديِ، نتيہ ۽ سروويابي آنند جي جڙ ڪهڙي آهي؟ مهاديو ڪيس اُتر ڏنو، "جڙ شردا آهي." تنهن ڪري پنٿن ۽ متن جي وشيشتائن کي خير ڪا اهميت آهي. منش کي ڀڳتيءَ جا سادن ۽ پنهنجي پنٿ جا فرض شردا سان بجا آڻڻ گهرجن.

۵۰۰- جيتري تنهنجي شردا هوندي، اوترو ئي ايشور بابت گيان پراپت ڪندين. جتي خير ڪا شردا هوندي، اتي گهڻي گيان لاءِ نهارڻ اجايو آهي. جيڪا ڳانءِ ڪاٺ پيئڻ ۾ تمام نازڪ هوندي، سا کير به گهڻو ڪانہ ڏيندي. پر جا ڳانءِ هر قسم جو ڪاڏو، ٻوٽا، ڪک، پن، گاهہ، تهہ وغيره کائڻ کان نٿي نٽائي ۽ شوق سان ٿي کائي، سا کير بہ جهجهو ٿي ڏيندي.

۵۰۱- جنهن کي شردا آهي، تنهن کي سڀ ڪجهہ آهي؛ جو اُن کان محروم آهي، سو سڀ ڳالهہ کان محروم آهي.

۵۰۲- ايشور پراپت ڪرڻ لاءِ ترقي اُتي تہ سندس نالو اُتل شردا سان جپ ۽ ستيہ ۽ اُستيہ پڇاڻڻ جو

بتن ڪر.

٥٠٣. منش شرڌا ۾ جيسين ٻالڪ جيان نہ ٿيندو، تيسين هن لاءِ ايشور پرابت ڪرڻ ڪٺن آهي. ماءُ، جي ٻالڪ کي چوندي تہ ”هو تنهنجو ڀاءُ آهي“، تہ ٻالڪ کي نسچو ٿي ويندو تہ اهو ماٺهو سچ پچ منهنجو ڀاءُ آهي. ماءُ، جي ڪيس چوندي تہ ”هوڏانهن نہ وڃ، اتي للاڏو ويٺو آهي“ تہ ٻالڪ کي پڪ ٿي ويندي تہ اتي براٻر للاڏو هوندو. ايشور جڏهن مُنش ۾ ٻالڪ جهڙي شرڌا ڏسندو آهي، تڏهن ڪيس ٿياس اچي ويندو آهي. دنيوي سياڻ وارو ايشور کي پرابت ڪري ڪين سگهندو.

٥٠٤. هڪ ڏينهن شري ڪرشن ٻگوان ارجن سان رٿ ۾ وڃي رهيو هو. آڪاس ڏانهن نهاري چيائين، ”ڏس ڪبوترن جو ولر ڪيڏو نہ سهڻو آهي!“ ارجن هڪدم اُن طرف نظر ڦيرائي چيو، ”تحقيق، ڪيڏا نہ سهڻا ڪبوتر آهن!“ اُتي ٿي شري ڪرشن وري مٿي نهاري چيو، ”نہ، مترا! اهي شايد ڪبوتر ڪونهن.“ ارجن وري بہ مٿي نهاري چيو، ”تحقيق، اهي ڪبوتر ڪينهن.“ اِن جو مطلب سمجهڻ جي ڪوشش ڪر. ارجن سچ پچ مورکي هوندو هو، تہ بہ جيڪي شري ڪرشن چيو، تنهن جي ٻلهراڻي خوشامد جي خيال کان ڪانہ ڪيائين، پر هنکي شري ڪرشن ۾ اهڙي تہ دڙهہ شرڌا هئي، جو جيڪي شري ڪرشن ٿي چيو،

سوئي ڪيس ڏسڻ ۾ تي آيو.

٥٠٥- ڪنڊ کي ٻاهر ٿي رکي چڱيءَ ريت ڪاڙهيو. جيسين اُنهر منڍي يا گند هوندو، تيسين پت مان ٻاڦ پيئي نڪرندي ۽ اُهڪا پيا ايندا. سموري منڍي ۽ گند ڪيڍڻ کان پوءِ نه ٻاڦ ڏسڻ ۾ ايندي، نه آواز ٻڌڻ ۾ ايندو. پوءِ لذيذ شربت تهي پوندو. شردا واري پرش جو گڻ به اهڙو ٿي ٿيندو آهي.

٥٠٦- هڪ ماڻهوءَ سمنڊ پار ڪرڻ تي چاهيو. وڀيشڻ کيس رکيا ڏني ۽ چيائين، ”هيءَ رکيا توکي پار اڪاريندي“. رکيا وٺي اهو ماڻهو پاڻيءَ ۾ گهڙيو. جڻ آنڊ مانڊ ٿي ته ڏسان ته رکيا ۾ لکيل ڇا آهي. ڏٺائين ته ڪاغذ ٽڪري تي ”رام“ جو پوتر نام لکيل هو. ويچار آيس ته ”هي ڇا! رڳو رام نام لکيل آهي!“ جيئن ٿي اها شنڪا سندس اندر ۾ اُٿي، تيئن ٿي شرن درياه تي ويو. ايشور جي ”نالي“ ۾ وشواس ڌارڻ ٿي ڪمال ڪري سگهي ٿو. ڇو ته وشواس جيون آهي ۽ وشواس ۾ ڪوتاهي موت آهي.

٥٠٧- هڪ شش جنهنکي پنهنجي گروءَ جي شڪتيءَ ۾ اننت وشواس هو، سو رڳو سندس نالو جپيندو، نديءَ تان پنڌ ڪندو ويو. اهو ڏسي، گروءَ سوچيو، ” منهنجي نالي ۾ ايتري شڪتي آهي؛ تڏهن آءٌ ته

وڏيڪ ٻلوان هوندس.“ ٻئي ڏينهن گروءَ ”مان“، ”مان“، ”مان“ اُچاريندو، لديءَ ني پنڌ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پاڻيءَ ۾ پير وجهندي ئي هو سرن درياه لي ويو. ڪيس پاڻيءَ ۾ لڙڻ ۾ ڪونه ايندو هو. شرڌا ڪرامتون ڏيکاري سگهي ٿي، باقي اُيمان يا اُهنڪار منش جي نباهي نا آئين.

٥٠٨- پراڻن ۾ لکيل آهي ته شري رامچندر ساکيات ٻورڻ برهم ناراڻ هو، ته به ڪيس لنڪا ڏانهن وڃڻ لاءِ پل ٻڌڻي پئي، پر هنومان سندس شرڌالو ڀاڳ ڀڳت، رام نام ۾ دوه وشواس هئڻ ڪري، هڪ ٽپ سان سمنڊ پار ڪري ويو. هن کي پل جي درڪار ڪانه ٿي. شش شرڌا دوارا پنهنجي گروءَ کان به وڏيڪ ڪمال ڪري ڏيکاريو.

٥٠٩- هڪ برهمڻ جي خون جي هتيا جو ڏوهاري راجا هڪ رشيءَ جي ڪٽيا ڏانهن سکيا وٺڻ لاءِ ويو ته پاڻ کي پاپ کان شڌ ڪرڻ لاءِ ڪهڙو پراشچت ڪريان. رشي ڪٽيا ۾ ڪونه هو، پر سندس پٽ ويٺو هو. هن راجا جي ڳالهه ٻڌي ڪيس چيو ”ڀڳوان (رامچندر) جو ”نام“ ٽي ڀيرا جپڻ سان توهانجي پاپ جو پراشچت ٿي ويندو.“ ڪجهه وقت کان پوءِ رشي موٽي آيو. پنهنجي پٽ جو ڏسيل پراشچت ٻڌي، جوش ۾ اچي چيائين، ”لکن ڪروڙن جنمن ۾ ڪيل پاپ، رڳو هڪ ڀيرو ايشور جي ”نام“ اُچارڻ سان هڪدم ڌوپجي وڃن

تا، اڙي بيوقوف، تنهنجي شرڌا کهڙي نہ نبل ٿي ڏسجي، جو تو اهڙو پوتر ”نام“ ٿي پيرا اُچارڻ لاء آڳيا ڏني آهي! پنهنجي ان نبل شرڌا ڪري، توکي چنڊال ٿيڻو پوندو.“ رامايڻ ۾ جيڪو گوهڪ نالو آيو آهي، سو اهو چوڪر آهي.

٥١٠- پتر ڪي سوين سال پاڻيء ۾ وجهي ڇڏڻ سان به پاڻي اُن ۾ پيهي ڪونہ سگهندو؛ پر مٿي پاڻيء ۾ وجهڻ سان هڪدم آلي گپ ٿي ويندي. ساڳيء ريت شرڌالو منش جو نربل هردو ڪشٽن ۽ ڪليشن ۾ بہ نراس ۽ نا اُميد نہ ٿيندو آهي، پر نبل شرڌا وارو پرش ننڍي ڪارڻ ڪري ئي ڏڏي ويندو آهي.

٥١١- منش جيڪو ويچار ڪري ٿو، سوئي ٿئي ٿو. چوندا آهن تہ ”ڀڙ ۾ مرڪنا پکيء جو هردم ويچار ڪرڻ سان، اهو پکي ٿي پوندي آهي. ساڳيء ريت جو منش هردم پيو آنند جو ويچار ڪندو. سو پاڻ بہ آنند سان ڀرپور ٿي ويندو.

٥١٢- پنهنجي جيون جو سمورو وقت پاپ ۽ نرڪ جون ڇو پيو ڳالهيون ڪرين؟ ايشور جو ”نام“ جپ. رڳو هڪ ڀيرو ئي چئہ ”پرميشور! اهڙيون ڳالهيون ڪيون اٿم، جي ڪرڻ نہ گهرجيون هئم؛ جي ڳالهيون ڪرڻ گهرجيون هئم، سي وري ڪونہ ڪيون اٿم- پرميشور، مون تي ڪميا ڪر!“ ائين چئي پرميشور ۾ شرڌا رک، تہ سيئي پاپن کان ڇوٽڪارو ملندء.

وڏيڪ ٻلوان هوندس.“ ٻئي ڏينهن گروءَ ”مان“، ”مان“، ”مان“ اچاريندو، نديءَ ۾ ٽپ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. پاڻيءَ ۾ پير وجهنديئي هو سرن ڏرياهه ۾ وهيو. ڪيس پاڻيءَ ۾ ٻڏڻ نه ڪونه ايندو هو. شردا ڪرامتون ڏيکاري سگهي ٿي، باقي ايمان يا اهنڪار مٺ جي تباهي ٿا آڻين.

۵۰۸- براڻن ۾ لکيل آهي ته شري رامچندر ساڪياتپوورن برهم نارائڻ هو، ته به کيس لنڪا ڏانهن وڃڻ لاءِ پل ٻڌڻي پئي، پر هنومان سندس شردالو ڀڳت، رام نام ۾ دڙهه وشواس هئڻ ڪري، هڪ ٽپ سان سمنڊ پار ڪري ويو. هن کي پل جي ضرورت ڪانه ٿي. شش شردا دوارا پنهنجي گروءَ کان به وڌيڪ ڪمال ڪري ڏيکاريو.

۵۰۹- هڪ برهمڻ جي خون جي هتيا جو ڏوهاري راجا هڪ رشيءَ جي ڪٽيا ڏانهن سڪيا وٺڻ لاءِ ويو ته پاڻ کي پاپ کان شد ڪرڻ لاءِ ڪهڙو پرائشچت ڪريان. رشي ڪٽيا ۾ ڪونه هو، پر سندس پٽ ويٺو هو. هن راجا جي ڳالهه ٻڌي کيس چيو ”ڀڳوان (رامچندر) جو ”نام“ ٽي ڀيرا چوڻ سان توهانجي پاپ جو پرائشچت ٿي ويندو.“ ڪجهه وقت کان پوءِ رشي موٽي آيو. پنهنجي پٽ جو ڏسيل پرائشچت ٻڌي، جوش ۾ اچي چيائين، ”لکن ڪروڙن جنمن ۾ ڪيل پاپ رکو هڪ ڀيرو ايشور جي ”نام“ اچارڻ سان هڪدم ڌوپجي وڃن

٥١٨- **سوال**- سنسار ۾ رهي اسان کي ڪهڙو ورتاءُ ڪرڻ گهرجي؟

**جواب**- سڀ ڪجهه ايشور تي ڇڏي ڏيو. سندس شرڻ وٺو ته توهان لاءِ ڪا به مشڪلات ڪانه رهندي. پوءِ توهان کي اِنيئن ٿيندو ته سڀ ڪجهه ايشور جي اِڇا سان ٿي ٿي رهيو آهي.

٥١٩- ايشور جي رضا تي راضي رهه ۽ اهڙو ويچار نه ڌار ته ڪجهه به اِنسان ڪري رهيو آهي. ان کان وڌيڪ سولو ۽ سلامتيءَ ڀريو ٻيو رستو آهي ئي ڪونه.

٥٢٠- ٻاندري جڏهين گهمندي ڦرندي آهي، تڏهن سندس ننڍڙو ٻچو ڪيس چنبڙيو پوندو آهي. ٻليءَ جو ٻونگڙو ائين ڪين ڪندو آهي. هُو درد ڀري آواز ۾ مياڻو مياڻو ڪندو آهي ۽ ٻلي سندس ڳچي وات ۾ جهلي، کيس کڻي ويندي آهي. ٻاندريءَ جو ٻچو جيڪڏهن پنهنجيءَ ماءُ کان ڇڏائي ويندو ته ڪري پوندو ۽ زخمي ٿيندو، ڇو ته هُو پنهنجي طاقت تي آڌار رکندڙ آهي. پر ٻونگڙي لاءِ اهڙو ڪو جوکم ڪونه ٿو رهي، ڇو ته ٻلي ئي کيس وات ۾ کڻي هيڏانهن هوڏانهن ڦرندي آهي. پاڻ تي ڀاڙڻ ۽ ايشور جي شرڻ وٺڻ وچ اهو تفاوت آهي.

٥٢١- هڪ ماڻهو پنهنجي ٻن ننڍڙن ٻچن سان هڪ ٻنيءَ مان لنگهي رهيو هو. هڪ ٻچو هٿ ۾

هوس ۽ ٻئي ڪي هٿ ڪان وٺي هلي ويو هو. سندس
نظر لڱن تي وڃي پئي. ٻنهي ڪندڙ ڪڪي پيءُ جي
هٿ مان پنهنجو هٿ ڇڏائي، خوشيءَ ۾ ٽاڙي وڄائي
چيو، "دادا ڏس، مٽي لڱڻ پيو آڻي!" اهي چوندي
ٽي ٽابو ڪاڏائين ۽ زخمي ٿي پيو. ٻيو ڪڪو جو پنهنجي
پيءُ جي هٿ ۾ هو، لڱن ۾ خوشيءَ ۾ پرڇي ٽاڙي
وڄائي، پر ڪري ڪونه پيو؛ جو نه پيءُ جي هٿ ۾
هو. آتمڪ درشٽيءَ کان پنهنجن ڪڪو ٻالڪ ٻاڙهيندڙ
هلي ۽ ٻيو ٻالڪ ايشور کي ارپيندڙ مثل آهي.

٣٢٢- هڪ پيري شري راڌا کي پنهنجي ست جي
ٽوڪتا ڏيکاري لاءِ آڪيا ٿي. ڪيس هزار سوراخن وارو دلو
پوري اچڻ لاءِ ڏنو ويو. هوءَ دلو ڀري آئي- پاڻيءَ جو
ڦڙو به ڪونه وهيو. سڀني سندس واهه واهه ڪئي.
جيائون نه ٿوڙي ستي استري نه ڪڏهن ٿي، نه
ڪڏهن ٿيندي.

راڌا اُٿر ڏنو، "مونکي ايڏو ڇو ٿا سارا هيو؟
جيءَ نه ڪرشن جي مهما آهي! آءٌ ته رڳو سندس
داسي آهيان."

٣٢٣- ايشور ٿي پورن آسرو رکڻ ٻاهري نه موڄ
آهي، جهڙي جيڪر لڪل پوروهيت کي سارو ڏينهن
[illegible] گهر ۾ اچي ڪٽ ٿي آهلي، فرصت سان
ڪڻ وقت اچي. ايشور تي آسرو رکڻ ڪري
سڀ ذڪر سور ۽ چنتائون سڀ وسري وڃن.

آهي ؛ وري وري پنهنجو سفر شروع ڪندي آهي. ۽ جي، ۽ ڳولون پنهنجو سفر ڪڏ شروع ڪندا آهن ؛ ڪڏهن، هڪ ڇيلي مان ٻي ڇيلي ڏانهن هلندو آهن ۽ پوءِ اُنهن کي ڪير بہ پنتي هٽائي ڪونہ سگهندو آهي. ساڳيءَ ريت جيڪي منش پڪيءَ جون ساڌنائون ڪرڻ ۽ اِشٽ جي سنگ ۾ ڪڏهن شروع ڪندا آهن، ان کي پنهنجي مارگ ۾ مشڪلاتون يا ناڪاميابيون جو ڪوڙ پڙ پوڻو ڪونہ رهندو آهي. هو ٻيا ڪڏهن اُلٽ يا پنتي هٽڻ جي سڌو سعئون اُنتي ڪندا ويندا آهن.

۵۲۷- ڪلڪتي ڏانهن اليڪ رستا نا وڃن. هڪ وشواسي ماڻهو هڪ ڏورانهين ڳوٺ مان ڪلڪتي لاءِ راهي ليو. رستي تي هڪ واٽهڙوءَ کان پڇيائين، "ڪلڪتي ڏانهن سؤلي ۽ سؤلو رستو ڪهڙو آهي؟" جواب مليس، "هيءَ رستو وٺي وڃ." ٿورو اڳرو وڃ ۽ ٻيو ماڻهو ڪڏيس. ڪانئس پڇيائين، "ڪلڪتي ڏانهن هي ئي سؤلي ۽ سؤلو رستو آهي؟" اُن ماڻهوءَ جواب ڏنس، "نہ، نہ. پنتي موٽي، کابي پاسي وارو رستو وٺ." اِئين ڪيائين. نئين رستي تي ڪجهہ پنڌ ڪرڻ بعد ڪيس ٽيون ماڻهو ڪڏيو، جنهن وري رستو ٻي ٻيو ٻڌايس. اِئين هڪ وشواسي ٻرش ڪجهہ ٻہ واڌارو ڪري ڪونہ سگهيو. سارو ڏينهن رستن بدلائڻ ۾ ئي گنوايائين. جيڪو ماڻهو سچ پچ ڪلڪتي ڏانهن پهچڻ چاهي، سو، ڪي ڪنهن ايماندار ماڻهوءَ کان پڇا ڪري، هڪ

ئي رستو وٺڻ گهرجي. ساڳيءَ ريت جيڪي منش ايشور کي پراپت ڪرڻ چاهين، تن کي ڪنهن هڪ گروءَ کي استري سان مڃڻ گهرجي.

٥٢٨- هڪ ماڻهوءَ کوهه کوٽڻ شروع ڪيو. ويهه گز کن اونهو کوٽيائين، ته به پاڻيءَ ڏيکاري تي ڪانه ڏنس. اهو هنڌ ڇڏي، ٻئي هنڌ کوٽڻ لڳو. اڳي کان وڌيڪ اونهو کوٽيائين، ته به پاڻي اڃا ڏسڻ ۾ ڪونه آيس. ٽيون هنڌ چونڊيائين- اتي اڃا به وڌيڪ اونهو کوٽيائين؛ پر سندس سموري محنت وڃي وئي. نيٺ ڪڪ تي کوٽڻ ئي ڇڏي ڏنائين. ٽنهي هنڌ ذري گهٽ سؤ کن گز کوٽائي ڪيائين. پر جي هو ٻيا ئين هنڌ ئي پنهنجي سموري محنت جو اڌ کن ڪري ها، ته پڪ پاڻي ڏسڻ ۾ ڪامياب ٿئي ها. ساڳي حالت انهن ماڻهن سان آهي، جي پنهنجا اشٽ پيا ڦيرائيندا آهن. ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ اسان کي هڪ ئي اشٽ تي دل وجان سان دريد رهڻ گهرجي؛ اُن ۾ رتي ماتر به شڪ شبوهه ڌارڻ نه جڳائي.

٥٢٩- جيئن پتورتا استري، جا پنهنجو سمورو تن من پنهنجي پتيءَ کي اَرپيندي آهي، سا پنهنجي مرڻ بعد به سدائين سندس انگ ۾ سمايل هوندي آهي؛ ليئن منش، جو پنهنجي اشٽ ديوتا ۾ پورن شرڌا رکندو آهي، سو نسنديهه ايشور سان هڪ ٿي ويندو آهي.

## ستيہ

٥٣٠- هردي اندر ٻڪجي ڏاڍڻ ڪري چل چترائون
چڙي ڏي. جيڪي ڏنڊي ڏاڙي يا دفتر جي ڪم
۾ لڳل آهن، تن کي ۽ ستيہ لي هلڻ جڳائي. سچ لي
ڪلجڳ جي لهسيا آهي.

٥٣١- منش جيستائين سديو سچ نہ ڳالهائيندو،
تيستائين ايشور کي پائي ڪين سگهندو، ڇو ته ايشور
ستيہ جي آتما آهي.

٥٣٢- منش کي سچ ڳالهائڻ لي خاص ڌيان ڏيڻ
جڳائي. ستيہ دواران ايشور پراپت ڪري سگهجي ٿو.

٥٣٣- هر قسم جو ڪوڙ برتي بلا آهي. جڙتو لباس
۾ خراب آهي. جيڪڏهن اهو لباس تنهنجي من سان
موافق نہ آهي، ته پيڪر تباهي نازل ٿيندءِ. انهن
منش متيا چاري لي بوندو آهي؛ ڪانہ غلط ڳالهہ ڪرڻ
يا ڪوڙ ڳالهائڻ جو دپ ڌاءُ کر لي ويهدو الس.

٥٣٤- هڪ شخص لي قرض جا ڪوٽ چڙهي ويا
هئا. لهڻيدارن کان پنهنجي کل بچائڻ لاءِ مڪر ڪري
پاڳل جيئان هلڻ چلڻ لڳو. ڊاڪٽر سندس چرپائيءَ
لاهڻ ۾ ڪامياب ڪرڻ لي سگهيا. جيئن پيو دوائون
ڪري، ليئن پيو وڌيڪ پاڳل ٿيندو وڃي. آخر هڪ
حاذق حڪيم ڳالهہ سمجهي ويو. ڪيس پاسيرو وٺي

مت چيتيا ليس ته "تون ڪرين جا پيو؟ سيال،

متان مکر ڪري پاڳل ليکڻ سان سچ پچ پاڳل نہ ٿي پوين.
پاڳلپڻي جا ڪي اُهڃاڻ هيٺڙ ٿي لوڪ ڏسڻ ۾ پيا اچن.٣
ان چئاءَ ڪيس سڏو ڪيو ۽ پنهنجي بيوقوفي محسوس
ڪيائين ۽ جڙتو پاڳلپڻو ڇڏي ڏنائين. اِنسان جنهن سڀاءَ
جي اڪثر ڪري ڏيکاري ڏيندو آهي- سوئي سچ
پچ ٿي ويندو اٿس.

## برهمچريہ

٥٣٥- جهڙيءَ ريت شيشي جي ٽڪر کي پارو لڳل
هوندو تہ اُنہ منش پنهنجو منهن ڏسي سگهندو، تهڙيءَ
ريت جنهن منش برهمچريہ پالن ڪري، پوترتا ۽ شڪتي
سانڍي آهي، تنهن جي هردي ۾ سرو شڪتيوان پرميشور
جي تيجسوي مورتي پسڻ ۾ ايندي.

٥٣٦- جيستائين منش برهمچريہ جو پالن پوريءَ
ريت نہ ڪندو، تيستائين اڌياتمڪتا جو سوکيم سڌانت
سمجهي ڪونہ سگهندو.

٥٣٧- سکديو "اُوردَوورتي" يعني پورن برهمچاري
هو. ڪڏهن بہ هنجو ويريہ پات ڪين ٿيو. پيا وري
آهن، جن کي "ڏيٽريہ رتي" سڏيو ويندو آهي.
انهن جي هڪ ڀيرو ويريہ پات ٿي آهي- اُن کان پوءِ
پورن ريت برهمچريہ پالن ڪيو اٿائون. ڪو منش
جيڪڏهن ٻارهن سال "ڏيٽريہ ريت" رهي سگهي
تہ اهو الوڪڪ شڪتي پراپت ڪندو. هن ۾ هڪ نئين

ناڙي پيدا ٿيندي، جنهن کي "ميڌا ناڙي" (ٻڌيءَ جي ناڙي) چئبو آهي ۽ هن کي هرڪنهن ڳالهه جي سمرٿي اچي ويندي آهي ۽ هرهڪ ڳالهه ڄاڻي سگهندو آهي.

۵۳۸- ڪوبہ منش ٻارهن سال برهمچاري ٿي رهندو تہ هن ۾ ميڌا ناڙي پرگهٽ ٿيندي. سندس ٻڌي اهڙي تہ ڪلي پوندي جو سوکيم وچار بہ ڄاڻي ۽ سمجهي سگهندو. اهڙي ڳيان ڪري منش ايشور کي ڄاڻي سگهندو. اهڙيءَ ٿي ٻوڌ ٻڌيءَ دواران ايشور پراپت ڪري سگهندو.

۵۳۹- وڏبہ پاپ لڪ ڪري ٻل ناس ٿو ٿئي. سڀ ڏوش اپترو هاڃيڪار نہ آهي، اهو ڪاڏي جي ڪري ٿو ٿئي. ساڌو مهاتمائن کي استرين ڏانهن سمسار دوشٽيءَ سان نہ ڏسڻ گهرجي.

۵۴۰- جنهن استريءَ پرڳہ ٿياڳ ڪيو آهي، تنهن تحقيق سمسار ٿياڳيو آهي! ايشور سچ پچ اُن جي اوڏو آهي.

## وويڪ

۵۴۱- هر ڳالهه ۾ وچار ڪرڻ ضروري آهي. "ڪامني ۽ ڪنچن" ٻئي اَنتيہ آهن. ايشور ئي هڪ ستہ ستو آهي. ڌن دولت ڪهڙي ڪم جا آهن؟ جي جي وسيلي دال روٽي، ڪپڙا لٽا ۽ رهڻ ملي. پر انهن ڌن دولت ڪمائڻ

آهي، وڏا ڪانه. ڏن جي مدد سان ايشوري لاءِ ڪونہ ٿي سگهندو. ڏن جيون جو اُديش ڪونهي- انهيءَ ڪي ٿي ويچار ٿو ڇڏجي. ڏن دولت يا سندر ناريءَ ۾ ڇا آهي؟ ويچار ڪر. سندر ۾ سندر ناريءَ جي ديهہ ۾ آهي ڇا؟ ڪيول ماس، هڏيون، چربي، مل موتر وغيره. حيرت آهي جو انهن وستن لاءِ مدش پنهنجو من ايشور کان ڦيري ڪري ٿو ڇڏي!

## وويڪ ۽ ويراڳ

۵۴۲- وويڪ معنيٰ اُستيہ مان ستيہ کي ڇنڊي ڇاڻي ڪڍڻ ۽ ويراڳ معنيٰ سنساري پدارٿن ڏانهن بي پرواهي- اهي اُچانڪ پراپت ٿي ڪونہ سگهندا آهن. نت ڏهاڙي اُنهن جو اڀياس ڪرڻو آهي- ”ڪامني ۽ ڪنچن“ جو تياڳ ضروري آهي- پهريائين تہ اُنهن جو ويچار ٿي ڪين ڪرڻ گهرجي. پوءِ مالڪ جي مهر سان اندر ٻاهر سندن تياڳ ڪر. گيتا ۾ چيل آهي تہ اڀياس يوگہ (سانده ڏيان ساڌن) سان ”ڪامني ۽ ڪنچن“ لاءِ ڪراهت پيدا ٿي ٿي. اڀياس يوگہ من کي اُساڌارڻ شڪتي ٿو بخشي ۽ پوءِ وشين، ڪام ۽ لوڀ کي جيتڻ ۾ ڪا بہ مشڪلات محسوس ڪانہ ٿي ٿئي. اڀياس يوگہ ڪڇون جيئان آهي، جو هڪ واريءَ پنهنجا عضوا ڇڪي وٺڻ کان پوءِ، ڪڏهن بہ ٻاهر ڪين ڪڍندو آهي ۽ ڪيس ڪٽي ٽڪرا ڪري ڇڏيو تہ بہ عضوا وري ٻاهر ڪين ڪڍندو.

۵۴۳- **سوال**- هي سنسار اَسٽ آهي؟

**جواب**- جيستائين ايشور کي نه ٿو ڄاڻين، ليستائين سنسار اَسٽ آهي، ڇو ته تون هن کي هر وستوءَ ۾ نه ٿو پسين، ٺهڪري "مان ۽ منهنجي". ڪيئن سان ٻالڪي سنسار سان ٻڌل ٿو ڇڏين. انسن اوديا ۾ ڀيلجي، وشين سان موهه ليندو ٿو وڃئي ۽ مايا روپي ڄار ۾ وڃي ٿو ورڪ ۽ ورڪ ڦاسندو. مايا منش کي اهڙو انڌو ڪري ٿي ڇڏي، جو اُن مان نڪرڻ جو رستو ڪلل ڏسي، اُن جي ڄار مان نڪري نه ٿو سگهي. لوڪي ڪوڏ ڄاڻ آهي ته سنساري جيون ڪيئن نه اَستيه آهي. جنهن گهر ۾ رهين ڪرين ٿو، ٺهنجوائي ڪٽي ٽوڙو وڇار ڪر. ان گهر ۾ ڪيترا جيو ڄاوا آهن ۽ ڪيترا مئا آهن! سنسار جا پدارٿ هڪ پل ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا، ته ٻئي ۾ غائب ٿيو وڃن. جن کي تون پنهنجو ڪري سمجهين ٿو، سي ٺهنجي مرليوءَ وٽ جڏهن اچا ٺهنجون اکيون پوريون مس، ته تو لاءِ هوندا ئي ڪونه. موهه جو سنساري جيو تي ڪيترو نه گهرو اثر آهي! ڪٽنب ۾ ڪنهن کي به سندس ضرورت ڪانه هوندي ته به پنهنجي پوئي جي ڪري، ڪاشيءَ ڏانهن ٻڪتي ساڌن ڪرڻ لاءِ ڪونه ويندو. "منهنجي هريءَ جو ڪهڙو حال ٿيندو"، اهو هڪ وچار ڪيس سنسار سان ٻاڌ ڪندو. جنهن ۾ رستو ڪلل هوندو آهي ته به

مچيون ٻاهر نڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪين ڪنديون آهن. سوُيت پاڻ کي ڦهنجي کوپي ۾ ئي بند رکي، ناس تي ويندو آهي. انهن ڳالهين هوندي به ڪيئن چئي سگهبو ته سنسار استير ۽ کڻ ڀنگر نه آهي؟

٥٤٤- ست اٿيئي ته "اهنڪار" کي ڪيئن تباه ڪجي؟ جڏهن اناج ڇڙ بو آهي، تڏهن وقت بوقت چڙهن بند ڪري ڏسبو آهي ته ٿهه ڇگيءَ طرح نڪرن ٿا يا نه. سوناوا جڏهن نيڏڙيءَ تريءَ ۾ ڪا قيمتي وستو توريندا آهن، تڏهن ڦر ڦر ڪري سٽيءَ کي سڌو رکڻ لاءِ پيا انکي نيڪ ڪندا آهن- تهڙيءَ ريت آءٌ به هر گهڙيءَ پيو پاڻ کي گاريون ڏيندو هوس ۽ کهت وڌ ڳالهائيندو هوس، جيئن ست ڀڃي سگهيس ته مدهنجو "اهنڪار" جوش ۾ اچي ٿو يا نه. وقتي ته آءٌ سرير جي سياءَ تي ويٺو ويچار ڪندو هوس- چوندو هوس، "هي سرير ته رڳو هڏن ۽ ماس جو پڃرو آهي! اُن ۾ ته رت، رونگ ۽ ٻين اهڙين غليظ وستن کانسواءِ ٻيو ڪي ڪينهي. پر حيرت ڀري ڳالهه آهي، جو اُن سرير تي ايڏو ٻانور ٿو ڪجي!

٥٤٥- جانورن جو ڊيگڙو ٻاهه تان لاهڻ ڪان اڳ هڪ ڪٺو ڪٺي اُنکي زور ڏئي ڏسبو آهي ته ڳريو آهي يا نه- هڪ ڪٺي مان ست ڀڃي ويندي آهي ته ڊيگڙي ۾ سمورا جانور ڳريا آهن يا نه؛ هڪ هڪ ڪٺو ڪٺي اُن کي زور ڏيڻ جو ضرور ڪونه ٿيندو آهي. جمڻ

لورن چالورن کي لباسڄ سان دبکڙي ۽ بيل سمورن
چالورن جي سڌ پنجي وبندي آهي، ليڪن سنسار جون
۽ ٻي وستو لباسڄ سان سڌ پنجي سگهندي ته سنسار
سمه آهي يا اسمه؛ آنادي آهي يا انت؛ وبکنت
آهي يا اوبکنت، جيڏ جام ولي لو، ڪجهه ڏبهن
سنسار ۽ گهاري لو ۽ بوه راهه واڻي ولي وجي لو،
بس، بکين، وڻن ڏٺن جي ۽ ساڳي ئي حالت آهي-
اهڙيءَ طرح واچار ڪرڻ سان لوکي چاڻ لمندي ته ته.
رڱو لام ۽ روپ داون وستن، بسو برلوي، سورڄ ۽
چندرما جو ۽ ساڳيو ئي حال آهي. انهن لوکي برهمانڊ
جي ڪل وستن جي سياءَ جي چاڻ پنجي وبندي.
جڏهن سمجهڻ لڳندين ته سنسار اسمه ۽ ڪڻ ڀنگر آهي،
تڏهن آن سان موه رکڻ ئي دل ڪانه وولده، پهنجي
من مان سنسار کي لياڳي جڏبندين ۽ ڪل ڪامنائن
کان آجو لمندين. جڏهن لياڳ ۽ سڌي پراپت ڪندين،
تڏهن ايشور، جو سنسار جو ڪارڻ آهي، تنهن کي
چالندين. اهڙيءَ ريت جو ايشور پراپت لو ڪري، سو
سرو گيالا آهي.

## وئراڳ

۵۴۶- هرهڪ سنساري ڪاما سڌ لبڻ ڪري جڏهن
ستهه ڏاڍين اکرن بورهي وهن لورن، تڏهن ته ڪهن
انسان جي من ۾ اهو سوال اٿي سگهي لو، "ڇا

جو موج مزا پيو ماڻيان، سو آهيان ڪير؟؟؟“ اهڙيءَ
ويو حقيقت جو راز پڌرو ٿيڻ شروع ٿي سگهي ٿو.

٥٤٧- ڪنڊن ۽ ڪنڊن وارن ٻوٽن سان جهنجهيل
ٻيلي ۾ ننگين پيرين پنڌ ڪرڻ ڪٺن آهي. ها، پنڌ
ڪري سگهجي ٿو، جيڪڏهن ساري ٻيلي ۾ چمڙو
وڇايل هجي يا پيرن ۾ چمڙي جي جتي پيل هجي.
ساري ٻيلي کي چمڙي سان ڍڪي ڇڏڻ اَسنڀو آهي،
تنهن ڪري جتي پائي ۽ پيرن جي رکيا ڪرڻ، سياڻپ
ڀري ڳالهه ٿيندي. ساڳيءَ ريت سنسار ۾ جيو کي
اَڪيچار ڪامنائون ۽ ترشنائون تنگ ٿيون ڪن. انهن
کان پاڻ بچائڻ لاءِ ٻه ممڪن رستا آهن. يا ته ڪل
ڪامنائن کي سڌ ڪرڻ لاءِ جتن ڪجي يا سندن تياڳ
ڪجي. پر ڪامنائن کي سڌ ڪرڻ اَسنڀو آهي، ڇو ته
هڪ ڪامنا جي سڌ ٿيڻ سان نئين ڪامنا اُڀري ٿيندي.
تنهنڪري سنتوش ۽ ستيه جي گيان سان ڪامنائن کي
گهٽ ڪرڻ سياڻپ ڀريو ٿيندو.

٥٤٨- ڏيهه ۾ خارش ٿئي ته کنهڻ سان فرحت پيئي
ايندي آهي؛ پر پوءِ جيڪا خرابي ٿيندي آهي، سا
پيڙا ڏيندڙ ۽ سهڻ کان ٻاهر هوندي آهي.

٥٤٩- هڪ سرڻ پنهنجي چهنب ۾ مڇي کڻي اُڏامي
رهي هئي. اَڪيچار ڪانگ ۽ سرڻيون سندس پٺيان
پيا ۽ کيس ٺونگا هڻي کانئس مڇي کسي وٺڻ لاءِ لامارا
ڏيندا رهيا. جيڏانهن ٿي سرڻ رخ رکيو، تيڏانهن ٿي

ڪالڪن ۽ سُرڪين جي ولر سندس پيڇو ڪيو. سرڻ
عر لنگر لي، مٿي ڪرالي چلي. پيءِ سرڻ اها
ٻي جهٽي ورلي. للاهن سرڪين ۽ ڪالڪن جو ولر
ن سرڻ جي پلسان پيو ۽ ٻوربنءِ سرڻ کي چلڻي ڏنائون؛
سهن وڻ جي شاخ تي وڃي ويهي ساهه پٽيو. اُن سرن
ي سالمت ۽ سنتوش ۾ ڏسي، اوڏوس ڪيس پوڻام
ڪمو ۽ چيو، ”اي سرڻ! لون مهنجو گرو آهين. تو
ونکي سکيا ڏني آهي ته جيستائين جيئُ سنساري
ڪامنائن جو لياڳ نه ڪندو، تيستائين سنساري
رياڪلتائن کان آجو لي نه سگهندو ۽ لکي الدر شالت
رهي سگهندو.

۵۵۰- ناهه واري گهوڙي جون اکيون ٻٽيءِ سان
ٻڌل نه هونديون ته سڌو ڊوڙندو. لي ڪرله. ساڳيءَ
ريت سنساري جيڙ جي من لي سنساري وشين جي
ناري ۾ وبچار ۽ نثرت روپي ٻٽي ٻڌل هولدي ته هو
نه ترندو ناٿرندو ۽ نه اُنيءَ راهه ڏانهن کهلجي ويندو.

۵۵۱- ليل ۾ ٻڃيل ڪاغذ تي لکي ڪرله سگهو
آهي. ساڳيءَ ريت پاپ ۽ وشيه سک روپي امل ۾ وگل
من ٻکتيءَ پاڙلاءِ لائق نه آهي. ٻر جي ليل ٻگل ڪاغذ
تي چاڪ ڇٽبو ته پوءِ اُن تي لکي سگهبو. لنهڪري
من نه لياڳ روپي چاڪ لڳائبو ته الڪ انتيءَ

٥٥٢- زهري ڪوريئڙي جو زهر ڪابہ دوا مٿائي ڪانہ سگهندي، جيسين زخم ۾ هڏ جون پاڙون ڪين گهمائبيون. هڏ جون پاڙون گهمائڻ بعد ٻيا علاج بہ اثر پيدا ڪندا. ساڳيءَ ريت جيو جيڪڏهن "ڪامني ۽ ڪنچن" روپي ڪوريئڙي جي اثر هيٺ اچي ويو هجي تہ پهرين ڪيس تياڳ روپي علاج جي شرڻ وٺڻ گهرجي. ان ڪانپوءِ ئي سندس آتمڪ اُنتي ٿي سگهندي.

٥٥٣- مٽيءَ سان لٽڙائيل پاڻيءَ ۾ ڪا صاف ڪندڙ وستو، جهڙوڪ ڦٽڪي گهبي تہ مٽي وڃي ترو ويندي ۽ پاڻي صاف ٿي پوندو. سنساري وشين کي لڙي ڪيڏڻ لاءِ پڻ صاف ڪندڙ وستن وويڪ ۽ ويراڳ جي ضرورت آهي. انهن جي شرڻ وٺڻ سان ئي سنساري جيو سنساري تيڻ کان آجو ۽ نرمل ٿيندو.

٥٥٤- سوُيت پنهنجي کوپي ۾ ئي پاڻ کي قيد ڪيو ڇڏي. ساڳيءَ ريت سنساري جيو بہ پنهنجي ڪامنائن جي جار ۾ ڦاسيو پوي ۽ پر سوُيت جڏهن وقت گذرڻ سان چمڪندڙ ۽ شوينڪ پوپٽ ٿي پوندو آهي، تڏهن هو کوپي کي ٽوڙي، ٻاهر آزادي هوا ۽ روشنيءَ جو مزو ماڻيندو آهي. ساڳيءَ ريت سنساري جيو بہ وويڪ ۽ ويراڳ روپي پرن سان مايا روپي جار مان آزادي سگهي ٿو.

٥٥٥- جنهن آستان ۾ ايشور براجمان آهي، انهي جابي الٽي ڦرندي آهي. ڪيس پراپت ڪرڻ لاءِ ٽوڪي

سنسار ۾ ٻيو سڀ ڪجهه تياڳ ڪرڻ جڳائي.

۵۵۶- جڏهن جيو جو من وويڪ ۽ وئراڳ کان ومک آهي، تڏهن تي ويد شاستر به اُن پيدا ڪري ڪندا. وويڪ ۽ وئراڳ کانسواءِ آتمڪ اُنتي اَسمپُو آهي.

۵۵۷- **سوال**- ايشور ڪيئن پراپت ڪري سگهبو؟

**جواب**- ڪيس لوڇي لهڻ لاءِ سربن، من ۽ مال خزانا تياڳ ڪرڻ ضروري آهن.

۵۵۸- **سوال**- ٻڌ جيو جي من جي اسٿتي ڪهڙي هئڻ گهرجي، جيئن موڪش حاصل ڪرڻ جي آس رکي سگهي؟

**جواب**- جڏهن هو ايشور جي ڪرپا سان سنساري وستن لاءِ اَليپت وئراڳ حاصل ڪري سگهندو، تڏهن تي رکو "ڪامني ۽ ڪنچن" جي موهه کان آجو ٿيندو.

**سوال**- تيور وئراڳ ۽ نرموهه ڇا آهي؟

**جواب**- "ڏيري ڏيري ايشور ڪي پراپت ڪندس-" اهو ٿبل وئراڳ جو ڀاو آهي ۽ ٻر جنهنجو وئراڳ پربل آهي، تنهنجو هردو ايشور لاءِ ائين پيو ٻاڏائيندو ۽ ڦٿڪندو، جيئن ماتا جو هردو پنهنجي ٻالڪ لاءِ ٻاڏائيندو آهي. هو ايشور بنا ٻيو ڪي به ڪين چاهيندو، ڪيس سنسار هڪ کوهه سمان ڀاسڻ ٻر ايندو، ۽ اُن ۾ غرق ٿي وڃڻ جو هردم انديشو رهندو، پنهنجا مٽ مائٽ رهڙي ناڳن جيئان پيا ڏسڻ

۾ ايندا، جن ڪان پوءِ پڇڻ چاهيندو، ته جي اُمنگن
۽ ارادن ۾ ايترو نه ٻل هوندو جو ايشور پراپتيءَ جي
مارگ ۾ پير رکڻ کان اڳ پنهنجا گهرو معاملا نبيرڻ ڏانهن
ٻه دل ڪانه وڌندس.

٥٥٩- **سوال**- ايشور پريمي ايشور لاءِ سڀ ڪجهه
تياڳ ڇو ٿو ڪري؟

**جواب**- پتنگ روشني ڏسڻ کان پوءِ اوندهه ڏانهن
واپس ورڻ ڪونه چاهيندو آهي. ماکوڙي کنڊ جي
ڍير ۾ ٿي ساهه ڇڏيندي، پر واپس ڪانه وريندي.
ساڳيءَ ريت ايشور پريمي، آتمڪ آنند پراپت ڪرڻ
لاءِ پنهنجي جند جان گهوري ڇڏيندو ۽ ٻيءَ ڪنهن
به ڳالهه جو اُلڪو ڪونه ڪندو.

٥٦٠- ڪو به پرش سچو گياني ۽ پورن پريمس تڏهن
ٿي سگهندو، جڏهن هن جيون جا سڀ دک سک ڏٺا
هوندا ۽ جڏهن هو غريب ٻيگيءَ کان وٺي هڪ راجا
جي جيون جو اڀياس ڪندو، تڏهن ٿي کيس اُنيءَ ۽
تسلي ٿيندي ته سنسار جا موج مزا تچ آهن.

٥٦١- ”ڪامني ۽ ڪنچن“ جي تياڳ ڌاران گيان
ڪداچت ڪونه حاصل ٿيندو. تياڳ روپي پرڪاش
سان اوديا ۽ اگيان ناس ٿي وڃن ٿا. بلوري شيشي
ڌواران انيڪ شيون ساڙي سگهجن ٿيون، بشرطيڪ اُن
کي اهڙيءَ طرح جهلبو، جئن سج جا ڪرڻا سڌو اُن
تي اچي پون. ڇانئن ۾ ساڳيو شيشو ساڙڻ جو ڪم ڏيئي

ڪونہ سيکھندو. من بہ ساڳيءَ ريت آهي. اُن کي هن سنسار جي اندازي ڪمري مان ٻاهر ڪڍي، سوير پرڪاش ايشور جي سمپورڻ پرڪاش ۾ آڻ ۽ لڏهن ئي سچو لياڳ پيرو پاليندو ۽ اودياناس ٿي ويندي.

۵۶۲- گيان لاءِ ٻاءَ ٻلڪ ۾ پاڻي ڪونہ سگھو. اُنهي پراپت ڪرڻ ۾ وقت لڳندو. تب جو جيڪڏهن مڇ بيو پوندو آهي تہ ڊاڪٽر اُن حالت ۾ ڪونين ڪونہ ڏيندو آهي ۽ چو تہ ڪيس آزمودو آهي تہ اُن مان فائدو ڪونہ ٿيندو. پر بيمار جو تپ ٻيرو لٿي، پوءِ ڪيس ڪونين يا ٻي ڪا شيءِ ڏيڻ گهرجي. گيان پراپت ڪرڻ جي ڪالڪيءَ جي دشا بہ ساڳي آهي. جيڪي جيسين سنساري وشين ۾ ڪتل هوندو، تيسين ڏرمي اُپديش جو مٽس خير ڪو اثر ٿيندو. ان ڪري ڪيس چڏجي تہ پر سنسار جا سک ماڻي ولي. جڏهن سنسار لاءِ موهہ گهٽبس، تڏهن ئي ڪيس اُپديش ڏيڻ لاءِ سٺاتو وقت ايندو ۽ تہ تہ تيسين سڀ اُپديش ٻوڙن ڪين ٿي پوندا.

۵۶۳- ننڍڙا ٻالڪ، ماءُ جي ٻرپٺ، پهنجي موج مستيءَ ۾ پيا گڏين سان راند روند ڪندا ۽ پر اجا ماءُ کي ايندو ڏسندا مس، تہ گڏن گڏين کي اُڇلي ڇڏي، "اما"، "اما" ڪندا ڏانهنس ڊوڙندا. اُڙهين بہ ... ۾ راند روند رمي رهيا آهيو. ڏن دولت ... ۽ نانءُ ناموس روپي گڏن ۾ غلطان آهيو. پيءَ

ڪنهن ڳالهه جو اونو ئي ڪونه ٿا رکو. پر هڪ واريءَ
پنهنجي اندر ۾ جڳت ماتا کي پسو ۽ پوءِ جيڪر ڌن
دولت، مان شان ۽ نانءُ ناموس مان ڪوبه رس چکڻ
ڪونه اچيو. انهن جو تياڳ ڪري جيڪر ماتا ڏانهن
ڊڪندا وڃو.

٥٦٤- وئراڳ اندر انيڪ پرڪارن جو آهي. هڪڙو وئراڳ
سنساري ڏولائن جي ڪري جيڪي پيڙائون ڀوڳيون
پون ٿيون، تن مان اڀري ٿو نڪري، پر سريشٽ وئراڳ اهو
آهي، جڏهن جيو سمجهي ته سنسار جا سک جيتوڻيڪ
آسانيءَ سان ماڻي سگهان ٿو ته به اُهي ڪوڙ پنگر آهن ۽
ماڻڻ يوڳيه نه آهن، اهڙيءَ ريت سڀ ڪجهه هوندي
به کيس ڪي به ڪينهي.

٥٦٥- **سوال**- وئراڳ ڪيترن پرڪارن جو ٿيندو آهي؟

**جواب**- وئراڳ اڪثر ڪري ٻن پرڪارن جو ٿيندو
آهي. هڪ تيور ۽ ٻيو مديم. تيور وئراڳ اهين آهي
جيئن هڪ ٿي راڪ ۾ تلاءُ ايترو ته اونهو کوٽجي جو
پاڻيءَ سان پرجي وڃي ۽ مديم وئراڳ ڏيري ڏيري
وڌندو آهي. جيئن نه سگهبو ته ڪڏهن رڃي واس ٿيندو.

٥٦٦- هڪ شخص سنان ڪرڻ لاءِ نديءَ ڏانهن وڃي
رهيو هو. واٽ تي ٻڌائين ته هڪ ماڻهو سنسار تياڳي،
سنياسي ٿيڻ لاءِ تياري ڪري رهيو آهي. اِن ڳالهه
هنجي من ۾ نسچو ڄمايو ته سنياسيءَ جي جيون اُتم ۾
اتم آهي. اِنڪري اُن دم ئي سنياسيءَ ٿيڻ جو پڪو

ٻه بچايائين ۽ گهر ڏانهن واپس ورڻ بدران اُن اُگهاڙيءَ حالت ۾ ئي جهنگ ڏانهن ڏڪي هليو ويو. اهو ليور وئراڳ آهي.

٥٦٧- پرم ست چت آنند جي پُوساگر ۾ اونهي ٽٻي هڻ، لوڀ لالچ، ڪروڌ ڪاوڙ روپي سامونڊي مانگر مڇن کان نه ڊڄ. وويڪ ۽ وئراڳ روپي هلد لڳاءِ نه اهي واڳهو تنهنجي اوڏو ئي ڪونه ايندا. ڇو ته ان هلد جي بوءِ هنن لاءِ ڪا ڪال آهي.

## اورچائي

٥٦٨- سڀ ايئي نه ڪڙمي ڏاند ڪيئن خريد ڪندا آهن؟ انهن ڳالهين ۾ هو پنهنجو مت پاڻ آهن. چڱي لڳي سڃاڻڻ جي خاصي شناس اٿن. جانور جو ڏاڍي جوهر جهٽ پرکي وٺندا. اُن جي وکَر پڇ کي ڇهڻ سان جنهن جي ڪرامت لي ويندي. جنهن کي جوهر ڪونه هوندو، سو ڪا مستي ڪانه ڪندو، ۽ زمين تي ليٽي پوندو. جڏهن پڇ ٿي اچيس، ۽ جنهن ۾ جوهر هوندو، سو ليڪي ٽپا ڏيندو جڻ ته ڪنهن گستاخي ڪئي هئس، جنهن تي اعتراض پيو وٺي. هاڻي پوئين قسم جا ڏاند خريد ڪندا آهن.

جيو جيڪڏهن پنهنجو جيون سڦلو ڪرڻ چاهي ته مڃهس سچو مڙداڻو جوهر هئڻ جڳائي. ۽ ڪئين آهن جن ۾ استري ڪانهي، جي ڪمر ۾ پسيل ٿلهن (پڳل

چانورن) مثل نرم ۽ ڪونئرا آهن، منجهن ڪاٻہ سگهہ
ست ڪانهي! اهي سانده جتن ڪرڻ جي سمرٿي ساري
ڪانہ سگهن، ارادي جي شڪتي ڪانہ اٿن- سندن
جيون سقلي نہ ٿي لڳي.

٥٦٩- مهاڻو وڏي ٻيڙي ماڙڻ کانپوءِ درياهہ ۾ ڪيڏي
وجهي ٻہ ٽي ڪلاڪ سانت ڪري ويهي رهندو آهي.
ساڳيءَ ريت ڀڳت، جي پنهنجي ڀڳتي ڏيرج سان
ڪندو رهندو تہ انت ۾ ايشور کي اوس لوڇي لهندو.

٥٧٠- موروثي هاري پوک ڪرڻ ڪڏهن ڪين
ڇڏيندو، پوءِ ڀل ڪئي ٻارهن سال برسات نہ پوي.
پر واپاري، جو ٿوري عرصي کان کيتيءَ جي ڪم کي
لڳو هوندو، سو هڪ سال جي سوڪ پوڻ ڪري ئي
دل شڪستو ٿي پوندو. ساڳيءَ ريت سچو شردالو
پنهنجي جيون ڀڳتيءَ ۾ وليت ڪرڻ سان بہ جي ايشور
کي پائي نہ سگهيو تہ بہ دل لاهي نہ ڇڏيندو.

٥٧١- جيڪو ترڻ سکڻ چاهي، تنهن کي ڪجهہ
ڏينهن تہ ترڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ گهرجيءَ. رڳو هڪ
ڏينهن جي هٿ پير هلائڻ کانپوءِ سمنڊ تري ڪونہ
سگهبو. ساڳيءَ ريت جيڪڏهن برهم روپي ساگر ۾ ترڻ
چاهين تہ توکي پهرين ڪيترائي نشڦل جتن ڪرڻا پوندا،
پوءِ ئي سقلتا سان تري پار پوندين.

٥٧٢- تازي چاول ڳابي بيٺي لچڪندي آهي ؛

گهٽيئي پيرا ٿاٻا ٿوٻا ڪاڻڻ ڪاڻوءَ پيهڻ نڪندي آهي.
ساڳيءَ ريت ٻگتيءَ مارگ ۾ ٻه ڏڪا ٿاٻا گهٽيئي آهن.
اُن بعد ئي سڌيتا پراپت ٿيندي آهي:

۵۷۳- ان جٽن گڏجي شڙ ساڌن (هيءَ لنترڪ ساڌن
راس جي اُنڌاري ۾ شمشان ڀوميءَ ۾ ڪبو آهي ۽ ساڌڪ
پاڻ مڙدي تي آسن لڳائيندو آهي.) ڪالي ڀيڪر
ساڌن سان ڪالي ديويءَ جي پوڄا ڪئي. هڪڙي
ڪي رات جي ڀهرئين پهر ۾ ڀيڪر درشيه ڏسڻ ۾ آيا
۽ هراس ۾ پاڳل ٿي پيو. ٻئي ڪي رات جي ٻولين پهر
۾ ڪالي ديويءَ جو درشن نصيب ٿيو. هن ديويءَ
کي چيو، "ماتا، منهنجو ساٿي ڇو پاڳل ٿي پيو؟"
ديويءَ وراڻيو، "ٻچڙا، تون به پنهنجي اڳين جنمن ۾
ڪيترائي ڀيرا پاڳل ٿيو هئين، هاڻ ايمت منهنجو درشن
پراپت ڪيو اٿئي."

۵۷۴- **سوال**- اسانجي هرديه ڪي شانتي ورلي
ٿي پراپت ٿئي ۽ وري جتاءُ به ڪانه ٿي ڪري- ان
جو ڪارڻ ڪهڙو؟

**جواب**- ٻانس جي لڪڙي کي باهه ڏيئي سانده
وجھو پيو هٿندي ٿي ته پرندي رهندي ته ته جلد ئي
اجهامي ويندي. اڌ ٻالڪ آگر کي ٻرڪاشت رکڻ
لاءِ سانده ڀڳتي ضروري آهي.

۵۷۵- لڪر جو دلو پاڻيءَ سان پري، گهڙامنجيءَ
تي رکي ڇڏبو ته ٿورن ڏينهن ۾ سمورو پاڻي سڪي

ويندو، پر جي ڊلو پاڻيءَ ۾ وجهي ڇڏبو ته اهو جيسين پاڻيءَ ۾ هوندو، تيسين پريل ٿي رهندو. ايشور ڀڳتي به ساڳيءَ ريت آهي. جيڪڏهين تون ڪجهه وقت ايشور جي پريم ۾ مگن رهي، پوءِ ڪيس وساري، پين ڳالهين ۾ لڳي ويندين ته جلد ٿي تنهنجو هردو انهيءَ املهه پريم کان خالي ٿي ويندو، پر جي پنهنجو آنندمئه هردو پورو پريم ۽ شرڌا ۾ لين رکندين ته سدائين الوڪڪ پريم جي آتمڪ امنگ سان پرپور رهندو.

۵۷۶- ديگڙي جي هيٺان جيسين باهه هوندي، تيسين کير پيو ٽهڪندو ۽ اُيامندو، پر باهه وسائڻ سان کير وري ماٺو ٿي ويندو. ساڳيءَ ريت نئين شش جو هردو به اوستائين اُتساهه ۾ پيو اُيامندو، جيستائين آتمڪ سادن ڪندو رهندو.

۵۷۷- **سوال**- منش ۾ ايشور پريم ڪيترو وقت رهندو آهي؟

**جواب**- لوهه جيستائين باهه ۾ هوندو آهي تيستائين لعل هوندو آهي، پر باهه مان ٻاهر نڪرڻ سان ٿي ڪارو ٿي ويندو آهي. ساڳيءَ ريت منش جيستائين ايشور ڀڳتيءَ ۾ لين رهندو آهي، تيستائين اُن جي پريم ۾ رتو رهندو آهي.

۵۷۸- من شيشيءَ جي گهنٽيدار وارن مثل آهي. جيترو وقت وٽي اوترو وقت ڪين سڌو رکي سگهبو، پر اجا ڇڏڻ مس ته وري گهنٽيدار ٿي ويندا. من

ڪي ۽ جيستائين ڏوريءَ سڌو ۽ اسٿر رکبو، تيستائين
چڱيءَ ريت هلندو، پر جي مٿس چوڪسي رکڻ ۾ ڍري
ڪبي، ته وري سنئين رستي کان لاڙو ٿيندو.

٥٧٩- طوطاپوري (رمتو سنياسي، جنهن شري
رامڪرشن کي ادويت ويدانت ساڌنا جي ديکشا ڏني
هئي) چوندو هو، "پيتل برتن کي نه ڏهاڙي مهٽي
صاف نه ڪبو ته سندس رنگ جهڪو ٿي ويندو؛
ساڳيءَ ريت منش جيڪڏهن نه ڏهاڙي ايشور جو
ڌيان نه ڪندو ته سندس هردو اپوتر ٿي پوندو."
گرو مهاراج جن هڪ ڀيري طوطاپوريءَ کي اُتر ڏنو
"جيئن سوني برتن کي روز صاف ڪرڻ جي ضرورت
نه ٿي ٿئي، تيئن جنهن ايشور پراپت ڪيو آهي، تنهن کي
پرارٿنائون ۽ تپسيائن جي ضرورت ڪانه آهي."

## ساڌن

٥٨٠- ٽانگوئي تلاءَ مان صاف پاڻي پيئڻ چاهين ته
مٿاڇري تان تمام آهستگيءَ سان پاڻي ڀري وٺ؛ جيئن
پاڻي چُري پُري نه. جيڪڏهن پاڻي چُريو ته تري مان
ڪچرو مٿي چڙهندو ۽ سمورو پاڻي ڳدلو ٿي ويندو.
جي تون پوتر ٿيڻ گهرين ته اٽل شرڌا ڌار ۽ ڌيري
ڌيري ساڌنا ڪندو رهه. شاسترن تي وترڪ واد وواد
۽ دليل ڪرڻ ۾ پنهنجي شڪتي نه وڃاءِ، نه ته تنهنجو
چيتنا ۽ دماغ ڳجي پوندو.

۵۸۱- ڪلڪتي جي ڪروڙپتي جادوناٿ ملڪ جي
جاين جگهن ۾ ڌن دولت لاءِ گهڻيئي ماڻهو پيا پڇندا
آهن، پر ڪي ٿورا هوندا جي وٽس لنگهي ويندا
هوندا ۽ وڃي سائنس جاڻ سڃاڻ ڪندا هوندا. ساڳيءَ
ريت ڪيترائي ماڻهو آهن جي شاسترن جو اڀياس ڪندا
آهن، ڌرم بابت وادوواد ڪندا آهن، پر اهڙا ڪي
ٿورا هوندا جي ايشور کي پسڻ يا سندس سمکم ٿيڻ
لاءِ ڪشالا ڪندا.

۵۸۲- پنهنجو آدرش پراپت ڪرڻ لاءِ جوڳا اپاءَ
اختيار ڪر- رڳو رڙو رڙ مچائڻ سان ته ”کير ۾ مکڻ
آهي“، لوڪي هٿ ۾ مکڻ ڪونه اچي پوندو- مکڻ
گهرجيئي ته کير مان ڏونرو ڄماءِ ۽ انکي چڱيءَ طرح
سان ويهي ولوڙ ته پوءِ مکڻ نڪرندو. ساڳيءَ ريت
ايشور درشن ڪرڻ لاءِ آتو آهين ته ساڌن شروع ڪر-
رڳو ”اي ايشور“، ”اي ايشور“ پڪارڻ مان
کهڙو سود؟

۵۸۳- جيڪڏهن ڪو ماڻهو راجا سان سندس محلات
۾ گڏجڻ چاهي ته کيس محلات ڏانهن وڃي، محلات
جي ٻاهرين دروازي مان لنگهڻو پوندو. پر جي ٻاهرين
دروازي وٽ پهچي ۽ اتي ئي چوندو، ”راجا ڪٿي
آهي؟“ ته راجا کي گڏجي ڪونه سگهندو. جڏهين
ست دروازا پار لنگهندو، تڏهين ئي راجا کي
گڏجي سگهندو.

٥٨٤- ايشور لاءِ جتن ضروري آهي. هڪ ڏينهن ٻاؤ سماڌي ۾ هلڊر پکڙ (شري رامڪرشن جي ڪوٺي ڪمري ۾ سندس انهاٽي ڄڃهه جي سامهون لاءِ) نظر آيو. ڏٺم ته هڪ ڪولاٽو اُن مان پاڻي پئي رهيو آهي. هن پاڻيءَ جي متاچري تان گاهه پري ڪري، پاڻي هڪ ۾ ڪٺي هر هر پئي لهاسيو. دل ۾ لري آيم ته جيئن گاهه پري ڪرڻ ڌاران پاڻي ڏسڻ ۾ ڪونه لو اچي سگهي، ليڪن ايشور پريم ۽ سندس لاءِ ۾ جتن ڪرڻ ڌاران پراپت لي ڪونه سگهندو. ڏيان، رام نام جپڻ، هوي ڪمرلن ڪرڻ، پراولنا، دان، پنج ۽ يگيه ڪرڻ، ايشور ڏانهن ولي هلڻ لاءِ پوتر ڪاري آهن.

٥٨٥- خود شري ڪرشن کي راڌا پتر جي پوجا لاءِ اليڪ ساڌن ڪرڻا پيا. پتر برهم يُوني (برهم جي اُلهي شڪتي) آهي ۽ اُن جو ساڌن، پوجا ۽ ڏيان سان ڪيو آهي. برهم يُوني مان لکين سنسار لا اُلهن لين!

٥٨٦- ساڌن ٽن پرڪارن جا آهن- (١) پکين جي سياءِ جهڙو، (٢) باندر جي سياءِ جهڙو ۽ (٣) ماڪوڙي جي سياءِ جهڙو.

(١) پکي وڻ تي ويهي ميوي تي چهنگ هڻندو آهي- ميرو جهڙي اچڻ جڪري ڪري پوندو آهي ۽ اا ڪڪ، پکيءَ کي ڪاڻ لاءِ نصيب ٿي نه ليندو آهي.

ساڳيءَ ريت ڪي پکت اهڙو ته تيزيءَ سان ساڻن ڪندا آهن، جو اها تيزي سندن جتن ۾ پاڻ پنگه وجهي ڇڏيندي آهي.

(٢) باندر جو سياءُ اهڙو آهي جو وڻ تي چڙهي هڪ ڏانديءَ تان ٻيءَ ڏانديءَ تي پيو نينگه ٽپا ڏيندو آهي. وات ۾ ميوو جهلي وني ٽپو ڏئي ته ميوو وڃيو پٽ پوي. ساڳيءَ ريت ڪي ساڌڪ، جن جو سياءُ استر نه آهي، سي وقتي پنهنجي جيون جي ڦرندڙ حالتن کان بيزار ٿي، پکتي مارگ کان پاڇيو وڃن.

(٣) ماڪوڙي اناج جي داڻي ڏانهن آهستي آهستي رڙهي، داڻو کڻي پنهنجي ٻر ڏانهن واپس موٽي، آرام ۽ مزي ۾ ويهي کائيندي آهي. ماڪوڙيءَ جي سياءُ جهڙو آتمڪ ساڌن اُتم ۾ اُتم آهي. اُن ۾ ڦل پراپت ڪرڻ ۽ ماڻڻ جي تسلي آهي.

٥٨٧- مڇي ڦاسائڻ جو شوقين اول اها خبر رکندو آهي ته تلاءَ ۾ ستيون مڇيون آهن يا نه. تلاءَ جي آسپاس رهندڙ مهاڻن وٽ وڃي، کانئن پڇا ڪندو آهي: ”اها حقيقت آهي ته هن تلاءَ ۾ وڏيون ۽ ستيون مڇيون آهن؟ ڪهڙي قسم جي ڳهي (کاڌي جي شيءِ) سان کين ڦاسائي سگهبو؟“ ضروري خبرچار هٿ ڪري، هوُ ڪنڌيءَ ۾ ڳهو اٽڪائي، تلاءَ ۾ وجهي صبر ڪري ويهي رهندو آهي ۽ حرفت سان پيو مڇين کي لالچائيندو آهي. اِئين هو وڏي ۽ سندر مڇي ڦاسائڻ ۾ ڪامياب

ليندو آهي، ساڳيءَ ريت منش کي ستن ۽ مهاتمائن جي وچن ۾ شرڌا رکي، ڀڳتي روپي ڳهي، من روپي لٺ ۽ ڪنديءَ سان پنهنجي هردي اندر ايشور پراپت ڪرڻ جو جتن ڪرڻ جڳائي. لڳاتار صبر سان منش کي سڄائي وقت جي اوسيئڙي ۾ رهڻ گهرجي. تڏهن ئي آتمڪ روپي مڇي پراپت ڪندو.

٥٨٨- گرو مهاراج چوندو هو ته جيڪا ته لوهان کي آگيا ڏيان، سا پورن ريت مڃيندا؟ تحقيق، آءٌ لوهان کي پڌايان ٿو ته جيڪي ته آءٌ لوهانکي چوان ٿو، تنهن جي سورهين پتي ته حي عمل ۾ آڻيندا ته اوس موکش کي پراپت ڪندا.

٥٨٩- آتم گيان لاءِ آتمڪ ساڌن تمام ضروري آهن، پر جي پورن شرڌا هجي ته ٿوروئي ساڌن ڪافي آهي.

٥٩٠- ڪو شخص هڪ واريءَ "رام نام" جي بل ۾ شرڌا رکي، هردم اهو جپيندو رهي ته پوءِ تنکي وچاز ۽ تپڳي ڪنهن به پرڪار جا ڀڳتي ساڌن هن لاءِ ضروري ڪين. "رام نام" جپڻ سان سڀ شنڪائون الوپ ٿيو وڃن، من پوتر ٿيو پوي ۽ ايشور درشن پراپت ٿئي ٿو.

٥٩١- ويد ۽ پراڻ پڙهڻ ۽ ٻڌڻ گهرجن ۽ پر عمل تنترن جي اپديشن تي ڪرڻ گهرجي. "رام نام" مک جپڻ گهرجي ۽ ڪنن سان ٻڌڻ گهرجي. ڪن

روڳن ۾ دوا نہ رڳو ٻاهران لڳائڻي آهي، ۾ ٻيماري
بہ آهي.

٥٩٢- سڌ پرش ٻن پرڪارن جا ٿيندا آهن- هڪڙا
ساڌن سڌ، ٻيا ڪرپا سڌ. (يعني هڪڙا جن ٻپسيائون
ڪري سڌي پراپت ڪئي هجي ۽ ٻيا جن ايشور جي
ڪرپا سان سڌي پراپت ڪئي هجي)، چڱو فصل لڻڻ
لاءِ ڪي ماڻهو سخت محنت ڪري، واهن ڪي نڪا
ڏيئي، ٻيا ڪوهن مان پاڻي ڪڍي، زمين کي رڃ
ڏيندا آهن ۽ ٻر ڪي وري ڀاڳن وارا ٿيندا آهن جو
برسات کين پاڻيءَ سان ڀُئي ڇڏيندي آهي ۽ انڪري
ڪوبہ پورهيو ڪونہ ڪرڻو پوندو اٿن. مايا جي ٻنڌن
کان آجو ٿيڻ لاءِ اڪثر ڪري سيني کي آدم سان پڳتي
ساڌن ڪرڻا پون ٿا ۽ پر ڪرپا- سڌن کي اهي ڪشالا
ڪيڻا کين پوندا آهن. کين ايشور جي ڪرپا سان
سڌي پراپت ٿيندي آهي ۽ ۾ اهڙا ڪي ڀاڳوان ڇڏا
ٿيندا آهن.

## يوگ ۽ ڌيان

٥٩٣- يوگ ۽ ڌيان جو سدائين نيم رکڻ ڄڳائي.

٥٩٤- سڀ ڪم ڪار ڦٽو ڪري، سنجها جي سمي
ايشور جو ڌيان ڪرڻ منهن اونداهيءَ ويل من ۾ سياويڪ
ايشور جو ويچار اڀڻ ٿيندو آهي، ڪن ساعت اڳ سڀ
ڪجهہ پرڪش هو ۽ ۾ هاڻ اچانڪ سڀ ڪجهہ انڌاري
۾ ڍڪجي ويو. ڪنهن ائين ڪيو؟ اهڙا ويچار من ۾

آهن ليں ٿا. ڏٺو ڪين اليتي ته ڪئين اماڻام وہل مسلمان سڀ ڪم ڪاربون ڇڏي، نماز پڙهڻ ۾ لڳي وڃندا آهن!

٥٩٥- جيئن آهر جي قاتل پڙيءَ مان داڻا ڪرندا آهن ته چوڪرد پکڙجي ويندا آهن ۽ آهي مپڙڻ نهايت ئي ڪٺن ٿي پوندو آهي؛ ليڪن جيڪو من سنساري وستن لاءِ هيڏانهن هوڏانهن پيو ڀٽڪندو آهي، تنهن کي ايڪاگر ڪرڻ ڪا سؤلي ڳالهه ڪانه آهي.

٥٩٦- ڪنهن ڪنڌ پاسي يا ٻن جي اڪيلائيءَ ۾ پا پنهنجي هردي جي شانت آستان ۾ ايشور جو ڌيان چنتن ڪر.

٥٩٧- منش کي شروع ۾ ڪنهن نوجن آستان ۾ پنهنجي من کي ايڪاگر رکڻ جو جتن ڪرڻ گهرجي، نه ته انيڪ ڳالهيون ڪيس ڀاڻ ڏانهن لاڙي وينديون. ٻاڻيءَ ۾ کير وجهو ته ٻئي ڀاڻ ۾ ملي ويندا، پر جي کير ولوڙي اُن کي مکڻ جي صورت ۾ آڻيو ۽ پدليل کير يعني مکڻ ۾ ٻاڻي وجهو ته اهو ٻاڻيءَ سان ملي وڃڻ بدران اُن ۾ پيو ترندو. ساڳيءَ ريت منش جڏهن لت ساڌن ڪرڻ بعد من جي ايڪاگرتا پراپت ٿو ڪري، تڏهن سنڌس من آسپاس جي واٽو مندل کان نيارو رهي، ايشور ۾ وسرام ٿو ڪري.

٥٩٨- گرو مهاراج ڪڏهن پنهنجي شش کي ، ڏيندو هو ته ”ڌيان“ ۾ وهڻ کان اڳ ڪجهه وقت

'مون' تي ويچار ڪندا ڪريو. سڌ اٿو، اٿين چو ٿو چوان؟ ڇو تہ توهان جو مون ۾ وشواس آهي، ۽ توهانجي ويچارن جو لاڙو جيڪڏهن مون ڏانهن هوندو تہ اهي ترت ئي ايشور طرف لڙي ويندا. جيئن ڳاين جو ڌڻ ڌڻ سان ڌنار جي، پٽ ڌڻ سان پيءُ جي، وڪيل ڌڻ سان ڪورٽ جي ياد گيري لري ايندي آهي، تيئن من، جو هزار ۽ هڪ ڳالهين ڏانهن ڊوڙي رهيو آهي سو 'مون' تي ويچار ڪرڻ سان ايڪاگر ٿي ويندو، ۽ جي اهڙيءَ ريت ايڪاگر ٿي ويو تہ پنهنجو لاڙو ايشور ڏانهن رکندو ۽ ڏيان ۾ سقلتا پراپت ٿيندو.

٥٩٩- من کي ايڪاگر ڪرڻ لاءِ سؤلي ۾ سؤلو اپاءُ آهي تہ اُنکي ڏيئي جي لاٽ تي ٽڪائڻ گهرجي. انجو اندريون نيرو اُنش ڪارڻ سرير سان ٺهڪي ٿو: اُن تي من ٽڪائڻ سان ڏيان شڪتي پراپت ٿيندي آهي. نيري لاٽ کي جيڪو چمڪو ڍڪي ڇڏيندو آهي، سو سوکيم سرير مثل آهي ۽ جيڪي انجي ٻاهران آهي سو استول سرير جي مثل آهي.

٦٠٠- گرو مهاراج پنهنجي سادنائن ڏانهن اشارو ڪندي پنهنجي ششن کي چوندو هو، "اُنهن ڏينهن ۾ ايشور جي ڏيان ۾ وهڻ کان اڳ چنتن ڪندو هوس. اِن ريت من کي سيني اپوترتاين (ڀڄڙن خيالن، ڪامنائن وغيره) کان اُڌوئي اوجل ڪري، ايشور کي اُتي براجمان ڪندو هوس. توهين بہ اٿين ڪريو."

۶۰۱- ڌيان ۾ وهڻ وقت لوڪن آلين چنتن ڪرڻ گهرجي، جڏهن ريشم جي ڌاڳي سان ٻڌجي من کي ايشور جي ڪمل چرڻن سان ٻڌي رهيو آهين، جيئن اُهان ٽوڙڪي نه وڃي. پر ڌاڳو ريشم جو ڇو هجي؟ ڇو ته ايشور جا ڪمل چرڻ نهايت نازڪ آهن؛ ٻيو ڪو ڌاڳو جيڪس ڪيس پيڙا پهچائي!

۶۰۲- ڌيان ڪندي، سيڪڙات وقتي هڪ پرڪار جي نند پراپت ٿيندو آهي. اُن نند کي "برگ ندرا" سڏبو ويندو آهي. اُن ويل اڪثر ڪري ڪيس ڪن پرڪارن جا ايشوري درشن پڻ ٿيندا آهن.

۶۰۳- سڌ اليتي ڪه سالوڪ سپاء جو جيڻ ڪيئن ڌيان چنتن ڪندو آهي؟ هوُ آڌيءَ رات جو بستري لي مچرداڻيءَ جي اندر ڌيان چنتن ڪندو آهي، جيئن ٻيا ڪيس ڏسي نه سگهن.

۶۰۴- ايشور ۾ الين ملي جهلي وڃ، جيئن ڪير ۾ کنڊ ملي ويندي آهي.

۶۰۵- جڏهن من جو هل هلاچر شانت ٿي ويندو آهي، تڏهين دم رڪجي ويندو آهي. اُن کي ڪميڪ چئبو آهي. ڪميڪ ڀڳتيءَ دوارا ٿي سگهندو آهي؛ ايشور لاءِ اليمه پريم دوارا دم رڪجي ويندو آهي.

۶۰۶- گوڙهو ڌيان، ڌيان آڪريءَ جو سچو سپاءُ ڪري، ڌيان ڪندڙ جي آتما ۾ اوتيندو آهي.

٦٠٧- هڪ اوڏوت (مها يوگيءَ) هڪ ڀيري گهوڙيتي چڙهي ڏنيءَ جا هڪ چراگاهه وٽان وڏي ڏامر ڏوم ۽ بگلن باجن سان وڃي رهي هئي- ساڳئي رستي تي هڪ شڪاريءَ تي به نظر پيس، جو هڪ پکيءَ تي نشان چٽڻ ۾ اهڙو ته محو هو، جو جڇ ڏانهن خيال ئي ڪونه ويس ۽ منهن ڦيرائي نظر به ڪانه ورايائين. اوڏوت شڪاريءَ کي پرڻام ڪري، کيس چيو، ”سائين، توهين منهنجا گرو آهيو. ڌيان چٽڻ وقت شل منهنجو من به ڌيان آڪرليءَ ۾ ائين ايڪاگر رهي، جيئن توهانجو پکيءَ ۾ رهيو.“

٦٠٨- هڪ ماڻهو تلاءَ ۾ مڇيون ڦاسائي رهيو هو. اوڏوت اتان اچي لانگهائو ٿيو ۽ اوڏو اچي کانئس پڇيائين، ”ڀائي، ڪاشيءَ ڏانهن کهڙو دڳ ٿو وڃي؟“ مهاڻي جو ڀمورو ڌيان پاڻيءَ جي چرپر ڏانهن هو، جو ته اِن مان کيس سڌ ٿي پيئي ته مڇي ڪنڊيءَ ۾ لڳل ڇهي کي ڇرڪائي رهي آهي يا نه. انڪري هن سوال جو ڪو به جواب ڪونه ڏنو. جڏهن مڇي ڦاٿس، تڏهن منهن ورائي پڇيائين، ”توهان ڇا ٿي چيو، سائين؟“ اوڏوت کيس پرڻام ڪري چيو، ”سائين، توهين منهنجا گرو آهيو. ايشور جي ڌيان چٽڻ وقت آءٌ به شل توهانجي مثال جي پيروي ڪريان ۽ ڌيان مان اٿڻ کان اڳ ٻيءَ ڪنهن وستوءَ جو ويچار ئي نه ڪريان.“

٦٠٩- هڪ ڀيري هڪ ٻگهه مڇي ڦاسائڻ لاءِ تلاءَ

جي ڪيلي ڏاڍهن آهستي آهستي وچي وڃهو هو. پلبان هڪ شڪاري وري مٿس تير جو نشان چٽي رهيو هو. پر ٻڪهه اوڏانهن خيال نه ڪونه ڏنو. اوڏوس ٻڪهه کي پرنام ڪري چيو، ”ڏيان ويل شل آءُ به تنهنجي مثال جي پيروي ڪريان ۽ پٽ وراڻي نه ڪين ڏسان ته ڪير منهنجي پليان آهي.

٦١٠- براچين ڪهڙي آهي ته جيڪو ڏيان ۾ پورو آهي، تنهن لاءِ موڪش ويجهو آهي. سد البتي ته منش ڪڏهن ڏيان ۾ پورن ٿيندو آهي؟ جڏهن ڏيان ويل پنهنجي چؤگرد ايشوري وايو منڊل ڏسندو آهي ۽ سندس آتما پرماتما سان رهاڻ ڪندي آهي.

٦١١- ڏيان ڪرڻ ويل بلڪل ايڪاگرتا هوڻدي آهي. ۽ ڪجهه به ڏسي يا ٻڌي ڪين سگهندو آهي. ٻڌي ۽ انيءُ ته غالب ٿي ويندا آهن. شرير تي نانگ پيو پڙهيون پاتي، ته به جيو کي جاڻ ڪانه رهندي آهي.

٦١٢- جو منش ڏيان ڪرڻ ويل اهڙو ته بي سُرت ٿي وڃي جو پکي اچي سندس مٿي جي وارن ۾ آکيرو ڻاهين ته به سد ڪانه پوس تڏهن چئبو ته ڏيان ۾ سڌي پراپت ڪئي اٿس.

٦١٣- گوڙهي ڏيان ۾ اندرين جا سڀئي ڪم روڪجي ويندا آهن. من جي ٻاهرين وهڪ صفا بند ٿي ويندي آهي، جڏهن ٻاهرين ڪمري جو در بند ٿي آهي. اندرين جا پنج ئي حواس - ڏسڻ، ٻڌڻ،

# پرڪرڻ تيرھون

## ايشور لاءِ تڙپ

[ ايشور لاءِ مستانو ٿيءُ. سچي تڙپ جي رمز. ايشور پراپتيءَ لاءِ ھڪڙوئي نيم ]

### ايشور لاءِ مستانو ٿيءُ

٦١٥- سنسار جي وستن لاءِ مستانو نه ٿيءُ. ايشور جي پريم ۾ ٿي مستانو ٿيءُ.

٦١٦- ڪن ماڻھن کي پٽ نه ڄمندو آھي ته ڳوڙھا پيا ڳاڙيندا آھن. ڪي وري ڌن دولت لاءِ نه پورو ڪري پنھنجون دليون جھوريندا رھندا آھن. پر افسوس! اھڙا انسان تمام ٿورا آھن جي ايشور جي درشن نه پائڻ ڪري ھنجون ھاريندا ھوندا. لاشڪ، جيڪو ايشور کي ڏوري ٿو، ھن لاءِ تڙپ ٿو لاڙي، سوئي کيس پراپت ٿو ڪري.

٦١٧- جو ايشور لاءِ تڙپندو آھي، سو کائڻ پيئڻ جھڙين ننڍين وستن ڏانھن ڌيان ئي ڪين ڏيندو آھي.

٦١٨- جو پياسي ھوندو آھي، سو نديءَ ۾ پاڻي ٽانئيل ڏسي لوڙ ڪتا ڪري نه ڇڏيندو آھي، تڪي اوجل پاڻيءَ لاءِ کوھ کوٽڻ شروع ڪندو آھي. ساڳيءَ

ريت جڏهن ٻ آتمڪ پياس هوندي آهي، سو پنهنجي
ڌرم (ڀوءِ اهو هندو ڌرم هجي يا ٻيو ڪو) سان الوداع
ڪين ڪندو آهي ۽ نڪي پنهنجي لاءِ ٻيو ڌرم اسٿاپن
ڪندو آهي- سچي ٻچي پياسيءَ کي ته اهڙن ويچارن
ڪرڻ لاءِ وقت ئي ڪونه هوندو آهي.

## سچيءَ تڙپ جي ريت

٦١٩- جيئن موذي سون لاءِ تڙپندو آهي، تيئن
پنهنجي هردي کي ايشور لاءِ تڙپڻ جڳائي.

٦٢٠- جيئن ٻڏندڙ ماڻهو ساهه کڻڻ لاءِ ٻاڏائيندو
هي، تيئن منش جي هردي کي ايشور کي لوڇي لهڻ
۽ ٻاڏائڻ گهرجي.

٦٢١- سڌ اٿيئي ته ايشور کي پراپت ڪرڻ لاءِ
ڪهڙي پرڪار جي پريم جي ضرورت آهي؟ جهڙيءَ
ريت ڪتو سر ۾ چوٽ لڳڻ ڪري پيو ڦٿڪندو آهي،
تهڙيءَ ريت منش کي ٻه ايشور لاءِ ڦٿڪڻ گهرجي.

٦٢٢- پنهنجيءَ سرو شڪتيوان ماتا کي پريم سان
ڪار، ته ڏسندين ته ڪيئن نه هوءَ ڊوڙندي جهٽ پٽ
لو وٽ اچي ٿي سهڙي- تن ۽ من سان ايشور کي
ڏيائيو ته هو منهن موڙي نه سگهندو.

٦٢٣- سڌ اٿيئي ته ايشور لاءِ پريم ڪهڙو هئڻ گهرجي؟
پتورتا استري جيڪو پريم پنهنجي پياري پتيءَ
لاءِ ڌاريندي آهي، موذي پنهنجي ميڙيل ڌن سان
جيڪو موهه رکندو آهي، سنساري جيو سنساري وستن

لاء جيڪا اليست چاهنا رکندا آهن، تنهنجي هردي جي ايشور لاء ترڪ ۽ جڏهن مٽي ورلن ڪبل لن ترڪن جي ميل سمان ليندي، تڏهن ئي ايشور پراپت ڪندين.

۶۲۴- جيسوُ ڪرسٽ هڪ ڏينهن سمند جي ڪناري تي سير ڪري رهيو هو. هڪ شش وٽس آيو ۽ پڇيائينس، "سائين، ايشور ڪي ڪيئن پراپت ڪجي؟" جيسو پنهنجي شش سان گڏجي، سمند طرف ويو ۽ ڪيس پاڻيءَ ۾ غوطو ڏيارائين. ٿوري وقت ڪانپوءِ ڪيس پاڻي ڪان ڇڪي ٻاهر ڪڍي، پڇيائينس "ڪيئن پيا محسوس ڪيئه؟" شش جواب ڏنو "سمجهيم ته اها گهڙي اچي ولي هئي. ڏاڍي بڙا ۾ هوس." جيسوءَ چيس "ايشور جو درشن تڏهن ئي ڪري سگهندين، جڏهن تنهنجو هردو اُن لاء ائين تڙڦندو، جيئن پاڻيءَ ۾ غوطا کائڻ وقت اُهو ساهہ کڻڻ لاء تڙڦي رهيو هو."

۶۲۵- پڳت ڪي جڏهن ايشور لاء ابتر ۽ گهڻو پريم هوندو جو چوي ته "آءٌ هن جيون ۾ ئي ايشور پراپت ڪندس، نه ته، ڪيس ٽن ڏينهن ۾ لوڇي لهندس، نه ته هڪ پيرو "رام نام" اُچاري سان ئي ڪيس پاڻ ڏاڍهن ڇڪيندس" تڏهن ئي هو ترت سندس مشاهدو ماڻي سگهندو. پسو جن پڳتن جي، پريم وڃان پوري ترڪ ڪاڻ هوندي، سي جيڪڏهن ڪٿي ڪيس پراپت ڪ ا ۽ ڏ ۽ اُن ۾ ڪيئين ڄڳ لڳي ويندين.

٦٢٦- اهڙو آلس جو ڀاو ڇو ٿو ڏارين، جو ڇوين تو ته هن جنم ۾ ايشور پراپت ڪرڻ سميؤ نه آهي ته ڀئي ۾ ڪندس؟ ڀڪتيءَ ۾ اهڙي ڍلائي نـ هڻڻ گهرجي. پنهنجو هردو ڀرال نه ڪندين ته اديش پراپت ڪري نه سگهندءِ. انـل ارادو ڪر ته ”هن جنم ۾، نه نه هن ئي پلڪ ۾ ايشور کي پراپت ڪندس.“ ڳوٺن ۾ ڪڙمي جڏهن ڏاند خريد ڪرڻ ويندا آهن، تڏهن پهرين ڏاند جي پڇ کي هٿ لڳائي ڏسندا آهن. ڪي ڏاند چرٻر ڪانه ڪن. پاڻ ساهي پٽڻ لاءِ زمين تي آهلي پوندا آهن. ان مان اُمالڪ ئي ڪڙمي سمجهي ويندا آهن ته اهي ڏاند نڪما آهن. ٻيا ڪي ڏاند پنهنجن پڇن کي هٿ لڳندو مس ڏسندا ته هڪدم جوش ۾ اچي ويندا آهن ۽ ٽپا ڏيڻ شروع ڪندا آهن. ڪڙمي سمجهي ويندا آهن ته اهي ڏاند ڪارائتا ٿيندا ۽ انهن مان ڪي خريد ڪندا. سستي ڪرڻ اُچت نـ آهي- دل ٻڌي، پڪو نشچو رکي، چؤ ته هن پلڪ ۾ ئي ايشور کي پائيندس. تڏهن ئي سڦلتا پراپت ٿيندءِ.

## ايشور پراپتيءَ لاءِ هڪ ئي نيم

٦٢٧- **سوال-** مايا جي جار کان جند ڇڏائڻ لاءِ ڪهڙا اُپاءَ اختيار ڪرڻ گهرجن؟

**جواب-** جيڪو مايا جي جار کان ڇوٽڪاري لاءِ تڙڦندو آهي، تنهنکي ايشور پاڻ مارگ ٻڌائيندو آهي.

رکو لڳاتار ترڪ جي ضرورت آهي.

۶۲۸- هڪ شش گرو مهاراج کان پڇيو، ”ايشور جو درشن ڪيئن ڪري سگهجو؟“ گرو مهاراج جواب ڏنس، ”ايشور لاءِ اهڙي تڙپ ڏاري، روئي سگهندين؟ ماڻهو ٻه ٻچن بار، استريءَ، ڌن دولت وغيره لاءِ روئي ڪٽي رن پريندا آهن، پر ايشور لاءِ ڪر ورلو روئي. ٻالڪ جيستائين راندڪن سان راند ڪرڻ ۾ مگن هوندو آهي، تيستائين ستدس ماتا رڌڻ پچائڻ ۽ ٻيو ڪم ڪار ڪري سگهندي آهي، پر ٻالڪ جڏهن راندڪن مان ڪڪ لي، کين پري ڦٽو ڪري، ماءُ لاءِ رڙيون واڪا ڪندو آهي، تڏهن هوءَ رنڌڻي ۾ پل نه ڪاٽ رهي سگهندي آهي، لڪڙ ڪرڻ ڪري ڪڍهن ته چانورن جو ديڳڙو چلهه تان ڪري ڇوندس ته ۽ ڊوڙي وڃي ٻالڪ کي هنج ۾ کڻندي آهي.“

۶۲۹- ايشور کي اهولي ترت پائي سگهندو، جنهيجو ٻرگ ۽ ترڪ پرپل هوندا.

۶۳۰- ڪلجڳ جي سمي ۾ ايشوري ڪرپا پرابت ڪرڻ لاءِ، ايشور لاءِ ٿي ڏٻهن دل سان تڙپڻ ڪاني آهي.

۶۳۱- چاچو چندرما سڀني ٻالڪن جو چاچو آهي- ساڳيءَ ريت ايشور به سڀني جو ٿي آهي- ڪيس ڏ ٻالڻ جو سڀني کي اڌڪار آهي: جيڪو به ڪيس ڏ ٻاليندو آهي، سو ستدس درشن ڪندو آهي. توهان به جي اُن ڏ ٻاليندين ته ڪيس ٻاليندين.

٦٣٢- اها حقيقت ڄاڻ ته جيڪو به ايشور کي چاهيندو آهي، سو اُنکي پـائيندو آهي- وچ، وڃي پنهنجي جيون ۾ ان ڳالهه جي تسلي ڪر- رڳا ني ڏينهن جتن ڪر ۽ پر سچي اُمنگ ۽ اُڌ ماڻڌ سان- پڪ سڦلتا پراپت ڪندين.

٦٣٣- الوڪڪ ماتا کي پرارٿنا ڪر- کيس آراڌنا ڪر ته توکي اچل پريم ۽ درڍ وشواس بخشي.

٦٣٤- ساڌڪ جو بل ڇا ۾ آهي؟ هو ايشور جو بالڪ آهي ۽ آنسو سندس اهيڃ بل آهن. جيئن بار کي ڪجهه گهربو آهي ته روئندو آهي ۽ ماڻس جهٽ سندس گهرج پوري ڪندي آهي، تيئن ايشور بـ پنهنجي آنسوَ وهائيندڙ بالڪ جون چاهنائون ترپت ڪندو آهي.

٦٣٥- هڪ شخص گرو مهاراج کي چيو، "هينئر منهنجي آيوَ ٥٥ سال آهي. چوڏهن سال ايشور جي تلاش ۾ رهيو آهيان؛ پنهنجي گرن جي اُپديش جي پيروي ڪئي اٿم؛ سڀ ياترائون پيٽيون اٿم؛ ڪيترن ساڌو پرشن جا درشن ڪيا اٿم، ته به ڪجهه لاڀ ڪونه پاتو اٿم."

اهو ٻڌي گرو مهاراج کيس وراڻيو، "آءُ توکي تسلي ڏيان ته جو به ايشور لاءِ تڙپندو آهي، سو اوس کيس پائيندو آهي. توون ڌانهن نهار، دل نه لاهه."

۶۳۶- هڪ ٻالڪ ماءُ کي چيو، ”اَمي جيجل! جڏهن ٻڪ لڳير لڏهن مونکي جاڳائج.“ ماڻس وراڻي ڏنس، ”مٺڙا، ٻک پاڻهي توکي جاڳائيندي.“

۶۳۷- ٻالڪ جيئن راند ڪندو آهي ۽ پنهنجي ماءُ کي ليلائيندو آهي، روئندو رڙندو آهي، کيس ڪهائيندو آهي، ليڪن جو منش معصوم ٻالڪ واڪر اندر ئي اندر روئندو آهي، ايشور کي پسڻ لاءِ آليءَ لڙڪ ڏاريندو آهي ۽ سمجهندو آهي ته ايشور کيس پياري پيارو ۽ وڃڻي پر واجهو آهي، تنهنکي ايشور جو درشن پراپت ٿيندو آهي. اهڙي ليلائيندڙ ۽ سچي طالبوءَ کان ايشور وڌيڪ وقت لڪل رهي ڪين سگهندو آهي.

۶۳۸- ٻالڙا پر ڪرشن جي جيون جو ورلن ليل آهي. کيل جي شروعات دهلن دمامن سان ليندي آهي ۽ بلند آواز پر راڳ ڳائو ويندو آهي، ”پيارا ڪرشن اچ! اچ، اي پيارا!“ پر وپس ڏاري، جيڪو ڪرشن جو پارٽ ادا ڪندو آهي، سو ان گوڙ گنبوڙ ڏاڍهن ڪن ٿي ڪين ڏيندو آهي ۽ پر سٽيج جي پٺيان ”گرين روم“ پر اساعد چيت پر مٺو رهندو آهي. جڏهن گوڙ گنبوڙ بند ليندو آهي ۽ وشي لارد پربر پر گد گد ليندو، سٽيج تي پيهندو آهي، مڌر ۽ نرمل راڳ ڳائيندو آهي ۽ ڪرشن کي پرگهٽ ليڻ لاءِ پڪاريندو آهي. تڏهن ڪرشن کي احساس ليندو آهي ته وڌيڪ ويل ڪين لائار ڪري ڪان سگهندس: ۽ ائين لڪڙ پر سٽيج تي چڙهي

گهمائيندو آهي. ساڌڪ ۾ جي ايشور کي رکڻو وات سان پيو چوندو، ”اي ايشور، اچ“، ۽ ايشور کونه ايندو، پر جڏهن ايشور درشن ڏيندو آهي، تڏهن ڀڳت جو هردو ايشور اُمنگ ۾ رچجي ويندو آهي ۽ وڏي آواز سان پرارٿنائون بند ٿي وينديون اٿس. ڀڳت جڏهن اَٿاهه پريم ۾ پُر هردي سان ايشور کي آراڌنا ڪندو آهي، تڏهن ايشور جهٽ پٽ ڪي پرگهٽ ڪندو آهي.

# پسنڪ ٽيون

## جيو ۽ ايشور
## پرڪرڻ چوڏهون

### ايشور ۽ سندس ڀڳت

[ايشور کي ڇو ڪين ٿو ڏسي سگهجي- ايشور ۽ سندس ڀڳتي- ڀڳتن جي سڌاري اوستا- پرماتما ڪيئن پاڻکي پرڪاش ڪري- ايشور ڌن دولت ڏانهن بي پرواهه- ايشوري ڪرپا ۽ آلر جتن.]

### ايشور کي ڇو ڪين ٿو ڏسي سگهجي؟

٦٣٩- سورج پرٿويءَ کان اليڪ ڀيرا وڏو آهي- پر تمام پري هئڻ ڪري، ننڍڙي چڪري جيڏو پيو لڳندو آهي- ساڳيءَ ريت ايشور به بلڪل اُتاهه آهي، پر ڪالئس گهڻو پري هئڻ ڪري، هنجي سچي وڏائي ڳڻهڻ ڪري نه ٿا سگهون.

٦٤٠- ٽلاءِ جي متاڙري ني گاهہ، ڪانا ۽ مٿل هٿڙ ڪري، اُن ۾ جيڪي ميون ٻيئون لرنديون آهن، سي ڏسڻ ۾ ڪين اينديون آهن. ساڳيءَ ريت مايا روپي پردو ايشور کي انساني نگاهہ کان ڍڪي ٿو ڇڏي؛ اُن ڪري پنهنجي هردي ۾ براجمان ايشور کي بہ پسي نہ ٿو سگهجي.

٦٤١- **سوال**- الوڪڪ مايا کي اسين ڇو ڪين ٿا پسي سگهون؟

**جواب**- هوءِ هڪ اُم ڪل ۾ جنميل استريءَ جيان پنهنجو ڪم ڪار جافريءَ پٺيان هلائي رهي آهي. پاڻ سڀ کي پٺي ڏسي، پر ڪيس ڪوبہ پسي نٿو سگهي. رڳو سندس پريمي ڀڳت ڪيس پسي سگهندا آهن ۽ مايا روپي پڙدي پٺيان سندس اوڏو وڃي سگهندا آهن.

٦٤٢- سپاهي پنهنجي لالٽين جو منهن جنهن طرف ڦيرائيندو آهي، اُن طرف هرڪنهن کي ڏسي سگهندو آهي؛ پر جيستائين روشني پاڻ ڏانهن نہ ڦيرائيندو آهي، تيستائين ڪيس ڪير بہ ڏسي ڪين سگهندو آهي. ايشور بہ اهڙيءَ ريت سڀني کي وينو ڏسي، پر ڪيس ڪوبہ ڏسي نہ ٿو سگهي؛ جيستائين ڪنهن تي ڪرپا ڪري ڪيس پنهنجو درشن ڪرائي.

## ایشور ۽ سندس ڀڳت

٦٤٣- زميندار ڪٿي ڪيترو بہ شاهوڪار هوندو آهي، پر ڇڏهن مسڪين هاري، قرب وچان دل سان غريباڻي

سوغاتن وٺي ڪٿي ويندو آهي، تڏهن هو وڏيءَ خوشيءَ سان اها سوکڙي ڪندو آهي. ساڳيءَ ريت سرو شڪتيوان ايشور به هيڏو اعليٰ ۽ بلوان آهي، پر به منش جڏهن سچي هردي سان سندس اڳيان ننڍڙي ڀيٽا رکندو آهي ته هو اها وڏيءَ خوشيءَ سان سوکڙي ڪندو آهي.

۲۴۴- ايشور کي پراپت ڪرڻ بعد آءُ سنتشٽ ليندس. ڇا لي پيو جيڪڏهن سنسڪرت نه لو ڄاڻان؟ جيڪي به جيڻ ايشور کي پائڻ لاءِ تڙپندا آهن، ان سڀني لي هو پنهنجي هڪ جيتري ڪرپا ڪندو آهي، پوءِ ڪٿي هو وڏوان هجن يا اڏوان. سمجهه ته هڪ شخص کي پنج پٽ آهن. ڪي کيس ”بابا“، ڪي وڳو ”با“ يا ”پا“ ٿا چون ۽ سچو نالو اچاري ڪين ٿا سگهن، پوءِ ڇا پيءُ پٽن کي پهرين کان گهٽ قرب ڏيندو؟ هو سمجهندو ته هو بالڪ آهن، تنهن ڪري بابا چئي ڪري نه ٿا سگهن، تحقيق پتا سڀني پٽن کي هڪ جيترو پيار لو ڪري.

۲۴۵- بالڪ جو سياءُ اهڙو آهي جو هو ڪپ ڇڪ سان پاڻ کي لڙي ڇڏيندو آهي، پر سندس جيجل ماءُ کيس ڪڏهن به گدلو رهڻ ڪانه ڏيندي آهي. گهڙيءَ گهڙيءَ پئي سندس لڱ ڌوئي کيس اُجرو ڪندي آهي. ساڳيءَ طرح پاپ ڪرڻ ماڻهوءَ جو سياءُ آهي، منش کي پڪ پاپ ڪرڻو آهي، ته اها به پڪ ڄاڻ

۾ ايشور سندس نيتاري لاء اُپاء پيو ونندو آهي.

٦٤٦- جيئن ساڳيءَ مٽيءَ کي ڪو ٺري سگهبو آهي، پڇائي سگهبو آهي، رڌي سگهبو آهي ۽ هرڪو ماڻهو پنهنجي پسنديءَ موجب تيار ڪندو آهي، تيئن سرشٽيءَ جو پرجاپتي جيتوڻيڪ آهي هڪ، ته به ڀڳتن جي ڀن ڀاونائن انوسار ڀن ڀن سروپن ۾ ڪين درشن ڏيندو آهي. هرهڪ ڀڳت کي ايشور بابت پنهنجي پنهنجي ڀاونا آهي، جا هو امولڪ سمجهندو آهي. ڪن لاء هو ڀاوان داتا، يا پريم پتا، مرڪندڙ ماتا يا پريمي متر آهي ته ٻين لاء وري وفادار پتي يا آگياوان پتر سمان آهي.

٦٤٧- تلاءَ ۾ مڇيون ڪٽي ڪيترو ئي پري هجن، پر ڪنڌيءَ ۾ مٺي سوادي وستو لڳائي، پاڻيءَ ۾ اڇلڻ سان مڇيون پري پري کان ڊڪندڙيون اچي اُتي سهڙنديون آهن. ساڳيءَ ريت جنهن ڀڳت جو هردو پريم ۽ شرڌا سان ڀرپور هوندو آهي، تنهن کي ايشور به ڊوڙي اچي درشن ڏيندو آهي.

٦٤٨- سنت مهاتمائون جڻ ته ايشور جي ويجهن سنبنڌين جي اندرين پاري آهن. هو ايشور جا متر، ساٿي ۽ سنبنڌي آهن. ٻيا سڀ ساڌارڻ منش ايشور جي ٻاهرين پاري آهن. اهي سنت ايشور جا متر پراڻ ڌاري جيو آهن.

۶۴۹- سچ جي روشني جتي ڪٿي ساڳي آهي؛ ٻڙ ٻاٽيءَ جي اوجل مٽاڇري يا آرسيءَ يا چمڪندڙ پتل جي برتڻ لي اُنهو اولڙو ٻورن ريت پوندو آهي، ايشوري پرڪاش ۽ ساڳيءَ ريت آهي. اهو سڀني منشن جي هردن لي سمان ۽ سر روشنيءَ سان پيو پوي، پر ٻولر ۽ سريشٽ ساڌن جا نرمل ۽ ڏرمشٽ هردا لي اُنکي ڀاڻ پر سمائين ۽ اُن کي پرڪاش ڪن ٿا.

۶۵۰- ٻتيءَ جو ڪم آهي روشني ڏيڻ. اُن جي مدد سان ڪي پوجن ليار ڪندا آهن، ڪي دستاويزن لي ڪوڙيون صحيحون وجهندا آهن، ڪي وري ڌرمي شاستر پڙهندا آهن. ساڳيءَ ريت ڪي ماڻهو "رام نام" جپي موڪش پراپت ڪندا آهن ۽ ٻيا ڪي وري ٻڇڙيون مرادون حاصل ڪرڻ لاءِ ايشور جو جاپ جپيندا آهن. مگر ايشور جو ٻولر نام پنهنجي پوترتا پر سدائين نرمل آهي.

۶۵۱- پگران، پاڳوت ۽ پگت سيئي هڪ ۽ ساڳيا آهن.

۶۵۲- سوال- سچو پڳت ايشور ڏانهن ڪيئن نهار يندو آهي؟

جواب- هو کيس پنهنجو وڏڙي پر وڏڙو ۽ پياري پر پيارو سنبڌي سمجهندو آهي. جيئن ٻرندا بن جون گوپيون شري ڪرشن کي جڳتما نه، پر پنهنجو گوپيائي ڪري ڏسنديون آهن.

۶۵۳- ايشور برهمي ايشور کي مايا ڪري سڏڻ

سان اليست آنند ۾ ڇو اچي ويندو آهي؟ ڇو ته ٻالڪ ماءُ سان وڌيڪ گهائل مائل رهندو آهي. ان ڪري ڏوءُ ڪيس سڀ ڪان وڌيڪ پياري هوندي آهي.

٦٥٤- بيمار ماڻهوءَ کي وڏي تپ ويل، جڏهن سخت پياس لڳندي آهي، تڏهن پائيندو آهي ته جيڪر پاڻيءَ جو سمنڊ پي وڃان؛ پر جڏهن تپ لهندو اٿس تڏهن پاڻيءَ جو پيالو مس پي سگهندو آهي؛ سندس پياس ٿوري ئي پاڻيءَ سان ترپت ٿي ويندي آهي. ساڳيءَ ريت منش مايا روپي ٿي تاپءَ ۾ اچي، پنهنجي لبچ هستي پلجي، سمجهندو آهي ته مان پنهنجي هردي ۾ سموروئي اننت ايشور سمائي سگهندس؛ پر جڏهن اهو وهم وهامي ويندو اٿس، تڏهن ايشوري پرڪاش جو هڪ ئي ترورو ڪيس ايشور جي انادي آنند سان پرپور ڪرڻ لاءِ ڪافي ٿيندو آهي.

٦٥٥- ڪي ماڻهو ٿوروئي شراب پيئڻ سان نشي ۾ تار ٿي ويندا آهن، پر ٻين کي نشي ۾ اچڻ لاءِ ٻن ٽن ٻاٽلين جي درڪار ٿيندي آهي؛ تہ ٻہ نشي جي موج ٻنهي کي هڪجهڙي ايندي آهي. ساڳيءَ ريت ڪي ڀڳت ايشور پرڪاش جي هڪ ئي ترووري سان آنند ۾ اچيو وڃن، ٻيا وري ايشور کي سنمک پسڻ سان ئي ايشوري آنند ۾ ايندا آهن، پر آهن ٻئي هڪ جهڙائي ڀاڳوان، ڇو ته ٻنهي کي ايشوري آنند ئي پراپت ٿئي ٿو.

۶۵۶- ايشور ڪنڊ جي انبار مثل آهي. نئڍڙي ماکوڙي اُن ڪنڊ جو ننڍڙو داڻو کڻي ايندي آهي ۽ وڏي ماکوڙي ڪجهه وڏيرو داڻو. پر ان هوندي بہ انبار اڳي جيڏو ئي رهندو آهي. ايشور جا ڀڳت بہ ساڳيءَ ريت آهن. هڪ ئي ايشوري لوورين سان آنند پر اچيو وڃن. ايشور جي سموري چمتڪار ۽ آلمتا جو انهن ڪير بہ پاڻ ۾ سمائي ڪونہ سگهندو آهي.

۶۵۷- برهم روپي ساگر مان جا هر پيئي اچي، سا جنهن جيڙ جي هردي ۾ لڳندي آهي، تنهن کي وڃي چڙهندي آهي. براچين رشين شنڪر، سنائن ۽ ٻين ڪي انهيءَ هير نرمل ڪري چڙهيو هو. ايشوري مسبب ناُرد ئي ايشوري ساگر جي جهلڪ پري، ڪان پيئي ۽ ان ڪري هو پاڻ وساري، ياڳل جيان ساري سنسار جو ونن ڪندو، هريءَ جا گڻ ڳائيندو رهيو. سگديو، جو جائي جر ڪان لهسوي هو، تنهن ايشوري ساگر جي جل کي وڳو ئي پيرا همت لڳايو ۽ اُن سمي ڪان وٺي پهنجي مؤج مستيءَ ۾ ٻالڪ جيان ليڙ پون پاليندو رهيو. سرشٽيءَ جي آلم اڏ ياپڪ مهاديو، اُن جل جا ئي اِڪ پيتا ۽ اُن سمي ڪان وٺي ايشوري آنند جي نشي ۾ مؤدي مثل نشئل پيو رهيو. ڪير اُن ساگر جو عمق ماپي سگهندو يا اُن جي ڪِمت شڪتيءَ جو اندازو لڳائي سگهندو؟

۶۵۸- گرو مهاراج ڪيشب چندر سين کي چيو، ”برهمو سماجي ايشور جي وڏائيءَ جا گڻ ڳائي ٿا؛

اينترو زور ڇو ڏيندا آهن ۽ چوندا آهن، ”اي پڀو! تو سورج، چندرما ۽ تارا بڻايا؟“ ڪيترا ماڻهو باغيچي جي سونهن سوڀيا، سندر گلن ڦلن ۽ هڱاءِ هيڪار تي اکين ڇڪن تي پوندا آهن. پر ٿورا ڪي باغبان جي پڇا ڪندا آهن- ڀلي ٻه ڪير اُتم آهي؟ باغيچو يا باغبان؟ ڏسو وينا ته سڀ ڪجهه ناسونت آهي ۽ ته ڀوءِ سمجهڻ گهرجي ته باغيچو اُست آهي ۽ رڳو باغبان ئي ستيہ آهي.

شراب جي گتي تي ٿورا پت شراب چاڙهڻ ڪانهوءِ ڪير ڪونہ پڇندو آهي تہ پيپ ۾ ڪيترو شراب پوندو آهي؟ هڪ چٽي لاءِ هڪ بوتل ئي ڪافي آهي.

نريندر [سوامي وويڪانند] کي ڏسڻ سان ئي مان آنند ۾ اچي ويندو آهيان. ڪڏهن به اٿين ڪين پڇيو ٿي ماڻس تہ تنهنجي پتا جو نالو ڇا آهي؟ يا توهانکي جايون جڳهيون ڪيتريون آهن؟

جيو پنهنجي ملڪيت تان پيا گهور گهور ويندا آهن. پنهنجي ڌن دولت، جايون جڳهون ۽ مال اسباب کي سڀ ڪجهہ سمجهندا آهن. ان ڪري هو ڀانيندا آهن تہ ايشور کي بہ پنهنجي اُپايل شين، سورج چندرما ۽ تارن سان سنيهہ هوندو! ۽ تنهن ڪري سندس چمتڪارن جي واکاڻ ڪبي تہ خوش ٿيندو.

٦٥٩- ٻالڪ جي سرلتا ڪهڙي نہ موهڻي آهي! ڪيس زاند يڪو مليو تہ سنسار جي مال خزانن، ڌن دولت

ڏانھن اک کڻي ۽ ڪونه نھاريندو. سچو ڀڳت نہ اٿين آهي. ھو ڪير ۽ ڪونه جيڪر ڌن دولت ۽ مان شان کي اڳ ڪتا ڪري، رگو رام نام ۾ لڳولين ٿي وڃي.

۶۶۰- سچو ساڌو پنھنجو مدوھردو ايشور کي ارپڻ ڪندو آهي، باقي چولو سنسار کي ڏيندو آهي. جيئن ناڻگ پنھنجي پنج لاهِ ڏاڍو ڏکڻو ليندو آهي، ليڪن سچو ساڌو ايشوري ڳالھين ۾ وڌيڪ ساوڌان رهندو آهي.

۶۶۱- هڪ ناماري برهمو مھمت گرو مھاراج جو ورڻن ڪندي چيو تہ پرمھنس پاڳل آهي ۽ ڪيترن يورپي ودوانن وانگر هڪ ئي وشيہ تي اليئمع ويچار ڪري ڪري، سندس من بي قرار ٿي پيو آهي. ڪجھ سمي ڪانپوءِ گرو مھاراج ان مھمت کي اٺر ڏيندي چيو، ”اوهين چئو ٿا تہ يورپ ۾ ڪي ودوان هڪ ئي وشيہ تي اليئمع ويچار ڪرڻ ڪري پاڳل ٿي پوندا آهن، پر اھو ٻڌائيندا تہ سندن ويچار جو وشيہ سنساري وستو آهي يا روحاني؟ جيڪڏھن سنساري تہ پوءِ اُن ۾ ڪوڙي اجرج جي ڳالھ آهي، جي اُن تي هردم ويچار ڪرڻ سان ڪير پاڳل ٿي پوي؟ چيتن جنھنجو پرڪاش سرشٽيءَ کي پرڪاشت ڪري رهيو آهي، اُنھن تي ويچار ڪرڻ سان، ڪراس جيئُ پنھنجي سڌ ٻڌ گنوائي سگھندو. ڇا اوهانجا شاستر اها ٿا سکيا ڏين؟

٦٦٢- ايشوري پريم روپي ساگر ۾ اونهي ٽٻي هڻ
دپ ڏاءِ ڪين ڪر. اهو امرت روپي ساگر آهي. هڪ
ڀيري مون نريندر کي چيو، ”ايشور مٺو رٺا جو ساگر
آهي. ڇا اُن ساگر ۾ اونهي ٽٻي نه هڻندين؟ سمجهه ته
شربت جو شيشو رکيو آهي ۽ تون مک آهين ۽ شربت
پيئڻ لاءِ تڙپي رهيو آهين. جيڪر ڪهڙي هنڌ ويهي
اهو پيئين؟“ نريندر اُترڏنو، ”ڪني تي ويهي جيڪر
پيئان، ڇو ته اتفاق سان جي اُن ۾ ڪري پوان ته پڪ
ٻڏي ويندس.“ مون کيس وراڻيو ”نينگر، تون وساري
ٿو ڇڏين ته آتمڪ ساگر ۾ ٽٻي هڻڻ ڪري ڪنهن به
خوف خطري يا اجل جو دپ ڏاءِ ڪونه ٿو رهي. ياد
رک ته سچدانند روپي ساگر امرت جو ساگر آهي. ڪن
مورکن جيان نه ڊڄ ته متان ايشوري پريم ۾ ”گهڻ“ ۾
نه هليو وڃان.

## ڀڳتن جي سنساري اوستا

٦٦٣- جيل ۾ ديوڪيءَ کي ايشور ڪرشن روپ ۾
درشن ڏنو. پر اهو درشن به کيس قيد مان ڪڍائي
ڪونه سگهيو.

٦٦٤- هڪ ڀيري هڪ سورداس گنگا نديءَ جي
پوتر جل ۾ اشنان ڪيو ۽ اشنان سان پنهنجا سڀ پاپ
ڌوئي ڇڏيا ته به سندس اکين ۾ جوت ڪانه آئي.

٦٦٥- هڪ ڀيري هڪ ڪانئر کي الوڪڪ ماتا
درشن ڏنو ۽ سندس ڪرپا جو اڌڪاري ٿيو، ته به

ڪالين ڪرڻ جو ڏنڊو ڪين ڇڏائين. وڃاري ڪي پنهنجي آجيوڪا لاءِ ڪالين ڪرڻ جو سخت پورهيو ڪرڻو پوندو هو.

٦٦٦- ڀيشم پتامه جڏهن ليرن جي سيجا تي ليٽيو پيو هو، تڏهن ڏسڻ ۾ آيو ته سندس نيترن مان ڳوڙها ڳڙي رهيا هئا. شري ڪرشن ۽ پانڊو سندس پاسي ۾ بيٺا رهيا: ارجن چيو، "پراڻا، ڪهڙي نه حيرت جي ڳالهه آهي! اسانجو ڏاڏو، خود ڀيشم پتامه، سچ وادي ۽ گياني، پنهنجي آتما جو سائين، اُن وس مان هڪ آهي، سو به پنهنجي مرتيوءَ سمي مايا جي وس اچي، ڳوڙها ڳاڙي رهيو آهي!"

ڀيشم جي ڪن تي جڏهن اهو پرلاءُ پيو، تڏهن وراڻيائين، "اي ڪرشن، توکي ته سڀ ڪجهه معلوم آهي ته آءٌ انڪري ڪونه پيو آنسو وهايان، پر دل ۾ ويچار اٿم ته پانڊو، جن جو سارٿي خود پرماتما پاڻ آهي، تن کي به اهڙن ڏکن ڏاکڙن ۽ ڪشٽن ڪليشن مان لنگهڻو ٿو پوي. انڪري منهنجي دل ڀرجي آئي ته ايشور جي ڪم ڪير نه ٿو ڄاڻي سگهي. انڪري ڳوڙهن کي روڪي ئي ڪونه ٿو سگهان.

## پرماتما ڪيئن پاڻکي پرتڪش ٿو ڪري؟

٦٦٧- هڪ انڌاري ڪوٺڙي، جنهن ۾ روشنيءَ جا وڏا هڪ سوڙهي چير مان پيا اچن، تڏهن ۾ اندر ويٺل

ماٺوءَ کي روشني اوڙي ٿي پهچندي، جيتري اُن
ڇير مان اچي سگهندي هوندي. درن ۽ دريُن ۾ جي
گهٽا ڇير هوندا تہ اندر وينل ماٺهو وڏيڪ روشني
ڏسي سگهندو. پر جي دريون دروازا صفا کولي ڇڏيندو
تہ کيس اچا ۾ وڏيڪ روشني ملي سگهندي ۽ پر گهٽي
۾ گهٽي روشني اُنکي ملندي جو ٻاهر کليل ميدان ۾
وڃي ٻهندو. ساڳيءَ ريت ايشور ۾ ڀڳتن جي سياءَ ۽
لڙق انوسار پاڻکي پرڪش ڪندو آهي.

٦٦٨- جيئن جيترو وڏيڪ پرماتما جي ويجهو ويندو،
اوترو وڏيڪ سندس انيت ڀاو جو انڀو ٿيندس.
انت ۾ گيان جي سڌي پراپت ڪري هو پرماتما ۾
سمائجي ويندو.

## ايشور ڌن دولت ڌانهن بي پرواهه

٦٦٩- ايشور جي چرنن ۾ اکيچار مال خزانا ڀيٽا
رکبا تہ ڇا هو سويڪار ڪندو؟ نہ، نہ. سندس ڪرپا
اُن ني ٿي ٿيندي آهي، جو کيس قرب ۽ ڀڳتي ڀيٽا
ڏيندو آهي. ايشور کي تہ ڀڳتيءَ ۽ پريم، وويڪ ۽
وئراڳ جي ٿي درڪار آهي.

٦٧٠- هڪ ڀيري سميو ملڪ مونکي چيو، "گرو
مهاراج، مون ني آسيس ڪريو جيئن پنهنجي سموري
ڌن دولت ديوي ماتا جي چرنن ۾ رکي پرلوڪ
سڌارجان." مون کيس وراڻيو، "چوڻ ڇا ڀيو؟ جيڪي

تو لاءِ ڌن دولت آهي سا جڳت ماتا لاءِ ڌوڙ سمان آهي، جا ڌوڙ تون لتن هيٺان لتاڙيندو آهين.“

۶۷۱- هڪ ڀيري دڪشڻيشور ۾ راڻي راسمڻيءَ جي مندر مان چوري ٿي. وشنومندر ۾ مورتيءَ کي جيڪي ڳهه ڳٺا ۽ هيرا جواهر پيا هئا، سي چوري ٿي ويا. مالڪ بابو (مندر جو ڪاربه ڪرتا ۽ راڻيءَ جو ناٺي) ۽ گرو مهاراج وشنو مندر ڏانهن تپاس ڪرڻ لاءِ ويا. مالڪ رڙ ڪري چيو، ”ڀڳوان، تون ته ڪين جهڙو آهين! تنهنجا سمورا هيرا جواهر لاهي ويا ۽ تون ڪين روڪي به ڪونه سگهئين.“ گرو مهاراج روڪ ٽوڪ جواب ڏنس، ”ڪهڙي نه واهيات ڳالهائي رهيو آهين؟ جنهن پرماتما کي تون مورتيءَ ۾ پوڄي رهيو آهين، تنهن جي نظر ۾ اهي هيرا جواهر چڱي مٽيءَ جي لپ آهن! ياد رک ته ڌن دولت جي ديوي لڪشمي به پنهنجو جوهر، پرماتما مان پراپت ٿي ڪري.

## ايشوري ڪرپا ۽ آتم جتن

۶۷۲- ايشور اسانکي روزي تو رسائي، ان ڪري ڪيس ڪرپا چوڻ نه گهرجي. هرڪو پتا پنهنجي اولاد لاءِ کاڌ خوراڪ جو پربند ڪرڻ لاءِ پابند آهي ۽ پر ايشور جڏهن اسانکي ألٽي راهه ڏانهن وڃڻ کان بچائي ٿو ۽ لب لالچن جي وس ۾ اچڻ کان روڪي ٿو، تڏهن ئي هو سچ پچ ڪرپال آهي.

۶۷۳- سوال- ڪهڙي پرڪار جي ڪاربه ڪرڻ

سان ايشور کي پراپت ڪري سگهبو؟

**جواب-** ڪاريه، ڪاريه ۾ ڪو تفاوت ڪونهي. ائين نه سمجهه ته هي ڪاريه ايشور ڏانهن نٿي نوءِ ڪي هوءِ نه. سڀ ڪجهه ايشور جي ڪرپا تي مدار نو رکي. سندس ڪرپا پراپت ڪرڻ لاءِ جيڪو به ڪاريه ڪرين، سو ايشور لاءِ دلي تڙپ ڌاري ۽ سچيءَ نيت سان ڪر. سندس ڪرپا سان وايو منڊل سڌائو ٿي ويندو ۽ ڪيس پراپت ڪرڻ لاءِ وات سولي ٿي پوندي. پوءِ جي سنسار تياڳڻ چاهيندا ۽ تنهنجي ڪٽنب جو بار لولي هوندو ته شايد تنهنجو ڀاءُ اها جوابداري کڻندو ۽ تنهنجي ڌرمپتني تنهنجي آتمڪ اُنتيءَ ۾ رڪاوت ڪانه ٿيندي، پر ڀاڻ تنهنجي سهائتا ڪندي. يا جي پرڻيل نه هوندين ته شايد شادي ئي نه ڪرين ۽ سنسار سان ڪنهن به نموني سنگ ۾ نه ڦاسين.

٦٧٤- ڪونيءَ ۾ ڏيئو ٻارڻ سان صدين جي اونده الوپ ٿي ويندي آهي. ايشور جي هڪ ٿي نگاهه سان بيشمار حياتين جا ڪنا تيل پاپ ڌوپي ويندا آهن.

٦٧٥- ڪن ميڇن کي انيڪ ڪنڊا ٿيندا آهن ته ڪن کي رڳو هڪ ڪنڊو ٿيندو آهي. ڪاڻڻ وقت سڀ ڪنڊا، پوءِ تورا هجن کي گهڻا، ڪڍي، پوءِ ميڇي ڪاٽبي آهي. ساڳيءَ ريت ڪن ماڻهن گهڻا پاپ ڪيا هوندا، ته ڪن تورا، پر جي ڪرپا ٿئي ته سڀني کي شڌ ڪيو ڇڏي.

٦٧٦- جڏهن ملايا جي هير لڳندي آهي، تڏهن جن وڻن ۾ سستي هوندو آهي، سي ڦري صندل جا وڻ ٿي پوندا آهن، پر ٻڙي، بانس ۽ ڪيوڙي جا وڻ، نستا هوندا آهن، تن ۾ ڦيرو ڪونہ ايندو آهي. تهڙيءَ ريت جڏهن ماڻهن تي ايشوري ڪرپا جي ورکا ٿيندي، تڏهن جيڪي ڏرمشت ۽ سرپشٽ پاڻ وارا هوندا، سي ڏرمالما ٿي پوندا ۽ ايشوري رنگ ۾ رچي ويندا، باقي جيڪي نڪما ۽ سنساري هوندا، تن ۾ ڦيرو ڪونہ ايندو.

٦٧٧- هڪ ساڌو پرش ايڪانت ۾ ويهي پيو رام نام جپيندو ۽ مالها ڦيريندو هو. گرو مهاراج کيس چيو، ”هڪ آستان کي ڇو ڇنبڙي پيو آهين؟ اٿي وڪ وڌاءِ.“ ساڌو پرش وراڻيو، ”ايشوري ڪرپا ڌاران الين ڪونہ ٿي سگهندو.“ گرو مهاراج چيس، ”ايشور ڪرپا روپي هير تنهنجي سر مٿان رات ڏينهن لڳي رهي آهي. جيون روپي ساگر ۾ لڪڙي اُتي ڪرڻ چاهين، تہ پنهنجي ڪشتيءَ (من) جا سڙهہ کولي ڇڏ.“

٦٧٨- ايشوري ڪرپا جو واءُ نت لڳي رهيو آهي. جيون روپي ساگر ۾ سست خلاصي اُنجو لاڀ ڪونہ ٿا وٺن، پر سچيت ۽ سگهارا سنالو واءُ جهٽڻ لاءِ پنهنجا من روپي سڙهہ سدائين کليل رکندا آهن ۽ اُهي پنهنجي منزل تي سنت ٿي پهچندا آهن.

٦٧٩- سوال- اڄاڻ ڪجهہ ڪين ٿيندو آهي ڇا؟

**جواب-** سدي پراپت ڪرڻ لاءِ اڪثر ڪري منش کي گهڻو سمو ساڌن ڪرڻا پوندا آهن. ٻاٻو دوارڪاناٿ مترهڪ ڏينهن ۾ هاءِ ڪورٽ جو جج ڪونه ٿيو هو. ڪيس سالن جا سال گهڻي محنت ڪرڻي پيئي ۽ انڪان پوءِ ڪيس هاءِ ڪورٽ جو جج ڪيو ويو. جيڪي محنت ڪرڻ کان ونءِ ويندا آهن، ان کي نڪمو وڪيل ٿي رهڻو پوندو آهي. پر وقتي کي ايشور ڪرپا سان اوڄ تي رسندا آهن. جيئن ڪاليداس هڪ ڀالو ڀولو ڳوٺاڻو هو، پر ماتا سرسوتيءَ جي ڪرپا سان ڀارت ورش جو مهاڪوي ٿي پيو.

۶۸۰- **گرهستي شش-** گرومهاراج! ڇڏو اٿئون ته توهان ايشور درشن ڪيو آهي. ڪرپا ڪري اسانکي به ته درشن ڪرايو. ايشور سان ڪيئن گهائل مائل ٿي سگهبو آهي؟

**گرو مهاراج-** سڀ ڪجهه ايشور جي اڇا تي مدار تو رکي. ايشور درشن لاءِ اُدم ڪرڻ ضروري آهي. جي رڳو پاٺ جي ڪتني تي ويهي چوندين ته "هن پاٺ ۾ مڇيون آهن" ته ڇا مڇي اچي تنهنجي پلاند ۾ پوندي؟ اُٿي ڪرڙو ٿيءُ. مڇي ڦاسائڻ لاءِ ضروري شيون جهڙوڪ لٺ، ڪنڊي ۽ چهي جو پربند ڪر ۽ مڇين کي لالچائڻ لاءِ ڪاڪاڏي جي وسنو پاڻيءَ ۾ ڦٽي ڪر. ان بعد مڇيون اونهي پاڻيءَ مان مٿي ايندين، پوءِ

ڪندي وجهي ڪين ٿاساءِ. چاهين ٿو تہ ٿوکي ايشور درشن ڪرايان، پر پاڻ هٿ ٻڌيو ويٺو آهين ۽ ڪوبہ جتن ڪونہ ٿو ڪرين! تنهنجي مرضي آهي تہ مان تنهنجي لاءِ ڏڍ ڄمايان، مکڻ ولوڙيان ۽ گرهہ ٺاهي تنهنجي وات ۾ وجهان! تنهنجي مرضي آهي تہ مڇي ڦاسائي، تنهنجي هٿن ۾ ڏيان. تنهنجي طلب ڪهڙي نہ بي واجبي آهي!

٦٨١- وچ سمنڊ ۾، جهاز جي ڪوهي لي وڃڻ پکي هڪ هنڌ وهڻ ڪري اڪجي، ٻي جڳهہ ڳولڻ لاءِ اُتان اڏامي ويندو آهي؛ پر ٻي جڳهہ نہ لهي سگهڻ ڪري، ٿڪجي ٿڪجي وري اصلوڪي ماڳ تي موٽي ايندو آهي. ساڳيءَ ريت ساڌارڻ سادڪ ۽ پنهنجي خير خواهہ ۽ اُنيوي گروءَ وٽان مليل اپديشن تي ڪجهہ وقت هلي ٿڪجي، گروءَ مان وشواس ۽ اميد وڃائي، سنسار ۾ واپس ويندو آهي، انهيءَ اميد سان تہ ڪو پنهنجي آلم جتن سان ئي ايشور کي پراپت ڪندس. پر نشڦل جتنن بعد هو پڪ پنهنجي گروءَ وٽ سنڌس آسيس ۽ ڪرپا ڪاڻ موٽندو آهي.

٦٨٢- هوا سڌ ئي وهندي آهي. تہ گرمي لاهڻ لاءِ پکو هلائيندا آهيون، پر جڏهن وري هوا لڳڻ شروع ٿيندي آهي، تڏهن وڃڻ رکي ڇڏيندا آهيون. ساڳيءَ ريت جيستائين ايشوري سهائتا نہ اچي ليستائين اسانکي ئي منزل تي پهچڻ لاءِ پاڻ اُدم ڪرڻ گهرجي، پر

خوش نصيبان جڏهن اها سهائتا اچي سهڙي، تڏهن ڀل جتن ڪرڻ ڇڏي ڏجي، نه تہ نه.

٦٨٣- جڏهن هوا لڳڻ ويل ٻيڙيءَ جا ڪاما ٿي پوندا آهن، تڏهن ايشوري ڪرپا ٿئي، تڏهن پرارٿنائون ڀل ڇڏي ڏجن.

٦٨٤- ڪنهن جيو تي جيتوڻيڪ ڪٿي ايشور، گرو ۽ ڪنهن سچي ڀڳت جي ڪرپا ٿئي، تہ بہ جي پاڻتي پنهنجي ڪرپا ڪانہ هوندس تہ نشٽ ٿي ويندو. منش اهڙو ڀاڳوان ڪٿي ٿئي بہ جو مٿس مٿي وزنن ڪيل ٽيئي ڪرپائون ٿين، تہ بہ جي منجهس پنهنجي ترقي ڪانہ هوندي، تہ اهي ڪرپائون وئرٿ وينديون.

٦٨٥- ڪيتري بہ ڪٿي ڪوشش ڪندين تہ بہ ايشوري ڪرپا ڌاران ڪجهہ پراپت ڪونہ ٿيندءِ. ايشوري ڪرپا ڌاران ايشور پراپت ٿي ڪونہ سگهندو آهي؛ پر ايشوري ڪرپا سنري ڪانہ ايندي آهي. پنهنجي من مان اول اهنڪار کي صفا ڪڍي ڇڏ. جي اهم ڀاو هوندءِ تہ ”مان ڪرتا آهيان“ تہ ڪڏهن بہ ايشور کي پسي ڪين سگهندين. سيڌي سامان جي ڪوٺيءَ ۾ جي اڳير ٿي ڪير هوندو ۽ گهر جي مالڪ کي ڪوٺيءَ مان ڪجهہ آٽي ڏيڻ لاءِ چئبو تہ هو هڪدم وراڻيندو تہ ”ڪوٺيءَ ۾ ماڻهو ويٺو آهي، ڪيس ڇو تہ ڏيندءِ. منهنجو هلڻ ضروري نہ آهي.“ جيڪو ماڻهو

پالڪي ڪرڻ سمجهندو آهي، تنهن جي هردي ۾ ايشور ڪڏهن ڪونه وسندو آهي.

٦٨٦- ايشور پنهنجيءَ ڪرپا سان پاڻ کي پرڪش ڪندو آهي. هو گيان روپي سورج آهي. سندس هڪ ڪرڻ سنسار ۾ جيئڻ شڪتي آندي آهي ان ڪري اسانکي هڪ ٻئي کي سڃاڻڻ جي شڪتي آئي آهي؛ گيان جا ٻن ٻن روپ پرايسر ڪري سگهون ٿا. اسين تڏهن ڪيس پسي سگهنداسون، جڏهن هو پنهنجو پرڪاش پنهنجي مک تي ڦيرائيندو.

# پرڪرڻ پندرهون

## آتمڪ مارگ ۾ سهايڪ

[ ١- گرو- گروءُ بابت ويچار- گرو هجڻ جي ضرورت- گروءَ شش وچ سمبند- ايشوري اوتار- ايشوري اوتار ڇا آهي؟ ايشوري اوتارن کي سڃاڻڻ ۾ ڪٺنتا. اوتار ايشور جا روپ- اوتارن ۽ ساڌارڻ سڌ پرشن ۾ تفاوت]

## گــرو

### گروءَ بابت ويچار

٦٨٧- ڪير ڪيهڙو گرو آهي؟ ايشور ني سرشٽيءَ جو سونهون ۽ گرو آهي.

٦٧٨- جيڪو ماڻهو پنهنجي گروءَ کي ڪيول منش تـو سمجهي، سو انجي پرارٿنائن ۽ ڀڳتيءَ مان ڪهڙو لاڀ پرائيندو؟ اسانکي پنهنجي گروءَ کي ڪيول منش ڪري نـه سمجهڻ گهرجي. شش ايشور جو درشن ڪري، تنهن کان اڳ ايشور ڪيس سندس گروءَ جي روپ ۾ درشن ڏيندو آهي؛ گرو ئي پوءِ پاڻکي ايشور جي روپ ۾ ڦيرائي، ڪيس ايشور درشن ڪرائيندو آهي. تڏهن شش کي گروءَ ۽ ايشور جو روپ هڪڙو

۽ ساڳيو ڏسڻ ۾ ايندو آهي. شش جيڪو بہ وردان گهرندو آهي، سو ايشوري روپ گرو کيس ٻر دان ڪندو آهي. گرو کيس تروار جي مها اُگر آنند ڏانهن ولي هلندو آهي. وقتي شش ڇهتتا جي دوہ استتيءَ ۾، ٻوجڪ ۽ ٻوجيہ جي سنبنڌ ۾ رهڻ چاهيندو آهي. جيڪي ته هو چاهيندو آهي، تنهن جي گرو مٿس ڪرپا ڪندو آهي.

۶۸۹- انساني گروڪن ۾ منتر ڏيندو آهي ۽ ايشوري گرو هردي ۾ روح ڦوڪيندو آهي.

۶۹۰- گرو ميلاپ ڪرائيندڙ آهي. هو مٿس ۽ ايشور کي ملائيندو آهي، جيئن مائٽيون ڪندڙ ٻر ۽ ٻرہتما کي ملائيندو آهي.

۶۹۱- گرو گنگا نديءَ جيئان آهي. مائهو گنگا نديءَ ۾ سڀ ڪِنَ ڪچرو ڦٽو ڪندا آهن تہ بہ نديءَ جي پوترتائي گهٽجي ڪانہ آهي. ساڳيءَ ونهہ گرو بہ ندا ۽ ايمان کان نيارو آهي.

۶۹۲- جيئن ولديہ ٽن پرڪارن جا ٿيندا آهن، تيئن آچاريہ بہ ٽن پرڪارن جا آهن. اَڌم، مڌيم ۽ اُتم. جيڪي ولديہ سڌ ليڻ لئي بيمار کي لهاسي، سندس نبض ڏسي، "ملائي دوا پيءُ"، ائين چئي هليا ويندا آهن، سي اَڌم ولديہ آهن. بيمار جيڪڏهن دوا پيئڻ کان نابري واري تہ هو ڪاڻ پرواهہ نہ ڪري هليا ويندا آهن. ساڳيءَ ريہ ڪي آچاريہ ڌرم اُپديش

ڏيئي، شش جو وڏيڪ سڌ سماءُ ڪونہ لهندا آهن، تہ هو اُن اُپديش تي عمل ڪن ٿا يا نہ. يا وري بيمار کي نہ رڳو دوا وٺڻ لاءِ چوندا آهن، پر پاڻ ڪجھ اڳيرو ويندا آهن. بيمار گوليون ڪيئن ٿو کائي، ۽ ڪيئن ويهي سمجهائيندا آهن. اهي مدبر وندين ٿيا. ساڳيءَ ريت اهي آچاريہ، جي شش جي ڪلياڻ ڪاڻ ڪين اُپديش ني هلڻ لاءِ وري وري سمجهائيندا آهن ۽ هر پرڪار جا حيلا وسيلا هلائي، ڪين وشواس، يڪتيءَ ۽ سچ جي مارگ تي وٺي هلندا آهن، تنکي مدبر آچاريہ چئبو آهي. جيڪي وندين، جڏهن بيمار ٻٽي ڪنهن نموني دوا پيئڻ نہ مڃيندو آهي، تہ سائنس زور زبردستي بہ هلائيندا آهن، ۽ بيمار جي چاليءَ لـي پنهنجو گوڏو رکي، سندس وات ۾ زوريءَ دوا وجهندا آهن، سي اُتم وندين سڏبا آهن. ساڳيءَ ريت ڪي آچاريہ، جڏهن ڏسندا آهن تہ شش ڪنهن بہ طرح نہ ٿا سمجهن تہ پوءِ زور زبردستي هلائي بہ ڪين ايشور جي مارگ ۾ گهليندا آهن. اهي ئيا اُتم آچاريہ.

## گرو هئڻ جي ضرورت

٦٩٣- **سوال**- جيڪو بہ ماڻهو اسانکي ڪا سکيا ڏئي، تنهنکي گرو ڪوٺڻ بدران، ڪنهن خاص ماڻهوءَ کي گرو سڏڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟

**جواب**- ڌارئي ملڪ ۾ وڃجي تہ سونهون، جنهنکي رستن جي ڄاڻ هجي، تنهن جي هدايتن موجب هلڻ

گھرجي. گھڻن کان بہ بہ ڪرڻ ڪري منجھوني پئجو آهي. ساڳيءَ ريت ايشور کي پرائپت ڪرڻ لاءِ هڪ ئي گرو، جنهن کي ايشوري مارگ جي ڄاڻ هجي، تنهن جي اُپديش تي اکيون پوري هلڻ گھرجي.

٦٩٤- شطرنج راند ۾، راندڪر جي پيٽ ۾ راند ڏسندڙ وڌيڪ ليڪ طرح سان چٽي سگھندا آهن تہ ڪھڙي چوٽ هلڻ گھرجي. سنساري ماڻهو سمجھندا آهن تہ اسين ڏاڍا چتر آهيون، پر سندن حال اهو آهي جو سنساري وستن، ڌن دولت، مان عزت، وشيہ ڀوڳن وغيره ۾ لٽيا پيا هوندا آهن. ان سنساري رمت ۾ وڌل هئڻ ڪري، صحيح قدم سوچڻ سندن لاءِ ڏکيو ليندو آهي. سادو سنت جن سنسار تياڳيو آهي، سي سنساري وستن ۾ لپٽيل ڪونہ رهندا آهن. هو شطرنج جي راند ڏسندڙن مثل آهن. هو سڀني وستن کي سندن سچي روپ ۾ ڏسندا آهن ۽ انڪري سنساري ماڻهن کان وڌيڪ چڱيءَ طرح ويچار ڪري سگھندا آهن. تنهنڪري جي ايشور پرائپت ڪرڻ چاهين تہ انهن ماڻهن جي اُپديش ۾ وشواس رک، جي ايشور جو ڌيان چنتن ڪن ٿا ۽ جن ڪيس پرائپت ڪيو آهي. قانوني معاملن ۾ ضرور وڪيلن سان ئي صلاح ڪبي آهي، ڪنهن اڻ ڄاڻ وٽ ڪونہ وڃبو آهي.

٦٩٥- ايشوري اسرار ڄاڻڻ لاءِ سچ پچ آتو هوندين تہ هر ڀاڱي تو کي سٺگرو مرڪليندو. گرو ڳولهڻ لاءِ

تون ڪا به تڪليف نه وٺ.

٦٩٦- جيڪو ماڻهو سچائيءَ، دلي آزادنا ۽ اڻيت لڙق سان پاڻيهي ايشور جي اوڏو وڃي سگهي ته ڪيس گروءَ جي ضرورت نه آهي. پر تمام ورلي ڪي آتما جي اهڙي اڻيت لڙق ني ٿئي. انڪري گروءَ جي ضرورت آهي. گرو هڪ ئي آهي، پر اُپ گرو گهڻائي ٿي سگهن ٿا. اُپ گرو اهوئي آهي، جنهن کان ڪجهه به سکجي. مها اوڌوت کي چوويهه اُپ گرو هئا.

## گروءَ ۽ شش جي وچ ۾ سنبنڌ

٦٩٧- جڏهن سواتي تاري جو واسو هوندو آهي ۽ اُن ويل برسات وسندي آهي، تڏهن سِپ جنهن جو ڪنارن ۾ ذڪر ٿيل آهي، سا سمنڊ جو ترو ڇڏي، برسات جون بوندون جهٽڻ لاءِ متاڇري ٿي ايندي آهي. سواتي برسات جي اسرار پري بوند جهٽي، سمنڊ جي تري ۾ لهي هٽي، اُتي ئي پئي رهندي آهي، جيستائين اُن بوند مان سندر موتي تيار ٿي وڃي. ساڳيءَ رِيت ڪي سچا ۽ اُڪنڍ يا ساڌڪ ڪنهن ستگروءَ کان منتر وٺڻ لاءِ سندس ڳولها ۾ پيا جهرجهنگ جهاڳيندا آهن. ڪين اِهائي اُبلاشا هوندي آهي ته من اهو منتر اسان لاءِ آتمڪ آنند جو دروازو کولي ڇڏي. جي پاڻ سان ڪنهن کي اُن تلاش ۾ گرو گڏجي ويندو آهي ۽

کيس اڻڙو منتر ڏيندو آهي، جو سندس سڀ بنڌ
ٽوڙي سگهي ٿو. هو هڪدم سنسار لياڳي، پنهنجي
هردي جي اندر وسرام ڪندو آهي ۽ آتمڪ شانتي
پرابت ڪري تاڻين اُن استتيءَ ۾ رهندو آهي.

٦٩٨- اهو گرو ودوان ۽ ويدن شاسترن ۾ پڙ ڏسر
۾ نه اچي ته ڪوه الڪو نه ڪر. فڪر نه ڪر جي
هو پستڪي گيان ۾ ماهر نه آهي. پر اها پڪ ڄاڻج
هو جيون روپي گيان ۾ اُتپاڻ ڪرڻ هوندو. ايشوري
گيان، جو ٻين سڀني گيانن کان اُتم آهي، تنهن جا هر
وت اُڪت انبار هوندا.

٦٩٩- هڪ شخص پنهنجي گروءَ جي چرتر بابت
واد وواد ڪري رهيو هو. گرو مهاراج کيس چيو "ڇ
پيو اُن وئرٿ واد وواد ۾ وقت وڃائين؟ موتي ڪڍي
سپيءَ کي ڪٽي ڦٽو ڪري ڇڏ. گرو جيڪو توکي منت
ڏني، اُن تي ڌيان ڌر ۽ اُن گروءَ جي انساني اوڻاين
کي ويچار ۾ نه آڻ."

٧٠٠- تنهنجي گروءَ جي ڪٿي ندا ٿئي ته توکي اُه
ٻڌڻ نه جڳائي. هو تنهنجي پتا ماتا کان به اُتم آهي
تنهنجي منهن تي، تنهنجي پتا ماتا جو ڪير اپمان
ڪري ته ماٺ ڪري ويهي رهندين ڇا؟ ضرور ٿئي
ته پل مقابلو به ڪرين پر پنهنجي گروءَ جو شان بلند رک
٧٠١- شش کي پنهنجي گروءَ جي نيڪا ٽيڪا ڪرڻ
جڳائي. جيڪي گرو چوي، سو کيس اکيون پوري

مڇيءَ گهرجي- بينگاليءَ ۾ هڪ بيت آهي ته ”منهنجو گرو ڪٽي شراب جي گهٽي ۾ وڃي، ته به پوتر آهي. منهنجو گرو ڪٽي نشئين ۽ پاپين جي اچڻ وڃڻ جي وهندو هجي، ته به هو مون لاءِ منهنجو پوتر ۽ نو اپراڌ گرو آهي.“

٢٠٧- ڀڳت جي، ڀڳتيءَ ۾ صدق ۽ شرڌا هوندي آهي ته ڪيئن ساڌارڻ شيون به ايشور ياد ڏياريندي آهن ۽ هو ايشور ۾ پاڻ وڃائي ويهندو آهي- هڪ ڀيري الٽو ته ڀڳوان چيتنيه کي اچا اهو ويچار آيو مس ته ”هيءَ ٿي مٽي آهي، جنهن مان ڍڪڻ ٺهندا آهن؟“ ته هڪدم سماڌيءَ ۾ اچي ويو. هڪ ٻيري هڪ ڳوٺ مان لنگهندي، شري چيتنيه کي خبر پئي ته ڳوٺ جا ماڻهو ڍڪڻ ٺاهي پنهنجي آجيوڪا ڪندا آهن ته واٽ مان نڪري ويس ته ”هيءَ ٿي مٽي آهي، جنهن مان ڍڪڻ ٺهندا آهن؟“ اهي اکر پورا مس ڪيائين ته سڌ ٻڌ هلي ويس- ڪيس اهو ويچار آيو ته هن مٽيءَ مان ڍڪڻ ٺهن، جي سنسنگ ويل شبد ڪيرتن ۾ ڪم ايندا آهن- اهي شبد ڪيرتن وري ايشور جي استتيءَ ۾ ٿيندا آهن ۽ ايشور اسان جي آتمائن جي آتما آهي ۽ سونهن سوڀيا جو سائين آهي- اهڙيءَ ريت هڪ ٻئي پٺيان ڪيس ويچار ايندا ويا ۽ آخر ٿي ايشور ۾ لين ٿي ويو. ساڳيءَ ريت جنهن منش جو پنهنجي گروءَ ۾ سچو صدق هوندو آهي، تنهنکي گروءَ جي

٧٠٧- اوتارن ۾ جمڻ سان ئي ايشوري شڪتيون ۽ ايشوري لڪشڻ پرتڪش هوندا آهن. هو آتم انڀو جي چوٽيءَ ۽ آتم ۾ آتم ڪان آدم ۾ آدم استتيءَ ۾ رهي سگهندا آهن. راجا جي محلات ۾ سنڌاريو رکو ٻاهرين ڪمرن ۾ وڃي سگهندو آهي، پر راجڪمار محلات جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وڃي سگهندو آهي.

٧٠٧- مثل- اوتارن ۾ نالي مائر آهم ڀاؤ هوندو آهي. اُن آهم ڀاؤ دواران ايشور سدائين پرتڪش ليندو آهي. مثال طور سمجهو ته هڪ ماڻهو ديوار جي هڪ پاسي بيٺو آهي. اُن ديوار جي ٻئي پاسي آڪاش ميدان لڳا پيا آهن. ديوار ۾ جي سوراخ هجي ته جيڪر پيو پاسو سارو ڏسڻ ۾ اچي. سوراخ ڪافي وڏو هجي ته اُن مان لنگهي جيڪر ٻئي پاسي به وڃي سگهجي. اوتارن جو آهم ڀاؤ ۽ سوراخ واري ديوار سان مشابهت رکي ٿو. ٽوٽي هو ديوار جي هن پاسي هوندا، ته ٻئي پاسي آڪاش زمين ڏسي سگهندا. ان جي معنيٰ ته ديهه ڌارڻ ڪرڻ ڪانپوءِ ۽ هو سدائين يوگ ۾ ٿا رهن ۽ جي چاهين ته سوراخ جي ٻئي پاسي يعني سماڌيءَ ۾ وڃي سگهن ٿا. جي سوراخ ڪافي وڏو هجي ته اُن مان اچي ۽ وڃي سگهن ٿا يعني سماڌيءَ ڪان پوءِ چيتنتا جي هيٺئين آستان تي اچي سگهن ٿا.

## اوتارن کي سڃاڻڻ ۾ ڪٺنتا

٧٠- اوتار کي سڃاڻڻ ڏاڍو ڪٺن آهي. وڪمت

جڳت ۾ اويڪت جي ليلا آهي.

٧١٠- ڀڳوان رامچندر جڏهن هن سنسار ۾ پڌارئو، تڏهن رگو ٻارهن سنتن ڪيس سچائو لـ هو ايشور جو اوتار آهي. ايشور جڏهن ٻـ هن سنسار ۾ اوتار ڌارڻ ڪندو آهي، تڏهن ڪي ٿورا هن جو ايشوري سڀاءُ سڃاڻي سگهندا آهن.

٧١١- **سوال**- اوتار جي مهتا پنهنجن مٽن مائٽن ۾ ڇو ڪين ٿيندي آهي؟

**جواب**- بازيگر جڏهن بازي وجهندو آهي، تڏهن سندس مٽ مائٽ اُن ڏانهن نهاريندا بہ ڪين آهن، باقي ٻين اوپرن ماڻهن جا سندس حيرت انگيز کيل ڏسي واتـ ڦاٽي ويندا آهن.

٧١٢- هزار داڻہ جا ٻج وڻ جي پاڙ ۾ ڪين ڪرندا آهن، پر هوا ڪين پري پري ڪڍي ويندي آهي ۽ ٻج ڏورانهن جڳهن تي وڃي پاڙون ڪيندا آهن. اوتار جو پرڀاءُ پنهنجي جنم ڀوميءَ کان پري پاٽکي پرڪش ڪندو آهي ۽ اُتي سندس مهتا ٿيندي آهي.

٧١٣- بتيءَ جي روشنائي آسپاس جي وسنن کي روشن ڪندي آهي، پر سندس هيٺان سدائين پاڇو هوندو آهي. ساڳيءَ ريت جيڪي ماڻهو اوتار جي اوڏو رهندا آهن، سي ڪيس سمجهي ڪونہ سگهندا آهن، پر جيڪي پري هوندا آهن سي، سندس آتمڪ تجلي

۽ سندس اساڌارڻ شڪتين لي موهت ٿي ٻولدا آهن.

٧١٤- ڪالي۽ کي ٻن قسمن جا ڏند ليندا آهن- هڪڙا جي ٻاهر ڏسڻ ۾ ايندا آهن ۽ ٻيا واتت جي اندر چباڙڻ لاءِ هوندا اٿس. ساڳي۽ ريت ايشوري اوتار جهڙوڪ ڪرشن ظاهري۽ طرح ساڌارڻ ماڻهن وانگر هلت چلت ڪندا آهن، پر اندر ۾ اليست آلمڪ آنند ۾، ڪرم جي حد کان گهڻو پري وسرام ڪندا آهن.

## اوتار ايشور جو روپ

٧١٥- ايشور سڀ ڪجهه آهي. هو سرو شڪتيوان به آهي. هو جي چاهي ته سندس دوڪ شڪتي سراٻ ڌارڻ ڪري، اسانجي وچ اوتار روپ ۾ پرويش ڪري سگهي ٿي. ايشور اوتار هڪ واستوڪ (حقيقي) ڳالهه آهي. اها ڳالهه اڪرن ۾ اوري۽ ريت سمجهائڻ ڏکي آهي. اها حقيقت آلمڪ اکين سان ڏسڻ ۽ اُنڀو ڪرڻ جڳائي. مٺش کي ايشور جو درشن پراپت ڪري، اها تسلي ڪرڻ گهرجي. مثال طور ڏسڻ سان ڳالهه ماٺر پروڙ پئجي سگهندي. سمجهو ته ڪير ڳاءِ جي سنگ يا بيرن يا پچ يا ٿڻن کي هٿ لائي ٿو. ته اهو خود ڳاءِ کي هٿ لڳائڻ سمان آهي؟ اسان انسانن لاءِ ته مول وستو ڳاءِ جو کير آهي، جو ٿڻن مان اچي ٿو. اوتارن مان وري اسان لاءِ ايشوري پريم روپي کير جي ڌارا وهندي آهي.

ايشور کي ڪيئن پوري ريت پروڙي سگهندو؟

اسين نڪي ڪيس ٻڌون ريت ڀروڙي سگهنداسون ۽ نڪي ته ڀروڙڻ جو ڪو احتياج آهي. ڪيس جي پنهنجي سگهون ۽ انيڪ ڪريون ته هونئي هڪ سچ آهي، تہ اهونئي اسان لاءِ ڳجهه آهي. سمجهو ته ڪو ماڻهو ٻوڙو گنگا نديءَ جي ڪناري تي بيهي، پاڻي هٿ ۾ کڻي ٿو. ڇا پوءِ هو چئي سگهندو ته ”گومکيءَ کان گنگا ساگر تائين پوري نديءَ جو درشن نصيب ٿيو اٿم؟“

۷۱۷- تون ايشور جو طالبو آهين تہ ڪيس منش ۾ ڳولهه. هن جي ايشورتا منش ۾ ٻين سڀني وستن کان وڌيڪ پرڪش آهي. جنهن منش جو هردو ايشور پريم ۾ ڪنڍي تار هجي، جو ايشور ۾ لين رهي ۽ اُن ۾ پنهنجو پاڻ سمائي ڇڏي، جو ايشور پريم ۾ متوالو هجي، اهڙي منش جي تلاش ۾ رهہ. اهڙي منش ۾ ايشور پاڻ کي پرڪش ڪندو آهي.

۷۱۸- هو اُپاڌيءَ رهت آهي. ۽ ليلا ٻہ سندس آهي. ليلا چئن پرڪارن جي آهي. ايشور ليلا، ديو ليلا، جگت ليلا ۽ نر ليلا. نر ليلا ۾ هو اوتار وٺي سگهندو آهي. نر ليلا جو ڀاو تون سمجهي سگهين ٿو؟ نر ليلا ائين آهي، جيئن ڪنهن اُتاهينءَ تان پاڻي ٻُڙڪو ڏيئي نڪري ۽ نالا ڪري وهي اچي هيٺ ڪري. اها پورن پرش، سچدانند جي شڪتي آهي، جا باهر نڪري، منش ۾ جڻ نالي رستي پرڪش ٿيندي آهي. اوتارن کي هرڪو ماڻهو سڃاڻي ڪونہ سگهندو آهي.

رکو سنت رشي - ڀردواج ۽ ڀيا رام کي اوتار سڃاڻي سگهيا. لوڪن کي سچو گيان ۽ ڀڳتي سيکارڻ لاءِ ئي ايشور منش روپ ڌارڻ ڪندو آهي.

۷۱۹- سڌ پرش پراچين وستو- ودياجي ڄاڻوءَ مثل آهي، جو ڏڍا ڏڪيون ڪوني، متي ٻري ڪري، لتيل جهوني ڪوهه کي پرسڌ ڪري ڇڏيندو آهي. اوتار وري هوشيار انجنير مثل آهي، جو جتي اڳي پاڻي نه هجي، اُتي به نئون کوهه کوٽائي ڇڏي. سڌ پرش رڳو انهن کي موکش ڏئي سگهندو، جي موکش جي اوڏا هوندا؛ اوتار وري اُن کي به موکش ڏئي ڇڏيندو، جنهنجو هردو ڪٺي پريم رهت ۽ بيابان وانگر خشڪ هجي.

۷۲۰- ور ڇڙهندي آهي نه ندين نهرن ۽ زمين کي ٻوڙي ڇڏيندي آهي ۽ آسپاس سمورا ميدان پاڻي ئي پاڻي ڏسڻ ۾ ايندا آهن. پر برسالي پاڻي نالن مان ئي وهي ويندو آهي. جڏهن اوتار ايندو آهي نه سڀڪي سندس ڪرپا سان مڪتي ملي ويندا آهن؛ پر سڌ پرش گهڻو لمسيائن ۽ ڪشالن ڪاڻوءَ ڪيول پاڻ کي ئي مڪت ڪري سگهندا آهن.

۷۲۱- نهر پر لڙهندڙ ڪاٺ جي شاهي لئتي-لـي هزارين پکي اچي وهندا آهن نه به ڪر ڪرنه ٻڏندو آهي، پر ڪاني تي هڪ ئي پکي اچي وهي نه ٻڏي وڃي- ساڳيءَ ريت جڏهن اوتار ايندو آهي تڏهن

سنڌس شرڻ وٺڻ سان بي شمار ماڻهو مڪت ٿي ويندا آهن، پر سڌ پرش ڪيول ڳاڻڪي ئي سخت ڪشٽ ۽ جاکوڙ سان مڪت ڪري سگهندو آهي.

۷۲۲- جيئن وڏو شاهي جهاز پاڻيءَ تي تيز رفتار سان هلندو آهي ۽ ٻيڙين ۽ ترهن کي به پاڻ سان گهليندو هلندو آهي، تيئن جڏهن اوتار ايندو آهي، تڏهن هزارن کي مايا روپي ساگر مان پار اڪاري، موکش روپي بندر ڏانهن آسانيءَ سان وٺي هلندو آهي.

۷۲۳- ريل گاڏيءَ جي انجڻ نه رڳو پاڻ پنهنجي منزل مقصد تي پهچندي آهي، پر پاڻ سان ڪيترا گاڏا به گهليندي آهي. اسانجا اوتار به ائين آهن. هو پاپن سان ڀريل آتاه ماڻهن کي ايشور جي سنمک وٺي هلندا آهن.

۷۲۴- ڪن وقتن تي کوهن ۾ پاڻي تمام هيٺ ٿي ويندو آهي ۽ سخت مشڪلات سان ڪڍي سگهبو آهي؛ پر برساتي مند ۾ جڏهن ٻوڙ ٻوڙان ٿي ويندي آهي، تڏهن هر هنڌ آسانيءَ سان پاڻي ميسر هوندو آهي. ساڳيءَ ريت ايشو عام طرح، آراڌنائن ۽ تپسيائن کان پوءِ به گهري ڪشٽ سان پراپت ٿيندو آهي؛ پر جڏهن پرٿويءَ تي اوتار پرگهٽ ٿيندو آهي تڏهن هر هنڌ ايشور پيو پسبو آهي.

۷۲۵- هڪ جڳهه جي چوگرد وڏيون ديواريون هيون. ٻاهر ماڻهن کي سڌ ڪانه هئي ته جڳهه جي اندر ڪڙ و

رنگ روپ آهي. هڪ لڳا جڳهه ڏسڻ لاءِ چئن ماڻهن
ڏاڍو رکي، اندر وڃڻ جو ارادو ڪيو. پهريون ماڻهو
جيئن ئي ديوار جي چوٽيءَ تي پهتو ته کلي هه، هه، هه
ڪري اندر ٽپو ڏنائين. ٻئي ماڻهوءَ چوٽيءَ تي پهچڻ
سان وڏو ٽهڪ ڏني، پهرئين جيان اندر ٽپو ڏنو. ٽئين
به ائين ڪيو. جڏهن چوٿون ماڻهو چوٽيءَ تي پهتو ته
ڏٺائين ته اندر سندر شاهي باغيچو آهي، جنهن ۾ لذيذ
ميون جا سهڻا جهڳٽا آهن. دل سرڪيس ته ٽپو ڏيئي،
سندر نظارن جو موج مزو وٺان؛ پر پاڻ روڪي، ڏاڍڻ
تان لهي هيٺ آيو ۽ ٻاهر بيٺلن کي باغيچي جي سونهن
سوڀيا جو ورنن ڪري ٻڌايائين. برهم به ديوارين اندر
باغيچي مثل آهي. جيڪو به سندس سمڪ ليندو
آهي، سو پاڻ وساري، منجهس سمائجڻ لاءِ، ڏانهس
ڊوڪي ويندو آهي. سنت سادو ۽ سڌپرش ائين
ڪندا آهن؛ پر اوتار برهم جي سمڪ لهڻ کان پوءِ
برهم درشن جو آنند ٻين سان ونڊڻ ورهائڻ لاءِ نرواڻ
۾ وڃڻ کان به ناري واري، لوڪن کي پرپوڊ ڏيڻ ۽
سندن رهنمائي ڪرڻ ڪاڻ سنسار ۾ ورڻي ورڻي جنم
وٺڻ جا ڪشٽ خوشيءَ سان اُٿائيندا آهن.

۷۲٦- آلساريءَ ۾ هڪ قسم جي فولادائي ليبدي
آهي، جنهنکي ليلي ڏيڻ سان هڪ قسم جو گل ٽڪرندو
آهي. ڇهٽ ڪن ڪانوءِ ٻئي قسم جو، پوءِ وري ٽئين
جو گل ٽڪرندو آهي. ائين ڏسڻ ۾ ايندو آهي

۽ انهن بيشمار قسمن جا رنگ برنگي گل آهن- اوتار به ائين آهن- هڪ قسم جي ته قولدائي ٿيندي آهي- انکي تيلي ڏيئي ته ٺورو ٻرندي ۽ يڪدم وسامي ويندي- ساڳيءَ ريت ساڌارڻ منش به گهور تپسيائن ۽ يگنيءَ ڪانپوءِ سماڌيءَ ۾ ويندا آهن ۽ وري ڪونه موٽندا آهن.

٧٢٧- **سوال**- ايشور، منش روپ اوتار ڇو ڌارڻ ڪندو آهي؟

**جواب**- منش کي ايشوري پورنتا پرتڪش ڪري ڏيکارڻ لاءِ- اوتار جي دواران منش ايشور سان ڳالهائي ٻولهائي سگهندو آهي ۽ سندس ليلا ڏسندو آهي. اوتار روپ ۾ ايشور جڻ ته پنهنجي الينت مدرتا جو پورن رس وٺندو آهي- سنتن مهاتمائن ۾ ايشور ڪجهه انش ۾ پاڻکي پرتڪش ڪندو آهي، جيئن گل ۾ ماکي ٿيندي آهي- گل کي چوسبو ته ٿوري ماکي وات ۾ ايندي. اوتارن ۾ سموري ٿي "ماکي" يعني سِرو مدرتا ۽ سرو آنند آهي.

٧٢٨- اوتار لاءِ ڪا به ڳالهه ڪٺن ڪانهي- جيون جا مها ڪٺن ۽ پيچيدا مسئلا ڪن ۾ حل ڪري ڇڏيندو آهي ۽ سندس سمجهاڻيون اهڙيون ته سليس هونديون آهن، جو ٻار به سمجهي ويندو آهي. هو گيان روپي سورج آهي، جنهنجو پرڪاش صدين جي گڏ ٿيل اوديا کي الوپ ڪري ڇڏيندو آهي.

٧٢٩- ڪڏهن ڪڏهن بي مثل پرڪاش ڏسڻ ۾

ايندو آهي، جنهنکي سورج چندرما جو گڏيل پرڪاش
چٽي سگهبو آهي. شري چيتنيه ديو جهڙن ئي مثل اوتارن
جي ان پرڪاش سان اُنها [پيت] ڪري سگهجي ٿي.
جو ته اهڙن اوتارن ۾ گيان ۽ ڀڳتي ٻئي هوندا آهن. اهو
جهڙ انيس آهي، جيئن آڪاش ۾ سورج ۽ چندرما ساڳي
وقت ئي ڏسڻ ۾ اچن. ساڳئي جيءَ ۾ گيان ۽ ڀڳتي ٻنهي
جو هجڻ، مٽي ورلن ڪيل نظاري جيئن ئي مثل آهي.

٧٣٠- جي پورا آتمائون پرهم لاءِ تڙڦندڙ آهن،
ان لاءِ هو مالڪ ڏيهه ڌارن ڪندو آهي.

٧٣١- جي جيو اوتار سان گڏ مالڪ ڏيهي ولندا
آهن، سي يا ته نتيه مڪت ٿيل هوندا آهن يا انتم
جنم ولندا آهن.

# پرڪرڻ سورهون

## گيان ڀڳتي ۽ ڪرم

[ گيان مارگ- گيان يوگ ڇا آهي؟ گيان يوگ جي وڏي- گيان يوگ جون ڪنايون. ٢- ڀڳتي مارگ- ڀڳتي ۽ ڀڳتي ڀاونا جي اُنتيءَ لاءِ اُپاءَ. ڀڳتي ۽ سنساري پريم- ڀڳتيءَ جو پرڀاءُ- ڀڳتيءَ جون اوستائون ۽ روپ- پريم يا پرا ڀڳتي- گوپين جو پريم- وير ۽ مها ڀاوُ. ٣- ڀڳتي ۽ گيان- ڀڳتي ۽ گيان جي ساڳي منزل- ڀڳتي ڪيئن گيان ڏانهن نيئي هلندي آهي- گياني ۽ ڀڳت جي سڀاوَ ۾ ڀيد. ۴- ڪرم مارگ- ڪرم ڇا آهي؟ ڀڳتي ڪرم يوگ جي رکپال- ڪرم آهي ڀڳتيءَ سمان شيوا- ڪرم آهي مارگ ۽ نہ منزل- ڪرم ۽ اَڪرم]

١

### گيان مارگ

### گيان يوگ ڇا آهي؟

٧٣٢- گيان يوگ آهي گيان دواران برهم سان لئہ ليڻ. گيانيءَ جو اُديش آهي برهم پراپت ڪرڻ- هو چوندو آهي ”نيتي نيتي“ (هي بہ نہ- هي بہ نہ) ۽ اهڙيءَ ريت هڪ ٻئي پٺيان استيہ شين کي ٿياڳ

ڪندو ويندو آهي، جيسين اُن منزل تي پهچي، جتي ستيہ ۽ استيہ وچر ويچار بند ٿي ويندو آهي ۽ سماڌيءَ ۾ برهم پراپت ڪندو آهي.

٧٣٣- هڪڙو چور انڌاريءَ ڪمري ۾ گهڙيو. مال ملڪيت جي تلاش ۾ هٿوراڙيون هڻڻ لڳو. ميز تي وجهي هٿ پيس. چيائين ته ”هيءَ نه“، ۽ اڳتي وڌيو. وري ڪرسيءَ کي وڃي هٿ لڳس. چيائين ته ”هيءَ نه.“ ائين هڪ هڪ وستو ڇڏيندو، اڳيرو هليو. آخر سندس هٿ خزاني سان ڀريل صندوق تي وڃي پيا. خوشيءَ ۾ ڀرجي چيائين ته ”ايءُ هٿ آيو.“ ۽ سندس تلاش ختم ٿي. برهم لاءِ تلاش به اهڙيءَ ريت ڪبي آهي.

٧٣٤- ٻڌيءَ دوارا پراپت ڪيل گيان، ڏيان دوارا پراپت ڪيل گيان کان نيارو آهي. ۽ ايشور درشن بعد جيڪو گيان پرڪاش ڪندو آهي، سو وري اُن کان به نيارو آهي.

٧٣٥- گيان پڻ پڻ پرڪارن جو آهي. هڪڙو گيان آهي سنسار جي ساڌارڻ منشن جو. اهو گيان ڪانئي شڪتيوان ڪونه، ليکبو آهي. اُن جي اُپما ڏئي جي لاٽ سان ٿي سگهندي آهي، جا لاٽ ونڃو ڪمري جي اندر روشني ڪندي آهي. ڀڳت جو گيان وڌيڪ شڪتيوان آهي. اُنجي اُپما چندرما جي پرڪاش سان ٿي سگهندي آهي، جو پرڪاش ڪمري اندر ۽ ٻاهر

وستن کي پرتکش ڪندو آهي ۽ پر اوتار جو گيان اننت
شڪتيوان هوندو آهي ۽ اُنجي اپما سورج سان ٿي سگهندي
آهي. اوتار ايشوري گيان روپي سورج آهي، جنهنجو
پرڪاش صدين جي گڏ ٿيل اوديا کي الوپ ڪري
ڇڏيندو آهي.

## گيان يوگ جي وڌي

٧٣٦- جيئن جيڪڏهن پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي ته پڻ
انسان ۽ ايشور کي به سڃاڻي سگهندو. منهنجو اَهم
(مان-مان) ڇا آهي؟ ڇا، منهنجو هٿ آهي يا پير،
ماس آهي يا رت؟ گهڻو وچار ڪبو ته معلوم ٿيندو
ته "مان" آهي ئي ڪانه. بصر کي ڇلبو ته ڏسڻ ۾
ايندو ته کلون ئي کلون آهن ۽ اُن ۾ گورو يا گِپ ٿئي
ئي ڪونه؛ تيئن ڪري اَهم کي ڇنڊ ڇاڻ ڪبو ته معلوم
ٿيندو ته "مان" واسطو ۾ ڪجهه ڪانهي. اَهم جي
اهڙيءَ ريت ڇنڊ ڇاڻ مان تسلي ملندي ته انت ۾ رهجو
هڪ ئي ايشور آهي- اَهم ڀاوَ هٽڻ بعد ايشور جو درشن
ٿيندو آهي.

٧٣٧- جيستائين ايشور کي پاڻ کان ٻاهر ۽ پري
سمجهنداسين، تيستائين اگيان رهندو. ايشور کي اندر
پرايت ڪرڻ سچو گيان آهي.

٧٣٨- گرو مهاراج پنهنجي هردي ڏانهن اِشارو
ڪندي چوندو هو ته "جو پنهنجي هردي ۾ ايشور

براجمان ٿو ڏسي، سو ڪيس ٻاهر لين سنسار ۾ ٻه ڏسندو؛ ۽ جو ٻهنجي اندر ۾ ايشور کي نه ٿو ڏسي، سو ٻاڻ کان ٻاهر ۾ ڪيس لوڇي نه سگهندو. جيڪو ٻهنجي هردي روپي مندر ۾ ڪيس ڏسي ٿو، سو ڪيس سنسار روپي مندر ۾ ڏسي سگهندو.

۷۳۹- هڪ شخص کي اڌ رات جو جاڳ ٿي ۽ حقي ڇڪڻ لي دل ٿيس. ٽانڊو ڪڻڻ لاءِ پاڙيسريءَ جي گهر ويو ۽ ڏٺائين ته سڀ سمهيا پيا آهن ۽ گهر جي هڪ پاليءَ در کولي پڇيس ته "ڇا گهرجيئي؟" وراڻي ڏنائين ته "حقي ڇڪڻ لي دل ٿي اٿم؛ ٿورو ٽانڊو ڏيئي سگهندين." پاڙيسريءَ اٿي ڏنس ته "آڙي، تو سان ڪهڙي آهي؟ هٿ ۾ ڦانوس بتي اٿيئي ته به هيستائين اچي ٽاڻ کي ڪليف ڏني اٿيئي ۽ اسانجي ننڊ ڦٽائي اٿيئي." منش کي جنهن وستوءَ جي ابلاکا آهي، سا اڪبر ٿي سندس اندر ۾ آهي ته به اُن جي تلاش ۾ هيڏانهن هوڏانهن پيو ڀٽڪندو وتي.

۷۴۰- ٻڌي ٻن ڪارڻن جي ليندي آهي. انولم ۽ ولوم. انولم ورليءَ سان منش اُلهتيءَ کي ڏسي اُنجي اُلهاڊ جو وچار ڪندو آهي يعني ڪارڻ مان مول ڪارڻ جو وچار ڪندو آهي. ٻوءِ ولوم ورلي شروع ليندي آهي. ايشور پراپت ڪرڻ بعد منش کي اُلهتي جي هرهڪ انش ۽ وستوءَ ۾ ايشور جو روپ ڏسڻ ۾ ايندو آهي. انولم ائين آهي جيئن ڪيرڙي جي ٿڙ

جون ڪلون هڪ ٻئي پنهان لاهيندو وڃجي، جيستائين
ڳپ ڏسڻ ۾ اچي- ونولر ائين آهي، جيئن ڪلون هڪ
ٻئي مٿان رکندو وڃجي.

۷۴۱- وديا ايڪتا ڏانهن ۽ اوديا انيڪتا ڏانهن
نيندي آهي.

۷۴۲- هڪ نوجوان شش جو ويدانتي گرنٿ پڙهڻ ۾
نهايت ئي محو هوندو هو، تنهن کي هڪ ڏينهن گرو
مهاراج چيو، ”ڪيئن جوان! ويدانت جو رهسيه پروڙڻ
۾ ڏاڍو محو ٿي ويو آهين؟ ڏاڍو سنو. برهم ستيه آهي،
سنسار اَستيه آهي. ڪيئن اِها ٿي هڪ سکيا ويدانت
جو تت آهي نه ۽ ڪين ڪجهه وڌيڪ به آهي؟“ نوجوان
قبول ڪيو ته اُن ۾ سڀ ڪجهه اچي ويو. گرو مهاراج
جي انهن اکرن هن لاءِ ويدانت جي سدانتن تي نئون
پرڪاش وڌو. انهن اکرن کيس اچرج ۾ وجهي ڇڏيو.
سمجهڻ لڳو ته انهن اکرن ۾ اَٽل شردا رکڻ سان ويدانت
جي هرڪا ڳالهه سمجهي سگهجي. گرو مهاراج وڌيڪ
اُپديش ڪندي چيس، ”پڌڻ، منن ۽ ڌيان ٽي مکيه
ڏاڪا آهن. پهرين ڪن تي پرلاءِ پورڻ گهرجي ته برهم
ستيه آهي ۽ سنسار اَستيه آهي. تنهن کان پوءِ منن ڪرڻ
گهرجي، ڇو ته جيڪي ڪنن اندر گهڙي، تنهن جو تت
پڌيءَ دواران هردي ۾ اُڪرجي وڃڻ گهرجي. اُن بعد
آهي ڌيان جو ڏاڪو يعني اَستيه سنسار مان من کي
موڙي، برهم، جو ستيه آهي، تنهن ۾ اُن کي ايڪاگر

ڪرڻ ويدانتي ساڌن جو اهم انگ آهي. پر جي ستيہ
جو پرلاءِ پوڻ ۽ پڌيءِ سان الڊر پر هنڌانڻ بعد بہ استيہ
جو لباڳ ڪرڻ لاءِ ڪو جتن نہ ڪبو تہ پوءِ اها وديا
ڪهڙي ڪم جي؟ اها وديا بہ سنساري لوڪن جي
وديا جيان آهي، جا ستيہ کي پراپت ڪرڻ ۾ سهائتا
نہ ٿي ڪري. اُتي شرڌا ۽ لباڳ ضروري وستو آهن.
ڪبول انهن سان ئي ستيہ کي پراپت ڪري سگهجي
ٿو. باقي جي ڪير زبان سان پيو چوندو تہ سنسار استيہ
۽ مٿيا آهي، برهم ئي ستيہ آهي ۽ وشين جا رس،
سوادي وستو ۽ ٻيون اهڙيون ڳالهيون ڏسڻ سان انهن
کي ستيہ سمجهندو تہ اُنهيءِ ماڻهوءَ وانگر اڳهي ويندو
جو زبان سان چوي تہ ڪندا آهن ٿي ڪونہ، پر ڪنبڻ
لڳڻ سان روئيون واڪا ڪرڻ لڳي وڃي.

هڪ لڳا هڪ ساڌو پيچوليءَ ۾ آيو. اهو ويدانت
تي پيو واد وواد ڪندو هو. هڪ ڏينهن پڌم تہ هڪ
استريءَ سان سندس پُرو سنبنڌ هو. گهڙي ڪن ڪان پوءِ
آءٌ اُن طرف ويس ۽ ڪيس اُتي ويٺل ڏٺم. چيومانس،
”ويدانت جو بيان تہ نهايت ئي سندر حرفن ۾ ڪندو
آهين؛ پر هي لو لاءِ ڇا پيا چون؟“ ورندي ڏنائين،
”اُن ۾ ڇاهي؟ آءٌ لوڪي ڏيکاريندس تہ اُن ۾ ڪوبہ
هرج ڪونهي. جي سارو سنسار استيہ آهي تہ منهنجو
پڙجڻ رڳو ستيہ ڪيئن ٿي سگهندو؟ اهو بہ استيہ

آهي.“ اِن تي خفي ٿـي چيومانس، ”ٺڳڪار آهي
تنهنجي ويدانت جي اهڙي ودِيا تي. اها سچي ودِيا
نہ آهي، پر رڳو پاکنڊ آهي ۽ سنساري لوڪ ۽ مورک
اِن جو مکر ڪندا آهن.

## گيان يوگہ جون ڪنڍيون

۷۴۳- ڪاهِکہ جي سمي ۾ گيان يوگہ ڏاڍو ڪنن
آهي. پهريئن تـہ هن جڳہ ۾ اسانجي جيون جو سمورو
مدار اناج تي آهي. ٻيو تہ منش جي حياتي هاڻ ايڏي
وڏي ڪانہ ٿي ٿئي. اهو عرصو گيان پراپت ڪرڻ لاءِ
تمام ٿورو آهي. ٽيون تہ هن جڳہ ۾ انهيءَ وهم کان آجو
ٿيڻ اسيئو آهي تہ آتما ۽ ديهہ هڪ آهن. اهو وهم اسان
کي جڻ تـہ چهٽي پيو آهي. پر گيانيءَ کي تہ اهو ئي
سدانت سمجهڻو آهي تہ ”آءٌ ديهہ نہ آهيان، آءٌ وشو
آتما، اُپاڌيءَ رهت پـرش سان هڪ آهيان.“ جنهن
صورت ۾ آءٌ ديهہ نہ آهيان، تنهن صورت ۾ شرير جي
اُپاڌِين جهڙوڪ بک، اُڄ، جنم، مرڻ، روڳہ وغيره جي
اذين نہ آهيان- اُنهن جسماني اُپاڌين جي اذين رهي
بہ جي ڪير پاڻ کي گياني سڏائي تـہ هو اُن شخص
جيئان آهي، جو هٿ ۾ ڪنڊي گهڙي وڃڻ ڪري
سخت سور ۾ رڙيون ڪري رهيو هجي، پر تہ بہ چوي، ”منهنجي
هٿ کي ڪابہ رهنڊ ڪانہ آئي آهي؛ ڪجهہ بہ ڪونہ
ٿيو آهي.“ رڳو ائين چوڻ مان ڪجهہ ڪونہ ورندو.

پهرين ته شرڌا سرت رولي "ڪنڊي" کي گيان رولي آگ سان ساڙي رک ڪري ڇڏجي.

۷۴۴- گيان پراپت ڪرڻ لاء ڪي ٻوڙا لائق آهن. گيتا ۾ چاٿايل آهي، "هزارن ۾ ڪو هڪڙو پرهم کي ڄاڻڻ لو گهري ۽ هزارين، جي ڪبس ڄاڻڻ لاء چاهڪ آهن، تن مان ڪو هڪڙو ڪبس سچ پچ ڄاڻي ٿو." سنسار يعني ڪامني ۽ ڪنچن سان جيترو ٿورو موھ هوندو، اوترو وڌيڪ گيان پراپت ٿيندو.

۷۴۵- گيان ٻرگي چوندو آهي، "آءٌ برهم آهيان." ۾ جيستائين منش آتما کي ديهه ٿو سمجهي، تيستائين "آءٌ برهم آهيان" چوڻ اُن لاء هاڃيڪار آهي. اُتين چوڻ آهڪ اُنتي ڪرڻ ۾ واهر ڪانه ڪندو، ٻاڻ لباهي آٿيندو. اهڙو ماڻهو ٻاڻ کي ۽ ٻين کي ٺڳي ٿو.

۷۴۶- هڪڙي ڀيري هڪ برهمچاري رامچندر دکشنيشور مندر ۾ شري رامڪرشن وٽ ويو. برهمچاري پنهنجا وار سنياسين وانگر وڏا ۽ گنڍيون ٻڌرها ڇڙي ڇڏيا هئا. شري رامڪرشن جي پرسان ويهي "شوو هم، شوو هم" (آءٌ شو ڀڳوان آهيان) چوندو رهيو. پيو ڪجهه به ڪين ٿي ڇيائين. شري رامڪرشن ڪجهه ويل ڏانهس نهاريندو رهيو، پوء چيائين "شوو هم، وڃو اچارڻ ۾ ڪهڙو سود؟ پنهنجي هردي روپي مندر ۾ ايشور جو پورن ريت ڌيان ڪرڻ بعد، جڏهن پنهنجو ڪيُ وساري ڇڏجي ۽ شو ڀڳوان کي اندر ۾ پراپت

ڪجي، تڏهن ئي اهو پورو منتر اچارڻ جو اڌڪار ٿي سگهي ٿو. آئم انيءَ ڏاران رڳو اهو منتر جپڻ مان ڪجهه ڪين ورندو. جيتائين آئم انيءَ نه ٿيو آهي، تيستائين ايشور کي پريو ۽ پاڻ کي هن جو نماڻو داس سمجهڻ جڳائي." برهمچاريءَ پنهنجي پل محسوس ڪئي. اهو ٻڌي ڪجهه ساڃهه آيس. مندر مان راهي تيڻ کان اڳ شري رامڪرشن جي ڪمري جي ديوار تي لکي ڇڏيائين، "سواميءَ پربوڌ ڏنو. اڄ کان وٺي رامچندر برهمچاري ايشور کي پريو ۽ پاڻ کي هنجو نماڻو شيوڪ جاڻي ٿو."

## يڳتي مارگ

## يڳتي ۽ اُنجي اُنتيءَ لاءِ ساڌن

٧٤٧- لسي شيشي تي رنگ ٽڪندو ئي ڪونه آهي- شيشي تي ڪي رسايڻي شيون (Chemicals) لڳائڻ بعد، ان تي تصويرون ڪڍي سگهبيون آهن- ساڳيءَ ريت منش جي هردي تي يڳتيءَ روپي رسايڻي شيون لڳل هونديون ته ان تي ايشور جي مورتي چٽجي سگهندي.

٧٤٨- ايشور پريم ورلو ڏسڻ ۾ ايندو آهي- يڳتي تڏهن اُڀن ٿيندي، جڏهن ايشور لاءِ اهڙو اُني پريم هوندو، جهڙو ڪ پتيورت استريءَ کي پنهنجي پتيءَ لاءِ هوندو آهي- نج يڳتي پراپت ڪرڻ ڏاڍي ڪٺن آهي-

ڀڳتيءَ دواران من ۽ آتما ايشور ۾ لڙلين ٿيڻ گهرجن. پوءِ ڀاؤ (ڀڳتيءَ جو وڏيڪ اُتم روپ) ايندو آهي. ڀاؤ ۾ منش کي ڳالهائڻ ئي ڪونه اُڪلندو آهي، هنجو دم ٻهي ويندو آهي. جهڙيءَ ريت شڪاري جڏهن نشان تي گولي ڇوڙيندو آهي، تہ ڳالهائڻ بند ٿي ويندو اٿس ۽ دم ٻهي ويندو اٿس.

۷۴۹- اِندريـن جي وشين سان سنگ جيترو گهٽ ٿيندو، اوترو ايشور ڀڳتي وڌندي ويندي.

۷۵۰- سنساري لوڪ وشيہ ڀوڳن لاءِ پيا ڦرندا آهن. رڳو ٻولو آهانون، جن ٿي سنسار روپي مُو ڇڙهيل نہ هوندي آهي، سي ئي ايشور ڀريم ۾ رتا رهندا آهن. هو هڪ ئي اُديش رکندا آهن، جيئن سندن من سدور ئي ايشور ۾ لڳل رهي

۷۵۱- ٽتونءَ جون اکيون جيستائين بند نہ ڪيون آهن، ليستائين هڪ قدم بہ ڪونہ ڇرندو آهي، ڇا وشين کي وس ۾ آڻڻ ڌاران، ايشور پراپت ڪرڻ ممڪن آهي؟

گيان يوگ دواران ڀڳوان پراپت ڪري ڪونہ سگهبو. گياني چوندا آهن تہ "ايشور درشن جي اُڀلاشا اِيتي تہ ڀورڻ ٻولو ٿيءَ. ڀورڻ ڀنهجي وشيہ واسنائن کي وس ۾ آڻ. ڀورڻ آتم سنجم، پوءِ ايشور گيان." پر ايشور وٽ وڃي هلڻ لاءِ ڀڳتي مارگ بہ آهي. اندر ۾ هڪواريءَ ايشور ڀريم اُڀن ٿئي، ايشور جو نام جپڻ

سان ھڪواريءَ اندر ۾ آنند جون لھرون اچن، تہ پوءِ وشيہ واسنائن کي جيتڻ لاءِ جتن ڪرڻ جي ضرورت نہ ٿيندي. اھي ازخود وس ۾ اچي ويندين. ڇا گھڻي دک ۾ مبتلا ٿيل ماڻھو ڪڏھن ڪنھن سان جھڳڙو ڪري يا مجلس جو مزو وٺي يا وشيہ ڀوڳ ماڻي سگھندو؟ ساڳيءَ ريت ايشور ڀريم ۾ لڳل پرش کي بہ وشيہ ڀوڳن جو ويچار ئي ڪونہ ايندو.

۷۵۲- رادا، شري ڪرشن جي جيئن ويجھو وڃي رھي ھئي، تيئن ھن جي پوتر شرير جي وڏيڪ سگنڌ اچڻ لڳس. ايشور جي ويجھو جيئن وڏيڪ وڃبو، تيئن ھن لاءِ پريم وڏيڪ وڌندو. ندي، سمنڊ جي جيئن ويجھو ويندي آھي، تيئن اُن ۾ وير جو لھرڻ چڙھڻ وڏيڪ ٿيندو آھي.

۷۵۳- ھڪ ڀيري گرو مھاراج، ڪيشب چندر سين کي چيو، ”اوھين ايشور جي چمتڪار ورنين جو ايترو وستار ڇو ڪندا آھيو؟ پيءُ جي سمک ويٺل پٽ اھو ويچار ڪندو آھي ڇا تہ منھنجي پيءُ کي ھيتريون جڳھيون، ھيترا گھوڙا، ھيتريون ڳايون، ھيترا باغ باغيچا آھن؟ يا ھو اھو ويچار ڪندو آھي ڇا تہ پيءُ مونکي ڪيترو نہ پيار ٿو ڪري؟ پيءُ پنھنجي ٻارن کي کارائي پھرائي ٿو ۽ سندن جيوت سرھي ٿو ڪري تہ اُن ۾ ڪھڙي عجب جي ڳالھہ آھي؟ اسين بہ سڀيئي ايشور جا ٻالڪ آھيون. ھو ضرور اسان جي سار سنڀال لھندو.

ان ۾ حيرت ڪانه جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟ ڇاڪري
ايشور جو سچو ڀڳت سندس ڳڻ ڳائڻ دوران سائنس گهرو
سنبند ڳنڍيندو آهي ۽ ڪيس پنهنجو ڪري، ڏاڍو ماري
جهڙي پوندو آهي ۽ هن تي ناز ڪندو آهي ۽ آزاد نانون
ڪري مٿس زور لڳائيندو آهي ته "منهنجي پرارٿنا
سويڪار ڪر ۽ پنهنجو درشن ڪراءِ." جي لوهين هن
جي چمتڪار تي اپترو ويهي ويچار ڪندا تہ ڪيس
پنهنجو سمجهي ڪونہ سگهندا، اڪي مٿس زور لڳائي
يا ڪيس مجبور ڪري سگهندا. توهان کي اهي پنا
ويچار ايندا تہ هو ڪيڏو نہ وڏو آهي! هو ڪيترو نہ
اسان کان پري آهي! جيترو ني سگهون، اوترو هنکي
پنهنجو سمجهو تہ پوءِ ڪيس پرانپت ڪندا.

٧٥۴- اندر ۾ هڪڙو ڀاءُ ڏاڍي، ايشور کي پنهنجو
ڪرڻ لڏهن تي هو توهانجي آزاد نانن سويڪار ڪرڻ
لاءِ مجبور ٿيندو. مثال طور ٻن ڄڻن جي ڀاڻ ۾ ٿوري
ڪا ڏيتي ويتي هوندي آهي تہ هڪ ٻئي سان حجاب
سان ڳالهائيندا ٻولهائيندا آهن ۽ پر سنبند وڌڻ سان
حجاب مٽا غائب ٿي ويندو آهي ۽ هو هڪ ٻئي سان
گهائل مائل ٿي ويندا آهن. ساڳيءَ ريت ايشور سان بہ
اسان کي گهرو سنبند رکڻ گهرجي. ڪريل استري ڪنهن
سان ناتو شروع ڪرڻ وبل، اهڙي ڏيکاري ڏيندي
آهي، جڻ ڏاڍي شرميلي آهي. هوءَ خبرداريءَ سان
هلت چلت ڪندي آهي ۽ پنهنجي پرير سنبند جي

ڪنهنکي ٻيهڻ کان ڏيندي آهي، پـر اُڳاو جڏهن سندس ڦندي ۾ ڦاسي ويندو آهي، تڏهن سندس شرميلو سياءُ غائب ٿي ويندو آهي- پوءِ ته هوءَ ٻي ڏڙڪ پنهنجو گهر ڇڏي، کليو کلايو پنهنجي ٻرپتم سان وڻندي آهي گهمندي ڦرندي- پوءِ جي سندس پريتم منجهس دلچسپي نه وٺي ۽ نتائڻ جي ڪوشش ڪري ته هوءَ کيس ڀُتڙ کان جهلي ڇنبڪيندي آهي ته "تو لاءِ گهر ڏڙ ڇڏيم، هاڻ ٻڌاءِ ته منهنجي کاڌ خوراڪ لاءِ پربند ڪندين يا نه؟"

## ڀڳتي ۽ سنساري پريم

٧٥٥- "ج" جي ماءُ جي دل ٿي ته هن ٻرڏ اوستا ۾ سنسار مان گوشه نشين ٿي، جيوت جا پڇاڙيءَ جا ڏينهن، بـرندابن ۾ وڃي شانتيءَ ۾ گهاريان- شري رامڪرشن سان ڳالهه چوريائين- گرو مهاراج کي سندس سياڻ جي چڱيءَ پرجاڻ هئي- سو کيس اُتـر ڏنائين، "تنهنجو پنهنجي پوٽيءَ ۾ ڏاڍو موهه آهي- جتي به ويندينءَ، اُني بالڪا جي يادگيري توکي پئي ستائيندي ۽ توکي شانت ڪندي- برندابن ۾ وڃي رهين به ڪٽي، ته به تنهنجو من تنهنجي گهر ۾ پيو وسندو ۽ ٻر جي لون هتي رهي، پنهنجيءَ پوٽيءَ کي ساکيات شري راڌڪا سمجهي، ساڻس پـريم رکندينءَ، ته برندابن جو سمورو لاڀ توکي هتي ٿي ملندو- پـل ساڻس گهٽي ۾ گهڻو

لاءِ ڪوڏ ڪر، جيترو نه ڌل چاهيئي اوترو ڪيس ڪاراء بهراءِ ۾ اهي ڳالهيون ڪرڻ وارا انهن سمجهندي ڪر نه برنداين جي ديويءَ جو پوڄن ڪري رهي آهين.“

۷۵۶- گرو مهاراج ڏٺو ته هڪ ڀڳت جو پنهنجي هڪ متر سان تمام گهڻو سنيهه آهي ۽ ان ڪري پنهنجو من ايڪاگر ڪري نه ٿو سگهي. ان لي ڪيس اُپديش ڏنائين، ”جيئن متر سان تنهنجو ايترو سنيهه آهي، تنهنڪي ايشور جي مورتي ڪري ڀانءِ ۽ ان ڀاوَ ۾ ٿي ساڻس سنيهه رک.“ اها ڳالهه سمجهائيندي گرو مهاراج ويشنوچرن جا وچار ظاهر ڪيا- چيائين، ”ويشنوچرن جو وچار آهي ته پنهنجي پريتم کي جي چوڻ‌بل اِشٽ ديو ڪري ڏسبو ته من آسانيءَ سان ايشور طرف لاڙو رکندو.“

## ڀڳتيءَ جو پرڀاوُ

۷۵۷- هڪ ڀڳت- گرو مهاراج! اهو ضروري آهي چا ته اول اُتم وچارن دوارا پنهنجي اندرين کي وس ۾ آڻجي؟

گرو مهاراج- ها، اهو به هڪ مارگ آهي، ڀڳتي مارگ ۾ آتم سنجم پنهنجو پاڻيهي ايندو آهي ۽ ايندو به اهايت آسانيءَ سان آهي. ايشور لاءِ جيئن پريم وڌندو، تيئن وشيه ڀوڳن جو وس چش گهٽ ٿيندو ويندو آهي. جيئن پٽ جي ديهانت واري ڏينهن، ماءُ

ڀيءَ ڪي وشيہ ڀوڳ ڏانهن دل ٿي ڪاڻ ورندي آهي.

٧٥٨- ڀڳتي ساڌن اوستائين ضروري آهن، جيستائين ”هري نام، ٻڌڻ سان آنند ۾ پيا لڙڪ وهڻ لڳن.“ ’رام نام‘ ٻڌڻ سان جنهنجو هردو ڀڄي پوي ۽ آنسو وهڻ لڳن، تنهن لاءِ ڀڳتي ساڌن ضروري نہ آهن.

٧٥٩- هڪ ڪويءَ ايشور ڀڳتيءَ جي ڀيٽ چيتي سان ڪئي آهي. جيئن چيتو پنهنجي دشمن کي کڻي ويندو آهي، تيئن ڀڳتي بہ منش جي مهاشترن جهڙوڪ ڪرص حواس، وشيہ واسنائن وغيره کي کڻي ويندي آهي- ايشور ڀڳتي پورڻ ريت ظاهر ٿيڻ سان ڪام، ڪروڌ جهڙا ٻڇڙا وڪار صفا ناس ٿي ويندا آهن- برندابن جي گوپين، ڪرشن ۾ اچل شرڌا دواران اهو پد پراپت ڪيو هو.

٧٦٠- ڀڳتيءَ جي ڀيٽ سرمي سان بہ ڪئي وئي آهي- شريمتي راڌا هڪ ڀيري چيو، ”آءٌ نہ هرهند پنهنجو ڪرشن ٿي ڪرشن پئي ڏسان.“ ٻين گوپين ورندي ڏنس، ”تو نہ پنهنجي نيڻن ۾ سنيهہ روپي سرمو پاتو آهي؛ ان ڪري هرهند ڪرشن پئي ڏسين.“

٧٦١- **سوال-** ايشور ڪالر ڀڳت سڀ ڪجهہ ڇو تياڳي ڇڏيندو آهي؟

**جواب-** اونده وڌ روشني ڏسڻ سان جيت اڏامي ويندا آهن- ماڪوڙي شربت ۾ پنهنجا پران ڏيندي، پر شربت کي ڪاڻ ڇڏيندي. ساڳيءَ ريت ڀڳت بہ

ايشور کي چنڊي ٻولندو آهي ۽ ٻو سڀ ڪجهہ ٻڌائي
چڏيندو آهي.

۷۶۲- گرو مهاراج :- روشني ڏسڻ کان پوءِ ٻيئي
اولده ۾ وچڻ چاهيندو؟

ڊاڪٽر (مرڪي) :- ڪڏاهين ڪين ويندو. باط
ٻچيءَ جي لاءِ ۾ ڏوڪي ٻڌهنجا ٻران ڏيندو.

گرو مهاراج :- ايشور جي سچي ٻڪمب جو اهو حال
ڪولـ ٿيندو آهي. ايشوري برڪاش، جنهن ڏااهن
سندس لاڙو هولدو آهي، سو ڪيس سازي ٻاڙي ڪول
چڏيندو آهي. ايشوري برڪاش جواهر جي لعلي مثل
آهي چمڪندڙ ٻر لرمل، سيتل ۽ لاربندڙ. اهو ساڙيندو
نہ آهي، ٻر هودي کي شانتيءَ ۽ آنند سان برڪاشمب
ڪندو آهي

۷۶۳- ڪن منشن کي صحيح مارڪ جي سڌ ڪانہ
هولدي آهي، ۽ ۽ ايشور جي ٻڪتيءَ ۾ رتا رهندا
آهن ۽ ڪيس سچائي جي اليمب اپلاشا هولدي الن-
اهڙا ٻڪمب، ٻڪتيءَ دواران لي ڪيس براپيم ڪندا آهن-
هڪ ٻرم ٻڪمب جڳن لاٿھ مندر جو درشن ڪرڻ لاءِ
روالو ليو. ٻر ٻريءَ (جتي جڳنناٿھ مندر آهي) ڏااهن
رستي جي جاڻ نہ هئڻ ڪري، شهر ۾ واٽهور وچڻ
بدران باط ٻري ائي هلندو وٻو. واٽ لي جيڪر لي
گڏبس، تنهن کان لي رستي ٻاٻت ٻڇيائين. هو ڪنهن

تي چيس، ”هي رستو ناهي، هو وڃ.“ نيٺ هو پوري ۽ پهتو ۽ دل جي ابلاڪا پوري ڪيائين. ساڳيءَ ريت ڪير ڪٽي صحيح مارگ کان اڻڄاڻ هجي، ته به جي اٽل ارادو هوندس ته ڪو نه ڪو اوس گڏبس، جو کيس مارگ ٻڌائيندو. ڀورين شايد ڀلجي پوي. پر نيٺ صحيح رستي تي پير رکندو.

٧٦٤- ڀڳتيءَ دواران ٻتارت ويچار، تياڳ، سيني پراڻين لاءِ پريم، ساڌن سنتن جي شيوا، مهاپرشن جو سنگ، ايشور جي استتي ڳائڻ، ستيہ ۽ ٻيا گڻ اُڀپن ٿيندا آهن.

٧٦٥- ايشور انيڪ جا به اُهڃاڻ ٿيندا آهن. ڪنهن کي ڀڳتيءَ ۾ ڀنل ڏسين ته سمجهه ته کيس ايشور پراپت ڪرڻ ۾ ويرم ڪانه لڳندي.

٧٦٦- سمندر اندر مقناطيسي پهاڙ، پرسان لنگهندڙ جهاز کي پاڻ ڏانهن ڪشش ڪري، اُن مان لوهه جا ڪلا سڀ ڇڪي، تختو تختي کان ڌار ڪري جهاز کي ٻوڙي ڇڏيندو آهي. ساڳيءَ ريت جڏهن منش جو هردو مقناطيسي روپي ايشور ڏانهن ڇڪبو آهي، تڏهن اُهو کن پل ۾ سندس آپسوارٿ ۽ ويڪتي ڀاوُ ناس ڪري ڇڏيندو آهي ۽ سندس آتما کي ايشور جي اننت پريم روپي ساگر ۾ ٻيون ڏاريندو آهي.

## ڀڳتيءَ جون اوستائون ۽ روپ

٧٦٧- پريم ٽن پرڪارن جو آهي- (١) سمرٿ

(آسوارٿي) (۲) سمنجس (ٻنهي جو ڪلياڻ) ۽ (۳)
ساڌارڻ (آپسوارٿي)، سمرٿ پرش سرپشٽ آهي. پرنهي
کي ڪيول پريتم جي ڪلياڻ جو ئي اونو رهندو آهي
۽ ڪو به ڪشٽ يا ڪليش سهڻ کان ڊڄندو ناهي.
سمنجس پرش پرنهي نه رڳو پنهنجي پريتم جو ڪلياڻ
چاهيندو آهي، پر پنهنجي ڪلياڻ جو به اونو رکندو
آهي. ساڌارڻ پرش اڌم آهي. پرنهي رڳو پنهنجي
ڪلياڻ جي اون رکندو آهي، پر پريتم جي دک سک
ڏانهن بي پرواهه رهندو آهي.

۷٦۸- جيئن سنساري مڙس ۽ ستري، ٻنهي ۾ لمو ئي
گڻ آهن، تيئن ڀڳتيءَ ۾ به ستري، ٻنهي ۾ لمو ئي گڻ
آهن. هڪ پرڪار جي ڀڳتيءَ ۾ ستي گڻ جو نمرتا ڀاوَ،
ٻئي پرڪار جي ڀڳتيءَ ۾ رجي گڻ جو ڏيکاءُ ۽ ٽئين
پرڪار جي ڀڳتيءَ ۾ تمي گڻ جو وحشاڻي ٻل ڏسبو آهي.
ستي گڻ وارو ڀڳت ايڪانت ۾ واهي ڀڳتي ڪندو
آهي. هو رات جو بستري تي مڇرداني‌ءَ جي اندر ڌيان
۾ ويهندو آهي ۽ انهي‌ري صبح جو دير سان جاڳندو
آهي. سڀ متر سمجهائي ڏيندا آهن ته رات جو
گهري ننڊ نه اچڻ ڪري، صبح جو دير سان جاڳي ٿو
سڀ- ڪيس شرير جي ڪيول اها چنتا هوندي آهي،
جنهن ڪيس سادو سودو کاڌو جيئڙوڪ چانور ۽ ڀاڄي
جنهن ڪيس ڪپڙي لٽي يا کاڌي پيتي جو ڪو اڏنبر
آهي. سندس مڪان ۾ ڪرسين ميزن،

ڪوچن ۽ پلنگن جا نڪسات ڪرڻ هوندا آهن ۽ چاپلوسي ڪري سنسار ۾ ترقي ڪرڻ ڪرڻ چاهيندو آهي.

راجسي گڻ واري ڀڳت کي مستڪ تي ٽلڪ، گلي جي چوگرد ردر مالا (وقتي مالا ۾ ڪي سونا داڻا ٻه هوندس) هوندي آهي. هو ٻاهرين ڪرم ڪانڊ تي خاص ڌيان ڏيندو آهي- پوڄا ويل ريشمي ڪپڙو اوڍيندو ۽ ديوي يا ديوتا جي پوڄا ڌام ڌوم سان ڪندو آهي.

تمي گڻ واري ڀڳت کي ٽڪو وشواس ٿيندو آهي. جيئن ڌاڪو زور زبردستيءَ سون ڦريندو آهي، تيئن هو ايشور سان ٻه زور زبردستي هلائيندو آهي- چوندو آهي، "مون "رام نام" جپيو آهي ته ٻه پاپي رهجي ويو آهيان! آءٌ ايشور جي سنتان آهيان! آءٌ سندس ملڪيت جو حقي ادڪاري آهيان." هن جو جوش اهڙو ٽڪو هوندو آهي.

٧٦٩- **سوال**- ڀڳتيءَ جو ٽڪو روپ ڪهڙو آهي؟

**جواب**- پيٺڪر آواز ۾ "جئه ڪالي" اچارڻ ۾ مست ٿي وڃڻ يا متوالي وانگر ٻانهون مٿي ڪري نچڻ ۽ 'هري بول' وڏي واڪي اچارڻ. ڪل جڳ جي سمي ۾ ڀڳتيءَ جو ٽڪو روپ وڌيڪ نيڪ آهي. اُن مان ڦل وڌيڪ تڪڙو ملندو آهي. ايشور روحي قلعي کي جلهه ڪري ونڻا گهرجي.

۷۷۰- اُنہ شڌيءَ لاءِ ساڌنائن جا هيٺيان ڏاڪا آهن.

۱- ساڌ سنگت، ۲- ايشور سان واسطو رکندڙ وستن ۽ شرڌا، ۳- پنهنجي اشٽ ۾ هڪ-چتي شرڌا، ۴- ڀڳتي يا ايشور لاءِ اننيه پريم، ۵- ڀاؤ يا ايشور جي ڏيان ۾ چپ چاپ وهڻ، ٦- مها ڀاؤ. جڏهن ڀاؤ وڌندو آهي تڏهن اُن کي مها ڀاؤ سڏبو آهي- اُن ۾ ڀڳت متوالن وانگر ڪڏهن کلندو آهي، ڪڏهن روئندو آهي- سرير کي ڀورن ريت وس ۾ آڻڻ بعد ان جي ڪاٻه سڌ ٻڌ ڪانه رهندي اٿس- هيءَ ڀاؤ ساڌارڻ منش نه، پر رڳو مها پرش يا ايشور جا اوتار پراپت ڪري سگهندا آهن.

۷- پريم يعني ايشور سان اننيه سنيهه. پريم، مهاڀاؤ جو ساٿي آهي- پريم جا ٻه اهڃاڻ آهن: (۱) سنسار ۽ (۲) پنهنجو پاڻ کي وسارڻ. اُن ۾ پنهنجو شرير به اچي وڃي. پريم، ڀڳت کي ايشور جي سمپک آڻيدو آهي ۽ هو جيون جو اُديش پراپت ڪندو آهي.

۷۷۱- جي ڪم چوي ته "شاستر وڌيءَ موجب هيءَ ڪرتوبه ڪرڻ جڳائي ۽ آءٌ ڪري رهيو آهيان" ته اُن ڀاڻ کي **وڌي ڀڳتي** سڏيو ويو آهي- ڀڳتي جو ٻيو به پرڪار آهي، جنهنکي **راگم ڀڳتي** سڏبو ويو آهي. اها ڀڳتي ايشور سان اننيه پريم دوارا ايندي آهي، جيئن پرهلاد ڀڳت کي آئي. راڳ ڀڳتي جڏهن ظاهر ليندي آهي، تڏهن ڪرتوبه (ودڌ ڪرم) ڪرڻ جي ضرور ڪونه لڳندو آهي.

٧٧٢- هڪ پرڪار جي ڀڳتي ٿيندي آهي، جنهن کي **وئدي ڀڳتي** سڏيو ويو آهي (شاستر وديءَ موجب ڀڳتي)۔ ڪجهه ڀيرا 'رام نام' اُچارڻ، ڪن ڏينهن تي اُپواس رکڻ، ڪن پوتر آستانن جي ياترا ڪرڻ، ڪن وستن سان پوڄا ڪرڻ، انهن ۽ ٻين اهڙن ڪريائن کي وئدي ڀڳتي سڏيو ويو آهي- ڳچ وقت اهي ڪريائون ڪرڻ سان منش **راڳم ڀڳتي** (ڀڳتيءَ جو مها اُتم روپ) پراپت ڪندو آهي- پر ٿي هڪ وستو آهي، جا ضروري آهي- سنساري ويچارن کي صفا تياڳڻ گهرجي- من کي سورنهن ئي آنا ايشور ۾ لڳائڻ گهرجي، تڏهن ئي ايشور کي پراپت ڪري سگهبو.

٧٧٣- ايشور پريم ٻن پرڪارن جو آهي- پهريون ڀڳتي، جا شاستر وديءَ موجب آهي- ان موجب ڪنهن مقرر نموني پوڄا ڪرڻي آهي يا مقرر ڀيرا "رام نام" جپڻو آهي وغيره. ان کي وئدي ڀڳتي سڏيو ويو آهي يعني وديءَ انوسار ڀڳتي. اها ڀڳتي نج ڀڳتي يا سماڌي (برهم گيان) ڏانهن نيئي سگهندي آهي- جيو آتما، سرو آتما ۾ سمائجي ويندي آهي ۽ وري واپس ڪانه ايندي آهي. سادارڻ ڀڳتن جي اها دشا ٿيندي آهي؛ پر ايشوري اوتارن ۽ جيڪي ايشور کي پنهنجا آهن، تن جي دشا نياري ٿيندي آهي- هنن جو ايشور ڪاڻ پريم، شاستر وديءَ تي ٻڌل ڪونه

نيندو آهي- سندن پريم، اندر مان اُٿن لڳندو آهي-
شري چيتنيه جهڙا ايشوري اوتار ۽ جڳڪي ايشور کي
اوڏي پر اوڏو آهن، سي پرهم گيان ائين ئي پراپت
ڪري سگهندا آهن، جيڪو هونءَ سماڌيءَ پر پراپت
ڪري سگهبو آهي. ساڳئي وقت هو پنهنجي انهيءَ
پدويءَ تان لهي هيٺ به اچي سگهندا آهن ۽ پنهنجو
'اهم' قائم رکي، ايشور کي پتا ماتا جيان پريم ڪندا
آهن. هو 'نيتي نيتي' (برهم هيءَ نه، هوءُ نه) چئي،
هڪ پئي پٿيان ڏاڪا چڙهندا، چت کي پهچندا آهن-
اُلي پهچي چوندا آهن، 'اِدم، اِدم' (هو هيءَ آهي).
کين حلد ئـي ڏسڻ پر ايندو آهي ته ڏاڪڻ به چت
جهان ساڳين ئي وستن جهڙوڪ سرن، چني ۽ واريءَ
مان ٺهل آهي- ان ڪري هو هيٺ مٿي پيا لهندا
چڙهندا آهن- ڪڏهن چت ئي، ته ڪڏهن ڏاڪڻ ئي
وسرام ڪندا آهن.
چت، سماڌيءَ پر پراپت ٿيل برهم مثل آهي- ڏاڪڻ
اَديتَهَ سنسار آهي- جڏهن منش سماڌيءَ روپي چت
تي پهچندو آهي، تڏهن انهيءَ ليندوالس ته سنسار برهم
جو پرڪاش آهي.

## پريم يا پَرا- ڀڳتي

٧٧٣- پريم يا پرا ڀڳتي، ايشور کي پراپت ڪرڻ
کان اڳ ڪانه ايندي آهي.

٧٧٤- پريم ڀڳت جي هٿ پر ڏاڳي مثل آهي- پارسي

پستڪن ۾ لکيل آهي ته ماس اندر هڏا آهن، هڏن اندر گورو آهي وغيره. ۽ انهن سيني جي اندر پريم آهي.

٧٧٦- پريم ڀڳت جي هٿ ۾ ڏاڪي مثل آهي. اهو ڏاڪو کيس سچدانند يعني ايشور سان ٻڌي ڇڏيندو آهي. ڀڳت، ايشور کي پنهنجي قبضي ۾ قابو رکندو آهي. ايشور کنهن به وقل سندس سڏ تي هليو ايندو آهي.

٧٧٧- جنهن ڀڳتيءَ جي اوستا کي ڀاءُ (ايشور جي ڌيان ۾ لين ٿي وڃڻ) سڏيو ويو آهي، تنهن جو پڌ ارڻ پڪل انب مثل آهي. پريم يا پرا ڀڳتي پڪل ميوي مثل آهي.

٧٧٨- نرڪ جي عذابن جي ڀؤ کان پاپ پوڄا سيکڙات لاءِ آهي- ڪي ماڻهو ڀانئيندا آهن ته پاپن کي ڇاڻڻ سان ڌرم جي پيروي ٿي چڪي- هو ڀانجي ٿا وڃن ته اها ڀڳتي اڌيالمڪتا جو شروعاتي ۽ هيٺين ۾ هيٺيون درجو آهي- اُن کان اُتم اُديش، اڌيالمڪتا جو اُتم پد، ايشور کي پنهنجو پتا ماتا ڄاڻي پريم ڪرڻ آهي.

٧٧٩- **سوال**- پرا ڀڳتي ڇا آهي؟ يا پرم آنند دايڪ ايشور پريم ڇا آهي؟

**جواب**- پرم آنند دايڪ پريم جي اوستا ۾ ڀڳت ايشور کي پياري ۾ پيارو ۽ ويجهي ۾ ويجهو متر ڪري

سمجهندو آهي- ان ٻرٻرجي اُنها ڪرشن ڀڳوان لاءِ گوپين جي ٻرٻر سان ڪئي ويئي آهي. گوپين ڪرشن کي سچائو هو ۽ ڪيس پنهنجو گوونڊ ڪري سڏيندي هون ۽ نه سرشٽيءَ جو ٻرڀؤ.

٧٨٠- اهڙي اوستا ۾ ليندي آهي، جڏهن ايشور کي ٻرٻر ڪجي، ۽ سمجهي نه سگهجي ته اهو ٻرٻر چو اُهن ليو آهي- اهڙو ٻرٻر اُهن ليڻ بعد ئي ڪا وڏي ڪا اُهلاڪا ڪاڻ ليندي آهي- جنهن لي اهڙيءَ ڀڳتيءَ جي ڪرپا ليندي آهي، سو چوندو آهي، "اي ايشور، ذن دولت، نانءُ ناموس، سک سمپتي ڪاڻ گهرجين؛ ڪيول پنهنجي چرن ڪمل جي ڀڳتي بخشيم." .

٧٨١- ٻرٻر جون ٻه صفتون آهن. (١) ٻاهرئين سنسار کي وساري (٢) پنهنجي سرير کي وساري.

٧٨٢- ٻرٻر ڀڳتيءَ ۾ ٻه ڀاؤ ليندا آهن. "مائيڙو" ۽ "منهنجو" (يعني آءُ ايشور ڀڳت آهيان ۽ منهنجو ايشور ساروني منهنجو آهي). يشودا ڀانيندي هئي ته مون ڌاران ٻيو ڪوبه منهنجي گوپال جي پرگهور لهي ڪانه سگهندو. [illegible] اونو [illegible] ڪان ته هوند گوپال [illegible] ٿي پوي. [illegible] پنهنجي گوپال کي سرشٽيءَ جو [illegible] ڪري [illegible] ڪانه ڀانيندي هئي- "منهنجو" [illegible] ايشور ڀڳت [illegible] آهي، "ايشور منهنجو [illegible] پنهنجو [illegible] جو منهنجو گوپال آهي"! [illegible] يشودا [illegible] "تنهنجو ڪرشن ته

خود ايشور آهي. هو ساريءَ سرشٽيءَ جو چنتامڻي (آرزو پڄائيندڙ جواهر) آهي- هو ساڌارڻ پرش نه آهي." يشودا ورندي ڏنس، "آءٌ تنهنجي چنتامڻيءَ بابت ڪانه ٿي پڇان- آءٌ ته پڇان ٿي ته منهنجو گوپال ڪيئن آهي؟ چنتامڻي نه، پر منهنجو گوپال-"!

٧٧٣- پريم يا پرم آنند دايڪ پريم ڪي ٿورا پراپت ڪري سگهندا آهن- اهي منش اساڌارڻ شڪتين وارا هوندا آهن ۽ ايشوري آديش مليل هوندو اٿن- ايشوري ڀوتيون ۽ ايشوري چمتڪار پراپت ڪرڻ ڪري، سندن هڪ ڌار ورڻ ٿيو پيو آهي- ايشوري اوتار ڀهڙوڪ چيتنيه ديو ۽ سندن پرم آتم ڀڳت، جي ايشور جا نش آهن، سي اُن ورڻ سان سنبنڌ رکندا آهن.

٧٨٤- ڪي ٿورا آهن، جنکي نديا کان ئي اهم پريم سياءَ ۾ مليل ٿيندو آهي- پرهلاد جيئان ٻال اوستا ئي ايشور لاءِ پيا تڙ قندا ۽ هنجون هاريندا آهن- هو ڀيه سِڌ پرش جي ورڻ ۾ ڳڻيا ويندا آهن يعني ڄاڻي ۾ کان پري پورن هوندا آهن.

## گوپين جو پريم

٧٨٥- اها ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي جي ڪير راڌا ۽ ڪرشن کي ايشور جا اوتار ڪري مڃي ٿو يا نه ٿو ڃي- ايشور جي اوتارن ۾ ڀال ڪير هندن يا ڪرستانن ٻتان مڃي، يا برهمو سماجين وانگر نه مڃي ته ايشور

کو ڏيھ ڏارڻ ڪندو آھي. مول ڳالھ ڪيول اھا آھي تہ سڀني کي ايشور جي انراڳ ۽ اننت پريم، لاءِ تڙپ ڏارڻ جڳائي. اننت پريم ئي ھڪ ضروري وستو آھي.

٧٨٦- گرو مھاراج ھڪ ڀيري گوپين جي ڪرشن پريم بابت ڳالھائيندي پنھنجي ھڪ شش کي چيو، "سندن پريم ڪھڙو نہ اننت ھو! لمل وڻ کي ڏسڻ سان ئي پريم ۾ پاڳل ٿي وينديون ھيون. لمل وڻ جو ڪارسرو رنگ کين شري ڪرشن جي يادگيري ڏياريندو ھو. گورانگ (سري چيتنيہ ديو) سان بہ ساڳي ئي حالت ھوندي ھئي. ن کي ڏسي پانيندو ھو تہ برندابن آھي. شل ڪنھن لي لرمالر بہ اھڙي پرم آنند دايڪ پريم جي مھر ميا ٿئي! ڪھڙي نہ شرڌا! اھا شرڌا منجھن نہ رڳو ڪني تار ھئي، پر اَٿل ڪاني رھي ھئي.

٧٨٧- گوپين جو اچل پريم عرصت ۾ وڇھڻ آھي. گوپيون جڏھن متر ۾ ڪرشن سان گڏجڻ ويون، تڏھن در تي بيٺل دربان کين ڏاڍيون آزيون نيزاريون ڪرڻ کان پوءِ مس مس کين ڪرشن جي ڪمري ۾ پير پائڻ جي موڪل ملي. ڪرشن کي متي لي پڳڙي ڏسي، ڪنڌ ھيٺ ڪري، ھڪ ٻئي ۾ پڻ پڻ ڪرڻ لڳيون، "ھيءَ پڳڙيءَ سان ڪير آھي؟ اسين ساڻس کين ڳالھائينديونسين. ائين تہ پاڻ لي وشواس گھاتہ جو

دوش لڳي ويندو. اسانجو ٻريو، اسان جو ٻريتم، جو پيتامبري وستر اوڍيندو آهي ۽ مٿي تي مور مڪٽ هوندو اٿس، سو ڪٿي آهي!" گوپين جي اها اننت شرڌا ڪهڙي نه سندر آهي!

۷۸۸- گوپين جي شرڌا ٻريم ڀڳتيءَ واري آهي. اُنکي اَوِيڀارڻي ڀڳتي يا نشٺا ڀڳتي به سڏيو ويندو آهي. ۽ ٻهه رنگي ڀڳتي (وِيڀارڻي ڀڳتي) ڪهڙي ٿيندي آهي؟ جهڪا ڀڳتي گيان سان گڏيل هجي. مثال طور جڏهن اهو گيان اچي ته ڪرشن سڀ ڪجهه آهي، هو ٻرم برهم آهي، هو رام، شو، شڪتي آهي، هو ايشوري ديج آهي وغيره. ٻر هي گيان ٻرم آنند دايڪ ٻريم سان گڏ ڏسڻ ۾ ڪونه ايندو آهي. هنومان هڪ ڀيري دوارڪا ڏانهن ويو. اُتي چيائين ته مون کي ڪيول سيتا ۽ رام جو ئي درشن ڪرڻو آهي. ان ڪري ڪرشن ڀڳوان رڪمڻيءَ کي چيو ته سيتا جو روپ ڌارڻ ڪر، نه ته هنومان نه سرچندو. پانڊون جڏهن مها راجسوئه يڳيه ڪيو، تڏهن يڌشٽر سنگهاسڻ تي براجمان هو ۽ سيئي راجائن سندس اڳيان اچي ڏنڊوت ڪيو؛ باقي ويپشڻ چيو ته نارائڻ کان سواءِ ٻئي ڪنهن اڳيان ڏنڊوت نه ڪندس. ان ڪري ڪرشن ڀڳوان پاڻ خود يڌشٽر اڳيان سر جهڪائي ڏنڊوت ڪيو. ان بعد ويپشڻ پڻ يڌشٽر اڳيان سر جهڪائي ڏنڊوت ڪيو.

## وِرِهَ ۽ مها ياوُ

٧٨٩- وِرِهَ يا ايشور کان وڇوڙي جي ڀاوَ ڪري اليست ڀيڙا سهڻي ٻولندي آهي. ڇيو وير آهي ته هڪ پيري روپ ۽ سالن (سري ڇيتنيہ جا مکيہ شش، جن ٻندابن ۾ گروندجي۽ جو مشهور مندر اهرايو هو) ورهہ ۾ وڃ جي هيئان ويٺا هئا. اُن وقت جا ٻن ٿي سگهندا ويا! مان ٻاڻ اُن اوستا ۾ ٿي ڏيهن ٻي سرت ٻيوهوس! ڇوڙي ٻري ٿي ڪونڊ ٿي سگهيس. هڪ ٿي هند ٻيو هوس. جڏهن ٿوري سرت آئي ته ٻرهمڻي (ٻرهمڻ استري، جنهن سري رامڪرشن کي تانترڪ ساڌن سيکاريا) سنان ڪرائڻ لاء ولي ويئي. ٻر هوء منهنجي ڇمڙي۽ کي هٿ به لائي نه ٿي سگهي. منهنجو سربو تلهي ڪرڙي سان ڍڪيائين. ڪرڙي ٿي هٿ رکي، مون کي ولي ٿي هلي. سربو ٿي جا ٻيڙلي لڳل هئم، تنا ٻه سڙڻ لڳي! سمجهڻ لڳس ته ٻليء جي ڪيدي ۾ ڪنهن پالو هيو آهي. رکي رکي داڻهون ٿي ڪير، ته مرڻ لوء ٻر اهڙي۽ اوستا کان ٻوء هميشہ آنند ٻاوُ ايدو آهي.

٧٩٠- مها ياوُ شرير ۽ من ۾ ٻيشڪر بي قراري آڻين ڪندو آهي. جڻ هڪ هالي ننڍڙي۽ هوبڙي۽ ۾ ڳهڙي، اُن کي ڏونڊاڙي رهيو آهي. اهڙي۽ اوستا کان ٻوء اپترو ٿي آنند ايدو آهي، جيتري اڳہ ٻيڙا سمجهي، آهي.

# ڀڳتي ۽ گيان

## ڀڳتي ۽ گيان جو پرڻام ساڳيو

٧٩١- نج گيان ۽ نج پريم ٻئي ساڳي ڳالهه آهن.

٧٩٢- گياني جنهن کي برهم چون، يوگي تنهن کي آتما ۽ ڀڳت اُن کي ڀڳوان ٿا چون. وستو هڪ ئي آهي؛ رڳو نالن جو ڀيد آهي- جيڪو برهم سوئي آتما، سوئي ڀڳوان- ساڳيو ئي برهمڻ جڏهن پوڄا ڪرائيندو آهي، ته کيس پوڄاري ۽ جڏهن روٽي تيار ڪندو آهي، ته رسويو سڏيو ويندو آهي.

٧٤٣- تنهن گيان ڪهڙو آهي؟ گياني چوندو آهي، "اي پرميشور، ساريءَ سرشٽيءَ ۾ تون ئي ڪرتار آهين؛ آءٌ نه. تنهنجي هٿن ۾ ٺُٺ ۾ ٺُٺ هٿيو آهيان. ڪجهه به منهنجو ڪينهي- سڀ ڪجهه تنهنجو ئي آهي. مان ٻاڻ، منهنجو ڪٽنب قبيلو، منهنجي ڌن دولت، منهنجا گڻ ثواب- سڀ تنهنجا ئي آهن.

٧٩٤- **هڪ شش:-** گرهستي ڪيئن سمجهي ته مون گيان پراپت ڪيو آهي يا نه؟

**گرو مهاراج:-** جڏهن نام ٻڌڻ سان سندس اکين مان لُڙڪ لڙي اچن ۽ وار ڪڙا ٿي بيهن، تڏهن ئي چٽي سگهبو ته هن سچ پچ گيان پراپت ڪيو آهي.

٧٩٥- هڪ پراڻڪ کهاڻي ٻڌ، جنهن ۾ ڀڳتي ۽ گيان جو ميل ڏيکاريل آهي- هڪ ڀيري رامچندر

آهي، ”مايا ديوي، مهر ميا جي پيدار، جڏهن
لُسي لُسِماڻ ٿئي، تڏهن منش جو بدن ني ٿوڙي
چڏي“. الوڪڪ مايا جيسين رستي مان رنڊڪون
بري ڪانه ڪندي، تيسين ڪجهه به پراپت ڪري
ڪونه سگهبو. سادڪ ايشور کي پراپت ڪري ني ڪونه
سگهندو، جيسين مايا مٿس قياس ڪري، سندس
رستي مان بري نه لي ويندي. سادڪ لي جڏهن هوء
مهر ميا ڪندي، تڏهن هڪدم کيس ايشور درشن
نصيب ليندو ۽ سيني ڪشٽن ڪليشن کان آجو ٿي
ويندو. باقي بيء طرح ڪيترا به سادن ڪما، ٿ ۽ خير
ڪو لاڀ ملندو. چوندا آهن ته جاڻ جي اڌ رلي، چانورن
جي پنجاه رلين کي هضم ڪرڻ ۾ مدد ڪندي آهي.
ٻر جي هضم ڪندڙ عضوني ڏهي بوندو ته جاڻ جون
پنجاهه رليون به چانورن جي اڌ رليء کي هضم ڪري
ڪين سگهنديون.

٨٠٠- گيان يوگي، برهم (نرگڻ ايشور) کي پراپت
ڪرڻ لاء پيو ترقعدو آهي ۽ ٻر هن ڪليجگ جي سمي ۾
بهتر آهي ته گيان يوگي ايشور لاء بريم ڏاري، سندس
اُپاسنا ڪري ۽ سندس شرڻ وٺي. ايشور ڀيجي ڀڳت
جي رکيا ڪندو آهي ۽ جيڪڏهن ڀڳت برهم گيان لاء
بياسي هوندو ته کيس اهو به ڪرپا ڪري ڏيندو.
ٽيء رهه گيان يوگي، گيان ۽ ڀڳتي ٻئي پراپت

ڪري سگهندو. باقي ڀڳت ڪيول ساڪار ايشور، اُپشدنَ جو سگڻ برهم پراپت ڪرڻ سان ئي سنتشٽ ٿيندو آهي ۽ نہ بہ پرماتما کيس پنهنجي اننت پرتاپ جو اڌڪاري ڪري، کيس ڀڳتي ۽ گيان ٻئي بخشي سگهي ٿو ۽ هو سگڻ ۽ نرگڻ ايشور جو مشاهدو ٿو ماڻي- ڇو نہ جي ڪير ڪلڪتي پهچڻ ۾ ڪامياب ٿئي نہ ڇا هو ميدان، آڪٽرلاني يادگار، عجائب گهر ۽ ٻين دلچسپ آستانن ڏانهن رستو لهي نہ سگهندو؟

٨٠١- **سوال**- ڀڳت برهم سان ملي هڪ ٿي سگهندو آهي؟ جي ٿي سگهندو آهي تہ ڪهڙيءَ ريت؟

**جواب**- منش لاءِ ايشور سان ملي هڪ ٿي وڃڻ ممڪن آهي- هڪ ٿي وڃڻ کان پوءِ ٿي هو چئي سگهندو آهي 'سوهم' (مان برهم آهيان) جهوني نوڪر کي ڪجهہ وقت پهاڻان گهر جو پالي ڪري ڇڏيو ويندو آهي- گهر جو مالڪ جي مٿس ڏاڍو پرسن ٿي وڃي نہ ممڪن آهي تہ کنهن ڏينهن کيس پنهنجيءَ گديءَ تي ويهاري، سڀني کي ٻڌائي تہ اڄ کان پوءِ هن ۽ مون ۾ ڪوبہ تفاوت ڪونهي- وقتي مالڪ ائين بہ چوي، "هو ۽ مان هڪ آهيون. جيئن منهنجي آگيا مڃيندا آهيو، تيئن هنجي بہ مڃيندا ڪريو- ڪير بہ سندس آگيا جو النگهن ڪندو تہ سزاياب ڪيو ويندو." نوڪر ڪٿي لڄ وچان اينري عزت سويڪار ڪرڻ کان

ھڪي يا ھتڪي، تہ بہ مالڪ پاڻھن کان چڪي ڪيس گديءَ تي وھاريندو. جيڪي پرش ايشور جي ڀڳتي ڪرڻ بعد ساڻس ھڪ ٿي ويندا آھن، تن سان بہ متي ورتن ڪيل نوڪر وانگر ڌڙ ليندو آھي. ايشور ڪرپا ڪري متن پنھنجي پرم آنند جي مھرميا جو ميگھ وسائي، کين پنھنجي سنگھاسڻ تي وھاريندو آھي.

۸۰۲- ڀڳت اڪثر ڪري برھم گيان لاءِ ڪونہ پاڏانيدو آھي. ھو ايشور (برھم جي سگڻ روپ)، منھنجي الوڪڪ ماتا يا ھن جي ڪنھن بہ اننت روپ، جھڙوڪ ايشور اوتار شري ڪرشن ۽ چيتنيہ ديو، جي ايشور جا پرلکش سروپ آھن، تن کي پرايت ڪرڻ سان سنتشٽ ٿي ويندو آھي. ھو چاھيندو آھي تہ منھنجو سمورو ني 'اھم' پاڙ سماڌيءَ ۾ ڏوبي نہ وڃي. سندس آرزو ھوندي آھي تہ ايترو 'اھم' پاڙ ھجيم جو ايشور درشن سگڻ روپ ۾ ڪري سگھان- ھو پاڻ کنڊ لبڻ بدران، کنڊ جو سواد وٺڻ چاھيندو آھي.

۸۰۳- منھنجي الوڪڪ ماتا (برھم جو سگڻ روپ) چوندي آھي تہ ''آءٌ ويدانت جي برھم آھيان.' ھوءَ چاھي تہ ڪنھن کي بہ برھم گيان ڏئي سگھندي آھي ۽ منش جون ممتائون دور ڪرڻ بعد کيس برھم گيان ڏ... آھي. منـ... ماتا چاھي تہ ٿون وچار دوازان ... رايت ... گھندي. ڀڳتيءَ جو مول ساڌن ... پشو ... برير لاءِ اونتر ابرارتا ڪرڻ ۽

الوڪڪ ماتا جي شرڻ ونڃ. ڀرپاسي انهن اُپاسڪن سان الوڪڪ ماتا جي شرڻ ۾ اچ. آءٌ ڀڪ ٿو ڏيان ته دل سان پرارٿنا ڪندين ته ماتا ضرور سويڪار ڪندي. رڳو ڏيرج ڌارج. ٻوءِ جي سندس نرگڻ سروپ ۾ پراپت ڪرڻ چاهيندين ته وري ڪيس پرارٿنا ڪج. هوءِ سرو شڪتيوان آهي. جي تنهنجي پرارٿنا سويڪار ڪرڻ چاهيندي ته توکي سماڌيءَ ۾ سندس نرگڻ سروپ به پراپت ڪندين. اهوئي برهم گيان آهي.

## ڀڳت ۽ گيانيءَ جي سڀاءَ ۾ تفاوت

٨٥٤- ٻن پرڪارن جا سادڪ ٿيندا آهن. هڪڙن جو سڀاءُ باندر جي ٻچڙي جهڙو ۽ ٻين جو ٻليءَ جي ٻونگڙي جهڙو ٿيندو آهي. باندر جو ٻچڙو پاڻ پنهنجي ماءُ کي چنبڙي پوندو آهي، پر ٻليءَ جو ٻونگڙو پاڻ پنهنجي ماءُ کي چنبڙي ڪونه سگهندو آهي، رڳو ٻيوسيءَ ۾ ٻيو ”مياٺو، مياٺو“ ڪندو آهي. جتي ٻلي ڪيس رکي ڇڏي، اُتي ٿي پيو هوندو. باندر جو ٻچڙو، جي پنهنجي ماءُ کان ڇڏائجي وڃي ته ڌو هيٺ ڪري پوندو ۽ زخم رسندس، ڇو ته ڪيس پنهنجي ئي طاقت تي آڌار رکڻو پوندو آهي. ٻليءَ جي ٻونگڙي لاءِ خطرو ڪونه ٿيندو آهي، ڇو ته سندس ماءُ ڪيس پنهنجي واتَ ۾ کڻي، پٽي هيڏانهن هوڏانهن گهمائيندي گهتائيندي آهي. ساڳيءَ ريت سادڪ، جو گيان مارگ جو آسرو وٺندو آهي، سو مڪتي پراپت ڪرڻ لاءِ پنهنجي ئي

حتمن ني آڌار رکندو آهي، پر جو ساڌڪ ڀڳتي مارگ جو آسرو وٺندو آهي، سو سمجهندو آهي ته ايشور ئي سڀ ڪجهه هلائي چلائي رهيو آهي، تنهنڪري پورن نشچو رکي، سندس شرڻ وٺندو آهي. گياني ٻالڪ جي پيڙي جيئان ۽ ڀڳت ٻلي جي ٻونگڙي جيان آهي.

٨٠٥- گياني چوندو آهي، "سوهم" (مان اهو يعني برهم آهيان)، مان اها نرمل آتما آهيان ۽ پر ڀڳت چوندو آهي، "هي سڀ ڪجهه ايشور جو ئي چمتڪار آهي."

٨٠٦- ايشور ٽنهي پرڪارن ليندو آهي، جڏهن منش هميشه ورتي ڪيل ڪنهن ڀاڱ پر اسٿر رهندو آهي.

(١) هيءَ سڀ ڪجهه مان آهيان. (٢) هيءَ سڀ ڪجهه تون آهين. (٣) تون پريو ۽ مان داس آهيان.

٨٠٧- ڪوبه ٻئي جي ڇاپا پر جنم وٺندو ته گياني ليندو. ڪيس اهائي جاڻ رهندي ته ڪيول برهم ئي ستيه آهي ۽ سنسار جونو آهي. پر جي وشنوءَ جي ڇاپا پر ڪو جنم وٺندو ته ان کان ڀڳتي ۽ شرڌا ڪڏهن به منهن نه موڙيندا. واد وواد پر ڳالهيون وچڙ ڪري ڀاءُ ٻڪ لاءِ ڀڳتي ۽ شرڌا ڪئي ٻلتي هني ته وڃس ته ته تنهنجي وقت سارو ڀاڻ وڏيڪ پريل لي وينداه.

٨٠٨- گيانيءَ جي هردي پر وهندڙ گيان روپي گنگا هڪ وهڪرو هڪ طرف ئي آهي، ڪيس ساري سرشٽي سپني تي اسٿ پر ابندي آهي، هو سدئو پنهنجي آتما

۾ رتو رهندو آهي، پر ڀڳت جي هردي ۾ وهندڙ
ڀڳتيءَ روپي گنگا سدائين ساڳي طرف ڪانهه وهندي
آهي- اُن ۾ وير پڻ لهندي ۽ چڙهندي آهي- ڀڳت
پيو کلندو، روئندو، نچندو، ڪڏندو ۽ ڳائيندو آهي-
هو ايشور جي سمک گهاريل ۽ آنند وٺڻ لاءِ واجهه
وجهندو آهي- اُن آنند روپي مهراڻ ۾ پاڻ ڪي اُڇلي،
ڪڏهن ترڳندو، ڪڏهن ٽٻيون هڻندو ۽ وري ترندو
آهي، جيئن برف جي ڇپ پاڻيءَ ۾ پئي نچندي آهي،
ڪڏهن هيٺ ڪڏهن مٿي ٽپندي آهي.

٨٠٩- پراڻن موجب ڀڳت ڀڳوان کان جدا آهي- منش
هڪ ويڪتي آهي، ڀڳوان ٻي. هيءُ شرير جهاز مثل
آهي ۽ من، ٻڌي ۽ اهنڪار اُن ۾ جڙ پاڻيءَ مثل آهن
۽ برهم سورج مثل. اُن پاڻيءَ ۾ ڏبرهم جو اولڙو پيو
پوندو آهي- تنهنڪري ڀڳت ڀن ڀن ايشوري سروپ
ڏسندا آهن ۽ پر ويدانت موجب برهم ئي ڪيول ست
آهي، ٻيو سڀ ڪجهه مايا آهي، سپنن جيئن اسَت
آهي- برهم روپي مهراڻ ۾ ممتا روپي لڪڙي پيل
آهي. لڪڙي ڪڍبي ته يڪي پاڻيءَ روپي چادر ڏسڻ
۾ ايندي، پر جي لڪڙي پاڻيءَ لي پئي هوندي ته
پاڻي ڀن ڀاڱن ۾ ورهايل ڏسڻ ۾ ايندو- سماڌي اوستا
۾ برهم، گيان پرڪاش ڪندو آهي- پوءِ 'ممتا' مٽجي
ويندي آهي- ويدانت موجب جاگرت اوستا ۾ سنئين
۽ آهي.

۸۱۰- نارد ۽ ٻين منهن گيان پراپت ڪرڻ کان پوءِ به سنسار جي ڀلي لاءِ ڀڳتي ڪرڻ شروع ڪئي.

۸۱۱- **گرو مهاراج**:- ڀڳتي چندرما آهي ۽ گيان سورج. ٻئو الرڌ آلر دشا ۽ ڏکڻ دشا پر سمنڊ آهن- اُتي اهتري ڪر لڳ آهي، جو ڪن ڪن هنڌ پاڻي جمي برف جا پهاڙ ٿي پوندا آهن.

**شش**:- ڀڳتي مارگ پر به ماڻهو اهين اُڏ ٿي ڦاسي پوندا آهن ڇا؟

**گرو مهاراج**:- هائو، سچ پچ هو ڦاسي پوندا آهن- پر اها ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي- جنهن برف پر هو ڦاسي پوندا آهن، سا سَت چت آنند روپي ساگر جي پاڻيءَ پر لهرو ليل روپ آهي- جي لون ٻُڌي هلائيندءِ بن ته برهم ني رڳو ست آهي ۽ سرشٽي اسعه، ته گيان روپي سورج اُڀرڻ ڪري برف ڳري ويندي. پوءِ ڪبول ست چت آنند روپي ساگر جو اِر روپ پاڻي ئي وڃي بچندو.

۸۱۲- گيان، پرش جهان ۽ ڀڳتي، اِستريءَ جيان آهي- گيان، ايشور جي ٻاهرئين ڪمري تائين وڃي سگهندو آهي، پر ڀڳتي هنجي اندرين ڪمرن تائين به وڃي سگهندي آهي.

۸۱۳- هڪ پيري گياني ۽ ڀڳت هڪ بن مان لنگهي هيا هئا. رستي ئي چيتو نظر آين- گيانيءَ چيو، "اسين

ڇڄون ڇو؟ سرو شڪتيوان ايشور پاڻيهي اسان جي رکيا ڪندو.“ ڀڳت چيو، ”نه پائي نه، هل نه پڇي هلون-ٻهنجي ڪوشش سان جي پاڻ بچائي سگهجي، ته پوء ايشور کي ڇو تڪليف ڏجي؟“

## ٤. ڪرم مارگ

### ڪرم يوگ ڇا آهي؟

٨١٤- ڪرم رستي ايشور ۾ لئه ٿيڻ کي ڪرم يوگ چيبو آهي. اشٽانگ يوگ يا راج يوگ جو آسڪتي رهت ساڌن، ڪرم يوگ آهي. اهو ڌيان يا يوگ دواران آتم درشن ڏانهن نيئي هلندو آهي. گرهستين لاء جيڪي ڪرتويه آهن، تنهجو آسڪتي-رهت پالن ڪرم يوگ آهي. ويد وڌيء پرماڻ پوجا ڪرڻ، ”رام نام“ جپڻ ۾ اچارڻ ۽ بيا پوتر ڪاريه آسڪتيء بنا ڪرڻ ”ڪرم يوگ“ آهي. ڪرم يوگ جي مراد آهي ڀين يوگن جيان ايشور (سگڻ يا نرگڻ يا ٻئي) پراپت ڪرڻ آهي.

٨١٥- ستي گڻ ۾ پُڪت جيو سياويڪ ڪرم ڪرڻ کان نيارو رهندو. ڪيترو به ڪٺي جتن ڪري ته به ڪرم ڪرڻ ڏانهن من ڪونه ورندس. ايشور ڪرم ڪرڻ ٿي ڪونه ڏيندس. مثال طور گهر ۾ گرڀوٽي استريء کي آهستي ڪم ڪار ڪرڻ کان آجو ڪيو ويندو آهي. ٻار ڄمڻ بعد ته کيس پيو ڪو ڪم ڪونه ڏنو ويندو آهي، ڪيول ٻار جي پرورش ۾ ٿي

ڪيس چڙيو وينو آهي. جيڪي جيو ستي گڻ ۾ ٻڌڪت ٿيا آهن، ان کي سنساري فرض کي منهن ڏيڻو پوندو آهي. ڪين ايشور ڄاڻ اپڻ ڪري، ڪنهن ڏاران جي نوڪرن چاڪرن جيئان ورتاءُ ڪرڻ جڳائي. اهو ڪرم يوڳ آهي. ان جو رهسيه اهو آهي ته "رام نام" جپجي، جيترو ٿي سگهي اوترو ايشور جو ڏيان ڇيتن ڪجي ۽ سائي وقت پنهنجا ڪرتويه ايشور نمت ڪندو رهجي.

۸۱٦- ايشور جي چرڻن ۾ جيڪا ڀڳتي ۽ پيتا ڏريندا، تنهن کان هزار ڀيرا وڌيڪ لاڀ ملندءِ. ڪرم (يڳيه) جي پچاڙيءَ ۾ انجلي پيتا رکي آهي ۽ پنهنجي ڪاريه جو ڦل شري ڪرشن اپڻ ڪيو آهي.

۸۱۷- ٻڌشتر جڏهن پنهنجا پاپ ۽ ڪرشن کي اپڻ ڪرڻ لڳي هو، تڏهن ڀيم کيس ساوڌان ڪري چيو، "نه، نه، ائين نه ڪريو. جيڪي ۽ ڪرشن کي اپيندا، تنهن کان هزار ڀيرا وڌيڪ اوهان کي واپس موٽي ملندو."

## ڪرم مارگ ۾ ڀڳتي رکپال

۸۱۸- آسڪتيءَ رهت ڪرم خاص ڪري ڏن ڀڳ ۾ نهايت ئي ڪٺن آهي. ان ڪري هن ڀڳ ۾ ايشور پراپتيءَ خاطر ڪرم يا گيان کان ڀڳتي سولي ۽ پرڀو سرشٽ آهي. ۾ ڪرم کان ڪير ۽ نتالي ڪونه ٿو سگهي.. هرڪا مانسڪ ڪارروائي ڪرم آهي. "آ

سمجهان ٿو“، ”آءٌ سوچيان ٿو“، اهو ويچار بہ ڪرم
آهي. ڪرم مارگ، ايشور ڀڳتي يا ايشور پريم، آسڪتيءَ
بنا ڪرم ڪرڻ ۾ سهايتا ڪندو آهي. ڪو بہ ماڻهو هڪ
طرف ايشور سان ۽ ٻئي طرف ڌن دولت، عيش عشرت
ننگ ناموس يا اختياريءَ سان نيهن رکي ڪونہ سگهندو.
جنهن هڪ واريءَ کنڊ جي شربت جو سواد چکيو هوندو،
سو ڳڙ جي شربت ڏانهن اک کڻي بہ ڪونہ نهاريندو.

٨١٩- هن يُگ ۾ ايشور ڀڳتيءَ ڌاران ڪرم، پنهنجي
پيرن تي بيهي ڪونہ سگهندو. اهو واريءَ جي بنياد
جيئان آهي. پهرين ڀڳتي ڌارڻ ڪر، پوءِ ٻيون سڀ
ڳالهيون، اسڪول، اسپتالون وغيره جي کولڻ چاهيندين
تہ اهي بہ کولي سگهندين. پهرين ڀڳتي ۽ پوءِ ڪرم.
ڀڳتيءَ بنا ڪرم بيوس آهي؛ پنهنجن پيرن تي ٿي بيهي
ڪونہ سگهندو.

٨٢٠- ڪلجگ ۾ ناردي ڀڳتي سريشٽ آهي.
نارد رشي پريم، شرڌا ۽ پاڻ ارپڻ ڪرڻ دوارا ايشور
۾ لين ٿيڻ جو ساڌن ۽ اپديش ڪيو آهي. ڪرم يوگ
يعني شاستر وڌيءَ پرماڻ هلڻ لاءِ لوڪن کي وقت آهي
ڪٿي؟ ڏسين ڪين وينو تہ دشمولهن (ڏهن پاڙن
مان ٺهيل دوا) اڄڪلهہ بخار کي لاهي ڪونہ ٿي سگهي
۽ ڪُنين ٿي مفيد علاج ٿي پيو آهي.

٨٢١- هڪ شش- ڪم جي چِڪَ ٿي ايشور ۾ من
لڳائڻ ۾ رڪاوٽ آهي- توهانجو ڪهڙو ويچار آهي؟

گرو مهاراج- ان ۾ ڪو به شڪ ڪونهي، ته گياني، جي ۽ آسڪتي ڪرم ڪندو نه ڪرم ڪيس هاڃي ڪين وسائيندو. سچيءَ دل سان اپلاڪا وڪندين ته ايشور لهنجو سهائي ٿيندو ۽ ڪرم جي بندن کان ڏبري ڏبري آجو ٿيندو ويندين.

٨٢٢- هڪ ڀيري شري رامڪرشن پرمهنس ورش جي مها اپڪاري ايشور چندر وديا ساگر کي چيو " تهنجو سياءُ سالوڪ آهي ۽ پر تهنجو ستوگڻ لوڪان رڳو شڀ ڪارج ڪرائي. دان، ڀڄ، پاڇهه، ڀين لي ديا وغيره جي ٻنا آسڪتيءَ جي ڪڄن ته شڀ ڪم آهن ۽ پر انهن سان گڏ ڀڳتي ۽ هوندي ته اهي ايشور طرف نيئي هلندا."

٨٢٣- ايشور کي ڪيول ڏيان ويل سمرڻ ۽ باقي ٻيو سمورو وقت ڪيس وساري وهڻ واجب نه آهي. ڏٺو ڪين اٿيئي ته ڏرگا پوڄا ۾ مورتيءَ جي پر ۾ جوت سدائين ٻيئي جڳندي آهي؟ ڪيڏي نه خبرداري ورتي ويندي آهي، جيئن وسامي ته وڃي، جي وسامي ويئي ته گهر جي پالڻ ٿي ڪا آپدا نازل ٿيندي آهي. ساڳيءَ ريت پنهنجي هردي روپي ڪمل- لي ايشور کي پراچمان ڪرڻ بعد ڪيس سمرڻ ڪرڻ جي جوت جڳندي رکڻ جڳائي. سنسار جي ڪمن ڪارين ۾ ورتل هوندي به هرگهڙيءَ اندر ۾ جهاتي پائي ڏسڻ جڳائي ته جوت جڳي رهي آهي يا نه؟

## ڪرم آهي يا ڀڳتيءَ سمان شيوا

٨٢٤- هڪ ڏينهن شري رامڪرشن، شري گورانگ جي ڀڳت جو ورڻن ڪندي چيو، ”هن ڀڳت جو اُديش آهي ته منش کي ٽي ڳالهيون گرهڻ ڪرڻ لاءِ جتن ڪرڻ جڳائي. ”رام نام“ جپڻ ۾ آنند پراپت ڪرڻ، سيني جيون لاءِ قربانئي ديا، ۽ ڀڳتن جي شيوا. ايشور ۽ سندس ’نام‘ ساڳي ڳالهه آهي. اهو ڄاڻي منش کي ”رام نام“ انيت پريم ۽ اُمنگ سان جپڻ جڳائي. ايشور جي ڀڳتن جو ستڪار ۽ پوڄا ڪرڻ گهرجي، ڇو ته ايشور ۽ سندس ڀڳتن، ڪرشن ۽ وشنوءَ ۾ ڪو به تفاوت ڪونهي. منش کي ڄاڻ هئڻ گهرجي ته ساري سرشٽي ايشور جو ڪٽنب آهي. تنهن ڪري سيني جيون لاءِ ديا ڌارڻ جڳائي. ”جيون لاءِ ديا“ اکر ڪڍندي ئي گرو مهاراج سماڌيءَ ۾ لين ٿي ويو. ڪجهه وقت کان پوءِ ٿورو سرت ۾ اچڻ بعد گرو مهاراج چيو، ”جيون لاءِ ديا! جيون لاءِ ديا! آڙي! تون جو ڪيڙي کان به ڪمتر آهين، سو تون پيو جيون لاءِ ديا ڌارڻ جي لاف هڻين! تون آهين ڪير جو ڪين ديا ٿو ڏيکارين؟ نه، نه، اها جيون لاءِ ديا نه آهي، پر سندن شيوا آهي، ڇو ته هو خود ايشور پاڻ آهن.“

## ڪرم آهي مارگ ۽ نه منزل

٨٢٥- گرو مهاراج اُساهي ڀڳتي سڌارڪن جي

هڪ ٽوليءَ کي اُپديش ڏيندي چيو، ”توهين اليست اُساهه ۽ اُمنگ سان سنسار جو ڀلو ڪرڻ جون ڳالهيون ڪري رهيا آهيو. پر سنسار جنهنجو توهين ڀلو ڪرڻ ٿا چاهيو، سا ڪا ننڍڙي وٿ آهي ڇا؟ تنهن ڪان سواءِ ڪرپا ڪري ٻڌايو ته ڇهين ته توهين آهيو ڪير جو سنسار جو ڀلو ٿا ڪريو؟ پهرين ڀڳتي ساڌن ڪري، ايشور جو درشن ڪريو، اُن بعد توهان پر اُساهه ۽ شڪتي اُلهي ليندا. پوءِ بيشڪ ڀلو ڪرڻ جون ڳالهيون ڪجو. ليستائين نـــ“.

هڪ ڀڳت- گرو مهاراج، تنهن جي معنيٰ ته ايشور جو درشن ڪرڻ تائين سڀ ڪرم ڇڏي ڏجن؟

گرو مهاراج- نه، منهنجا پيارا سائين! سڀ ڪرم ڇو ڇڏي ڏجن؟ ڏيان، ڀڄن ڀاؤ ڪرڻ، ايشور جو پوتر 'نام' جپڻ، بيا ڀڳتي ساڌن ضرور ڪرڻ گهرجن.

شش- منهنجو پڇڻ جو مطلب آهي ته سنسار سان سنبند رکندڙ ڪرم ڇڏي ڏيڻ گهرجن ڇا؟

گرو مهاراج- سنسار پر رهڻ لاءِ جيڪي ڳالهيون ضرور ڪرڻيون آهن، سي پڻ ڪجن. ساڳئي وقت نيترن پر لڙڪ آڻي، ايشور کي ٻاڏائيندو رهه تہ هو توکي پنهنجي ڪرپا ڪري ۽ توکي ڀل ڏئي ته تون پنهنجا ڪرتويہ، هن لوڪ يا پرلوڪ پر ڦل پراپت ڪرڻ جي اِڇا يا سزا جي ڊپ ڏاران ڪندو رهين.

٨٢٦- ڪرم ڪان ته پري رهي ٿي ڪونه سگهبو، ڇو

نه ڀرڪري ان ڏانهن گهلي هلندي لنهڪري سي ڪرم جنهن پرڪار ليڻ گهرجن، تنهن پرڪار ڪندو رهجي. سنگ ٻنا ڪرم ڪبو نه اهو ايشور ڏانهن نيڻي هلندو. ٻنا سنگ جي ڪرم ڪرڻ جي معنيٰ آهي تہ جي ٻوپ ڏاران ڪرم ڪرڻ. اهڙيءَ ريت ڪرم ڪرڻ هن لوڪ يا پرلوڪ ۾ ڦل پراپت ڪرڻ جي اڇا يا سزا ايشور وٽ پهچڻ لاءِ هڪ مارگ آهي.

٨٢٧- ٻنا سنگ ڪرم ڪيول هڪ ساڌن آهي، پر جيوت جو اُديش نه ايشور پسڻ آهي- ساڌن کي اُديش سان منجهائڻ نہ گهرجي- مارگ تي پهرئين پير ڪڻڻ سان انين سمجهڻ نہ گهرجي تہ منزل مقصد حاصل ٿي چڪو. ڪرم کي منش جيون جو سمپورڻ اُديش ڪري نہ ڀانءِ. ايشور کي ڀڳتيءَ لاءِ آراڌنا ڪر- سمجهہ تہ خوش نصيبان توکي ايشور جو درشن پراپت ٿو ٿئي تہ پوءِ ڇاجي لاءِ پرارٿنا ڪندين؟ اسپتالن ۽ دواخانن، تلائن ۽ کوهن، رستن ۽ ڌرمشالائن ڪاڻ پرارٿنا ڪندين ڇا؟ نہ، اهي ڳالهيون تيستائين واسترڪ پيون لڳن، جيستائين ايشور کي نه پسيو اٿون- هڪواريءَ ايشور جو درشن پاتڻ بعد اهي پنهنجي ڪڻ ٻيگر روپ ۾ ڏسڻ ۾ اينديون- پوءِ وڌيڪ پرڪاش، وڌيڪ گيان، وڌيڪ ايشوري پريم ڪرڻ لاءِ پرارٿنائون ڪنداسون، جنهن پريم دوازان اسان کي انيڙ ليندو تہ اسين اُن پرماتما جي سنتان

آهيو ن جو ستہ چت آهي ۽ اُن جو آنند جو لتہ جھرڻو آهي.

۸۲۸- گرو مهاراج پنهنجي هڪ پڳت جو ورڻن ڪندي چيو، ”هڪ پيري شهيوٗ ملڪ اوکن جي ڪلياڻ ڪاڻ اسپتالون ۽ دواخانا، سڪول ۽ ڪاليج کولڻ، رستا ٺهرائڻ، کوھ ۽ تلاءُ کوٽائڻ جي ڳالھ، چوري. مون کيس چيو تہ اهو ٺيڪ آهي، پر پهرين پنهنجي ڪرڻ وبل لوکي سنگھ ٺنا ليڻ گھرجي. لوکي اهي ڪارج هٿ پر کڻڻ گھرجن، جنهن لوکي ٺام ضرورت ڏسڻ پر اچي. لوڪ انهن ڪارجن جي تلاش پر نہ رهو. پنهنجي سکھ ڪان وڌيڪ ڪارج هٿ پر نہ کڻ. انهن ڪندين تہ ايشور کي پلجي ويندين.“

## ڪرم ۽ اڪرم

۸۲۹- منش پر جڏهن لڳ ستوگڻ اُلهن ليندو آهي، تڏهن هو ڪيول ايشور جي ڏيان پر ئي مگن رهندو آهي ۽ ٻئي ڪنهن ڳالھ پر رس ڇس ڪونہ ايندو اُن- کي ماڻهو پنهنجي پورب جنم جي شب ڪرمن ڪري لڳ ستي گڻ سان جنم وٺندا آهن، پر منش، شرڌا ڀاوَ سان ۽ ايشور ڏمن نشڪام ڪرم ڪندو رهندو تہ سندس اندر پر ستي گڻ جو اُواس ليندو. ستي گڻ سان جني رجو گڻ پر ڪڍال هوندو تہ من ڏيري ڏيري اُنهڪ وستن ڏانهن ڇڪبو لڳندو ۽ منجهس اهنڪار اڀو اُلهن ڪندو جو ڪلياڻ ڪندس.“ ساڌارڻ منش لاء

سنسار جي ڪلياڻ ڪاڻ جنن ڪرڻ جوڳانتو آهي- بهتر آهي ته منش نشڪام ٿي، ٻين جي ڪلياڻ ڪاڻ ڪرم ڪندو رهي. ان ۾ ڪوبه جوکم ڪونهي- ان پرڪار جي ڪرم ڪي نشڪام ڪرم چئبو آهي. اهڙا ڪرم ڪرڻ يوڳيه آهن ۽ پر هرڪو ڪونه ڪري سگهندو- ڏاڍو ڏکيو آهي!

٨٣٠- سيني کي ڪرم ڪرڻوئي آهي- ورلا ڪي تياڳ ڪري سگهندا. ٽيج ستوگڻ ڪن ٿورن ۾ آهي. منش جيڪڏهن شرڌا ۽ سنگ بنا ڪرم ڪندو ته ستي گڻ مان رجي گڻ جو اثر صفا ميٽجي ويندو ۽ ٽيج ستي گڻ پراپت ڪرڻ ڪري، هو ايشور کي پائيندو- ساڌارڻ پرش ٽيج ستي گڻ جي هيءَ مهما سمجهي سگهندا.

٨٣١- هردو جڏهن ايشور لاءِ اليست پريم سان ڀرجي ويندو آهي، تڏهن پنهنجو پاڻيهي ڪرم جو تياڳ ايندو آهي- جن کان ايشور ڪرم ڪرائي، تن کي ڪرڻ گهرجي- ايشور پراپتيءَ جي پد تي پهچڻ ويل منش کي سڀ ڪجهه تياڳ ڪري، چوڻ گهرجي، ”منهنجا من! اچ ته هردي اندر براجمان پرماتما جو گڏجي درشن ڪريون.“

٨٣٢- سنڌيا گايتريءَ ۾ لئه ٿي وڃي ٿي ۽ گايتري ’اوم‘ شبد ۾ لئه ٿي وڃي ٿي ۽ ’اوم‘ وري سماڌيءَ ۾ لئه ٿي وڃي ٿو. ساڳيءَ ريت سڀ ڪرم (سنڌيا وغيره) انت ۾ سماڌيءَ ۾ سمائجي ٿا وڃن. مطلب ته هيءَ آهي: ڏوڄ هندو سڄ اُڀرڻ ۽ لهڻ وقت سنڌيا

ڪندا آهن. سنڌيا جي مول ڳالهه آهي گايتري جـو جپ. گايتري ويدن ۾ پرم اُتم منتر آهي. اوم شبد ان منتر جـي شروعات آهي. ''اوم' جو سچو ڌيان سماڌي ۽ ايشور پـراپتي ڏانهن ليندو آهي. الين ڪرم يا سنڌيا جي ڪريا ڪرم جي انتم مراد ايشور پراپتي آهي.

٨٣٣ـ جيستائين هردو سچدانند ۾ سمائجي نه وڃـو آهي، تيستائين منش کي ايشور جو ڌيـان، چنتن ۽ سنسار جا ڪم ڪارڻون، ٻئي ڳالهيون ڪرڻ گهرجن. جڏهن من ايشور ۾ سمائجي وڃي، تڏهن ڪنهن بـه ڪرڪار ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي.

٨٣٤ـ شروعات ۾ ڪرم ڪـرڻ لاءِ گهڻي چنتا رهندي آهي ۽ پر ايشور طرف جيتري وڌيڪ وکـ وڌائبي، اوترو ڪرم ڪرڻ ڏانهن لاڙو گهٽبو ويندو. انت ۾ ڪرم جو پورن لياڳ ۽ سماڌي اوستا ايندي. سماڌي پراپت ڪرڻ کان پوءِ شرير گهڻو ڪري وڌيڪ وقت قائم ڪونه رهندو آهي. نارد جهڙا رشي ۽ شري چيتنيه جهڙا ايشور اوتار اُن جو مثال آهن. ڪن جي ڪالي پوري ليڻ بعد کي ماڻهو ڪرڏربون ۽ لعاربون ٿيون ڪري ڇڏيندا آهن، ڪي رکي ڇڏيندا آهن ته متان ڪڏهن ڪنهن پاڙيسريءَ کي ڪتب اچي وڃن. اهڙا مهاپرش لوڪن جون پيڙائون ڏسي، دکي ليندا آهن. هو آپسوارٿي نه آهن، جو رڳو پنهنجي لاءِ گيان پراپتيءَ جو اوتو رکن.

# پرڪرڻ سترهون

[ برهم (نرگڻ پرماتما) برهم ۽ سگڻ روپ- سگڻ
پرماتما جنهنکي ايشور، مايا ۽ شڪتي سڏيو وڃي ٿو.
ايشور سرو وياپڪ برهم، اروپ ۽ نروپ- ڪي ايشوري
سروپ- برهم انتر براجمان- پرماتما ۽ مدش جي نيتڪ
جوابداري -]

## برهم (نرگڻ پرماتما)

٨٣٥- برهم جي وياکيا ڪهڙي آهي؟ اُنجو اکرن ۾
ورنن ڪري ڪونه سگهبو- ڪنهن کي چيو وڃي ٿو ته
فلاڻي سمنڊ ڪونه ڏٺو آهي ۽ ڪيس پڇاء ته سمنڊ ڇا
ٿيندو آهي- ته هو جيڪر چوي، "سمنڊ پاڻيءَ جي اٿاهه
چادر آهي، پاڻيءَ جي اُپار چَرُ آهي، پاڻي ئي پاڻي
آهي، چوگرد چوڌاري پاڻي آهي."

٨٣٦- ويد، تنتر، پراڻ ۽ سنسار جا سيئي پوتر
شاستر واڪ مان اوڳاري ڪڍيل ڪاڌي جيئان جڻ جو
ٿي ويا آهن؛ ڇو ته اهي ڪن ماڻهن واڪ مان چئي
لکيا آهن ۽ پيا ماڻهو وري واڪ سان اُچاري رهيا
آهن- ڪيول هڪ ئي وستو جوئي نه ٿي آهي. اها
وستو برهم آهي- برهم ڇا آهي- اهو اڄ تائين ڪوئي

واٽ مان چٽي ڪونہ سگھيو آهي.

٨٣٧- برھم جو سڀاءُ ڪهڙو آهي؟ برھم نرگڻ، نشچل، اٽل، اڏول ۽ ميروءَ پهاڙ مثل اچل آهي. ٨

٨٣٨- برھم، پاپ ۽ پنُ کان نرليپ آهي- ڏيئي جي لاٽ مثل آهي؛ جنهنجي روشنيءَ ۾ پاڳوٽ پڙهي سگهجي ٿو، دستاويز ۾ ڪوڙي صحيح ڪري سگهجي ٿي يا ٻئي ڳالهيون ڪري سگهجن ٿيون. برھم وري نانگ مثل نہ آهي- نانگ کي ڪهڙي پرواھ جي سندس ڏنگ ۾ زھر آهي؟ ڪيس ڪهڙو ڀڙ پولو؟ جو نہ اھو زھر سندس موت ڪونہ آڻيندو آهي- ٻين لئي اُن زھر جو اثر ليندو آهي- ساڳيءَ ريت دک، پاپ، اشانتي ۽ ٻيا وڪار جي سنسار ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا، سي اسان کي ئي ڇهي سگهن ٿا- برھم نرليپ آهي؛ انهن کان مٿي ۽ پري آهي- برھم لاءِ پاپ ۽ پنُ آهي ئي ڪونہ.

٨٣٩- برھم، گيان ۽ اگيان، پاپ ۽ پنُ، ڌرم ۽ اڌرم کان مٿي ۽ پري آهي.

٨٤٠- برھم، من ۽ واڻيءَ کان پري، ڌارڻا ۽ ڌيان کان پري، گيان ۽ گنيہ کان پري، ستہ ۽ اُستہ جي وچار کان پري آهي.

٨٤١- برھم هوا وانگر آهي، جا سڳند ۽ دُرڳند کي پاڻ سان کڻندي آهي، پر پاڻ سدائين نرليپ آهي.

٨٤٢- برهم سڀني گڻن کان پري ۽ مايا سان سنبنڌ رکندڙ سڀني وستن کان پري.

## برهم ۽ سگڻ روپ

٨٤٣- ايشور ئي رڳو ست آهي- سندس روپ- جيو ۽ جگت اَستِ آهن.

٨٤٤- چوڻ آسان آهي ته سنسار مايا آهي؛ پر سڌ اٿئي ته ان جو مطلب ڇا آهي؟ اهو ڪافور جلائڻ جيان آهي، جنهن مان ڪجهه به ڪين بچندو آهي. ڪاٺ ٻارڻ وانگر به ڪين آهي، جنهن مان رک ته بچندي آهي- ويچار ڪرڻ جو جڏهن انت ايندو ۽ سماڌي پراپت ٿيندي، تڏهن 'مان'، 'تون' ۽ سرشٽيءَ جي پڇاڻ ڪانه رهندي.

٨٤٥- گرو مهاراج پنهنجي هڪ شش کي اُپديش ڏيندي، پنهنجون ٻه آڱريون مٿي ڪيون- اهڙيءَ ريت هن برهم ۽ مايا جو دئيت ڏيکاريو. پوءِ وري آڱريون هيٺ ڪري کيس سمجهايائين ته جڏهن مايا الوپ ٿيندي آهي ته سرشٽيءَ جو نانءُ نشان به ڪونه رهندو آهي. رڳو برهم ئي ست آهي.

٨٤٦- برهم، پورڻ ۽ نرڪار، سماڌيءَ ۾ ئي پراپت ٿيندو آهي. پوءِ سرو شانتي ئي وڃندي آهي؛ ست ۽ اَست، جيو ۽ جگت، ودِيا ۽ اَودِيا بابت وادوواد ڪي بنجو اچي ويندو آهي؛ رڳو آتما ئي وڃي رهندي

آهي ۽ ٻيو ڪجهه بہ ڪين. تحقيق لوڻ مان لهيل پوري، سمند سان ملي هڪ ٿي وڃڻ بعد ٻنهجي وارنا ڪاڻ ٻڌائي سگهندي آهي. اِنڪي ٻرهم گيان چئبو آهي.

۸۴۷- **سوال-** ايڏ آتما جدا جدا جيون بہ پيڊ واري چو ڏسڻ بہ ايندي آهي ؟

**جواب-** ترڪ وادي (دليل ڪندڙ) ويدانتي، جيستائين ڪمول ٻنهجي دليلن ڦي آڌار ڪندو، تيستائين آتما جي پيڊ ايڏ جو ڪارڻ ٻڌائي ڪونہ سگهندو ۽ ڏگو ٻيو چوندو، ”مونکي ڄاڻ ڪانهي.“ اُنهوي ئي ان سوال جو ٺيڪ جواب ڏئي سگهندو. جيستائين لون ٻيو چوندين، ”مونکي ڄاڻ آهي“ يا ”مونکي ڄاڻ ڪانهي“- تيستائين چئبو تہ لون ٻاڻ کي الڳ وبکتي لو ڄاڻين- ۽ اهي پيڊ لوکي واسطوڪ پيا لڳندا. جڏهن ٻاڻ سمرور ميٽجي ويندو، تڏهن سماڌيءَ بہ گيان پرابت ڪري تڏهن ئي ڏگو ٻرم ۽ سمه، سمه ۽ مثنا جا سوال پورا ٿي ويندا.

۸۴۸- جيستائين لون ٻاڻ کي هڪ وبکتي سمجهندين، تيستائين تنهنجو نراڪار آڪار سمجهڻ بہ ايندو، تنهنجي اتيه (نہ ڦوندڙ) لبلا (ڦواندڙ) ڏسڻ بہ ايندي ۽ تنهنجي، نرگڻ بہ گڻ ڏسڻ بہ ايندو، تنهنجو اروپ، روپ مه ڏسڻ بہ ايندو ۽ تنهنجو ايڪ انيڪ ڏسڻ بہ ايندو.

٨٤٩- جيستائين برهم توکي سگڻ روپ ياسڻ ۾ ايندو، تيستائين مکڻ ۽ ڇاڇ ٻئي الگ ڏسڻ ۾ ايندءِ. سگڻ ايشور ۽ پرڪرتي ٻئي ڏسڻ ۾ ايندءِ. هن درشٽانت ۾ کير آهي برهم، جو سماڌيءَ ۾ پراپت ڪبو آهي، مکڻ آهي نرگڻ سگڻ ايشور ۽ ڇاڇ آهي چوويهن تتن مان ٺهيل پرڪرتي.

٨٥٠- ادونيت ويدانتيءَ کي انين چوڻ نه جڳائي ته ڪيول مهنجو وچار ئي، صحيح ۽ سمجهه پريو آهي ۽ جيڪي سگڻ ايشور کي ڏيائين ٿا، سي غلط آهن. ايشور جا سگڻ روپ سوير يا پرڪرتيءَ کان ڪيهن به صورت ۾ گهٽ نه، پر ٻاڻ وڌيڪ ست آهن.

٨٥١- ادويت اکر اچارڻ سان دويت نه وچار ۾ آٿي چڪين. نراڪار جو ورنن ڪرڻ سان آڪار کي نه چت ۾ آندءِ. جو نه نراڪار کي جيستائين سماڌيءَ ۾ پراپت ڪونه ڪيو اٿي، تيستائين اهو آڪار وارو ئي پيو ياسو آهي. نراڪار جو نون واستوڪ ورنن ڪري ڪونه سگهندين، ڇو نه ورنن ڪرڻ سان اُن ۾ تنهنجي ويڪتي گڏجي ويندي.

٨٥٢- جيستائين مون ۾ "مانهو" آهي، تيستائين تنهنجي اڳيان سگڻ ايشور به آهي، جو ٻاڻ کي پن ان روپن دواران، ۽ جڳت جيوَ آتمائن ۾ پرڪاش ڪري رهيو آهي.

## اِشٽ ديوتا-ايشور، مايا ۽ شڪتي

٨٥٣- جڏهن برهما نشڪرئه سمجهيو آهي يعني اُهتي، يالنا ۽ پرليه جو ڪو ڪم ڪونه ڪندو آهي، تڏهن ان کي برهم يا پرش سڏيندو آهيان ۽ جڏهن هو اهو سڀ ڪم ڪندو آهي، تڏهن کيس شڪتي، مايا يا پرڪرتي سڏيندو آهيان.

٨٥٤- سانکيه مت جو چوڻ آهي تہ سنسار، پرش ۽ پرڪرتي مان اُتپن ٿيل آهي. اهو ورنن ڪندي، گرو مهاراج چيو تہ سانکيه مت چوي ٿو پرش نشڪرئه آهي ۽ پرڪرتي سڀ ڪرم ڪري رهي آهي. پرش انهن ڪرمن جو ڪيول ساکي آهي. پرڪرتي وري پرش کان سواء ڪو بہ ڪم ڪري ڪونہ ٿي سگهي. ڏٺو هوندءِ تہ وواهہ وقت گهر ۾ ڇا پيو وهندو واپرندو آهي؟ گهر جو مالڪ هڪ هنڌ ويٺو هوندو آهي ۽ حڪم پيو ڇڪيندو آهي ۽ هدايتون پيو ڏيندو آهي ۽ گهر ڌياڻي هٿين رنگ جي ڪپڙي ۾ پٽي هيڏانهن هوڏانهن ايندي ويندي آهي ۽ هوءَ سڀني بندوبستن تي نظر رکندي آهي ۽ استرين ۽ ٻارن جو آدرستڪار ڪندي آهي ۽ گهڙيءَ گهڙيءَ پيئي پڇندي پتيءَ ڏانهن ويندي آهي ۽ کيس سمروو حال احوال ٻڌائي، اشارن ۽ چپن جي چرپر سان ڪائنس صلاح پڇندي آهي. سندس پتي وري ڪنڌ جي ڌوڻ سان ”نہ يا ها“ ڪندو آهي.

پرش ۾ پرڪرتي ٻه اٿين آهي.

۸۵۵- نشڪريه برهم ۾ ڪاريه روپ شڪتي واستو ۾ ساڳي وستو آهي. جو ست چت آنند آهي، سو ئي سرشٽيءَ جي سروگيه، سرو بديوان، سرو آنندميه ماتا آهي. ڦمرو ۾ سندس تيج ساڳي ڳالهه آهي، جو ته تيج ڌاران هيرو يا هيري ڌاران تيج ڪلپنا ۾ ئي ڪونه آڻي سگهندين.

۸۵۶- نرگڻ ايشور ۾ سگڻ ايشور ساڳيا ئي آهن. هڪ کي ميڃيندين ته ٻئي کي به ميڃڻو پوندءِ. اگنيءَ جو ويچار سندس پرندڙ شڪتيءَ ڌاران ڪري ڪونه سگهبو آهي. نڪي اگنيءَ جي پرندڙ شڪتيءَ جو ويچار اگنيءَ ڌاران ڪري سگهبو آهي. سورج کي الڳ ڪري اُن جي ڪرڻن جو ويچار ڪري ڪونه سگهبو آهي ۽ نه سورج جي ڪرڻن کي ڇڏي سورج جو ويچار ڪري سگهبو آهي. کير جي اُڇاڻ جو کير ڌاران ويچار ڪري ڪونه سگهبو ۾ نڪي کير جو اُن جي اُڇاڻ کان سواءِ. ساڳيءَ ريت نرگڻ برهم جو گڻن واري برهم يعني سگڻ ايشور ۾ سگڻ ايشور جو نرگڻ برهم ڌاران ويچار ڪري ڪونه سگهبو.

۸۵۷- برهم ۾ شڪتي ايڪ آهي؛ جيئن اگني ۾ سندس پرندڙ شڪتي هڪ آهن. برهم ۾ شڪتي ساڳيا ئي آهن جيئن کير ۾ سندس اُڇاڻ هڪ آهن. برهم ۾ شڪتي هڪ آهن؛ جيئن جواهر ۾ سندس تجلو آهن.

جنهن ۾ سنڌس ڪٿين شڪتيون شريرڪ، مانسڪ،
نيتڪ ۽ آتمڪ پرگهٽ آهن. منهنجي الوڪڪ ماتا
ويدانت جي ٻرهم کان نيارئي ڪانهي. هوءَ نرگڻ برهم
جو سگڻ روپ آهي.

## ايشور سرو وياپڪ

۸۶۲- شڌ وچار ٻن پرڪارن جا آهن. هڪ پرڪرتيءَ
کان ٻرهم ڏانهن نيئي هلندو آهي ۽ ٻئي جي دواران
برهم پرڪرتيءَ جي صورت ۾ ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

۸۶۳- جن سماڌيءَ ۾ برهم پراپت ڪيو آهي، سي
پڻ چيتن-ميه اوستا جي هيٺئين طبقي ۾ لهي ايندا آهن.
ٻلين تي سگهن. ساري گم پد ني جو متي ۾ متي
سُر ”ني“ آهي- ني سُر لي ساندهه آواز ڪڍڻ ڏايو
ڏکيو آهي؛ ان ڪري سگڻ ايشور جي ڀڳتيءَ جي
ضرورت آهي.

۸۶۴- جو سماڌيءَ مان موٽي چيتن-ميه اوستا ۾
ايندو آهي، تنهن جو ”اهم پڻو“ رکيا ماتر وڃي رهندو
آهي، جيئن ڪيول ڊويه درشٽيءَ (ايشور درشن) جو
آنند ماڻيندو رهي. ان دويه درشٽيءَ دواران هو ڏسي
سگهندو آهي ته جيوَ ۽ جڳت هڪ ئي برهم آهي، جو
پاڻ کي ڀن ڀن روپن ۾ پرگهٽ ڪري رهيو آهي- دويه
درشٽي انهيءَ وگيانيءَ کي نصيب ٿيندي آهي، جنهن

نروکلپ سماڌيءَ ۽ نراڪار نرگڻ برهم ۽ سروڪلپ سماڌيءَ ۾ سگڻ برهم پراپت ڪبو هوندو آهي. جيستائين نه ته ”اهم“ آهي، ليستائين ايشور جو وچار سگڻ روپ کان سواءِ ڪري ڪونه سگهندا. ۽ اپاڌڪ برهم لوڪي اندر لوڙي پاهرسگڻ ايشور ڏسڻ ۾ ايندو. ايشور جا سگڻ روپ شريرا، من ۽ پاهرئين سنسار کان گهٽ واستوڪ ڪين آهن ۽ پاڻ انهن کان بيحد وڌيڪ واستوڪ آهن.

۸٦٥- اها انترنگ ۽ پاهرنگ جي ليلا آهي- تون مرلي پرماتما ڏانهن وڃين ۽ تنهنجي ويڪتي اُن ۾ لين ٿي وڃي ته اُن کي سماڌي چئبو آهي. اهو اُبر پد پراپت ڪري، جيئن تون واپس پنهنجي ماڳ ٿي موٽندين ته انيڙ ليندءِ نه هيءَ سرشٽي ۽ تنهنجو اهم ساڳئي ئي پرماتما مان اُلهن ليل آهن ۽ ايشور، جيو ۽ پرڪرتي ساڳي ئي وستو آهن.

۸٦٦- هيءَ ليلا ڪنهن جي آهي؟ پرماتما ته آهي نتيه جو نتيه استتيءَ ۾ آهي ۽ ليلا به تنهن جي آهي. ليلا دواران ئي تون نتيه (پرماتما) ڏانهن پهچندين. وري اُن نتيه مان ئي ليلا ڏانهن واپس وريندين. پرءِ اها ليلا لوڪي اسمت نه، پر چيتن-ميه آستان لي نتيه جو روپ پاسڻ ۾ ايندي.

۸٦۷- جيئن مموي جي کل، ٻڙ ۽ گررو هڪ ئي ٻج مان پيدا ٿيندا آهن ۽ ليئن هڪ ئي برهم مان ساري

سرشٽي ۽ اچر، آتمڪ ۽ شرير ڪ اُنهن ليا آهن.

۸٦۸- گرو مهاراج چوندو هو، "آءٌ هرڪا ڳالهه مڃيندو آهيان. سماڌي اوستا، جاڳرت اوستا، سپن اوستا، سشپتي اوستا، برهم، جيو، سرشٽي، اهي سڀ (يعني اِن اوستائون ۽ پرماتما جا روپ) آءٌ مڃيندو آهيان. آءٌ نراڪار برهم ۽ اُن جي ساڪار روپ کي مڃيندو آهيان."

۸٦۹- جي ڪيول ايشور ئي ست آهي ته هيءَ سرشٽيءَ ۾ ايتري انيڪتا ۽ ڀيتا ڪيئن اُڀري ٿي آهي؟ اِن وچتر ڳالهه جو ورنن ڪندي گرو مهاراج چيو، "اها ايشور جي ئي ليلا آهي، ڪنهن راجا کي چار پٽ آهن. آهن سڀيئي راجڪمار، پر جڏهن راند روند ڪن ٿا ته هڪڙو وزير ٿو ٿئي، ٻيو سپاهي وغيره- راجڪمار هوندي به هو راند ۾ سپاهي ٿو ٿئي."

## سگڻ ۽ نرگڻ برهم

۸۸۰- هڪ شخص گرو مهاراج کان پڇيو، "گرو مهاراج، برهم جو ڪهڙو سروپ وڌيڪ سريشٽ آهي؟ روپ ڪين اروپ؟"

گرو مهاراج اُتر ڏنس، "نراڪار روپ وڌيڪ سريشٽ آهي. اُن اوستا کي سگڻ ايشور دواران پهچبو آهي."

۸۷۱- ايشور نراڪار آهي ۽ ساڪار به آهي. هو

روُپ ۽ اروُپ کان پري نہ آهي. هو وڏيڪ چا آهي، سو ڪيول پاڻ ئي ڄاڻي.

٨٧٢- لوڪي سڌ آهي تہ برهم جو وڪتي. سروپ ڪهڙي پرڪار جو آهي؟ جيئن پاڻيءَ مان بدبدا نڪرندا آهن، ليڪن ڇيتن-چد آڪاس مان ڀن ڀن روپ پيا نڪرن. ايشوري اوتار انهن مان هڪ روپ آهي.

٨٧٣- ايشور جي درشن ڪاران اهي ڳالهيون انيڙ ڪري ڪونہ سگهيون. ايشور سان حيڪي لنوَ لڳائيندا آهن، تن خاطر هو پاڻ کي انيڪ رنگن ۽ روپن ۾ پرگهٽ ڪندو آهي.

هڪ رنگريز کي رڱڻ جو پنهنجو ئي نگ هوندو هو. گراهڪ کان پڇندو هو، "تنهنجي ڪپڙن کي ڪهڙو رنگ هڻان؟" هو جي ڳاڙهو رنگ چاهيندو هو تہ رنگريز ڪپڙي کي پنهنجي پيپ ۾ ٻوڙي ڪڍي اچي گراهڪ کي چوندو هو تہ هان وٺ پنهنجو ڳاڙهي رنگ ۾ رڱيل ڪپڙو. ٻئي گراهڪ وري پيلي رنگ تي دل ڪئي تہ رنگريز سندس ڪپڙي کي. نہ ساڳئي پيپ ۾ وجهي، ٻاهر ڪڍيو تہ انکي پيلو رنگ لڳي ويو. ساڳيءَ ريت ٻين کي نيرو، کي نارنگي، ڪن واڱڻائي يا ساوو طلبيو تہ ساڳئي ئي پيپ مان ڪين سندن دل پسند رنگ لڳي مليو. هڪ گراهڪ اهو سڀ ڪجهہ ڏسي، رنگريز کان پڇيو، "منهنجا مترَ آءٌ ڪنهن خاص رنگ جو شائق ڪين آهيان. جيڪو رنگ

لوکي وٽي سوني هٽي ڏي. جڏهن رنگ سان لو پاڻ کي رڱيو آهي، سوني مونکي هٽي ڏي." ايشور ۾ پنهنجي ڀڳت جي لڙق انوسار پاڻکي روپ ۾ يا نروپ ۾ پرگهٽ ڪندو آهي. هرهڪ سادڪ کي سندس اوستا ۽ اُپاڌيءَ انوسار برهم جو ويڪت روپ ڏسڻ ۾ ايندو آهي. ايشور روپي رنگريز پاڻ کي کهڙي رنگ ۾ رڱيو آهي، تنهن جي ڄاڻ ڪيول کيس ئي آهي. هو روپ ڌاري يا نه ڌاري، يا کهڙو روپ ڌاري، مٿس ڪا پابندي ڪانهي.

۸۷۴- هڪ سادو جڳناٿ مندر ڏسڻ لاءِ پُريءَ ۾ پهتو. کيس شڪا هوندي هئي ته ايشور الائي روپ سان آهي يا اروپ. جڳناٿ مندر ۾ ايشوري مورتي ڏسي، پنهنجي شڪا دور ڪرڻ لاءِ اُنکي لپاسڻ لڳو. پنهنجي لٺ کاٻي ساڄي پاسي ڦيرايائين ته ڏسان ته اُها مورتيءَ کي لڳي ٿي يا نه. پر هو نه ڪجهه ڏسي سگهيو ۽ نه لٺ سان ڪجهه محسوس ڪري سگهيو. انهيءَ ڪري نشچو ڪيس ته ايشور اروپ آهي. پر وري جڏهن لٺ کي ساڄي کان کاٻي ڏانهن واپس ٿي ورايائين ته وڃي مورتيءَ کي لڳي. انهيءَ ڪري سادو اُن فيصلي تي پهتو ته ايشور کي روپ به آهي. اروپ به آهي.

۸۷۵- گهنڊ کي ڪجهه وقت وڄائڻ سان سمجهڻ ۾ ايندو آهي ته اُن جي گهڻ گهڻ جا آواز هڪ ٻئي کان

ٿيارا آهن، جيڪي هر هڪ آواز کي ڪر روپ آهي. گهڻ
وڇڻ ٻڌ لئي ونڃڻ ڪانهوءِ پاڻ پلڪ ڪجهه آواز ٻڌڻ ۾
ايندو آهي؛ ۽ آهستي آهستي بس ٿي ويندو آهي. اهو
آواز اروپ پاڻ ۾ ايندو آهي. گهڻ جي آوازن جهان
ايشور ته روپ سان ۽ اروپ آهي.

۸۷٦- **سوال**- آڪار ايشور پرتکش آهي؟

**جواب**- هائو، اسان کيس هٿ لڳائي سگهون ٿا
۽ سندس سنمکر ٿي، ساڻس ائين ڳالهائي ٻولهائي
سگهون ٿا، جيئن ڪنهن پرم متر سان ڳالهائبو آهي.

۸۷۷- کيس نراڪار سمجهڻ به صحيح آهي، پر اها
ڳالهه ٻڌي نه ڇڏج ته ڪيول اهوئي ويچار صحيح آهي
۽ ٻيو سڀ مٿيا آهي. ايشور کي ونڪس سروپ
سمجهي ڌيائڻ به صحيح آهي. پر توهان پنهنجي رائي تي
اسٿر رهو. ايشور کي پراپت ڪرڻ بعد سڀ ڪجهه
سمجهي ويندا.

۸۷۸- ايشور پرمارٿڪ، اناڌي برهم ۽ ٻيا جڳت جو
پتا آهي، پر اکنڊ برهم، جو نج ستچت آنند آهي،
سو اٿاهه بنا ڪناري ساگر جيئن اگمير (سمجهڻ کان
پري) آهي، جنهن ۾ اسين ٻڏي ٿا وڃون؛ پر سگهڻ
ايشور جي پاڻ ۾ پيهڻ سان شانتي پراپت ٿيندي.

۸۷۹- ڀڳتي مارگ ۾، ڪنهن اوستا ۾ ڀڳت آڪار
روپ ۾ پرستا پراپت ڪندو آهي، ۽ ڪنهن اوستا ۾
نراڪار روپ ۾.

۸۸۰- ايشور پنهنجي يگت کي پن پن روپن ۾ پاڻ پسائيندو آهي ۽ پر جڏهن هو سمادي ۾ برهم گيان جي انتم اوستا پراپت ڪندو آهي، تڏهن ڪيس ايشور وري نرگڻ، نراڪار ۽ نراپاڌڪ ڏسڻ ۾ ايندو آهي. گيان ۽ ڀڳتي ۾ جو اهڙي ۾ ريت ميل ميلاپ ٿيندو آهي.

۸۸۱- جيئن پاڻي جمڻ ڪان پوء برف ٿي ويندو آهي، ليئن پرماتما جو پرتڪش روپ، سرووياپڪ نراڪار برهم شريرڪ پرڪاش آهي. اُنکي روپونت سچدانند ۾ سڏي سگهجي ٿو. جيئن برف پاڻي ۾ جو انش آهي ۽ پاڻي ۾ ٿي بيٺي هوندي آهي ۽ وري گري پاڻي ۾ ٿي ويندي آهي، ليئن ساڪار ايشور، جو نراڪار برهم جو انش آهي، نراڪار مان اُٿمن ٿئي ٿو، اُن ۾ ٿي رهي ٿو ۽ انت ۾ اُنهي سمائجي، الوپ ٿي ٿو وڃي.

۸۸۲- اگني ۾ ڪي خود ڪو خاص روپ رنگ ڪونهي، پر برندڙ ڪاٺين جي صورت ۾ جدا جدا روپ وٺندي آهي. اهڙي ۾ ريت اروپ اگني روپن سان ڏسڻ ۾ ايندي آهي. ساڳي ۾ ريت نراڪار برهم ڪڏهن ڪڏهن پاڻ خاص روپ ڌارڻ ڪندو آهي.

## ڪي ايشوري روپ

۸۸۳- ايشور انيڪ روپن ۾ ڏسڻ ۾ ايندو آهي. ڪڏهن مانش روپ ڪڏهن چنميه روپ. پر مڻش

ڪي ايشوري روپن ۾ وشواس هئڻ جڳائي.

۸۸۴- ڪير ۽ ڪونه چئي سگهندو ته سچدانند جي ڪهڙي صورت آهي. انهيءَ ڪري تي هن ٻهرين اردناري پُرش (اڌ پرش ۽ اڌ استري) جو روپ ڌارڻ ڪيو. سڌ اينئي ته انين ڇو ڪيائين؟ اهو ڏيکارڻ لاءِ ته پرڪرتي ۽ پرش ٻئي آهن. اُن کان ۽ هيٺين اوستا ۾ سچدانند انيڪ پرش ۽ پرڪرتيون ٿي پيو هو.

۸۸۵- سمنڊ جو پاڻي پري کان نيرو ڏسڻ ۾ ايندو آهي، پر لوٽو هٿ ۾ کڻنداين ته صاف ۽ اوجل ڏسڻ ۾ ايندو. ساڳيءَ ريت شري ڪرشن ڀڳوان پري کان نيل ورڻو ڏسڻ ۾ ايندو آهي، پر سچ پچ سندس اهو رنگ ڪين آهي، هو ته پرمارٿ نشڪلنڪ ۽ نِروَرڻ آهي.

۸۸٦- شري ڪرشن کي ٽريڀنگ (ٽن جدا جدا هنڌن تي مُڙيل) سڏيو ويندو آهي. ڪومل وستو ئي مڙي سگهندي آهي. تنهن ڪري شري ڪرشن جي ٽريڀنگ شريــر مان ڏسڻ ۾ ٿو اچي، ته هو ڪيتري نه ڪومل ٿيل آهي. پريم ئي سندس ڪوملتا جو ڪارڻ آهي.

۸۸۷- هڪ شش- الوڪڪ مايا کي يوگ مايا ڇو سڏيو ويو آهي؟

گرو مهاراج- يوگ مايا جي معنيٰ آهي پرش ۽ پرڪرتيءَ جو ميلاپ. جيڪي بہ ڏسين ٿو، سو سڀ ٻنهي جو ميلاپ آهي. شري ڪاليءَ جي مورتي ته ڏلي

انيءَ نہ ڪيئن نہ ڪالي شڪتي ليءِ بيني هوندي آهي، شڪتي مڙدي وانگر ڏکيو ليو پيو هوندو آهي ۽ ڪالي شڪتي ڏانهن هڪ ٽڪ نگاهہ سان پٽي نهاريندي آهي. اهو بہ پرش پرڪرتيءَ جو ميلاپ ٿو ڏيکاري. پرش نشڪريہ آهي، ان ڪري شڪتي مڙدي وانگر نشچل پيو هوندو آهي. پر پرش سان ميلاپ ڪري، پرڪرتي سڀ ڪجهہ (اُتپتي، پالنا ۽ پرليہ) ڪري رهي آهي. رادا ۽ ڪرشن جي گڏيل مورتيءَ جي بہ اهائي معنيٰ آهي.

۸۸۸- جيئن ايشور ڏانهن وڌيڪ وڪہ وڌائيندين، تيئن سندس سگهہ ۾، ليڄ جهڪو ليندو ويندو. ساڌڪ کي پهرين ڏهن ٻانهن واري درگا (جڳت ماتا) جي روپ جو درشن پراپت ٿيندو آهي. اُن روپ ۾ ٻل ۽ ليڄ جو اعليٰ اظهار ڏسڻ ۾ ايندو آهي. تنهن کان پوءِ هوءَ بہ ٻانهين روپ ۾ ڏسڻ ۾ ايندي آهي ۽ ڏهہ ٻانهون پنهنجي شسترن سميت غائب ٿي وينديون. ان کان پوءِ گوپال روپ جو درشن ٿيندو آهي؛ ٻل ۽ ليڄ غائب ٿي ويندا، ڪيول ڪومل ٻالڪ جو درشيہ ڏسڻ ۾ ايندو. ان کان بہ سريشٽ درشيہ آهي. اُهو آهي ليجسوي پرڪاش جو درشيہ.

## برهم انتر براجمان

۸۸۹- ايشور سڀني جيون ۾ آهي. پر سڀني جيو ايشور ۾ نہ آهن. ان ڪري ئي هو ڪشٽ ڀوڳي رهيا آهن.

پوءِ پاپ ۽ پنج ڪونهي ڇا؟

**جواب.** هائو، پاپ ۽ پنج آهي ۽ ساڳئي وقت نه به آهي. جيستائين ايشور اسان ۾ اَهم ڀاوُ قايم ٿو رکي، تيستائين دئيت ڀاوَ جو وچار ۽ پاپ پنج جي ڄاڻ رهي ٿي. پر وقتي ڪن ۾ هو اَهم ڀاو کي صفا مٽائي ٿو ڇڏي، ته پوءِ اُهي پاپ پنج کان مٿي چڙهي ٿا وڃن. منش جيسين ايشور پراپت ڪونه ڪيو آهي، تيسين هن ۾ دئيت ڀاوَ ۽ پاپ ۽ پنج جو وچار ضرور رهندو. تون ڪٿي مکه سان چوين ته مون لاءِ پاپ ۽ پنج ساڳي ڳالهه آهي، جيڪي ايشور پاڻ ڪرائي ٿو، سوئي ڪريان ٿو ته به تون اندر ۾ سمجهين ٿو ته اهي سڀ ڪيول اکر آهن. ڪا بري ڳالهه مس ڪندين ته وراڪ ڇڪ پائڻ شروع ڪندءِ.

۸۹۶. **سوال.** جي ڪرڻ ڪرائڻ وارو ايشور آهي ته پوءِ آءٌ ڪيئن پنهنجي پاپن لاءِ ذميواري ٿيس؟

**جواب.** دريوڌن به ساڳي ڳالهه ڪندو هو. هو چوندو هو، "ايشور، تون منهنجي هردي ۾ وسين ٿو ۽ جيڪي ڪرائين ٿو، سوئي ڪريان ٿو." پر جيڪو سچ پچ نشچو ٿو رکي ته ايشور ئي ڪيول ڪرتار آهي، آءٌ رڳو هٿيو آهيان، سو ڪڏهن به پاپ ڪري ڪونه سگهندو. هوشيار ناچو ڪڏهن به غلط قدم ڪونه کڻندو. جيسين منش جو هردو پوتر نه ٿيو آهي، تيسين

هو ايشور جي وجود ۾ وشواس رکي نه سگهندو.

٨٩٧- هڪ شش- گرو مهاراج، هڪ شڪا اُٿي ٿي.
چوندا آهن ته انسان اِچا ستنتر آهي. يعني اسين چگو
لگو وغيره جيڪي به چاهيون، سو ڪري سگهون ٿا.
ڇا اهو سچ آهي؟

**گرو مهاراج**- سڀ ڪنهن ڳالهه جو ايشور جي
اِچا تي آڌار آهي. سڀ هنجي ليلا آهي. هو اسان کان
ڀن ڀن ڳالهيون، ڀن ڀن ڪارن ۾ ڪرائي رهيو آهي.
چگو لگو، وڏو ننڍو، ٻل ٻربل سڀ ايشور وٽان ئي
آهي. ڀلا ماڻهو لوڙي ته ماڻهو سڀ سندس مايا آهن.
مثال طور، ڦلواڙيءَ ۾ سڀيئي وڻ اوچائيءَ، سونهن يا
سندرتا ۾ هڪ جهڙا ڪونه ٿيندا آهن.

منش جيسين ايشور پراپت نه ڪيو آهي، تيسين
هو ڀانئيندو آهي ته منهنجي اِچا ستنتر آهي. ٻر هن ۾
اهو وهم اُنهن ڪندڙ به پاڻ ايشور ئي آهي، نه ته
هوند پاپ وڌي ها وڌي تعداد ۾ وڌندا، ماڻهو بچڙايون
ڪرڻ کان ڪين ڪنس ها ۽ نڪي ڪي پاپ اُبراڻ لاءِ
سزا هجي ها.

ٻر سڌ اِيٽي ته جنهن ايشور پراپت ڪيو آهي،
تنهن جو ڀاءُ ڪهڙو هوندو آهي؟ هو ڀانئيندو آهي،
"آءٌ يتر (ڪَل) آهيان، تون يتري. آءٌ ڪنيا آهيان،
تون اُن جو نواسي، آءٌ رٿ آهيان، تون سارٿي. آءٌ

لنهنجي نيي اِشاري تي هلان ٿو. جيڪي ڳالهارائين ٿو، سوئي ڳالهايان ٿو.

٨٩٨ - ايشور چور ۽ چوري ڪرڻ جي خواهش اُنهن تو ڪري ۽ ساڳئي وقت گهر جي مالڪ کي آگاهه تو ڪري ته چور کان سنڀال. سڀ ڪجهه هو ئي تو ڪري.

# پرڪرڻ ارڙهون

## ايشور پراپت ڪرڻ

(ايشور پراپتي ۽ منش جو آتم گيان ۽ آتم جاڳرتا. ڪولي سماڌي. ايشوري روپن جو مشاهدو ۽ آواز. سماڌي ۽ برهم گيان. سماڌيءَ جو ڀاؤ. سماڌيءَ کان پوءِ ايندڙ وگيان)

## ايشور پراپتي ۽ منش جو آتم گيان

٨٩٩ - هيءُ شرير جو پنجن لتن جو ٺهيل آهي، ڏهنڪي ستول شرير سڏبو آهي. سوڪيم شرير ۾ من، بڌي، چت ۽ اهنڪار اچي ٿا وڃن. ڪارڻ- شرير وري اهو آهي، جنهن جي دوارا ايشور درشن جو آنند پراپت ٿو ڪجي ۽ جو ايشور ميلاپ جو رس وٺندو رهي ٿو. تنترن ۾ اُن کي ڀڳولي تنؤ سڏبو ويندو آهي. سڀني کان مٿي آهي مها ڪارڻ.

٩٠٠- من ٻاهرين سنسار جي پاڻَ ۾ لپٽيل هوندو ته استول وستو پيو ڏسندو ۽ اُن ۾ ڪوش ۾ ئي پيو وسندو. من جڏهن اندر ۾ جهالي پائيندو آهي، تڏهن جڳ اتس پيو لڳندو آهي، جنهن ڪنهن جڳهه جو در

بند ڪري، اندرين ڪمرن ۾ گهڙجي. اِن جي معنيٰ
تہ من استول مان سوکيم ۾ تـو وڃي، تنهن کان پوءِ
ڪارڻ ۽ پوءِ انتر ڪارڻ اوستا ۾ تو پهچي. ان اوستا
۾ من برهم ۾ سمائجي ويندو آهي ۽ پوءِ اُن لاءِ ڪجهہ بہ
چئي نہ سگهبو آهي.

٩٠١- شري چيتنيہ ڀڳوان ٽن اوستائن ۾ ڏسڻ ۾
ايندو هو. [١] جاڳرت اوستا، جنهن ۾ من جو ڌيان
استول ۽ سوکيم شريرن تي پيو وسندو آهي. [٢] سشپت
اوستا، جنهن ۾ من ڪارڻ شرير ڏانهن اڏامي "ڪارڻ
آنند" انڀؤ ڪندو آهي ۽ [٣] سماڌي اوستا، جنهن ۾
من مها ڪارڻ ۾ پورن ريت لين ٿي ويندو آهي.

اِن جو ويدانت جي پنجن ڪوشن (ان ميہ، پران ميہ،
من ميہ، وگيان ميہ ۽ آنند ميہ) سان خاصو ميل آهي.
مها ڪارڻ انهن پنجن ڪوشن کان پري آهي. شري
چيتنيہ من جي مها ڪارڻ ۾ لين ٿيڻ سان سماڌيءَ ۾
مگهن ٿي ويندو هو. اُن کي سؤڪلپ سماڌي سڏبو آهي.

## ڪنڊلني ۽ آتمڪ جاڳرتا

٩٠٢- ڪنڊلنيءَ کي جاڳائڻ کانسواءِ آتمڪ جاڳرتا
اَسنڀو آهي. ڪنڊلني مول ڌارا ۾ ستل رهي ٿي. جاڳڻ
بعد سشومن ۾ پيهي، سڌشٽن، مڻيپور ۽ ٻين چڪرن
مان لنگهي، انت ۾ سهسر چڪر ۾ پهچندي آهي ۽
پوءِ سماڌي ايندي آهي. هون اهي سڀ اوستائون

ساڪيا ڏٺيون آھن.

٩٠٣- ايشور پراپتيءَ جو ھڪ اھڃاڻ، مھاواڪ جو اچانڪ جاڳڻ ۽ "سرّ" ڏانھن وڌڻ آھي. پوءِ منش سماڌيءَ ۾ لين ٿي ويندو آھي ۽ ايشور درشن ڪندو اٿس.

٩٠٤- ھڪ ڀيري گرو مھاراج ڪنڊلنيءَ جي چڙھڻ بابت پنھنجي تجربي جو ورڻن ڪندي چيو، "ڪا وستو سرّ ڏانھن سُرسُر ڪندي چڙھندي آھي. اُنجي سر تائين پھچڻ کان اڳ ۾ جاڳرت ھوندو آھيان. اھا اُني پھچندي مس آھي ته باھرين سنسار ڏانھن مئل ٿي ويندو آھيان. ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جا حواس بند ٿي ويندا اٿم ۽ ڳالھائي ٻولھائي به ڪونه سگھندو آھيان. ڪير ڳالھائي؟ "مان" ۽ "تون" جو ڀيد غائب ٿي ويندو آھي. وقتي ويچار ڪندو آھيان ته جڏھن اھا ارغني شڪتي ھردي ۾ ڪنٺ وٽ پھچي تڏھن جيڪي ڏسان ۽ اپڙ ڪريان، سو لوڪن ٻڌايان. اُن وقت ڳالھائي سگھندو آھي ۽ ڳالھائيندو به آھيان پر اھا ڪنڊلني ڪنٺ کان مٿي چڙھي مس ته ڏسڻ ۾ اچي ته ڪير جڻ منھنجي وات کي بند ڪري رھيو آھي. ڪنڊلنيءَ جي ڪنٺ کان مٿي چڙھڻ وقت، اندر ۾ جيڪي محسوس ڪندو آھيان، سو لوڪن ٻڌائڻ لاءِ دل ٻڌلدو آھيان، پر اھا انھيءَ ويچار ۾ ھوندو آھيان ته من اچل ڏٺي مٿي ھليو ويندو آھي ۽ دل جي آرزو دل ۾ ئي

رهجي ويندي آهي.“ گرو مهاراج، ڪئين ڀيرا پنهنجي ان اوستا جو ورنن ڪرڻ لاءِ جتن ڪيو، پر هر وقت ناڪامياب ٿيندو هو. هڪ ڏينهن اهي پنهنجا تجربا ٻڌائڻ لاءِ پڪو پهه ڪيائين ته رڳو ڪنت ٿائين ڪندي ۽ جي ڀيڄڻ جو ورنن ڪري سگهيو. ڇهين چڪر انجن (اکين جون ڀروون جتي اچي ٿيون گڏجن، انهن جي سامهون) ڏانهن اشارو ڪندي چيائين، ”من جي اُتي پهچڻ سان مٿش پرماتما جو درشن پائيندو آهي ۽ سماڌيءَ ۾ لين ٿي ويندو آهي. جيو ۽ پرماتما جي وچم ڪيول سوکيم ۽ نرمل پڙدو وچي رهندو آهي. هو پوءِ هيئن ڏسندو آهي ........“ جيئن وستار سان اهو ورنن ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين، ليئن سماڌيءَ ۾ لين ٿي ويو. من جڏهن تورو هيٺيرو لٿس تڏهن وري ڪوشش ڪيائين ته وري به سماڌيءَ ۾ لين ٿي ويو. ڪئين نسقل ڪوششون ڪرڻ بعد، اکين ۾ لڙڪ آڻي چيائين، ”دل ترقي رهي اٿم ته توکي ٻڌا ڪنهن لڪ لڪاءَ جي سڀ ڪجهه ٻڌايان. پر الوڪ ماتا روڪي رهي اٿم. منهنجو واڃ ئي بند ڪري ٿي ڇڏي.“

٩٠٥- ڪنڊلني ميڏا چڪر (سِرَ) ڏانهن ڪئين ڀين نمونن ۾ چڙهندي آهي، تنهن جو ورنن ڪندي گرو مهاراج چوندو هو، ”جا شڪتي سُرسُر ڪندي

باندر هڪ وڻ کان ٻئي وڻ ڏانهن وڃڻ لاءِ هڪ ٽاريءَ
کان ٻيءَ تي ٽپندا آهن ۽ پن ٽپن سان ٻئي وڻ تي
پهچندا آهن، تيئن يوگي به سمجهندو آهي ته ڪنڊلني
مستڪ ڏانهن چڙهي رهي آهي. پوءِ هو سماڌيءَ ۾
لين ٿي ويندو آهي.

٩٠٦- گرو مهاراج انهن تجربن جو، ويدانتڪ نقطه
نگاهه کان هيٺينءَ طرح ورنن ڪندو هو. "ويدانت
ستن چڪرن جو ذڪر ڪيو آهي. هر هڪ چڪر ۾
ساڌڪ کي خاص پرڪار جو درشن پراپت ٿيندو آهي.
من جو سڀاوڪ لاڙو رڳو ٽن هيٺين چڪرن تائين
محدود رهندو آهي. انهن ۾ ٽيون چڪر ناڀيءَ (ڌُن)
جي سامهون آهي. تنهنڪري ساڌارڻ شريرڪ ابلاشائن
جهڙوڪ کائڻ وغيره سان ٿي سنتشٽ ٿي وڃبو آهي،
پر من جڏهن چوٿين چڪر (يعني هردي جي سامهون)
۾ پهچندو، تڏهن منش ايشوري پرڪاش پسندو. پر
اڪثر ڪري هو ان اوستا مان هيٺين ٽن چڪرن ۾
لهي ويندو آهي. جڏهن من پنجين چڪر ۾ ڪنٺ
جي سامهون پهچندو آهي، تڏهن ساڌڪ ايشور ڏانهن
ٻئي ڪنهن جو ورڻن ڪونه ڪندو آهي. آءٌ جڏهن
ان اوستا ۾ هوس تڏهن ڪير منهنجي اڳيان سنساري
ڳالهيون ڪندو هو ته محسوس ڪندو هوس ته ڄڻ
منهنجي مٿي تي زور سان ڏڪ لڳي رهيا آهن. ان
ڪري وڃي پنچوٽيءَ ۾ ايڪانت ۾ گهاريندو هوس."

اُلي سنساري ڳالهين جي پرلاءِ کان ۽ پري هوندو هوس. سنساري ماڻهن کي ڏسڻ سان ئي پري ڀڄندو هوس ۽ مٺ مانئت ۽ پرسان ايندا هئم ته ساهه ٻوساڻجڻ ڏ لڳندو هوم، جڻ موت جي ڪنڌيءَ تي وڃي پهچندو هوس. اُتان اُلي وڃڻ ڪاهوءَ ٿي فرحت ايندي هئم. ممڪن آهي ته ساڌڪ هن اوستا مان ۽ هيٺين چڪرن ڏي لڙڪي وڃي. ٿيهڪري کيس ڀري سجاڳ رهڻ کپائي. ٻر سندس من ڇهن چڪر (پرورن جي مل سامهون) ۾ پهچڻ سان، هو ڪنهن ۽ ڊپ ڊاءَ کان مٿي ٿيندو آهي. کيس پرمالما جو درشن پراپت ٿيندو آهي ۽ سدا سرودا سماڌيءَ ۾ گهاريندو آهي. پوءِ ڇهين چڪر ۽ سهسر (آخرين چڪر) وچم سوکيم ۽ نرمل پردو وڃي رهندو آهي. هو پرمالما جي ايترو ته اوڏو هوندو آهي جو سمجهندو آهي ته منجهس سمائجي ويو آهيان. پر سچ پچ اڃا سمائجي ڪونه ويو هوندو آهي. ان اوستا مان من پنجين چڪر يا گهٽي ۾ گهٽو چوٿين چڪر تائين لهي سگهندو آهي. پر اُن کان هيٺ ڪڏهن ۽ نه. ساڌارڻ ساڌڪ اِهيءَ اوستا کان هيٺ نه لهندا آهن. ايڪويهه ڏينهن نرنتر سماڌي ۾ گهارڻ بعد هو اهو سوکيم پڙدو ڦاڙي، پرمالما سان هميشه لاءِ ايڪو ايڪ ٿي ويندا آهن. سهسر چڪر ۾ جيو ۽ پرمالما وچم نتيه يوگ لڳڻ سان، سڀن چڪرن ۾ داخل ٿيو آهي.

٩١٤- اها پوڙ اوستا اسرارميہ آهي، جا نہ گرو نہ شش جاڻي. برهم گيان اهڙو اسرارميہ آهي، جو پراپت ڪرڻ سان، گرو ۽ شش وچ ڀيد ڪي ڪونہ رهندو.

٩١٥- ڪنهن ڪمري ۾ هزار سالن کان اوندهہ ڀيٽي هجي تہ بہ هڪ ڏيئو آڻڻ سان اُن ۾ روشني ٿي ويندي. ساڳيءَ ريت گيان روپي ڏيئو جيءُ کي روشن ڪندو آهي ۽ سندس سالن جي اگيان کي مٽائي ڇڏيندو آهي.

٩١٦- گرو مهاراج کان ڪنهن پڇيو، "سماڌي اوستا ۾ لوهان کي استول سنسار جي ڄاڻ رهندي آهي؟" اُنہ ڏنائين، "سمندر اندر لهريون، ڇهاڙ ۽ ماڻريون آهن، پر مٿاڇري تان ڏسڻ ۾ ڪين ايندڙيون آهن. ٺهڙيءَ ريت سماڌيءَ جي اوستا ۾ ڪيول سچدانند جو وشال پرڪاش ئي پسڻ ۾ ايندو آهي ۽ استول سنسار جي چيتنتا سُتل حالت ۾ رهندي آهي.

٩١٧- سچي گيان ۾ اُهم ياونا جو ٿو ماتر اُهڃاڻ بہ ڪونہ رهندو آهي. سماڌيءَ ڏاران گيان اسيءُ آهي. گيان منجهند جي سورج جيان آهي. اُنهيءَ وڄل چوگرد نهارڻ سان بہ پاڇو ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندو، ٺهڙيءَ طرح گيان يا سماڌي پراپت ڪرڻ بعد اُهم ياوَ جو پاڇو بہ ڪونہ رهندو. پر جي ٿورو اُهم ياوُ رهي بہ وڃي، تہ بہ ڄاڻڻ تہ اُهو ودِيا روپي آهي ۽ نہ اَودِيا روپي.

٩١٤- اها ٻوڙ اوستا اسرارمه آهي، جا نه گرو نه شش ڄاڻي. پر هر گيان اهڙو اسرارمه آهي، جو پراپت ڪرڻ سان، گرو ۽ شش وچ ڀيد ئي ڪونه رهندو.

٩١٥- ڪنهن ڪمري ۾ هزار سالن کان اونده پيئي هجي ته به هڪ ڏيئو آڻڻ سان اُن ۾ روشني ٿي ويندي. ساڳيءَ ريت گيان روپي ڏيئو جيو کي روشن ڪندو آهي ۽ سندس سالن جي اگيان کي مٽائي ڇڏيندو آهي.

٩١٦- گرو مهاراج کان ڪنهن پڇيو، "سماڌي اوستا ۾ لوهان کي استول سنسار جي ڄاڻ رهندي آهي؟" اُن ڏنائين، "سمنڊ اندر لڪريون، پهاڙ ۽ مالريون آهن، پر مٿاڇري کان ڏسڻ ۾ ڪين ايندي يون آهن. تهڙيءَ ريت سماڌيءَ جي اوستا ۾ ڪيول سچدانند جو وشال پرڪاش ئي پسڻ ۾ ايندو آهي ۽ استول سنسار جي چيتنتا سُتل حالت ۾ رهندي آهي.

٩١٧- سچي گيان ۾ اَهم پاونا جو ڪو مالڪ اهڃاڻ به ڪونه رهندو آهي. سماڌيءَ ڌاران گيان اسيؤ آهي. گيان منجهند جي سورج جيان آهي. اُنهيءَ وقل چوڌرد نهارڻ سان به پاڇو ڏسڻ ۾ ڪونه ايندو، تهڙيءَ طرح گيان يا سماڌي پراپت ڪرڻ بعد اَهم ڀاو جو پاڇو به ڪونه رهندو، پر جي ٿورو اَهم ڀاوَ رهي به وڃي، ته به پڪ ڄاڻج ته اُهو ودِيا روپي آهي ۽ نه اَوديا روپي.

۹۱۸۰- سوال ألنو ۽ ٻڌ ناستڪ هو يا نه. گرو مهاراج جيئن "هو ناستڪ ڪونه هو. وڪو پنهنجي اليؤن جو ورلن ڪري ڪونه سگهندو هو. سڏ اليئي ۽ "ٻڌ" جو ارٿ ڇا آهي؟ ايڪاگر ڏيان ڌواران "ٻوڌ" سان هڪ لي وجڻ، خود پاڻ "ٻوڌ" ليڻ. آلر انيڙ جي اوستا "آستي ۽ ناستي" جي وچ جي آهي. "آستي" ۽ "ناستي" پرڪرتيءَ جا روپ پڻ آهن. ستيتو پنهي کان پري آهي.

۹۱۹- گيان ۽ اگيان جي ٻئي پاسي ڏانهن نظر ڪر. اگيان اليڪ جي چيتنا آهي، يعني ايڪتا کي ڄاڻڻ کان سواءِ، هڪ پرماتما کي ڄاڻڻ کان سواءِ، انيڪتا جي ڄاڻ. پستڪ وديا جي ڪري پيدا ليل اُهم پاوناَ، اوديا روپي آهي. سڀني وستن ۾ ايشور کي وياپڪ ڄاڻڻ ۽ انيڪتا ۾ ايڪتا پسڻ، هيڪڙائيءَ جو گيان آهي. پرماتما کي گهريءَ ريت سڃاڻڻ وگيان آهي.

سمجهه ته تنهنجي پير ۾ ڪنڊو لو چڀي وڃي. اُن کي ڪڍڻ لاءِ تو کي ٻئي ڪنڊي جو ڪم ليندو. ٻهرئين ڪنڊي کي ڪڍي پوءِ ٻئي ڪنڊا ڦٽا ڪري ڇڏيندين. ساڳيءَ ريت اگيان روپي ڪنڊي کي ڪڍڻ لاءِ گيان روپي ڪنڊو کڻي اچ. پوءِ ٻورن ريت برهم پراپت ڪرڻ لاءِ اگيان ۽ گيان ٻنهي کي ڦٽو ڪري ڇڏ. ڇو ته برهم ته گيان ۽ اگيان ٻنهي کان پري آهي.

لڪشمڻ هڪ ڀيري پنهنجي الؤڪڪ پرانا رام کي

چيو، ”پوڄنيه رام، اها اچرج ڀري ڳالهه نه آهي جو وششٽ ديو جهڙي برهم گيانيءَ به پنهنجي پٽ جي مرليوءَ لي هنجون هاريون ۽ سنتوش ئي نه ٿي آيس.“ رامچندر اُتر ڏنس، ”لڪشمڻ، سمجهي ڇڏ ته جنهن کي ايشور جو گيان آهي، تنهنکي اگيان جي پاس هوندي.“

اهڙو ماڻهو اگيان کان آجو نه ٿيو آهي، ڇو ته گيان ۽ اگيان هڪ وستوءَ جا به پاسا آهن. سرشٽيءَ ۾ ايڪ جي پاس سان انيڪ جي پاس به مليل آهي. جنهن کي پرڪاش جو انڀؤ آهي، تنهنکي اونده جي به پروڙ هوندي.

برهم گيان ۽ اگيان، پاپ ۽ پن، چڱن ۽ لڱن ڪرمن، صفائيءَ ۽ گدلائيءَ کان پري آهي.

**سوال-** گرو مهاراج، ڪرپا ڪري ٻڌايو ته گيان ۽ اگيان ڦٽو ڪرڻ کان پوءِ باقي ڇا بچندو؟

**گرو مهاراج:-** باقي نتيه شڌ ٻڌ روپ وڃي رهندو. اها ڳالهه توکي ڪيئن سمجهايان؟ سمجهه ته ڪير توکان پڇي ته مکڻ جو سواد ڪهڙو آهي؟ نيڪ طرح ڪيس سمجهائي سگهندين؟ گهٽي ۾ گهٽو کيس چوندين ته مکڻ جو سواد، مکڻ جي سواد جهڙو آهي؟ هڪ ڪنواريءَ ڪنيا هڪ ڀيري پنهنجيءَ پرڻيل ساهيڙيءَ کان پڇيو، ”جڏهن پتيءَ سان گڏ ٻي آهين، تڏهن ڪهڙي قسم جي راحت ايندي اٿئي؟“ ساهيڙيءَ وراندي

ڏنيس، ”سکي، جڏهن پرڀينءَ لڏهن پاڻهي پتو پوندءِ. آءٌ ڪيئن لوڪي سمجهائي سگهنديس.“

## سماڌيءَ جو ڀاءُ

٩٢٠- پکيءَ جو آکيرو ڊهي پوي ته آڪاس ڏانهن اڏامڻ لڳندو. ساڳيءَ ريت سريرَ ۽ ٻاهرين سنسار جي سڌ پڌ مٽجي وڃڻ کان پوءِ جيو آتما، پرماتما روپي آڪاس ڏانهن اڏامي، ڀاڻ ڪي سماڌيءَ ۾ سمائي چڙهندي آهي.

٩٢١- مشتبہ ڀاءُ جي لشت لهڻ کان پوءِ ٻي ايشور ڀاونا پرلڪش ليندي، پر برهميہ مايا جو پرم روپ پسڻ لاءِ اها ايشور ڀاونا بہ نشت ٿيڻ گهرجي. برهميہ مايا مڙدي روپي ايشور ڀاونا (شڪ) جي ڇاتيءَ تي ٻهڪجو سورڳي ناچ ڪندي آهي.

٩١٢- ڪافور کي ٻارڻ سان ڪجهہ بہ ڪين وڃي بچندو. وچار جي الڪاچڻ کان پوءِ نروڪاپ سماڌي پراپت ليندي آهي، تڏهن 'مان' يا 'تون' يا سرشٽيءَ ڪجهہ بہ ڪين وڃي بچندو، جو نہ من ۽ اهم ڀاءُ ايشور ۾ سمائجي ويندا.

٩٢٣- اهم ڀاءُ جي ميٽجي وڃڻ کان پوءِ جيوَ جي پچائي اڀندي ۽ هو سماڌيءَ ۾ سوهم پراپت ڪندو. پوءِ پوهم ۽ نہ جيوَ، برهم پراپت ڪندو.

٩٢- هڪ شش چيو تہ پرماتما واليءَ، وچارن ۽

حواسن کان پري آهي ۽ من اُن کي پراپت ڪري ڪونہ سگهندو. گرو مهاراج چيو، ”اهو درست نہ آهي. ٻڌن ۾ قائل من برابر اُن کي پراپت ڪري ڪونہ سگهندو؛ پر شڌ من سان اُن کي پراپت ڪري سگهبو. شڌ من ۽ شڌ ٻڌي ساڳي ڳالهہ آهي- محدود ٻڌي يا محدود من ڪامني ۽ ڪنچن سان سنگ ڪري وشين ۾ لين ٿي وڃڻ سبب ايشور کي پراپت ڪري ڪونہ سگهندو. پر اڀياس سان من جو اِهو سڀاءُ مٽائي، اُن کي شڌ ڪري سگهبو آهي. من سڀني سنساري ورتين، ڪامنائن ۽ ممتائن کان آجو ٿيڻ کان پوءِ برهم سان هڪ ٿي ويندو آهي. پراچين سمي جي رشين ۽ منين بہ ائين ئي ايشور کي پاتو. هنن شڌ من دواران ئي ايشور جو درشن ڪيو. پوءِ ڪين ڏسڻ ۾ آيو تہ شڌ من ۽ آتما ساڳي ڳالهہ آهن.

٩٢٥- من ۽ ٻڌي جيستائين سنساري ٻنڌن ۾ هوندا، تيستائين ايشور ڪانئن پري رهندو؛ پر من ۽ ٻڌي شڌ ٿيڻ کان پوءِ ايشور جو درشن پائيندا. ڪام ۽ لوڀ من کي اشڌ ڪن ٿا. هردي ۾ جيسين اوديا جو ليپ لڳل هوندو، تيسين من ۽ ٻڌي شڌ ٿي ڪونہ سگهندا. ساڌارڻ طور من ۽ ٻڌي هڪ ٻئي کان نيارا سمجهڻ ۾ ايندا آهن؛ پر شڌ ٿيڻ سان هڪ ٿي، چيتنيہ روپ وٺندا آهن- پر ايشور، جو چيتنيہ آهي، سو چيتنيہ کي درشن ڏيندو آهي.

## سماڌيءَ کان پوءِ ايندڙ وگيان

٩٢٦- مايا کان پار پئي، آتم انڀوُ پراپت ڪرڻ گيان آهي- شد وچار دوارا مايا مان اُڪري، منش سماڌي اوستا ۾ آتم انڀوُ پراپت ڪري ٿو.

وگيان معنيٰ وڌيڪ پورن گيان- ڪن کير بابت ٻڌو هوندو، ڪن کير ڏٺو هوندو، ڪن اُن جو سواد چکيو هوندو- جنهن اُن بابت رڳو ٻڌو آهي، سو اگياني آهي؛ جنهن کير ڏٺو آهي، سو گياني آهي؛ جنهن چکيو آهي، سو وگياني آهي- ايشور کي پسڻ ۽ اُن سان واجهي متر وانگر گهري سمبنڌ هئڻ کي وگيان چئبو آهي.

پوءِ 'ليتي ليتي' ڪرڻ جي واٽ وٺ- چئو ته ايشور پنج تتوَ نه آهي، هو اندريون نه آهي، نه مَن، نه ٻڌي، نه اهنڪار آهي- هو انهن سڀني کان پري آهي- ڇت تي پهچڻ لاءِ ڏاڪڻ جا سڀ ڏاڪا چڙهڻا پوندا آهن، پر ڏاڪا ڇت نه آهن- ڇت تي پهچڻ سان ڏسڻ ۾ ايندو ته ڏاڪڻ جنهن ڇت ۽ ساڳين ئي سرن، چني، ڪچ ۽ واريءَ مان ٺهيل آهي- جيڪي پرم ابرهم آهي، سو ئي جيوَ ۽ جڳت ٿيو آهي- جيڪي آتما آهي، سو ئي پنج تتوَ ٿيو آهي- توهان شايد پڇندا ته جي ڌرتي آتما مان اُٿي آهي ته پوءِ اهڙي سخت ڇو آهي؟ ايشور جي اڇا سان سڀ ڪجهه ممڪن ٿو ٿئي- ماس

۽ هڏا چا رت ۽ ويڙهه مان ڪين ٺهيل آهن؟ سمنڊر جي گجهه کهڙي نه سخت ٺيندي آهي.

وگيان پراپت ڪرڻ کان پوءِ منش سنسار ۾ به رهي سگهندو آهي، ڇو ته پوءِ هو صاف ڏسي سگهندو آهي ته آءٌ پاڻ جيو ۽ جڙ پدارٿن جو جڳت آهيان ۽ جڳت کان ٻاهر به آهيان. شري رامچندر گيان پراپت ڪرڻ کانپوءِ سنسار ۾ رهڻ کان انڪار ڪيو. ڪيس سمجهائڻ لاءِ دشرٿ ڏانهنس وشسٽ موڪليو. وشسٽ رامچندر کي چيو، ”رام، جيڪڏهن جڳت پرماتما کان ٻاهر آهي ته ڀل اُن جو تياڳ ڪر“. رامچندر چپ رهيو، ڇو ته ڪيس چڱيءَ پر ڄاڻ هئي ته پرماتما کان ٻاهر ڪجهه به ڪين آهي.

٩٢٧- ڳائڻ وڄل آواز آهستي آهستي هيٺان مٿي کڄبو آهي ۽ وري آهستي آهستي هيٺ آڻبو آهي- ساڳيءَ ريت سماڌي اوستا ۾ ادوئيت جو انڀو ڪرڻ کان پوءِ منش هيٺين چڪر ۾ لهندو آهي ۽ اَهم ڀاو قائم رهندو اٿس.

٩٢٨- ميوي کي ڪٽڻ سان ڏسڻ ۾ ايندو ته اُن ۾ ڪل، ڳر ۽ داڻا آهن. هاڻ ٻڌائي مان ميوو ڪنهن کي ٿو سڏجي؟ کل ته نڪمي سمجهي ڦٽي ڪري ڇڏبي آهي: داڻا به ڪڏي ڦٽا ڪبا آهن. باقي ڳر ڏاڍ ڪري، اُن کي ٿي ميوو سمجهبو آهي. پوءِ وري ويچار ايندو ته ساڳيو ٿي ميوو جنهن کي ڳر آهي، تنهن کي کل ۽ داڻا

ٻه آهن. اهي ٻئي گڏجي ته ميوو ٿا ڏين. ساڳيءَ ريت پرماتما کي نرگڻ روپ ۾ پراپت ڪرڻ سان، محسوس ڪيو آهي ته ساڳيو پرماتما جو نتيه آهي، تنهن ليلائون کيليندي، جڳت جو روپ ڌارڻ ڪيو آهي.

٢٢٩- هڪ ڀيري سري رامڪرشن، نريندر (سوامي وويڪانند) کان پڇيو، "تنهنجو جيون ۾ ڪهڙو آدرش آهي؟" نريندر وراڻيو، "سماڌيءَ ۾ لين رهڻ". گرو مهاراج اُتر ڏنس، "سماڌي ته تو لاءِ ننڍي ڳالهه آهي. سماڌيءَ کان به پار وڃ!"

گرو مهاراج ٻئي هڪ ماڻهوءَ کي چيو، "ڀاؤ ۽ ڀڳتي اهي اُتم ڳالهيون ڪونه آهن."

٢٣٠- ٻئي ڪنهن موقعي تي سري رامڪرشن نريندر کان ساڳيو سوال پڇيو ۽ نريندر وري به ساڳي وراڻي ڏني. گرو مهاراج کيس چيو، "ڇو، مون ته سمجهيو هو ته تنهنجا وچار وڏا ۽ بلند پرواز آهن. هڪ طرفي آدرش سان ڪيئن سنتشٽ ٿي ويهندين؟ آءٌ ته جيڪر نانا پرڪارن جو سواد وٺڻ چاهيان. مثال طور ڪو چاهي ته مڇي جيڪر طرحين طرحين نمونن تيار ڪري- تري، اوٻاري، شوروي ۾ گڏي ۽ ٻين نمونن جو سواد وٺي. تئن مان پرماتما جو رس نه رڳو سماڌيءَ ۾، پر سڌس البت روپن ۾ وٺڻ چاهيندو آهيان. تون به ائين ڪر. گياني ۽ ڀڳت ٻئي ٿيءُ."

# پرڪرڻ اُڏويهون

## آتم اپيڙو وارو پرش

[ ڀن ڀن پرڪارن جا سڌ پرش- ايشور جڏهن هردي اندر پرويش ڪري- آلمڪ سڌيءَ جون ڪي صفتون- موهه رهت سڌ پرش- سڌ پرش چڱائي برائي کان پري رهي ۽ برائي نه لو ڪري- سڌ پرش ۽ ڪرم]•

## ڀن ڀن پرڪارن جا سڌ پرش

۹۳۱- لوڪ نه تا پرجهن ۽ وگيان (سائنس) ڪيول اپاڏڪ وديا جوئي ورنن لو ڪري• وگيان انهد جي عالم مان ڪو سنديش ڪونہ آڻي سگهيو آهي- اهڙو سنديش پراچين سمي جي رشين جيڪان انهن مها پرشن آندو آهي، جن پرمالما پسيو ۽ پالو آهي- انهن ڪي ڪيول اڌڪار آهي ۽ ايشور جي آد شڪتيءَ جي ويا کيا ڪن•

۹۳۲- سنسار ۾ پڌهن پرڪارن جا سڌ پرش آهن (۱) سڌن سڌ، يا اهي جي سهڻن يا امڪن دوارن پورنتا پائيندا آهن (۲) منتر سڌ يا اهي جي منتر با هزي نام اچارڻ سان پهڇي پار پوندا آهن (۳) هتم

سد ٻيا آهي جي اچانڪ پورنتا پراپت ڪندا آهن، جيئن ڪو غريب شخص اوچتو لکن ڏن پائي، ڏانونت اِستريءَ سان شادي ڪري، ٻارڙ ۽ ڏانونت ٿي پوي. ساڳيءَ ريت ڪٿين ڪلپت ۽ ڪوبہ انسان، اوچتو ڪنهن نہ ڪنهن اُپاءَ سان پورو ٿين ٿا ۽ سرپشت ٿجي ايشوري آستان ۾ پير پائين ٿا (۴) ڪرپا سد يا اُهي پرش جي ايشور جي مهرميا سان سدي پراپت ڪن ٿا. جهڙيءَ ريت ڪنهن پرش کي جهنگل ۾ ميدان لاهيندي، اوچتو ڪا پراچين پولي يا جڳهہ ڏسڻ ۾ اچي ۽ ان ڪري جڳهہ جوڙائڻ جي جهنجهٽ کان ڇٽي پوي، تهڙيءَ ريت ڪي سڀاڳا پرش لوري ٿي پرشارٿ سان پورن ٿي پهچندا آهن. (۵) نتيہ سد، جي سدپو سد آهن، جيئن ڪدوءَ جي ول پهرئين ڦل ڏيندي آهي، پوءِ گل ڪڍندي آهي، ليئن نتيہ سد پرش جي آتما جاڳي جم کان پورنتا سان پُر رهندي آهي ۽ سديءَ لاءِ ظاهري پرشارٿ ڪيول پين ڪاڻو مثال ٻڌجڻ لاءِ ڪندو آهي.

٩٣٣- سد پرش کي شڪتي مت وارا ڪؤل ڪري سڏيندا آهن. ويدانت مت وارا پرمهنس ۽ بال مت جا وتشٺو سائين.

٩٣٤- ڪي شخص انب کائي چپ ۽ چٽي چڏيندا آهن، جيئن ڪنهن کي ڪل نہ پوي تہ ڪو انب کاڌو اٿائون. پر اهڙا بہ شخص آهن جن کي انب ملندو تہ

ين سان وندي ورهائي ڪائيندا. ساڳيءَ ريت ڪي
رش پرماتما کي پائي، ان مها آنند جو رس ٻين کي
ٻ چکائيندا آهن.

## ايشور جو هردي اندر پرويش ڪرڻ

٩٣٥- جنهن پرماتما جو درشن پاتو آهي، سو بدليل
پرش ٿي پوندو آهي.

٩٣٦- ڪي پرش اڳ ۾ ٿي چيتن آهن. منجهن ڪي
اهڃاڻ ٿين ٿا. هو صرف ايشور جي پرسنگ ڏاران ٻي
ڪا به ڳالهه ٻڌن يا ڳالهائين نه ٿا. هو چاترڪ پکيءَ
جيان آهن جو برسات جي بوند لاءِ سدائي ڪانڪي
رهندو آهي. جيتوڻيڪ ست ساگر، گنگا، جمنا ۽ ٻيون
نديون پاڻيءَ سان ڀرپور آهن ته به چاترڪ پنهنجو گلو
خشڪ رکندو، پياس ۾ پيو لڇندو، پر برساتي پاڻيءَ
ڏاران ٻيو ڪو پاڻي ڪونه پيئندو.

٩٣٧- مانک هردي ۾ ايشور جي اچڻ ويل ڪهڙا
اهڃاڻ ڏسڻ ۾ ايندا آهن؟ جيئن پرهه ڦٽي پرڀات،
ايرندڙ سورج جي خبر ڏيندي آهي، تيئن آسوارٿپڻو
پوترتا ۽ صداقت ايشور جي اچڻ جي گواهي ڏيندا آهن.

٩٣٨- ڪو به راجا ڪنهن ملازم جي گهر مهماني وڃڻ
ويندو آهي ته پهرين پنهنجي ڀنڊار مان ان جي گهر
ضروري وستو جهڙوڪ آسڻ، سينگار سامگري ۽ ڀوڄن
موڪليندو آهي ته جيئن اهو ملازم سندس جوڳو ستڪا

ڪري سگهي. ساڳيءَ ريت ايشورَ ۽ ڀڳتيءَ شرڌالوءَ
جي لڙ ڦندڙ هردي ۾ پرويش ڪرڻ کان اڳ اُن ڏانهن
پريم سنمان ۽ شرڌا موڪلڻ جي ڪرپا ڪندو آهي.

۹۳۹- ايشور درشن جو هڪ اهڃاڻ آهي، اندر ۾
آنند. ساگر مٿان لهرون پيئون ليٽ پيٽ ڪنديون آهن؛
۽ ساگر جي تري ۾ ماڻائي هوندي آهي.

۹۴۰- ايشوري آنند پرايت ڪرڻ بعد منش اُن ۾
مست ٿي ويندو آهي، شراب پيئڻ وارن سان نشي ۾
مخمور جيان ڏسڻ ۾ ايندو آهي. جڳت ماتا جي چرنن
جو جڏهن درشن ڪندو آهيان، تڏهن جو نشو چڙهندو
اهو سو اُنين لڳندو آهي جو ڄڻڪ پنج بالٽيون شراب
جون پيتل آهيان. اهڙيءَ اوستا ۾ کاڌو وغيره سنڀالي
کائڻو پوندو آهي.

۹۴۱- سڌ پرش ڪهڙي اوستا پرايت ڪندو آهي؟
جهڙيءَ ريت پٽاٽو پاڻ واڳڻ سڌجڻ بعد نرم ۽ گدار
ٿي پوندو آهي؛ ساڳيءَ طرح سڌ پرش ۾ نمرتا ۽ ڪوملتا
جو سروپ ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

## آتمڪ پورنتا جون ڪي صفتون

۹۴۲- سچو آلم گياني اهو آهي جو جيئري ۾ مئل
سمان هوندو آهي؛ يعني جنهن جي من جا وڪار ۽
ڪامنائون اهڙيءَ طرح نشٽ ٿي ويا هجن، جيئن
مڙدي ۾ ٿي ويندا آهن.

۽ ٻڌڙي نڪاش ڏوڙي ڀڄڻ لڳي. لڪشمڻ کيس
ڏوڙندو ڏسي رامچندر کان پڇيو، "هيءَ ڇا، رام؟
هيءَ نڪاش هيڏي پيرسن ۾ ويٺي آهي ۽ پنهنجا ۽
ٻچا وڃائڻ ڪري هيترو ستو الس ۽ ٻ مؤت کان
ڪسي، پنهنجي جان بچائڻ لاءِ ڏوڙي رهي آهي؟"
رام نڪاش کي سڏي چيو، "ڏسُ ته ڪر. ٻڌاءِ نه
ڀڄي ڇو رهي هئينءَ؟" نڪاش جواب ڏنو، "هي
رام، هيترو وقت جيڪو رهي تنهنجي ڪيتري ليلا
ڏٺي الر. انهيءَ ڪري دل الر ۽ اڃا به زندهه رهي
تنهنجي وڌيڪ ليلا ڏسان."

٩٤٨- سوال- موڪش پراپت ڪيل منش به مايا واسو
ڪري سگهي ٿي؟

جواب- گيتا نمبر سون جا ڳهي ڪين سگهندا آهن.
ڪو ڏاڙ ضرور انهيءَ ۾ ملائڻو پوندو آهي. ديهه ڌاري
منش ۾ ڪجهه نه ڪجهه مايا ضرور هوندي، جيئن
گهٽ ۾ گهٽ شرير جا ڪاربه ڪرڻ هلائي سگهي.
مايا کان پوءِ رهت منش ايڪيهن ڏينهن کان
مٿي زندهه رهي نه سگهندو.

٩٤٩- ٻڪريءَ جو سر ڌڙ کان ڌار ڪرڻ وقت
ڌڙ ڪجهه مدت تائين پيو ڦٽڪندو آهي، جنهن ڪري
سمجهبو آهي ته انهيءَ ۾ اڃا به ساهه آهي. ساڳيءَ ريت
سڌ پرش جو اهنڪار نشٽ ٿيڻ بعد ۾ منجهس ٿورڙو
ڪرلوءِ ڪرڻ لاءِ ڪافي بل قائم هوندو آهي ۽ ايترو

آلم اليۋ وارو برش

جو كيس سدسار جي ٻنڌن ۾

ڪافي نہ هوندو آهي، پر آلما

ٻڌي سگهي. سو مرندو ئي اوس. پر آلما

٩٥٠- جو شرير ڇڏي ٿو، راس ليڻ بعد ٻاهرين ڪل کان

اَمر آهي- سوپاري ٻجي راس ليڻ جيسين سوپاري ڪڇي

الڳ ٿي سگهندي آهي، پر جيسين انهيءَ کي ڪل کان الڳ ڪرڻ ڪنن

هوندي آهي، ليسين انهيءَ کي ڪل کان الڳ ڪرڻ بعد ڇيتنا

ٿيندو آهي. ساڳي ريت ايشور پراپت ڪرڻ بعد ڇيتنا

ايندي آهي نہ آلما شرير کان نياري آهي.

٩٥١- جڏهن يهودين يسوع مسيح کي صليب تي

ميخن سان ماريو، ڏهين ڪيٽن هن ايترو ڪشٽ ؟

پيڙا ڀوڳيندي بہ پرارٿنا ڪئي، ”شل سائينءَ جي دربار

۾ کين معافي ملي؟“ تازي ناريل ۾ ميخ ٺببي آهي

تہ اها ڪوپي مان گهڙي گر ۾ هلي ويندي آهي؛ پر

سڪل ناريل کي ڪلي هٽبي تہ اها ڪوپي کي گر کان

الڳ ڪندي، پر گر ۾ اندر ڪانہ ويندي. يسوع مسيح

۾ سڪل ناريل جيان هو. سندس آلما شرير جي ڪوپي

کان الڳ هئي. انهيءَ ڪري شريرڪ پيڙا هن جي

آلما جو وار بہ ونگو نہ ڪيو. جيتوڻيڪ ميخون سندس

ماس ۾ هڻيون ٿي ويون تہ بہ شانت ڀاو سان پنهنجي

شترن جي ڪلياڻ ڪاڻ پرارٿنا ڪري سگهيو.

## سڌ پرشن جي برموهنا

٩٥٢- ناريل جي وڻ مان ٽاري ڪرندي تہ ٽڙ لي

ان جو نشان ضرور رهندو. ان نشان مان معلوم ٿيند

۽ اڳي اُلي ٿاري هئي. ساڳيءَ ريت جنهن ايشور جو سروپ ڀالو آهي، اُن ۾ ڪام ۽ ڪروڌ جا ڪوماڻل نشان رهن ٿا. هنجو سڀاءُ ٻالڪ مثل هوندو آهي. هن ۾ سڻي، رجي ۽ تمي گڻ جي ديوتا نه هٺ ڪري، هنکي پدارٿن سان موهه ڪن ۾ لٽي ۽ ڪن ۾ لهي. ڪنهن ٻالڪ کي هڪ ٻائيءَ جو رانديڪو ڏيکاري موٽ ۾ ڪيترن روپين جو ڪپڙو ڏيڻ لاءِ ڪيس ريجهائيندا ۽ ٻهرٻائين هو ناڪار ڪري چوندو، ”نه، ٻابا اهو مهنجي لاءِ خريد ڪيو آهي.“ ۾ آخر ڏيئي ڇڏيندو. ٻالڪ لاءِ سڀ هڪ جهڙا آهن. منجهس اوچ نيچ ۽ ذات پات جو ڀيد ڪونه رهندو آهي. جيڪڏهن ماتا چوندس، ”فلاڻو تنهنجو ڀاءُ آهي“ ته ساڳيءَ ٿالهيءَ مان اڇوت جي ٻالڪ سان گڏ کائڻ ۾ به عار نه ڪندو. هن ۾ ديش ڀاوَ يا ڇوت ۽ اڇوت جي ڀي پرواهه ڪانه آهي.

٩٥٣- جيون مڪت سنسار ۾ ڪيئن گهاريندو آهي؟

هو ٿوهي ٻڪيءَ مثل آهي جو ٻاٽيءَ ۾ ٽُبي ڏئي ۽ سندس ڪنب آلا ڪين ٿين. وقتي جي ڪي ڦڙا سندس سر ۾ ٿي رهجي وڃن، ته ڪين چنڊڻ سان سولائيءَ سان لاهي ڇڏي.

٩٥٤- ناٽڪ تمام زهريلو ٿيندو آهي. ڪير اُن کي ٿاسائڻ جي ڪوشش ڪري، ته اُن کي ڏنگي ڇڏي، ۾ جن کي ناٽڪ ريجهائڻ جي حرفت هوندي آهي، نه صرف ناٽڪ کي ٿاسائي سگهندا آهن ۾ اُن

آلم انيءُ وارو پرش

گهمندا آهن.
کي گڏيءَ ۽ ٻانهن ۾ گهٽي جيان پاڻي گهمندا آهن. لن کي ڪام
ساڳيءَ ريت جن آلمڪ گيان پاتو آهي، سگهندو آهي.
۽ لوڀ جي ڏنگ جو زهر چڙهي نه سگهندو آهي،
۹۵۵- جڏهن ڏنڊ ريءَ جو پڇ ڪري پوندو آهي
لڏهن هوءَ پاڻيءَ ۽ خشڪيءَ ٻنهي تي رهي سگهندي
آهي. منش جو به جڏهن اوديا روپي پڇ ڪپو آهي،
لڏهن هو مڪت ليندو آهي ۽ هو پوءِ ايشور ۽ سنسار
ٻنهي ۾ گهاري سگهندو آهي.
۹۵۶- هوا، چندن جي سرهاڻ ۽ ڊونڊ جي ڌپ ٻئي
پاڻ سان کڻندي آهي؛ پر پاڻ انهن سان گڏجي ڪانه
ويندي آهي. ساڳيءَ ريت مڪت آلما سنسار ۾ رهي
به ان سان ملي ڪونه ويندو آهي.
۹۵۷- لوهه پارس پٿر سان لڳڻ بعد سون ٿي پوندو
آهي، پوءِ انهيءَ کي زمين اندر سانڍي رکجي يا
ڪچري جي ڍڳ ۾ ڦٽو ڪجي ته به سون ٿي هوندو
۽ وري لوهه ڪڏهن ڪونه ٿيندو. جنهن منش جي
آلما صرف هڪ ڀيرو ئي پرمالما جا چرن ڇميا آهن،
لنهن جي اوستا به ساڳي ئي ٿيندي آهي. هو سنسار
جي گوڙ گمبور ۾ رهي يا جهنگل جي ايڪانت ۾،
ڪجهه به ڪيس اپولو ڪري ڪين سگهندو.
۹۵۸- ڪير پاڻيءَ ۾ وجهبو ته هڪدم ان ۾ ملي
ويندو؛ ڪير مان مکڻ ڪڍي، پاڻيءَ ۾ وجهبو ته ا
سان ملي ڪين ويندو، پر مٿان پيو لرندو. ساڳيءَ طر

ايشور جو پرم پد پاتڻ بعد مٿس پل مايا جي اندڪار ۾ قائل مٿس جي لهه وچڙه ۾ رهي، ته به سندس تري سنگ جو مٿس ڪوبه اثر ڪونه ٿيندو.

٩٥٩- جئهن مٿس پڙڪرليءَ سان هيڪڙائي ۽ پنهنجي آتما جي پرماتما سان ايڪتا اپڙ ڪئي آهي، سو پلائيءَ ۽ برائيءَ جي پندڻن کان رهت ٿيندو آهي.

## ست پرش ڀلي ۽ بري کان پري رهي ٿو. برائي نه ٿو ڪري

٩٦٠- ميدان ۾ گاهه جا ننڍا ڊڀ ۽ چيل جو اوچو وڻ ڏسي چيو آهي، "وڻ ڪيڏو نه اوچو آهي ۽ گاهه جا ڊڀ ڪهڙا نه ننڍڙا آهن!" پر چيل جي چوٽيءَ تي چڙهي ميدان ڏانهن نهاربو ته اهي وڻ ۽ اهو گاهه سڀ گڏجي ساوڪ جو هڪ پڪو نظارو پسڻ ۾ ايندا. ساڳيءَ ريت سنساري ماڻهن ۾ جدا جدا عهدا ۽ پدويون ڏسڻ ليون. هڪڙو راجا آهي، ته بيو چماڙ آهي. هڪ پيءُ آهي ته بيو پٽ آهي. پر جڏهن ديويه درشٽي کلي ٿي، تڏهن سڀ سمان درشيه ڏسڻ ۾ اچن ٿا. پوءِ ڀلي ۽ بري، اوچ ۽ نيچ جو ڀيد نه ٿو رهي.

٩٦١- هڪ پيري هري ڀڳتيءَ ۾ رتل ساڌو رائي راسمڻيءَ جي ڪالي مندر ۾ اچي رهيو. شري رامڪرشن به اتي رهندو هو. هڪ ڏينهن ڪنهن ڪيس پوڄن ڪونه مليو. بڪر هنس ته به ڪنهن کان گهر پائين ڪين.

آلم اڻيو وارو پرش

هڪ ڪتي لي وڃي نظر پيس، جو هڪ ڪنب ۾ جوت
ڪائي رهيو هو. اوڏانهن ويو. ڪتي کي ڳراڙي پائي،
ڪيس چيائين، ”واه پائي واه! مونکي حصو ڏيڻ
ڪانسواء اڪيلو ئي اڪيلو ڪائي رهيو آهين!“ ائين
چئي ڪتي سان گڏ کائڻ لڳي ويو. ان عجيب سنگ ۾
يو ڪري، ڪالي ماتا جي مندر ۾ گهڙي ويو ۽ اهڙي نه
الينت پڳتيءَ سان اپاسنا ڪيائين، جو سڄي مندر ۾
آنند روپي لهر ڇانئجي وئي. پوڄا بعد جيئن هو وڃي
رهيو هو، ليئن شري رامڪرشن پنهنجي پائٽي هردي
کي چيو، ”هن جي پٺ وٺي وڃي ساڻس بات چيت
ڪر.“ هردي ڪجهه مفاصلو سندس پٺيان ويو ته سادوءَ
پٺ ورائي ڪانئس پڇيو، ”مون ۾ ڪجهه ڪم اٿئي
ڇا؟“ هردي وراڻيو، ”سائين، اپديش ڏيو.“ سادوءَ
چيس، ”جڏهن هن ڪُنيءَ ڪسيءَ جو گندو پاڻي ۽
پوتر گنگا نديءَ جو جل هڪ جهڙو ڏسڻ ۾ ايندءِ،
جڏهن بسريءَ جو مڌر آلاپ ۽ حشامن جو هنگامو
ننهنجي ڪنن ۾ ساڳيو پرلاءِ پيدا ڪندا، تڏهن توکي
سچو گيان پراپت ٿيندو.“ هردي اهو اپديش اچي شري
رامڪرشن کي سڻايو. شري رامڪرشن چيو، ”هن
مها پرش سچو گيان ۽ آنند پالو آهي. سڌ پرش جدا جدا
ڀيک ڪري، رمتو ٿي پيو ڦرندو آهي. ڪڏهن ٻالڪ،
ڪڏهن اچوت، نه ڪڏهن پاڳل پڻ بڻبو آهي.
(سڌ پرش) ٻالڪ جيان آهي. پنهن

سالن جي ٻالڪ جيان هو استري ۽ پرش ۾ ڪوبه ڀيد ڪونه ڀانئيندو آهي. اِن هوندي به سنسار لاءِ مثال ڏيڻ لاءِ ڪيس استري ذات کان ساوڌان رهڻ جڳائي.

۹۶۳- هڪ لڱا راجا جنڪ جي دربار ۾ هڪ سنياسڻ آئي. راجا جنڪ ڪيس پرنام ڪيو، پر اکيون هيٺ ڪري. سنياسڻ اهو ڏسي راجا جنڪ کي چيو، "ڪهڙي نه تعجب جي ڳالهه! اوهانکي استري ذات جو اڃا به اهترو ڊپ لڳو رهي! پورن گيان پراپت ڪرڻ بعد منش جو سڀاءَ ننڍڙي ٻالڪ جيان ٿئي ٿو. هو پرش يا استريءَ ۾ ڀيد ڀاءُ نه ٿو رکي."

۹۶۴- هن سنسار ۾ گيانيءَ ۾ ڪي ٿالهي مائر دوش رهجي ويندا آهن، تنجو ڪو اُلڪو ڪونهي. چندرما ۾ ڪي چٽا هوندا آهن، پر اُهي سندس پرڪاش ڏسڻ ۾ اُنڪ ڪاڻ نٿا وجهن.

۹۶۵- رڪ جي تلوار پارس پٿر کي ڇهڻ سان هڪدم سوني ٿي پوندي آهي. سندس شڪل ساڳي ٿي رهندي آهي، نه به اُنجي ڌار رڪ جيان زخمي ڪونه ڪندي آهي. ساڳيءَ ريت جنهن پرش پرميشور جا ڪمل چرن چميا آهن، تنهن جي روپ رنگ ۾ ڪو ڦيرو ڪونه ايندو آهي، پر هو ڪڏهن به پاپ اُپراڌ ڪري ڪونه سگهندو آهي.

۹۶۶- ادويت روپي ايشوري گيان پائڻ بعد جيڪي *وڻيسو سو ڀيو ڪر. چو نه پوءِ تو ڪان ڪابه برائي

ڪان نيندي.

٩٦٧- هڪ پيري هڪ سنت پرش هڪ رستي تان لنگهي رهيو هو. ڏاڍي گها گيهه لڳي پيئي هئي. اتفاق سان سندس پير ڪنهن پاپي پرش جي پب متان لڳي ويو. پاپي پرش جوش ۾ ڪروڌ ۾ اچي ساڌوءَ کي ايترو ته نردايا سان ماريو، جو هو بي سرت ٿي ڪري پيو. ڪيس سرجيت ڪرڻ لاءِ سندس شش ڏاڍا حيلا وسيلا هلايا. جڏهن ٿورو سرجيت ٿيو ته هڪ شش پڇيس، "اوهين سڃاڻو ٿا ته ڪير اوهان جي شيوا ڪري رهيو آهي؟" وراڻي ڏنائين، "جنهن مونکي ماريو، سوئي منهنجي شيوا ڪري رهيو آهي." سچو ساڌو شترو ۽ متر ۾ ڪوبه ڀيد ڪونه ڏسندو آهي.

## سڌ پرش ۽ ڪرم

٩٦٨- جنهن پرش پريوءَ کي پسيو آهي، سو ڪڏهن ڪڏهن ته ڏوراندو ۽ ڪڏهن ملين جيان. ڪيس ديوانن جيان رلندو ولندو ۽ ڪڏهن ملين جيان. ڪيس صفائي ۽ گدلائيءَ ۾ ڪوبه ڀيد ڏسڻ ۾ ڪونه ايندو. ڪڏهن ته ايشور جو جلوو اندر ۽ ٻاهر پسي، تعجب ۾ اچي، ڪنهن بيجان وستوءَ جيان هڪ ٿي هنڌ پيو هوندو. ڪڏهن ته بالڪ جيان، ڪنهن به وستوءَ ۾ من نه لڳائي، پنهنجا ڪپڙا ڪڇ ۾ وجهي، گهمندو ڦرندو رهندو. پر بين جي ڪلياڻ لاءِ ڪرم ڪرڻ وبل شينهن جيان دلير ڏسڻ ۾ ايندو.

٩٦٩- سماڌي پرائت ڪرڻ کان پوءِ سڀ ڪرم
باطن پوڄا، مالها ڦيرڻ، سساري ڪم ڪار ڪرڻ
ضروري نہ ٿا لڳن. شروع ۾ گھڻو ڪتراڻو ٿو ٿئي. جيئن
جيئن ايشور جي ويجهڪ اوڏو وڃبو، تيئن تيئن گھٽ
گھمسان محسوس ڪبو، تان جو آخر سمو بہ اچي ٿو،
جڏهن پرارٿنا، ڀڄن ڀاؤ ۽ نام سمرڻ بہ ضروري نہ ٿا لڳن.

شري رامڪرشن ھيلياں اکر شوناٿ شاستري،
ساڌارڻ برهمو سماج واري کي چيا. "جيسين ٿون مڻ
۾ نہ پهچندو آهين، تيسين تنهنجي ٿالي، تنهنجي گٽن،
تنهنجي صٺٿ جو بسو ورلن لڳندو آهي، پر تنهنجي
اچڻ تي سڀ ڳالهيون بند ٿي ويندو آهي. ٿوڪي ڏسي
سڀني کي خوشي لڳندي آهي ۽ واڪو ڪري چوندا
آهن، 'اچهو، شوناٿ بابو اچي ويا' پوءِ تنهنجي ڳاري
۾ بابت چيمت بند ٿي ويندي آهي."

٩٧٠- اڙووراي استري گھرؤ ڪم ڪار ڪرڻ ۾ ليسين
محو رهندي آهي، جيسين کيس ٻالڪ نہ ٿيو آهي.
ٻالڪ ڄمڻ کان پوءِ گھر جي ننڍن ننڍن ڳالهين ۾
سندس دلچسپي گھٽجي ويندي آهي. سارو ڏينهن
ٻالڪ سان ئي لاڏ ڪوڏ ڪندي آهي ۽ کيس چوچ
سان چمندي آهي. ساڳي ريت مٿس بہ اوديا جي
اوستا ۾ هر ڪار جا ڪم ڪاريون ڪرڻ ۾ رڌل رهي
ٿو، پر هڪواري، پنهنجي دل جي درٻار ۾ ايشور جو
درشن ٿيڻ بعد ڪم ڪاج ۾ مزو ٿي ڪونہ ايندو اٿس.

آلم انڀوَ وارو پرش

پوءِ ايشور جي شيوا ۽ سندس اڃا انوسار ورتڻ ۾ ٿي
کيس آنند اچي ٿو ۽ ايشور سان رهاڻ ڪرڻ ۾ جو کيس
مها رس ملي ٿو، ان کان پاڻ کي پري رکي نه ٿو سگهي.

١٧٩- ايشور پراپت ڪرڻ بعد سنسار شوڀيه ڏسڻ ۾
نه ايندو. جڏهن پريوءَ کي پاتو آهي، تنهن کي ڏسڻ ۾
ايندو ته پرميشور پاڻ جڳت ۽ اُنجا جيوَ ٿيو آهي- پنهنجي
ٻارن کي کارائيندي سمجهندو ته خود گوپال کي پيو
کارايان. پنهنجي ماتا پتا کي ايشور جو سروپ سمجهي،
اُنهن جي اُن ريت شيوا ڪندو. ايشور پراپت ڪرڻ
بعد جيڪڏهن ڪو سنسار ۾ رهندو هوندو ۽ ڪٽنبي
جيون هوندس ته پڪ آهي ته پنهنجي استريءَ سان
شريرڪ سنبنڌ رکي نه سگهندو. پوءِ اهو پرش ۽ سندس
استري ٻئي ڀڳوان جي ڀڳتيءَ ۾ ڀرپور ٿي، پنهنجي
جيون هري چرنن ۾ وليت ڪندا ۽ هو سڀني پراڻين جي
شيوا ڪندا ۽ ايشور کي سرووياپڪ ڄاڻي، سندس
پوڄا سڀني پراڻين ۾ ڪندا.

—o—

## ٻرڪرڻ ويهون

شري رامڪرشن جي تجربن جو سندس مکاروند مان نڪتل اکرن ۾ ورنن •

[ ننديڻ جا تجربا - تنتر ۾ پيا ساڌن - نروڪلپ سماڌيءَ جو آنيڙ - گرو مهاراج جي سوڪلپ سماڌي - گرو مهاراج ڪوڙيءَ ريت پرارٿنا ڪندو هو - ٻري پلي ۾ سالين سروپابڪ - گرو مهاراج جا پنهنجيءَ بيماريءَ نسبت واڪ - گرو مهاراج ۾ نمرتا ۽ ايشور جو ميل]

### ننديڻ جا تجربا

٩٧٢ - گرو مهاراج جو پڙهڻ ۾ چاهه ني ڪونه لڳندو هو، سندس وڏي ڀاءُ هڪ ڀيري ڪيس تنبيهه ڪئي، شري رامڪرشن وراڻي ڏنس، "دادا، اها وديا ڪهڙي ڪم جي، جنهن مان رڳو پيٽ ڀرڻ ڪمائي سکجي؟ آءٌ ته اهو گيان پراپت ڪرڻ لو چاهيان، جو منهنجي هردي کي روشن ڪري، اهو گيان، جو پائڻ بعد سدائين سنتشٽ رهجي."

٩٧٣ - گرو مهاراج کي آلمڪ جيون جي شروعات سندس پاڻتي هردي راڻي جي وڳڙي ۾ اڪيلو جهنگل

۾ صفا ننگو، جهڙي ڪان ٻه سواءِ، ڏيان ۾ لين ڏٺو. ان
باري ۾ هرديه ڪانتس پڇيو، ”ننگائيءَ جو ڌيان سان
ڪهڙو سنبند؟“ گرو مهاراج آلر ڏنو، ”سيني بندن
۽ زنجيرن کان آجو ٿي ڌيان ڪرڻ کپي. جاتي جم کان
وٺي مٿس دئيش، شرم، ڪُل گورب ۽ اهنڪار جي
انن زنجيرن ۾ جڪڙيل آهي. جهيو ڀڻ هڪ بندن آهي،
جو ته اهو به آپ-ي جو هڪ اهڃاڻ آهي ۽ پهريندڙ
سمجهندو آهي ته آءٌ برهمڻ آهيان ۽ ٻين سيني کان اُتم
آهيان- ان ڪري الوڪڪ ماتا جي ڌيان ۾ وهڻ ويل
سيني زنجيرن کان پاڻ کي آجو ڪرڻ کپائي.“
٩٧٤- گرو مهاراج ۾ جڏهن ايشور لاءِ اليت لڙق
اُٿي ٿي، تڏهن سندس درشن ڏاران جيئڻ ٿي جنجال
سمجهڻ لڳو، ان ڪري هڪ ڏينهن آپگهات ڪرڻ
اِي هو ته اچانڪ کيس آنندميه درشن پراپت ٿيو- ان
جو ورڻن ڪندي شري رامڪرشن چيو، ”سڄو ڪمرو،
در دريون، مندر ۽ سڀ ڪجهه منهنجيءَ نظر کان
غائب ٿي ويا ۽ ائين ڀاسڻ ۾ آيو ته ڄڻ ڪا به وستو
ڪانه رهي آهي؛ ان بجاءِ چيتنتا روپي اننت تيجسوي
ساگر پسڻ لڳس. جيڏانهن به پيو نهاريان، تيڏانهن ان
چمڪيندڙ ساگر جون لهرون پاڻ ڏانهن ڌوڪي ايندڀون
پيو ڏسان. پاءُ پلڪ ۾ لهرون اچي مون وٽ پهتيون ۽
مون کي وڪوڙي ويون- ان ڪري ٻوساٽجڻ لڳس.

ساڌارڻ سرت وڃائي، ڪري ٻيس."

ساڳئي اليڱ بابت ٻئي هنڌ ورنن ڪندي شري رامڪرشن چيو، "آن درشن جي آنند ۾ سڌ ٻڌ وڃائي، ٻت ٿي ٻيٺي رهيس. سرت ٿي ڪانه رهيم ته ٻاهر ڇا ٿئي ٿيو وابريو. ڪل ٿي ڪانه ٻيم، ته اهو ۽ ٻيو ڏيٺهن ڪيئن نري ويا. هڪ ڳالهه جي سو اندر ۾ سمڪ رهيم ته منهنجي آتما اندر اکنڊ آنند روپي ساگر اُلي رهيو هو. اهڙو اليڙ اڳ ڪڏهن ڪونه ٿيو هوم. ساڳي وقت پنهنجي هردي روپي مندر ۾ الوڪڪ ماتا جو مبڪورو سروپ براجمان ڀاسيم."

٩٧٥- ايشور جي ان درشن ڪري، گرو مهاراج تَرنتر ايشور- چيتن اوستا ۾ گهارڻ ڪونه لڳو. ڪيس وڇوڙي جو وقت ڪاٽڻو پيو ۽ ان ڪري ايشور جي نرنتر درشن لاء لڙڪ وڌڻ لڳس ۽ دڪميه ڳوڙها ڳاڙي، زار زار روئي، الوڪڪ ماتا جي ترنتر ٻوڇا ڪرڻ لڳو. ان اوستا جو ورنن ڪندي، هڪ ڀيري شري رامڪرشن چيو، "منهنجي رڙين ۽ ٻارڳنائن لي ڇڪجي، وقتي ماڻهن جو انبوهه اچي منهنجي چوڌگرد مڙندو هو، ٻر اهي شڪليون ٻاڇي جيان ڏسڻ ۾ ايند يون هئم ان ڪري اُنهن اڳيان لڄ يا شرم ذرو ٻه ڪونه ٿيندو هوم. جڏهن ويوڪ جي اجهل پيڙا سبب منهنجي ٻاهرين سرت نکري ويندي هئي، تڏهن آن دم ٿي "—ڪ ماتا جي آتمڪ روپ جو چمتڪار نظر ايندو

وم. اهو روپ ڪڏهن کلندو، ڪڏهن رئندو، ڪڏهن
ون سان ڳالهائيندو ۽ ڪڏهن مون کي اپديش ۽ آٿت
ڏيندو هو.“

٩٧٦- شري رامڪرشن جيڪي ڏينهن ايشور لاءِ
اليت ٽڙق ۾ گهاريا، تنهنجو ورتن ڪندي چيائين،
”ان وقت شرير جي صفائيءَ ڏانهن ويچار ٿي ڪونه
ويندو هوم. وار وڌا ٿي، جٽائون بڻجي، مٽيءَ ۽ ڪچري
سان ڀرجي پوندا هئا، ڌيان ۾ وهڻ ويل شرير، چت
جي ايڪاگرتا سبب سڪي ٺوٺ ٿي ويندو هو ۽
چرندو پرندو ٿي ڪونه هو. پکي منهنجي شرير کي جڙ
پدارٿ سمجهي، اچي مٿي تي ويهندا هئا ۽ وارن ۾
ٺونگا هڻي، ڪاڌي لاءِ ڳولها ڦولها ڪندا هئا. ڪڏهن
ته ايشور کان جدائيءَ جي پيڙا اهڙو ته ستائيندي هئم،
جو ڏاڍي جوش ۾ ڀرجي ڌرتيءَ تي ولي منهن گسائيندو
وس. اڪثر ڪري منهن ۾ گهاءَ ٿي پوندا هيم ۽ رت
پلا ڪري وهندو هئو. ڌيان، پرارٿنا ۽ ڀڳتي
ساڌن ۾ وقت اهڙو ته تڪڙو اُڏامندو ويندو هو، جو
سمڪ ٿي ڪانه پوندي هئم. جڏهن مٿان اچي نماشام
ٿيندي هئي، مندرن مان گهنڊن جي گهڻڪار ۽ سنکن
جو آواز ڪنن تي پوندو هئم، تڏهن پتو پوندو هو ته
ڏينهن پورو ٿيو آهي ۽ رات پيرو پاتو آهي. رات
ايندي ڏسي نااُميدي ورائي ويندي هئم ۽ پاڻ کي
پٽ تي اُڇلائي، منهن ڌرتيءَ سان گسائي، واڪو ڪند

هوس، ”او ماتا! ڏيهن گذري ويو، پر تو پنهنجو مکڙو نه پسايو!“ اندر ۾ دل چيڙيندڙ وڏو پوندا هئم ۽ جيڪي مونکي ان ريت پيڙا ۾ پريشان ڏسندا هئا، سي سمجهندا هئا ته مان ڳوڙ دي جي سوُر ۾ ڦٿڪي رهيو آهيان.

۹۷۷- شري رامڪرشن شادي ڪري، جڏهن دکشنيشور موليو، تڏهن ساڳي جهوني روحاني مستي غالب پئجي ويس. پنهنجي من جي ان اوستا جو ورنن شري رامڪرشن هن اکرن ۾ ڪندو هو: ”منهنجي من ۽ شريـر ۾ اُن ويل جا ڪايا پلٽ ٿي، تنهن جو چوٿون حصو به جي ڪنهن ساڌارڻ انسان جي ٿئي ها ته هو زنده رهي ڪونه سگهي ها. منهنجي شرير جو به جيڪو ساڳيو حال ٿئي ها، پر خوش نصيبان منهنجو گهڻو وقت الوڪڪ ماتا جي درشن سبب آنند روپي ني سرليءَ ۾ گذرندو هو. سچا سارا ڇهه سال ننڊ ڪانه آير، اکيون ند ٿي ڪونه ليندبون هيون ۽ سي جتن وٺرت ويندا هئا. نه وقت جي سمڪ پوندي هئم، نڪي شرير جي اوستا جي ڄاڻ رهندي هئم. سمجهندو هوس ته ڄڻ شرير الرني ڪونه! من جيڪڏهن ماتا ڏانهن ڦري شرير ڏانهن لوروني لاڙو ڪندو هو، ته ڊپ اچي ولندو هوم ته متان پنهنجو چريو ته ڪونه ٿي پيو آهيان. آرسيءَ ۾ پنهنجي شڪل ڏسي، اکين ۾ آڱريون تبيدو هوس. اکيون بلڪل بيجان ڏسي ۾

ايندي هئي، منجون هاري، ماتا کي
پڪار يندو هوس، ”او ماتا، جڳت جنني! هي منهنجي
پراڻنائن ۽ تو ۾ پورن آسري رکڻ جو پرڻام آهي ڇا،
جو لاعلاج بيماريءَ ۾ مبتلا ڪيو اٿئي؟“ پر وري پيو
خيال ايندو هوم، ”او منڙي ماتا، منهنجي شرير جو
ڪهڙو به حال ٿئي، پر مون کي وساري نه ڇڏج. پنهنجي
درشن ۽ مهر ميا جي ڪرپا ڪج. او ماتا! مون لاءِ
تنهنجي چرن ڪمل جي پورن ريت اوٽ ورتي آهي.
تو سواءِ منهنجو بيو ڪو اڄهو آسرو ڪونهي!“ ائين نير
پريل نيڻن سان پرارٿنا ڪندي، منهنجو من اڏيت
امنگن سان ڀرجي ويندو هو ۽ شرير لاءِ بيحد نفرت
اڀري ويندي هئي ۽ منهنجو هردو الوڪڪ ماتا جي
درشن ۽ هنجي آنت پريل اکرن جي آنند ۾ سمائجي
ويندو هو.“

٩٧٨ - شري رامڪرشن جو پولو من ٿي سندس پرم
گرو هو. ان باري ۾ هڪ پيري چيائين، ”جڏهن ۾
ضرورت ٿيندي هئي، تڏهن هڪ نوجوان سنساسي
هو بهو منهنجي روپ جيان، منهنجي شرير مان پرگهٽ
ٿي، مونکي اپديش ڏيندو هو. جڏهن هو ائين پرگهٽ
ٿيندو هو، تڏهن وقتي پاهرين وستن جي چيتنا
رهندي هئم ۽ وقتي پاهرئين سنسار جي سرت ٿي
ڪانه رهندي هئم. صرف هن جي حاضر هئڻ جي جاڻ
هوندي هئم. جڏهن هو منهنجي شرير ۾ پيهي ويندو

هو، تڏهن وري ٻاهرئين سنسار جي پروڙ پوندي هئم. جيڪي اُپديش هن مون کي ڏنا هئا، سي سڀ ساڳيا پوءِ پرهمڻيءَ، طوطاپوري ۽ ٻين جي مکارونڌ مان ٻڌم. ڌ جو گيان هنن کان پرايو هوم، سو ئي گيان ٻين گرون پڻ ڏنو."

## تنتر ۽ ٻيا ساڌن

۹۷۹- شري رامڪرشن پڙرويءَ برهمڻيءَ جي رهنمائيءَ هيٺ جيڪي تنترڪ ساڌن ڪيا، تن جو ورنن ڪندي هن چيو، "برهمڻي ڏينهن جي وقت دکشنيشور کان پري دور دور آستانن ڏانهن رجي، تنترڪ شاسترن ۾ ساڌنن لاءِ جيڪي ضروري شيون چاڻايل آهن، سي گڏ ڪري ايندي هئي. رات جو هڪ آسڻ تي وهاريندي هئي. ڪالي ماتا جي پوڄا ڪري، سندس هدايتن موجب، ڌيان ۾ ويندو هوس. مالها ۾ پوري مس ڦيري سگهندو هوس. جو ته اڃا شروع مس ڪندو هوس ته آلمڪ امنگ ۾ پرجي، سماڌي اوستا ۾ اچي ويندو هوس. جيڪي طرحين طرحين اڌ پهه درشيه پسندو هوس، تنهن جو هاڻ ورنن ڪري نه ٿو سگهان. اهي درشيه هڪ ٻئي پٺيان لڳاتار ايندا هئا ۽ انهن ساڌنن جو پرڀاءُ چٽيءَ طرح محسوس ڪري سگهندو هوس. برهمڻيءَ چوسٺ ئي مکيه تنترڪ ساڌن مون کي سيکاريا. انهن مان ڪيترا ساڌن ته ڪٺن آهن، جن جي ڪرڻ سان ڪئين

ساڌ ڪرڪي، خرابين ڌانهن گهلجي ويندا هئا ۽ پر مان
الوڪڪ ماتا جي اننت ڪرپا سان ٻنا لهس لڳڻ جي
سيني ساڌن مان پار پيس."

٩٨٠- ڪنڊليءَ جي سجاڳ ٿيڻ جي تجربي جو
ورنن ڪندي، شري رامڪرشن چيو، "جڏهن اها
اوستا (ايشور چيتنتا جي اوستا) پراپت ڪيم، تڏهن
ساڪيات مون جهڙو پرش آيو، جنهن منهنجي اڙا، پنگلا
۽ سشومني ناڙين کي ونڌاڙيو ۽ پوءِ پنهنجيءَ جڀ سان
ڇهن چڪرن جي پدمن کي چٽيائين ۽ ڪرماٽيل پدم
هڪدم سڌا ٿي بيٺا. آخر سهسر پدم ڦٽي سارو
ڦولارجي پيو."

٩٨١- اسلامي ساڌن ڪرڻ وقت شري رامڪرشن
جي جيڪا مانسڪ اوستا هئي، تنهن جو ورنن هُن
پاڻ هينين اکرن ۾ ڪيو آهي: "تڏهن الله جو نانءُ
ڳنهندو رهندو هوس، ڪپڙا به مسلمانڪا اوڍيندو
هوس ۽ نماز نيم سان پڙهندو هوس. سيئي هندڪا
سنسڪار اندر مان لڙڪ ٿي ويا- نه فقط هندو ديوتائن
اڳيان پرڻام نه ڪندو هوس، پر انهن جي درشن لاءِ به
دل ۾ چاهنا ڪانه ٿيندي هئم. ٽي ڏينهن اهي ساڌن
ڪرڻ بعد ان طريقي جي عبادت سان منزل مقصود
تي پهتس."

٩٨٢- "مون جدا جدا مذهبن جهڙوڪ هندو ڌرم،
اسلام ۽ عيسائي مذهب جو ابياس ڪيو. هندو ڌر

جي جدا جدا مارگن جهڙوڪ شڪتي، وشنو ۽ ويدانت لي هليو آهيان. ان بعد انهيءَ ليو ته سڀ ڏين ۽ ڏوم هڪ ئي ايشور ڏانهن وڃي هلي رهيا آهن، رڳو سڀدن مارگ جدا جدا آهن.

۳۹۸- شري رامڪرشن جڏهن پنهنجي بره پاٽتيءَ اڪشيه جو ڪو کبو اکين سان ڏٺو، تڏهن ئي پتو پيس ته منش جو مؤت ڪيئن ليندو آهي. ان آزمودي جو ورنن ڪندي، گرو مهاراج چيو، "اڪشيه منهنجي اکين اڳيان پران تياڳيا ۽ مونکي ڪو دک ڪرڻ ليو. سندس مثان تهي ڏٺم ته منش ڪيئن ديهه تياڳيندو آهي. مون کي ائين پاسط ۾ آيو، جيئن ڪنهن مياڻ مان تلوار ڪڍي آهي. تلوار ته جيئن هئي، ليڪن ئي رهي، رڳو مياڻ خالي ٿي ويو. ان درشه مان مزو آيو ۽ خوب کلي، اچيم ۽ ڳايم. سندس شريرکي ڪٺي وهي اگني سنسڪار ڪيائون ۽ پئي ڏينهن جڏهن ان هنڌ (ڪمري جي ورانڊي جي ڏکڻ اوپر ڪنڊ ڏانهن اشارو ڪندي) بيٺو هوس، تڏهن اڪشيه جي وڇوڙي ۾ دل ڏاريندڙ درد پاسط لڳم، جڻڪ ڪير منهنجي دل کي آلي ٽوال جيان نموڙي رهيو هوا. تعجب ۾ پئجي، سمجهيم ته الوڪڪ ماتا مونکي سبق سيکاري رهي آهي. هن جي شرير جي چنتا ڪانه هيم، ۽ پر جنتا ڪا هئي ته هن جي ويوڳ ڪري جيڪڏهن مون

کي ايشور دکہ تيو لہ ٻين گرهستين کي سندن واڄهن ۽
پيارن مترن جي مرڻ تي ڪيترو نہ وڏيڪ درد
ٿيندو هوندو."

## نروڪلپ سماڌيءَ جو انڀو

نروڪلپ سماڌيءَ جي انڀو جو ورڻن ڪندي
٨٤:- نروڪلپ سماڌيءَ جي انڀو جو ورڻن ڪندي
"ناڱي گروءَ (شري رامڪرشن
شري رامڪرشن چيو، "ناڱي گروءَ (شري رامڪرشن
پنهنجي گروءَ کي عزت وچان ناڱو سڏيندو هو، ڇو
نہ هو ناڱو سنياسي هو ۽ اڪثر ڪري ننگو پيو گهمندو
هو) مونکي ديکشا ڏيڻ بعد ادويت ويدانت جا ڪئين
سڌانت سيکاري آگيا ڪئي، "من کي سڀني وشين
مان ڪڍي، آلما اندر لنبي هڻ، ۽ انيڪ يتن ڪندي
بہ نام ۽ روپ جي حد لتاڙي ڪين سگهيس ۽ منهنجو
من نروڪلپ اوستا تي پهچي نہ سگهيو. ٻين وشين کي
تہ من مان لتڙي ڪڍيم، پر منتري آنندمير ماتا، جنهن
جو روپ منهنجي جيءَ سان جڙيل هو ۽ جا منهنجي
سنمکہ زنده سروپ ۾ اچي بيني، تنهن نام ۽ روپ
جي حد لتاڙڻ نہ ڏني. ادويت سکيا موجب من کي
وري وري ايڪاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم، پر
هروقت منتري ماتا سروپ اچي ٿي اڳيان بيٺم. نيٺ
نراش ٿي ناڱي گروءَ کي چيم، "هيءَ مون لاءِ محال
آهي. پنهن جي من کي نروڪلپ اوستا ڏانهن نيئي،
آلما سان سنمکہ ٿي نہ ٿو سگهان." هن جوش ۾ اچي

جيئن، ”ڇا! تون ٿو ڪري سگهين! ڪرڻو پوندءِ.“
هيڏانهن هوڏانهن نظر ڦيرائي ڪجهه ڳولڻ لڳو، شيشي
تي نظر آيس ۽ اهو کڻي، اُنجي ڇهب منهنجي ڀروون
جي وچ ۾ دٻائي، آڳيا ڪيائين، ”هن ڇهب تي
پنهنجو من ايڪاگر ڪر.“ پوءِ مان ۾ دڙهه ارادي سان
ڌيان ڪرڻ ويٺس. جيئن ئي منوهر ماتا جو سروپ
اڳيان اچي بيٺم، ليڪن ني وڳيان روپي تلوار سان ان
سروپ کي ڪٽي ٻه اڌ ڪري ڇڏيم. پوءِ من لاءِ ٻي
ڪا به رڪاوٽ ڪانه رهي ۽ نام روپ جي حد لتاڙي
ويو ۽ آءٌ سماڌيءَ ۾ لين ٿي ويس.

۹۸۵- ڇهه مهنا اُهيءَ نروڪلپ سماڌيءَ ۾ رهيس.
ساڌارڻ منش اُهيءَ اوسٿا مان موٽي ڪونه سگهندا
آهن. ايڪيهن ڏينهن بعد سرير سڪل پن جيان ڪري
پوندو آهي. ڏينهن ۽ راتيون هڪبئي پٺيان ڦرندا ويا،
پر مونکي ڪا سمڪ ڪانه رهي. واڪ ۽ ناسن ۾ مکيون
گهڙي وينديون هيون، پر مڙدي جيان ڪجهه به معلوم
نه ٿيندو هوم. وار مٽيءَ ۾ ملي جٽائون ٿي ويا. ڪڏهن
ڏ بيت اچڻ جو سماءُ به ڪونه رهندو هوم. اُهيءَ اوسٿا مان
شرير جو بچڻ محال هو، پر اچانڪ هڪ سادو اُتان
اچي لانگهائو ٿيو. هن منهنجي اوسٿا سمجهي ورتي؛
هنکي اها به پروڙ پئجي ويئي ته منهنجي شرير دوارا
جڳت جننيءَ کي اڃا انيڪ ڪاريه ڪرڻا آهن ۽ شرير
قائم رکڻ سان ڪيترن ماڻهن جو ڪلياڻ ٿيڻو آهي. سو

ماڻيءَ جي محل ۾ ڪجهه ڪاٺ وڪڻي ايندو هو؛ ٻاهرينءَ
سرت آڻڻ لاءِ منهنجي شرير کي خوب ماريندو ڪٽيندو
هو. پوريءَ سرت جا اهڃاڻ ڏسڻ ۾ ايندا هئس ته
هڪدم ڪاٺ وڪڻي منهنجي وات ۾ ڏوسيندو هو. اهڙيءَ
ريت ڪن ڏينهن کان روٽيءَ جا ٽڪرا ڳهي ويندو
هوس، باقي ٻين ڏينهن ۾ کائڻ ته محال ٿي پوندو
هو. اٽڪل ڇهه مهينا گذري ويا. انهيءَ اوسٿا ۾ ڪجهه
ڏينهن گهارڻ کان پوءِ ماتا جي آگيا جو ڪن ۾ ٻڌاءِ
پيم. ”لوڪ سکيا ڪاڻ ٻاهمڪ (Relative Consciousness)
۾ رهه.“ پوءِ ته رت سان سوري ٻاهي اچي ٿيم. آنڊن
۾ جنسي ڏٻ پوندا هئا. هيءَ پيڙا به ڇهه مهينا هلي.
پوءِ آهستي شرير سرت اچڻ لڳي. پوڻ ڇهن
مهنن ۾ ڦر ڦر ڏيئي من پنهنجو پاڻ نروڪلپ سماڌيءَ
۾ لين ٿي ويندو هو.

۹۸۶- منهنجي من جي سياويڪ ورتيءَ جو لاڙو
نروڪلپ سماڌيءَ ڏانهن آهي. هڪواريءَ ان سماڌيءَ
۾ وڃڻ سان واپس ورڻ ۾ دل ڪانه ٿيندي اٿم ۽ ٻر
توهان جي ڪاڻ ئي من کي زوريءَ واپس گهلي آڻيندو
آهيان. ڪنهن ترشنا ڪانسواءِ من کي واپس هيٺ ڇڪڻ
ڏکيو آهي. انهيءَ ڪري ڪي ترشنائون جهڙوڪ تماڪ
ڇڪڻ، پاڻي پيئڻ، ڪا خاص چيز کائڻ، ڪنهن خاص
منش کي ڏسڻ وغيره پاڻ ۾ پيدا ڪرڻيون پونديون
اٿم. تڏهن من ڌيري ڌيري هيٺ لهندو آهي. وقتي

نہ هيٺ لهندي وري مٿي چڙهي ويندو آهي. ڇو ته اهڙين نرشنائن ذوارا اُن کي هيٺ ڇڪي آڻيندو آهيان.

۹۸۷- شري رامڪرشن، "اوم تت ست" منتر جو صرف "تت" (اهو) شبد اُچارڻ سان نروڪلپ سماڌيءَ جي پرم پد تي وڃي پهچندو هو. "ست" شبد انهيءَ ڪري ڪم نہ آڻيندو هو جو اُنجي ورڻ اکر "استِ" جي يادگيري اچڻ جو امڪان رهندو هوس. "اوم" اکر به ڪاني نہ سمجهندو هو. پر "تت" شبد اُچارڻ سان سندس چيتنا مان نام روپ جا وچار غائب ٿي ويندا هئا، هستي ۽ نيستيءَ جا سڀ پند پسر ٿي ويندا هئا، هو اُن ايڪي جي سروپ ۾ سمائجي ويندو هو جو سڀني حدن کان پار آهي.

۹۸۸- **سوال-** سماڌيءَ ۾ لين هئڻ وقت لوهان ۾ لورو به ڪو اهم ڀاڱو هوندو آهي؟

**جواب-** هائو. اڪثر ڪري لورو اهم ڀاڱو رهندو آهي. اهو سرتي ورق جيان آهي، جو سون جي اُنيءَ سان ڳسائڻ بعد صفا ڪسي نہ ويندو آهي. سڀ ٻاهرين سرت مٿي ويندي اٿو، پر پرمالما لورو اهم ڀاو قائم رکيندو آهي، جيئن سندس (پرمالما جو). رس وٺي سگهان. پر وقتي نہ ايشور اهو لورو اهم ڀاو به هڪالي ڪيندو آهي. اها پورم پد واري سماڌي آهي. ڪبر به اُن جي ڪٿ ڪري ڪونہ سگهندو. اُن ۾ آتما

پرماتما سان سمورڻ ملي هڪ ئي ويندو آهي. جيئن
لوڻ جي گڏي سمنڊ جي عمق کڇڻ لاءِ ئي هيٺ ٿي
پاڻيءَ ۾ ڳري پاڻيءَ ۾ ملي وڃي، پوءِ ڪير
سمنڊ مان نڪري ٻڌائي ته سمنڊ جي اونهائي
ڪيتري هئي؟"

## گرو مهاراج جي سروڪلپ سماڌي

۹۸۹- ڪنهن شري رامڪرشن کان پڇيو، "سائين
توهانجو ايشور ۾ اعتقاد آهي؟"
شري رامڪرشن اتر ڏنو، "هائو."
"سائين ثابت ڪري ڏيکاريندا."
"هائو."
"ڪيئن؟"
"جو ته ڪيس ائين ڏسي رهيو آهيان جيئن توکي
هتي ويٺو ڏسان. البت ايشور کي وڏيڪ چٽيءَ طرح
پيو ڏسان."
۹۹۰- هڪ نئيائڪ (Logician) شري رامڪرشن
کان پڇيو، "وشيه (Subject) وستو (Object) ۽ گيان
ڇا آهي؟"
گرو مهاراج اتر ڏنس، "پلا پرش، انهن وِدوتا جي
ڳالهين جي ڄاڻ ڪانه اٿم. مونکي ته ڪيول پنهنجي
اندر ۾ آتما ۽ جڳت جننيءَ جي ئي ٻُوجهه آهي."
۹۹۱- منهنجي شرير جي اوستا ڏسي هرديه چوندو
هو، "اهڙي نبل سريرر ۾ ايتري اڌياتمڪتا ۽ ليج

ڪڏهن ڪونہ ڏنو اٿم. ”ٻہ جيترو ٺيڪ منهنجو سرير نبل هو تہ ٻہ لوڪن سان ايشور چرچا ڪڏهن بہ بند ڪانہ ڪيم. ياد اٿم تہ هڪ ڀيري شرير وچ هڏن جو پڃرو بچيو هو، تہ بہ آلمڪ وشين لـي ڪلاڪن جا ڪلاڪ واد وواد ڪندو هوس. شرير جي مدد ٻڌ ني ٻلجي ويندو هوس.“

## گرو مهاراج ڪهڙيءَ ريت پرارٿنا ڪندو هو

۹۹۲- الوڪڪ ماتا کي هن نموني پرارٿنا ڪندو هوس ”او ماتا! تون آنندمير سروپ آهين. مون کي ضرور پنهنجو درشن ڏيا.“ وقتي تہ پرارٿنا ڪندو هوس، ”او، نماڻن جا ماڻ، اڌين جا آڌار! آءٌ تنهنجي ٻرڪوليءَ کان ٻاهر آهيان ڇا؟ نہ اٿم گيان، نہ ڀڪتي، نڪي اٿم تپسيا حرڪا. جاڻان نہ ڪجهہ ڪين تہ. اي ايشور، پنهنجي اننت ٻاجهہ سان پنهنجي درشن جي ڪرپا ڪر.

۹۹۳- ”الوڪڪ ماتا، مونکي نہ لوڪن جو ستڪار کپي، نہ سرير جا ڀوڳ. ڪيول اها ڪرپا ڪر تہ گنگا ۽ جمنا جي سنگم جيان منهنجي آتما تو ۾ سمائجي وڃي. ماتا! مون ۾ نہ آهي ڀڳتي نہ يوڳ. مسڪين ۽ مترٻنا آهيان. ڪنهن جي واکاڻ ڪانہ کپم. ڪيول اهائي آرزو اٿم تہ منهنجو من سديو تنهنجي چرنن ۾ گهاري.“

۹۹۴- ”او ماتا! مان يتر (اوزار) آهيان، تون يتري

(اوزار ھلائيندڙ). آءٌ ڪمرو آھيان ۽ تون ان جو نواسي. مان مياڻ آھيان، تون تلوار. مان رٿ آھيان، تون سارٿي. جيڪي ڪرائين ٿي، سوئي ڪريان ٿو. جيڪي ٻولائين ٿي، سوئي ٻوليان ٿو. ”مان“ نہ ”مان“ نہ، پر ”تون، تون ئي تون“.

٩٩٥- جنھن کي ستيہ لاءِ اڻيننت چاھنا آھي سو ضرور پرماتما کي پراپت ڪندو. پر جيڪو ستيہ جي پرواھ نٿو ڪري ۽ ان جو سڀ ڪجھ ويندو ناس ٿيندو. ايشور انيڪ جي اوستا پراپت ڪرڻ بعد ھٿن ۾ پشپ کڻي الوڪڪ ماتا کي چيم، ”اي جگت جنني! ھان ھيءَ تنھنجا ڏنل گيان ۽ اگيان، پوترتا ۽ اپوترتا، ڀلائي ۽ برائي، پنيہ ۽ پاپ سڀ واپس وٺ. ڪيول ڀڳتي بخشينم، اي ماتا! پرماتما کي اھو چئي نہ سگھيس تہ ستيہ ۽ استيہ واپس وٺ. سواءِ ستيہ جي ٻيو سڀ ڪجھ ماتا کي واپس ڏيئي سگھيس.

## ڀلي ۽ بري ۾ سائين سمر وياپڪ

٩٩٦- ايشور انيڪ ڪانپوءِ ڪرم ڪنھي ٿا وڃن. انھيءَ ريت مونھنجي شاستر وڌيءَ پرماڻ پوڄا جي ڀڄائي ٿي- ڪالي مندر ۾ پوڄا ڪندي ھڪ ڏينھن اچانڪ انيڪ ٿيم تہ سڀ چنميہ (چيتن آتما) آھي- پوڄا جي سامگري، پوڄا آستان، مندر جو دوار، سڀ آتما آھي. پوءِ مستي ۾ مڙ ٿي، مستان جيان چوگرد پشپن

جي ورکا ڪرڻ لڳس، جيڪي ۽ اڪين اکيان ئي آهر
تنهن جي پوڄا ئي ڪير.
هڪ ڏينهن شو جي پوڄا ڪندي، شو جي لنگ
لي "وڄر" وکي رهيو هوس، جو پرلڪش ليم ا
پرڪرلي ياڻ شوُ آهي. انهيءَ لاءِ ڪو دليل ڏيڻ ڪوا
سگهيس، پر اچانڪ اهو ويچار آير. انهيءَ ڏينهن کا
پوءِ شو جي پوڄا سنڌس مورليءَ دوارن ڪرڻ بد
ڪير. هڪ ڏينهن پشپ چني رهيو هوس، ته اوچت
پرلڪش ليم ته هر هڪ پشپ جو بوٽو هڪ گلدستو آهي
جو ايشور جي وشو روپ کي شوڀائمان ڪري رهيو آهي
۹۹۷- هڪ ٻيري هڪ درشيه ڏٺم. احساس ليم ا
آلم نت سنسار ۾ وياپتي سڀ جيڙ جنت اُپايا آهن
سنسار ميڻ جي محل مثل هو، جنهن ۾ سڀ پراڻي
يسون، باغ بستان ۽ رستا ۽ بيو سڀ ڪجهه ميڻ ج
لهيل نظر آيا.
۹۹۸- سڌ الڙ ته مان جا ڏسي رهيو آهيان؟
سڀ پر ايشور کي بيو پسان. جيو ۽ جنت جڻ چ
جون صورتون آهن، جي سر، هٿ ۽ پير پيا لوڏين، ا
منجهن چلائڻ واري هستي پريو پاڻ آهي.
۹۹۹- جڳت جنيءَ مون کي پڪت ۽ وگياليءَ جي
اوستا ۾ رکيو آهي. تڏهن ئي راکال ۽ بين سان کل چرچ
ڪري سگهان ٿو- جي گياليءَ جي اوستا ۾ هجان ه
' اين هزند ڪري ڪيم سگهان ها. هن اوستا ۾ ما

سيني وستن ۾ ڏيکاري ڏيئي رهي آهي- ڪيس هرهنڌ
وياپڪ پيو پسان- ڪالي مندر ۾ اُنهوءَ نيم نہ پاڻين ۾،
خود ڀڳوت- پدت جي ياوَ ۾ ماتا پاڻ وسي رهي آهي!
ڪيتري ئي ڪوشش ڪيم تہ به رام لعل جي ماتا کي
ڇيپيءَ نہ سگهيس- مون کي تہ هن جي روپ ۾ به ماتا
پاڻ ڏسڻ ۾ آئي- ڪنيائن جي پوڄا ۾ انهيءَ ڪري
ڪندو آهيان جو انهن ۾ ماتا جو روپ ڏسڻ ۾ ايندو
الم- منهنجي استري منهنجي پيرن کي پيڙون ڏيندي
آهي تہ پوءِ آءٌ ڪيس پرڻام ڪندو آهيان- ڪنهن پاپي
هيجاري کي به نظر انداز نہ ٿو ڪري سگهان- تلسيءَ جو
پن ڪهڙو به سڪل يا سوکيم هجي تہ به ماتا جي چرڻن
۾ پيتا رکي سگهجي ٿو.

١٠٠٠- سد اٿو تہ مان ڪيٽن ڏسي رهيو آهيان؟
ورڻ ترڻ ٻرنا، منش مرون ۽ گاهہ اهي ۽ ٻيون سڀ
وستو وهاڻي جي ڇوڻ مثل پيٿون نظر اچن. ڪي ڪومل
ڪجهہ مان نہ ڪي سادي کهريءَ ڪجهہ مان تهيل،
ڪي شڪل ۾ گول تہ ڪي چورس. پر انهن سڀني
وهاڻن ۾ هڪ ئي وت ڪجهہ پيل آهي. ساڳيءَ ريت
هن سنسار جون سڀ وستو، نرآڪار سچدانند سان
ستيل آهن. انئين پيو سمجهان تہ جڻ ماتا جدا جدا وستر
اوڍي، انهن مدجهان نيڻ ڪٽي نهاري رهي آهي. هڪ
پيري اهڙي اوستا هئم جو دم دم اهو ئي درشيہ ڏسڻ
۾ ٿئي آيم- منهنجي هيءَ اوستا سمجهڻ کان سواءِ ڪيترا

ماڻهو مون وٽ آئت ڏيڻ لاءِ آيا. وام لعل جي ماتا ۽
هڪ پنري روٽي ڏنو. ڏانهس نهاري سمجهڻ لڳس
ته ماتا جا مندر ۾ آهي سا پاڻ، هنجو لباس بهزي
اچي منهنجي سنمڪ بيٺي آهي. مون ڪلي ڪلي ڪيتر
چيم، ”ماتا ڪهڙي نه منوهر ويس ۾ آئي آهين!“
هڪ ڏينهن ڪالي مندر ۾ جڳت جنني جي ڏيان ۾
ويٺو هوس. پر ان وقت سندس ساڪيات سروپ خيال
۾ آڻي ئي نه سگهيس. ٿوري ويرم بعد ڏٺم ته جتي
پوڄا جي ٿالهي رکي هئي، اُتان هوءَ نهاري رهي
هئي. شڪل ۾ رمڻي ولشيا جهان لي ڏسڻ ۾ آئي،
جا گهاٽ تي اشنان ڪرڻ ايندي هئي. اچرج ۾ ڪلي
چيم، ”واهه واهه! اچ تون رمڻي ليڻ تي چاهين. ڏنهن
اڄ جي پوڄا انهيءَ ئي روپ ۾ سويڪار ڪر.“ اهڙيءَ
رِيت ماتا مونکي اُپديش ڏنو، ”خود ولشيا مان پاڻ
آهيان. مون ڏاران ٻيو ڪجهه ڪينهي!“

ٻئي ڏينهن گاڏيءَ ۾ چڙهي ٽرار مان ويندي ڏٺم
ته ماتا اهڙيءَ استريءَ جي روپ ۾ هئي جنهن ماڻهن کي
موهڻ لاءِ نڪتي هئي. ڏيکدار ويس پهري، مستڪ
تي ٽلڪ لڳائي، مٿي ۾ منڪ ڏري، حقو چڪي رهي
هئي. اچرج ۾ پنجي پڇيم، ”ڇا ماتا هيءَ روپ ڌارڻ
ڪيو آهي؟“ پوءِ سندس اڳيان سرجهڪايم.

۱۰۰۱- پرماتما کي آءٌ پنهنجي اکين سان ڏسان
پوءِ دليل جا لاءِ وٺهي ڏيان؟ ساڪيات پيو ڏسان ته

برهم ئي آهي، جو سڀ ڪجهه ٿيو آهي- هو پاڻ جيو
آتما جي بندن ۾ ٻڌجي ٿو ۽ پاڻ ئي پرڪرتي پسڻ ۾
بو اڇي! اهو ستيه پسڻ لاءِ آتما جي جاڳرتا ضروري
هي• جيسين پرماتما جو ست روپ سڀ ۾ پسي نه
سگهبو، تيسين پٺي ٻڌي هلائبي يا ويچار ڪبو ته
•هيءَ نه، هيءَ نه'- البت، رڳو ائين چوڻ مان ڪجهه
ڪين ورندو- مون نشچيه ڪري ڄاتو آهي ته برهم
پاڻ ئي سڀ ڪجهه ٿيو آهي- صرف چوڻ مان ڇا
ورندو- ايشور جي ڪرپا سان آتما جاڳرت هئڻ گهرجي•
آتمڪ جاڳرتا اچڻ بعد ئي سمادي اوستا ايندي آهي:
ان اوستا ۾ شرير جي سڌ ٻڌ غائب ٿي ويندي آهي،
سنساري وستن جهڙوڪ ڪامني ۽ ڪنچن لاءِ موهه
نشٽ ٿي ويندو آهي• ڪيول ايشور جي واڻي ئي ٻڌي
وڻندي آهي• سنساري ڳالهين ٻڌڻ سان چت جي
شانتي هلي ويندي آهي• آتما جي جاڳرتا کان پوءِ ٻيو
درجو آهي وشو آتما جو انڀو• آتما ئي پرم آتما کي
پائي سگهندي•

١٠٠٢- ڪيترا سال اڳي وشنو آچاريه چيو هوم ته
پورن گيان اهو پائي سگهندو، جو پرش ۾ پرماتما پسند
هاڻ آءٌ پاڻ پيو ڏسان ته ايشور پاڻ اِن اِن روپن
رمي رهيو آهي- سچيار ۾، ٺڳ ۾، بدمعاش ۾، سڀ
۾ ڪيس ٿي پيو پسان- ان ڪري چوان پيو، "نا

ماتا ڏسڻ ۾ آيم ۽ کين پرڻام ڪيم.
جڏهن انهيءَ چيتنا جي اوستا ۾ آيس، تڏهن
دکشنيشور مندر ۾ ڪالي ماتا جي پوڄا ڪري ڪاڻ
سگهيس ۽ ان ڪري مندر جي منيب مون تي گارين
جو خوب وسڪارو ڪيو. پر مونکي ته سندس گارين
تي ڪو به غصو ڪونه آيو، ٻالڪ پڻ ڪليم.

١٠٠٥- هڪ درشيه جنهن ۾ شري رامڪرشن کي
سنسار جو سچو روپ ڏسڻ ۾ آيو، تنهن جو ورنن
ڪندي چيائين، ”سڌ آڳو ته هينئر مون ڇا ڏٺو؟
الوڪڪ درشن- الوڪڪ ماتا جو درشن! هوءَ گرڀوتني
ڏسڻ ۾ آيم. ٻالڪ کي جنم ڏئي، ان دم ٿي ان کي
واتـ ۾ وجهي ڳرڪائي وئي. جيڪي سندس واتـ ۾
ويو، سو خالي تي پيو. ان ريت ماتا مونکي ڏيکاريو
ته سنسار جون سڀ وستو خالي آهن ۽ ائين پڻ چيائين،
”هن مولجهاري ۾ نه منجهه.“

## گرو مهاراج جا پنهنجي اگهائيءَ نسبت واڪ

١٠٠٦- پنڊت ششاڌر شري رامڪرشن کي بيمار
ڏسي، ڪانئس پڇيو ته شرير جي بيمار عضوي تي پنهنجو
من ايڪاگر ڪري، پنهنجو مرض ڇو ڪين ٿا ڇنايو؟“
(پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ شري رامڪرشن نڙيءَ جي
سرطان کان پوڙي رهيو هو.)
گرو مهاراج- جيڪو من ۾ هڪواريءَ ايشور

کي اوہي چڏيو آهي، سو رت ۽ ماس جي ٻڇڙي اي ڪيئن ايڪاڪر ڪري سگهندس.

ششاڌر- ڀلا جڳت جنني ۽ کي ڇو ڪين ٿا پراڻنا ڪريو ته توهانجي بيماري ڇٽائي؟

گرو مهاراج- ماتا کي ڏنائون وقيب سٽول شرير جي سدپڏ هلي ويندي الر. ان ڪري شرير ڪالر پراڻنا ڪرڻ مون لاءِ اسيڀؤ آهي.

۱۰۰۷- شري رامڪرشن جڏهن سخت بيمار هو، ڳالهائي ٻولهائي يا کائي پي نه سگهندو هو، تڏهن چيو هئائين، "هيتر آءٌ ڪيترن مُکن دوارا ڳالهائي ۽ کائي رهيو آهيان. آءٌ سڀني آتمائن جي آتما آهيان. مونکي ڀي انت واسه آهن. آءٌ انت آتما آهيان. جنهن انساني ڪل اوڙي آهي، تنهنکي ڪي نڙي ۽ ٻ ڦت آهي. شرير جڏهن اکهو ٿئي لو، تڏهن اڳهائي ۽ جو الـر من لي ٻوي لو. گرم پاڻي شرير جي ڪنهن عضوي مٿان پوندو آهي ته چٽبو آهي، "گرم پاڻي ۽ ساڙيو الر." ٻ واسٽوَ ٻ ساڙڻ واري وستو گرمي آهي ۽ نه پاڻي. سب دک شرير کي لوڻٿي، سب روڳ شرير کي ٿا لين. آتما دود کان دور آهي ۽ بيماري ۽ جي ٻوڇڻ کان ٻري آهي."

۱۰۰۸- الوڪ ماڻ کي چيو، "نڙي ۽ ٻ سور ڪري ڪجهه کائي ڪوڻ لو سگهان؟" ڪيس ويتي کبر ته "اهڙو ڪر ٻرٻڌ ٿيي، جيئن لورو ڪاڏو کائي

سگهان." پر ماتا توهان سيني ڏانهن اشارو ڪري چيو،
"چوڻ لون ته هيترن واڻن سان ڪائي رهيو آهين!" تڏهن
شرم ۾ پڙي ويس. وڌيڪ هڪ اکر به ڪونه اُڪليم.
١٠٠٩- الوڪڪ ماتا هيءَ بيماري انهيءَ لاءِ ڏني
اٿم جيئن منش کي سکيا ملي ته شرير جي ڪيتري پيڙا
رِندي به آتما جو ڪيئن وچار ڪجي ۽ ايشور جي
چنتنا ۾ ڪيئن گهارجي. منهنجو شرير اليئت پيڙا
پيڙ سور ۽ چنتي بک کان ڀوڳي رهيو آهي ۽ ڪربه
ڇوٽڪارو ملڻ انساني طاقت کان ٻاهر آهي، ته به ماتا
بنائي رهي اٿم ته آتما ئي شرير جو مالڪ آهي. جڳت
جننيءَ منهنجي شرير کي هيءَ بيماري ان ڪري ڏني
آهي جيئن ناستڪن کي نشچو ٿئي ته آتما الوڪڪ
آهي، ايشور چيتنا واستوڪ ڳالهه آهي ۽ منش جڏهن
سدي پراپت ٿو ڪري، تڏهن سيني بندڻن کان مڪت
ٿو ٿئي.
١٠١٠- شري رامڪرشن جڏهن پويون دفعو بيمار
ٿيو، تڏهن سندس ڪيترن ششن ڪيس ويني ڪئي ته
اسانجي خاطر ئي ايشور کي پرارٿنا ڪريو ته توهانجي
بيماري ڇٽائي ۽ توهانجو شرير هن سنسار ۾ ڪجهه
وڌيڪ وقت قائم رکي. گرو مهاراج وراڻي ڏني، "ان
باري ۾ ايشور کي چوڻ مان ڪجهه به ڪين ورندو
جا سندس اڇا هوندي، سو ئي ٿيندو. هيئر ڏسان پ
ته منهنجي الوڪڪ ماتا ۽ مان هميشه لاءِ هڪ ٿ

ويا آهيون. هڪ لڳا راڌا شري ڪرشن کي چيو، "هي پرڀتر، منهنجي هردي ۾ واسو ڪر ۽ پنهنجي مانش روپ ۾ مونکي وري ڪڏهن منهن نه ڏيکار." پر جلد ئي شري ڪرشن کي مانش روپ ۾ ڏسڻ لاءِ تڙڦڻ لڳي. سندس دل پنهنجي پريتم لاءِ ڀاڏاڻ لڳي. پر سڀ ڪجهه ايشور جي اڇا انوسار ئي ٿئي ٿو ۽ شري ڪرشن ڪيتري عرصي تائين مانش روپ ۾ نظر ڪونه آيس.

## گرو مهاراج، نمرتا ۽ ايشورتا جو ميل

١٠١١- ٽي اکر آهن، جي منهنجي هردي اندر پيهي ويا آهن- (١) گرو (٢) ڪرتا ۽ (٣) بابا. ايشور ئي ڪيول گرو آهي. منهنجي الوڪڪ ماتا ئي سڀ ڪاريه جي هرتا ڪرتا آهي. مان ته هن جي هٿن ۾ هڪ اوزار آهيان. بابا کي سندس بالڪ سمجهندو آهيان.

١٠١٢- هڪ پرسد پنڊت سان ڳالهه جي باري ۾ شري رامڪرشن چيو آهي، "جڏهن پدم ته پنڊت مون سان ڳالهه ٿو اچي ته هراس ۾ اچي وڃان. مونکي ته شرير ئي پيل ڪپڙي جي ۽ سڌ بڌ ڪانه رهندي آهي. منجهي پيس ته هن سان ڇا ڳالهائيندس. ماتا کي چيم، "مونکي ته رکو تهنجي ئي جاڻ آهي- باقي شاسترن ۽ ٻين ڳالهين جي ته ٻوجهه ئي ڪانه اٿم." ان ڪري جيڪي ماڻهو ان وقت ويٺا هئا ان کي چيم،

"اوهين هت ويهي رهو. اوهانجي ويئي مان ڪجهه
همت اچيم." پنڊت اچي ويٺو. دل ۾ تورو ڏپ اچا
۾ هوم. ماٺ ۾ ويٺو هوس. ڏانهنس نهاري ۽ ٻڌي
رهيو هوس. انوقت ڏٺم ته الوڪڪ ماتا پنڊت جي
من ۾ جيڪي وهيو وايو ٿي، سو سڀ مونکي ٻڌائي
ڇڏيو. ويچار ۽ وترائڻ کان سواءِ شاستر پڙهڻ جو ڪهڙو
سود؟ محسوس ڪيم ته ڪجهه منهنجي سر ڏانهن سرڪو
ڏيئي سُري رهيو آهي. منهنجو سمورو ڏپ گم ٿي
واو ۽ پنهنجي سرت جي سڌ ڪانه رهيم. منهن مٿي
ڪيم. منهنجي مکه مان اکر هڪ ٻئي پٺيان نڪرندا
ويا. محسوس ڪرڻ لڳس ته جيئن ڳالهائيندو پيو وڃان
تيئن ڪير مون ۾ نوان ويچار آڻين ڪندو ٿي ويو.
ڪمر پڪر ۾ ماڻهو جڏهن اَن لوڙيندا هئا، تڏهن هڪ
ماڻهو هٿن سان اناج کي اڳتي ڪندو ويندو هو، ته ٻيو
اهو لوڙيندو هو. منهنجي اندر ۾ ڀ ائين ئي رهيو هو.
جيڪي ڳالهايم ٿي، تنهن جي خود مون کي ڄاڻ ڪانه
هئي! جڏهن ٻاهرين سرت اچڻ لڳم ته ڏٺم ته پنڊت
ڳوڙها ڳاڙي رهيو هو ۽ شرير آنسن سان آلو ٿي ويو
هوس. اهڙيون اوستائون وقت بوقت محسوس ڪندو
هوس.

هڪ ڀيري ڪيشب چوائي موڪليو ته اچو ته
گنگا نديءَ تي سئر ڪرڻ هلون. هڪ يورپي سئلاني
مستر ڪُڪ ۾ گڏجي هلندو. اها خبر پڌندي پيت

اچڻ شروع ٿيو. هر هر ٿي ڪاڪوس ڏانهن ويس.
ڪجهه ويرم ڪان پوء هو آيا. آڳبوت پر پير رکڻ سان
مون پر ٿيرو اچي ويو. سڌ ڪانه اٿم ته ساڻن ڪهڙي
باهه چيت ڪيم، پر هدن سيني (ششن ڏانهن اشارو
ڪري) چيو ته مون تمام سندر سکيائون ڏنيون.

۱۰۱۳- مهنجي اندر پر وسندڙ ايشور ئي مون دواران
هيء سب ڪجهه ڪري رهيو آهي. وقتي ته ايشور پٺي
جي پاڙ پر اچي ويندو هوس. جيسين پوجا نه ليندي
هئم، ليسين پوس نه ليندو هوس. آءٌ اوزار آهيان ۽
هو اُن جو هلائيندڙ آهي. جيڪي هو ڪرائي ٿو، سوئي
ڪريان ٿو، جيڪي ڳالهرائي ٿو، سوئي ڳالهايان ٿو.

۱۰۱۴-گريش چندر گهوش پنهنجي 'عام مختياري'
(گرو مهاراج هيءَ اڪر پورن ريت پاڻ اوپڻ لاء ڪم
آڻيندو هو) گرو مهاراج کي ڏيئي چڏي هئي ته به
پنهنجي پورب جنم جي گناهن جي وچار ڪرڻ سان
وياڪل ٿي ويندو هو. اُن ٿي گرو مهاراج چيس، "اڙي
پاڻي، پاڻيء جو نانگ پڪڙيو اٿيئي ڇا؟ اهو نه زهري
نانگ آهي. ڊوڙندو گهر ويندين ته نه مرندين پڪ.
لون پاڻ ڪين ڏسندو آهين ته پاڻيء جو نانگ ڏيڏر
کي پڪڙيندو آهي ته هو هڪ يا ٻه دفعا 'ٽان ٽان'
ڪري مري ويندو آهي، پوءِ ڪٽي ڇڏائي پڇي ته وڃي
...ڏ لورا لٿا ڏيئي، پنهنجي بِر پر وڃي مرندو. جو

هتي آيو آهي، لهن جي ٻه ساڳي حالت آهي."

١٠١٥- هڪ ڏينهن هڪ شش شري رامڪرشن جي پيرن کي مالش ڪري رهيو هو. سندس ان شيوا جو ورنن ڪندي گرو مهاراج چيو، "هن ٻه گوڙهو مطلب سمايل آهي". پوءِ سندس هٿ پنهنجي هردي لي رکي جيڪڏهن ڪاٻه الوڪڪ چيائين، "منهنجي هردي ۾ (هن شيوا جي ڪاريه سان) اوديا هميشه وستو آهي ته پوءِ گنيير پياوَ سان چيائين، لاءِ دور ٿي ويندي." ان ڏينهن درشن "هتي ڪوڏاريو موجود ڪونه آهي. سچدانند پرايت ٿيم. ان وقت هرش پرسان وينو هئم- ٻاهر پرگهت ڪي مياڻ (پنهنجي سرير) مان نڪرندو ڏٺم. لي چيائين، "آءُ جگ جگ ۾ اوتار ڌارڻ ڪريان ٿو." سمجهيم ته وڌلي رهيو آهيان- ان ڪري شانت رهيس. پوءِ ٻڌم ته اٿين ٻه چيائين، "چيتنيه ٻه شڪتيءَ جي پوڄا ڪئي هئي."

١٠١٦- پنهنجي بيماريءَ وقت هڪ ڏينهن شري رامڪرشن پنهنجي شيوڪن کي چيو، "منهنجو شرير ٻه جيو آهن- هڪ الوڪڪ ماتا آهي ۽ ٻيو سندس پڳت. بيماري پڳت پوڳي رهيو آهي- ...... ايشو پنهنجي پڳتن سان اوتار وٺي ايندو آهي- هو مانش شرير ڌارڻ ڪندو آهي. پوءِ سندس پڳت ٻه ساڻس گڏ جي الوڪڪ ماتا ڏانهن واپس ويندا آهن. رمتن راڳيندڙن جي ٽولي اوچتو گهر ۾ لنگهي ايندي آهي

ھو ھري نام ڳائي، آنند ۾ نچندا آھن. پوءِ جلد ئي
ھليا ويندا آھن. سندن اچڻ ۽ اوچتو وڃڻ به اوچتو
۽ لوڪ انھن کي سڃاڻي ئي ڪونه سگھن.

١٠١٧- آءٌ محسوس ڪريان ٿو ته ڀڳتن جي ڇانٽ،
ٻل جو ٻڪ ۽ ٻل جو ٻڪ ولندڙ ليکي ساڳي وستو آھن.

١٠١٨- شري رامڪرشن ديھانت کان ڪجھ وقت
اڳ سخت بيماريءَ جي سيجا تي نرينددر کان پڇيو،
”منھنجي ٻارَ نسبت ڇا ٿو ڀانئين؟“

نرينددر:- ”جو سائين، اوھين ته سڀ ڪجھ ساڪياد
ٻاڻ آھيو! اوھين ته سوروپ آھيو جو ووڪ روپ
اوتار سان سيني رڪاوٽن کي ڪري، سچيتا کي ڀھتا
آھيو. اوھين سکيءَ (ساھيڙيءَ) جيان اڪت ٻرٻر سان
به ٿمتار آھيو. اوھين اُن الوڪڪ ٻرٻرميه آنند جو رس
وٺي رھيا آھيو، جو آنند الوڪڪ ٻرٻريءَ کي ئي
پراپت ٿيندو آھي. اوھين سوروپ آھيو، سڪي آھيو ۽
سڀ ڪجھ. اھڙي آھي، اوھانجي اسور لاءِ اُڪيرو.“

ٻڌي شري رامڪرشن جي دل ڀرجي آئي. پنھنجا
ھٿ پنھنجي ھردي تي رکي نرينددر ۽ ٻين شِشن کي
چيائين، ”آءٌ ڏسان ٿو ۽ انڀو ڪريان پيو ته سڀ ڪجھ
ھردي مان ئي اُڀجي ٿو.“

١٠١٩- شري رامڪرشن ٻراٻر ڇھه مھنا ڳلي ۾ سرطاني
ڦوڙھي (Cancer) جي پيڙا ڪري ڳري ھڏن جو پڃرو
... ... سندس ديھانت کان ٻه ڏينھن اڳ نرينددر

(جو پوءِ وويڪانند جي نالي سان پرسد ٿيو) کي عجيب
شڪا اپجي ته گرو مهاراج جو پاڻ کي اوتار سمجهندو
آهي، تنهن جي پرکيا ونجي. ان ڪري اندر ۾ چيائين،
”جيڪڏهن هن هيڏي هيبتناڪ شريرڪ پيڙا ۾ به گرو
مهاراج پنهنجي ايشورتا جو ورنن ڪري سگهيو ته پوءِ
ڪيس سچ ڪري مڃيندس.“ تعجب جي ڳالهه آهي ته
نريندر جي من ۾ اهو ويچار اچا اڃان ئي مس ٿيو ته
گرو مهاراج پنهنجي باقي بچيل شڪتيءَ سان اِهي اکر
اچاريا: ”جو رام هو، جو ڪرشن هو، اهو ئي هاڻ هن

# پسنڪ چوٿون



## پربوڌ ۽ درشٽانت



## پرڪرڻ ايڪيهون
## ڪي پربوڌ
### [نيتي پربوڌ — آتمڪ پربوڌ]

١٠٢٠- ڌوٻيءَ جي گهر ۾ اڻ ڌوتل ڪپڙن جا ڍڳ پيا هوندا آهن، پر اهي سڀ ڌوتل نه هوندا آهن. اهي ڪپڙا ڌوپجڻ بعد سڀ ڪمرو خالي ڪري وڃڻو آهي. جن ماڻهن کي پنهنجا (اصليت پريا) وڃار ڪواهن، سي ڌوٻيءَ مثل آهن. انڪري پنهنجي وچارن ۾ ڌوٻي نه ليو.

١٠٢١- جيڪي پين کان ڪرائڻ چاهيو، سو پاڻ ڪريو.

١٠٢٢- ٻڪ مگرا سان انسان پاڻ کي نهچو لوائي لو. خود ايشور جڏهن ٻاليءَ کان ٻکيا وٺڻ ويو، تڏهن ڪيس چاڙهي (وامن) جو روپ ڌارڻو پيو. هن مثال مان اسان کي سکيا ٿي ملي ته جڏهن مهل اسين ڪنهن کان

ڪنهن ۾ ڳالهه لاءِ ٻيڪ مڱون ٿا، تنهن وٽ اسين ٻاڻ
کي نيچو نوايون ٿا.

۱۰۲۳- ماڻهو سارا ۾ لڪڙو ڪن، ڳالا ۾ لڪڙي
ڪن. ان ڪري ٻيا جيڪي تو لاءِ چون، تنهن تي ڪو
ڌيان نہ ڏي.

۱۰۲۴- شانتيءَ ۾ گهڻوان جيون ڌارن ڪر. لوڪن
جي نندا ۾ استتيءَ جي ڪا پرواه نہ رک.

۱۰۲۵- ڪي جيڙو ٿيندا آهن، جن سان سدائين
سنڀالي هلڻ گهرجي. انهن مان هڪڙا آهن شاهوڪار-
کين ڌن دولت، نوڪر چاڪر آهن ۽ وڏي هلندي
اٿن- چاهين نہ توکي هاڃي رسائي سگهن ٿا. نهايت
خبرداريءَ سان ساڻن ورتاءُ ڪرڻ کپي. وقتي شايد
ساڻن ها ۾ ها ملائڻي ۾ پوي. ٻيو ڪتي کان ٻاڻ سنڀالڻ
گهرجي ۽ جڏهن الـر ڪري اچي يا ڀونڪي تہ ٻهي
سيٽي وڄائي، ڪيس سانت ڪرائجي. ٽيون ڍڳي کان
ٻاڻ سنڀالڻ گهرجي. جڏهن سڱ هڻڻ جي ڪري تہ
ڪو نہ ڪو آواز ڪري، هڪدم جوش ٿڌو ڪرڻ گهرجي.
چوٿون شرابيءَ کان ٻاڻ سنڀالڻ گهرجي. هنڪي جوش
ڏيارڻو تہ گار گند ڪندو، پر جي ٻاجهہ سان ڪيڪر
ڪري چوندين، "ڪيئن ڪاڪا، ٺيڪ آهيو نہ؟"
تہ هو ڏاڍو ٻرسن ٿي، توسان گڏجي سگريٽ ڇڪيندو.

۱۰۲۶- جو منش مُوري کائيندو، تنهنکي اوڳرائي
بہ مُوريءَ جي ايندي ۽ جو ڪدو کائيندو تنهنکي

اوگرائي ۽ ڪدؤ جي ايندي. ساڳيءَ رسم دل ۾ حيڪي سڙون سنميون، زبان ۽ سي ئي ٻول ٻوليندي.

۱۰۲۷- جهڙيءَ سنگت ۾ گهاراڻ، ورلي ۽ اهڙائي ليندي. وري جهڙو من جو لاڙو هوندو، سنگت به اهڙائي ڳولهي.

۱۰۲۸- ڪن جو سياءَ سڀ جهڙو ليندو آهي. پتو ئي ڪونه پوندو ته ڪڏهن ڏنگ هڻندا. انهن جي زهر جو اثر مٽائڻ لاءِ هرڪا ڪوشش ڪرڻ گهرجي. الين نه ڪبو ته اهڙو جوش ۾ اچي وڃبو جو بدلي وٺڻ جو جلد ٻو جاڳندو.

۱۰۲۹- ڪروڌ لمي ڪڻ جو اُجاڻ آهي. ڪروڌ ۾ منش جي ٻڌي ناس ٿي ٿئي. هنومان لنڪا کي باهه ڏني، پر اُن وقت اها سمجهه ڪانه آهس ته مڻان باهه اُن آستان کي به جلائي ڇڏي، جتي سيتا ماتا رهي پئي هئي.

۱۰۳۰- براهمڻ ڀاڳو آهي، ”گرو ته سوين هزارين ملي سگهندا، پر چيلن جي اڻاٺ آهي.“ اُن جي معنيٰ ته اهڙا اڪيچار پرش آهن، جي پرپوڏ ڏين، پر اُن تي عمل ڪرڻ وارا ڪي ڇڏا آهن.

۱۰۳۱- **سوال**- ڌرم بگڙن ڇو ٿا؟؟

**جواب**- پرساد جو پاڻي نرمل آهي پر زمين تي پهچڻ سان گندو ٿي پوندو آهي. جيڪڏهن گُڏ، نيسارا

ڪي پرپوت

۽ ناليون صاف ناهن نہ برسات جو پاڻي جو انهن مان
ڪرندو، سو بہ ضرور گندو ٿي ڪرندو. ساڳيءَ ريت
پر ڌرم بہ اپوتر ماڻهن ۾ ٿي بگڙيل ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

۱۰۳۲- پاپ ۽ پارو هضم ڪرڻ ڪِنَ آهن.

۱۰۳۳- ڪنهن مهاپرش ۽ مندر ڏانهن هٿين خالي
نہ وڃجي. ڪجهہ نہ ڪجهہ، پلي ٿي ٿي هجي، همت
۾ پيتا لاءِ ڪٺي وڃڻ چڱائي.

۱۰۳۴- ان گهر ۾ چور گهڙي ڪونہ سگهندا، جنهن
گهر جا پاڻي سجاڳ هوندا. ليڪن اوهين بہ جي پهري
سجاڳ هوندا تہ ڪوبہ برو ويچار اوهانجي من ۾ گهڙي،
ان جي نرملتا نشٽ ڪري ڪونہ سگهندو.

۱۰۳۵- پنهنجي ڪٽنبين، جهڙوڪ پتا، ماتا، پيڻ،
پراڻا، استري، اولاد ۽ سؤٽ لاءِ موهہ ڪي مايا ڇٽبو
آهي- ۽ سڀني پراڻين لاءِ هڪ جهڙي پريم ڪي ديا
ڇٽبو آهي.

۱۰۳۶- جيسين جڳہ ۾ جيئان ٿو، تيسين سڪندو ٿي
رهان ٿو.

۱۰۳۷- جيسين جڳہ ۾ آهين، تيسين پريم ۽ ڀڳتيءَ
جي رهسيہ جو اڀياس ڪر. ان مان ٿي لوڪي لاڀ
پراپت ٿيندو.

۱۰۳۸- جتي پيا سر جهڪائين، اُتي ٿون بہ مستڪ
نواءِ. نوڙت ڪڏهن بہ نسقل ڪانہ ٿيندي آهي.

۱۰۳۹- پنهنجي نسچي ۾ درڙهہ ۽ استر رهہ، پر تعصب

۽ اسهشيلتا جو لياڳ ڪري.

۱۰۴۰- پرس، پرهلاد، سکديو، ويشش ۽ پرسرام، باليءَ ۽ برندابن جي گوپين ايشور خاطر پنهنجي وڏن جي آگيا جو ڀ اُلنگهن ڪيو هو.

۱۰۴۱- لوهان لاءِ سرپشمت مارگ آهي ته چاهنا لياڳي، پنا موه جي ڪرتب ڪندا رهو.

## آتمڪ پريوڌ

۱۰۴۲- ڪڏهن ڪڏهن ڀ مستانن، نشئين ۽ بالڪن جي مُک منجهان ڀ آڪاس واڻي ليندي آهي.

۱۰۴۳- جتي هري ڪيرتن ڪيو وڃي ٿو، اُتي شيطان پير پائي نه سگهندو.

۱۰۴۴- جيڪي گنگا جي ڪنڌي لي گهاريئن ٿا، سي سياڻا آهن.

۱۰۴۵- گنگا جل کي پاڻي، برندابن جي خاڪ کي مٽي يا شري جگنات ديو جي پرساد کي چانور سمجهڻ نه گهرجي. اهي ٽيئي ايشور جا پدارٿ آهن.

۱۰۴۶- پرماتما چاهي نه هاليءَ کي سٽيءَ جي پاڙي مان پار ڪري سگهي. ڪيس جيڪي وٺي سو ڪري سگهي ٿو.

۱۰۴۷- جنهن سالمءَ جي شرن ورلي آهي، اهو ڪڏهن ڀ نه ناپڙيو.

۱۰۴۸- هري معنيٰ اهو جو اسان جون دليون چوراڻي.

ھري ٻل معنيٰ ھري اسان جو ٻل آھي.

١٠٤٩- جيسين منش جي آتما ۾ جاڳرتا نہ ايندي، تيسين ھو ايشور جو انڀؤ ڪري ڪونہ سگھندو.

١٠٥٠- ايشور جي اوٽ وٺي لڄ ۽ ڊپ کي وساري ڇڏ. "جيڪڏھن ھريءَ جي نالي تي نچان تہ لوڪ ڇا چوندا؟" اھڙا خيال ڪڍي ڇڏ.

١٠٥١- شري رامڪرشن ھڪ ساڌڪ کي چيو، "حياتيءَ جو گھڻو حصو سنسار ۾ گھاري، ھيئر آيو آھين ايشور جي ڳولھا ڪرڻ؟ ايشور کي پائي پوءِ سنسار ۾ گھڙين ھا تہ ڪيڏو نہ آنند ۽ شانتي پراپت ڪرين ھا!"

١٠٥٢- او ۾ وشواس ھوندو تہ جنھن ڳالھ لاءِ ترقي رھيو آھين، سو اوس پراپت ڪندين.

١٠٥٣- پھرئين ايشور انڀؤ ۽ پوءِ سندس رچنا. والميڪيءَ کي 'رام' جي منتر جو جاپ ڪرڻ لاءِ چيو ويو ۽ ٻر ڪيس ھدايت ڪئي وئي تہ آن جو اچار اُبتو ڪر يعني 'مارا' 'مارا' - 'ما' معنيٰ ايشور، 'را' معنيٰ جڳت. پھرئين ايشور ۽ پوءِ جڳت.

١٠٥٤- اھا ڳالھ سراسر واھيات آھي تہ ايشور سان گھٽي لتو ھاڃيڪار آھي. ھيري جو چمڪو لڳلو ڏيندو آھي، ٻرس ڪندو آھي، پر ڪنھن کي جلائيندو ڪونھي.

١٠٥٥- ليلا جي دوارا نتيہ کي سڃاڻ.

۱۰۵۶- چمه ۾ لواس ڪري ستيه کي سچاڻ.

۱۰۵۷- اتمه کي اتمه جي دوارا، ستيه کي استيه جي دوارا، حقيقي وجود کي ليلا جي مدد سان پوري سگهبو.

۱۰۵۸- ايشور جو نالو آهي چنمي، سندس آستان آهي چنمي ۽ پاڻ آهي سرو چنمي.

# پرڪرت باويهون

## درشٽانت

[سنساري پرپنچ جو زهر- استري ذات جو بندن-
آتمڪ انتيءَ جو مدارمن لي- لتو گيان ڪي غلط سمجهڻ
جا خطرا- ڪرپٽي جو پاڳلپڻو- شردا، ڀڳتي ۽ سنتوش-
نياڳ ۽ وئراڳ- مايا جو سياءَ- ايشور جو انيڦ]

### سنساري پرپنچ جو زهر

١٠٥٩- ايشور ڪلپترو (ڊيولوڪ جي اڇا پوري
ڪندڙ وڻ) مثل آهي جنهن ڪان جيڪي چاهجي سو
پائجي ٿو. انهيءَ ڪري جڏهن ساڌن دوارن من نرمل
ٿئي ته سنساري ڪامنائن جو تياڳ ڪرڻ جڳائي. هڪ
سئلاني سگر ڪندي هڪ وڏي ميدان ۾ اچي پهتو- هو
گهڻو وقت ڪان سورج جي تابش هيٺ پنڌ ڪري رهيو
هو- ٿڪ ۽ پسيني ڪيس پريشان ڪري ڇڏيو هو- انهيءَ
ڪري هڪ وڻ هينان ٿڏيءَ ڇانو ۾ آرام ڪرڻ لاءِ
ويهي رهيو- ويچار ڪرڻ لڳو ته ليٽڻ لاءِ ڪو ڪومل
بسترو ملي وڃي ته ڇا ڪي ڪهڙي نه فرحت اچيم-
ڪيس ڪهڙي ڪل ته ڪلپترو برڪش (وڻ) هينان ليٽيو
پيو هو- جيئن ئي مٿي ذڪر ڪيل ويچار اُٿي ليس،

ليڪن اُن هڪدم سندس پير سندو بسترو وڇائجي ويو،
سندس حيرت جي حد نہ رهي. بالم بٺجي اُن سيجا
تي آرامي ليو. اُني من ۾ خيال اُٿيو ليس تہ جيڪر
ڪا جوان سندري اچي لنگن ڪي ڪومل هٿن سان
پيرن ڏني تہ ڪيڏي نہ موج مچي! بس سندس اهو
ويچار ڪرڻ جي دير هئي. جا ڏسي تہ هڪ اپسرا
سندس پيرن ۽ لنگن کي پيرون ڏئي سندس لڪاوٽ
دور ڪري رهي آهي. سيلانيءَ جي من ۾ موج جون
لهرون اُٿڻ لڳيون. اُني کيس بک اچي وياڪل ڪيو.
دل ۾ ويچار اچڻ لڳس تہ هيستائين جيڪي بہ پئي
چاهيو الم سو پراپت ٿيو الم. تڏهن ڇا ڪجهہ ٿورو
ڀوجن ڪين ملندو؟ انهيءَ دم طرحين طرحين عمدا
طعام سندس اڳيان پرچجي ويا. هڪ دم ڪالڻ کي لڳي
ويو. کائي ڍؤ ڪري بستري تي آهلي پيو. من ۾
ڏينهن جي واقعن تي ويچار ڪرڻ لڳو. انهن ويچار
ڪندي ڪندي، من ۾ شنڪا اُٿيس، ”ڪو شيطان
اچي اچانڪ مون تي الر ڪري نہ پوءِ؟“ تڏهن يڪدم
هڪ شيطان چالنگ ماري مٿانس اچي آيو ۽ سندس
ارڳهت ۾ چڪ وجهي، سندس خون پيئڻ لڳو. اهڙيءَ
ريت سيلانيءَ پنهنجي حياتي وڃائي. سنساري ماڻهن
جو بہ اڪثر ڪري ساڳيو ئي حال ٿيندو آهي. اُنهن
جي ذيان ۾ وهڻ وقت جيڪڏهن لوهين ڏن دولت
يا عزت آبروءَ لاءِ سوال ڪندا تہ لوهانجي من جون

مرادون کي قدر پوريون ٿينديون، پر ساوڌان رهجو!
لوهانجون جيڪي مرادون پوريون ٿينديون، تن کي
شينهن جو خطرو نه رهي ٿو. بيماريون، مترن جي مرڻ
جا وڇوڙا، عزت آبرو ۽ ڌن دولت وڃائڻ، اهي شينهن
۽ زنده شينهن کان هزار ڀار وڌيڪ خطرناڪ آهن.

١٠٦٠ع کي ساليا ٽيون شام جي ويل هڪ ڏورانهين
مارڪيٽ ۾ سوڊو وڪڻي گهر ڏانهن موٽي رهيون
هيون. رستي تي ٿي هيون جو برسات ۽ ڳڙا وسڻ لڳا
۽ مٿان راسا اچي پيون. ٻـي ڪا واهه نه ڏسي، هڪ
گلن واريءَ جي جهوپڙيءَ ۾ وڃي اُجهو ورتائون. انهيءَ
گلن واريءَ کين انهيءَ ڪمري ۾ سمهاريو، جتي سندر
سرهن گلن جون ڪي ٽوڪريون رکيل هيون، جي ٻئي
ڏينهن صبح جو پهچڻي گراهڪن کي ڏيڻيون هيس.
سرهاڻ سان ڀريل ڪمري ۾ ساليا ٽين کي ننڊ ٿي نه
اچي. هڪ ڄڻيءَ رڙ ڏني، "اُڏيون، اچو ته پنهنجي
خالي ٽوڪرين تـي پاڻي ڇڪايون ۽ اهي پنهنجي
پرسان رکي سمهون. انين ڪرڻ سان گلن جي بانس
اسان جي ننڊ نه ڦٽائيندي. اها صلاح سڀني قبولي ۽
انين ڪيائون. مڇيءَ جي ڌپ ٽڪرڻ سان کين ننڊ
اچي ويئي ۽ کونگهرا هڻڻ لڳيون. عادت جو ايڏو اثر
۽ پرڀاءُ ٿو ٿئي. جو سنساري پرش جڙ وادي وچارن ۽
وستن تي هريل هوندو، اُن کي پولوتائي ۽ تياڳ جي
وايو منڊل ۾ مونجهه ۽ بي آرامي پاسڻ ۾ ايندي.

١٠٦١- هڪ ڀيري هڪ سادو سنت رستي تي سماڌيءَ ۾ لين ٿيو ليٽيو پيو هو. هڪ چور اچي اُتان لانگهائو ٿيو ۽ کيس ڏسي چيائين، ”هيءُ ۾ ڪو چور لڳي ٿو. رات ڪنهن گهر کي کاٽ هڻي هينئر ننڊ وچان ننڊ ڪري رهيو آهي. جلد پوليس اچي کيس جهليندي. انهيءَ ڪري مون کي هتان جلدي ڀڄي وڃڻ کپي.“ اهي وچار ڪندو هو ڊوڙندو ويو. جلد ئي انسان هڪ نشئي اچي لنگهيو ۽ اُن درويش کي ڏسي چيائين، ”آها! اترو ۾ نشو ڪيو اٿئي، جو کاهيءَ ۾ ڪري پيو آهين. ڏس! منهنجو هوش ٺڪاڻي ونڊڪ سالم آهي ۽ تو وانگر مان بت ڪونه پوندس.“ پڇاڙيءَ ۾ هڪ سادو اچي اُتي سهڙيو ۽ هن سنت کي سماڌيءَ ۾ ڏسي سندس پاسي ۾ ويهي سندس چرڻن کي هلڪيون پيرون ڏيڻ لڳو. اهڙيءَ ريت سنساري ورتين ۾ مستلا هئڻ ڪري، اسين پڻ سچي درويشي ۽ ڏرمشتا پروڙي نٿا سگهون.

١٠٦٢- شري رامڪرشن پرمهنس ۽ پرهمڻ باسه شري ڪرونگ جي جيون مان هڪ درشتانت ڏيندو هو. هڪ ڀيري شري ڪرونگ پاڻ سماڌيءَ ۾ لين ٿي، ... ۾ ڪري پيو. ميرين جار وجهي کيس ... اچي ميرين جار دوارا شري ڪرونگ ... لنگهه ڪري ني خوديءَ ۾ اچي ... ڪري ڪاج ٿا ڪري، ديوانن هيان

”هري، هري!“ ڪري پڪاريندا ۽ قرندا رهيا.
سنڌن مائٽن گهڻائي حيلا وسيلا ڪيا پر منجهن رتيءَ ماتر
بہ فرق نہ پيو- نيٺ هو شري گورنگ وٽ ويا ۽
پنهنجي دل جو درد سنڌس اڳيان رکيائون. شري
گورنگ ڪين چيو، ”ڪنهن برهمڻ جي گهران چانورن
جي مٺ وٺي، هنن جي وات ۾ وجهو تہ سنڌن حالت
وري اڳي جهڙي ٿيندي.“ ٿيو بہ ائين- اڃا اهي
چانور سنڌن وات ۾ مس پيا تہ هو آنندمير بي خودي
وڃائي ويٺا- سنساري پرپنچ ۽ اپوترتائيءَ جو اثر آتمڪ
جيون تي اجهو ائين ڀرشٽ ڪندڙ ٿو ٿئي.

۱۰٦۳- هڪ سيٺ پنهنجي ملڪيت هڪ گماشتي
جي حوالي ڪري پاڻ ڪيڏانهن هليو ويو. جڏهن ڪير
ان گماشتي کان پڇندو هو، ”هي ڌن پدارٿ ڪنهن
جو آهي؟“ تہ آکيندو هو، ”هيءَ سڀ منهنجي ملڪيت
آهي. هي بنگلا باغ باغيچا سڀ منهنجا ئي آهن!“
ائين هو ايمان ۾ ڀرجي ويو. هڪ لڱا پنهنجي مالڪ
جي آگيا جو النگهن ڪري، هن باغيچي جي تلاءَ مان
مڇي قاسائي، پر ڪمبختي اهڙي اچي ٻڌيس جو سنڌس
مالڪ ان وقت مٿان اچي سهڙيو. پنهنجي گماشتي جي
اها بي ايماني ڏسي، کيس پنهنجي جائداد مان هڪالي،
بي مانو ڪري ڪڍي ڇڏيائين ۽ سنڌس ميڙيل ڪمائي
۾ ضبط ڪيائين. ويچاري گماشتي جو اهڙو بُرو حال
ٿيو جو نوڪري ملڻ کان اڳ جا پڳل ٻرتن جي پري

١٠٦١- هڪ ڀيري هڪ ساڌو سنت رستي تي سماڌيءَ ۾ لين ٿيو ليٽيو پيو هو. هڪ چور اچي لانگهائو ٿيو ۽ کيس ڏسي چيائين، ”هيءُ ته ڪو چور ٿو ڏسجي. رات ڪنهن گهر کي کاٽ هڻي هيٺر لڪ وڃان لاءِ ڪري رهيو آهي. جلد پوليس اچي کيس جهليندي. انهيءَ ڪري مون کي هتان جلدي ڀڄي وڃڻ کپي.“ اهي ويچار ڪندو هو ڊوڙندو ويو. جلد ئي اتان هڪ نشئي اچي لنگهيو ۽ اُن درويش کي ڏسي چيائين، ”آها! اڄ تو ته نشو ڪيو الئي، جو ڪاهيءَ ۾ ڪري پيو آهين. ڏس! منهنجو هوش ٺڪاڻي وڏيڪ سالم آهي ۽ تو وانگر مان پٽ ڪونه پوندس.“ پڇاڙيءَ ۾ هڪ ساڌو اچي اتي سوڙ پيو ۽ هن سنت کي سماڌيءَ ۾ ڏسي سندس پاسي ۾ ويهي سندس چرڻن کي هلڪيون هڙون ڏيڻ لڳو. اهڙيءَ ريت سنساري ورتين ۾ مبتلا هٺ ڪري، اسين پڻ سچي درويشي ۽ ڌرمتا پروڙي نٿا سگهون.

١٠٦٢- شري رامڪرشن پرمهنس ۽ برهمڻن ۽ ناسڪ شري گوڙنگ جي جيون مان هڪ درشٽانت ڏيندو هو. هڪ ڀيري شري گوڙنگ پاڻ سماڌيءَ ۾ لين ٿي، سمنڊ ۾ ڪري پيو. مهاڻن جار وجهي کيس ڪڍي ورتو. اهي مهاڻا جار ڌاران شري گوڙنگ جي پوتر شريرَ سان لڳڻ ڪري پڻ خوديءَ ۾ اچي ويا. هو سڀ ڪم ڪار ڇڏي ڪري، ديوانن جيان

آندي هئائين، سا به کوهي ويو. جولي ايمان جو اجهو اهڙو حال ٿو ٿئي!

۱۰۶۴- هڪ ڀيري هڪ حجام ڪنهن ڀُـوري وڻ ۽ هيٺان لانگهائو ٿيو. وڻ مان آواز ٻڌڻ ۾ آيس، ”توکي سون جا ست ڪنا کپن؟“ حجام هيڏانهن هوڏانهن نهاريو پر ڪير به ڏسڻ ۾ ڪونه آيس. سون جي ستن ڪنن جي آڄ سندس من ۾ لالچ جو پورو جاڳايو، سو واکو ڪري چيائين، ”هائو، مون کي سون جا ست ڪنا کپن!“ وراڻي مليس، ”گهر وڃ، سون جا ست ئي ڪنا اُتي رکي آيو آهيان.“ حجام ڊوڙندو ڊوڙندو گهر ويو ۽ اندر گهڙڻ سان ست ئي ڪنا ڏٺائين. ڇهه سون سان ستيل هئا، باقي ستون اڌڙڪ ڀريل هو. دل ۾ هيج ٿيس ته اهو ستون ڪنو به سون سان ڀريل هجي ته ته خوشيءَ ۾ ڪجهه پڄگ پڄي ويندم. سو گهر ۾ جيڪي به ڳهه ڳنا رکيل هئس، سي ڳارائي سونيون گنيون ولي، اُن ستين ڪني ۾ وڌائين. پر ڪنو پورو ٿي ڪونه! ان ڪري حجام اچي ماندو ٿيو. پاڻ کي ۽ پنهنجي ڪٽنب کي بکون ڪڍائي، پئسا بچائي، اُن ڪني کي پرڻ جي ڪيائين، پر ڪنو پرجڻ جي ـ ٿي نه ڪري. ان ڪري هڪ ڏينهن راجا کي هٿ ٻڌي عرض ڪيائين، ”اي داتا، پگهار مان پورت ٿي ڪانه ٿي پوي. وڌائي ڏيو ته احسان.“ راجا به حجام کي پائنيندو هو، سو پگهار ٻيڻو ڪري ڏنائينس. حجام

درشنائت

اها وڏيڪ پگهار ۾ بچائي، ان ڪني ۾ وجهندو ويو-
پر ڪنو ۾ هو هيچي، پرچي ٿي ڪونہ پيو! حجام جي
هيچ جي ۾ حد نہ رهي. ڏرڏر بکيا پڻ لڳو ۽ اها
ٻيڪ پنهنجي ٻٽيءَ پگهار سميت ان اسرار پرٿي ڪني
۾ ويو وجهندو. ڪني جو پيٽ تہ نہ هو پر پيٽ، سو
نہ پرجڻ جوٿي ڪونہ هوا ائين ڪندي ڪٿين مهنا
ٽبري ويا ۽ وبچاري ڪنجوس حجام جي پريشاني
ڏن بڏن وڌندي رهي- سندس ڏکدائي دردشا ڏسي،
هڪ ڏينهن راجا چيس، "آڙي ياٿي، جڏهن لنهنجو
پگهار هيئنر ڪان اڌ هو، تڏهن لون سدائين سکي،
ڪلمک ۽ سنتشٽ رهندو هئين. جڏهن ڪان پگهار ٻيڻو
ٿيو اٿيئي، تڏهن ڪان لون ڏکي، مايوس ۽ ٻُڪتين ۾
گِرندو پيو ڏسجين- توسان آهي ڪهڙي وبڏن؟ ست
ڪنا تہ همت ڪين چڙهيا اٿئي؟" حجام هيءُ سوال
ٻڌي ڏهلجي چوڻ لڳو، "جيئندا قبلا! لوهان ڪي
اها ڳالهہ ڪنهن ٻڌائي؟" راجا جواب ڏنس، "سڏ
ڪانہ اٿئي تہ لو ۾ جيڪي نشانيون آهن، سي انهن ۾
هوندبون آهن، جنکي شيطان اهي ست ڪنا ڏيندو
آهي؟ اهي ست ڪنا هن مون کي ۾ آچيا هئا، پر
مون ڪانئس پڇيو هو تہ "منجهن جو سون آهي، سو
خرچي سگهبو يا رڳو اکين جو ڍءُ ٿيندو؟" منهنجو اهو
سوال پڇڻ ۽ شيطان جو پچ ٻاٿي پچڻ- آڙي مورک!
لوکي ڪل ڪانهي تہ اها مايا ڪير ۾ خرچي ڪونہ لو

سگھي؟ جنهن وقت ۽ وڃي لي، اهو موڏي ٻڌجي، اُن کي وڏانٺ ۽ رائعه ڏنهن غلطان رهي لو. هاٺي وچ ۽ هكدم اهي ڪُنا گهر مان ڪڍي تنا ڪر." حجام جا كمات كليا ۽ اُن ٻُوري وڻ هيٺان وڃي چرڻ لڳو، "اي شيطان! پنهنجو سون واپس وٺ." جواب مليس، "چڱو". حجام گهر وڃي ڏسي ۽ اهي سمع ني ڪنا غائب لي ويا هئا ۽ اُنهن سان گڏ سندس عمر جي ميڙي چوندي ۽ ٻهارجي ولي هئي. ابشور جي درگاهه ۾ ڪن منشن جي ســ حالت اهڙي ني ليندي آهي. جنکي سڀيءَ ايمه ۽ ســڀ خرچ جي بروڙ ڪاڻهي، اهي سب ڪجهه وڃائي وهندا آهن.

۱۰۶۵- هڪ پيري جون جــي مهني ۾ هڪ چملو پنهنجي ماءُ اڳيان ائجي لمي رهيو هو. ليڪ لها ڏيئي بكريءَ (پنهنجي ماءُ) کي 'بي بي' ڪري چيائين، "دل لها ٻئي ڏلهو ۽ راس ڳل کائي چڱو ٿــي مؤج مزو ولندس. راس ڳل اوهمر مهني ۾ راس ليلا جي مها پرب وقت نڙندا آهن."

بكريءَ وراڻيس، "بچا. اها ڪا آسان ڳالهه ۽ آهي، جيئن تون سمجهين لو. راس ڳلن جي مؤج ولڻ کان اڳهر لوکي گهڻن لي خطرن مان ٻمار پوڻو پوندو. سپتمبر ۽ آڪٽوبر مهنا لو لاءِ سياڻا ۽ آهن، ڇو ۽ انهن مهنن ۾ کير لوکي دُرگا دِيويءَ جي پوجا لاءِ ڪٽي

ڏي ته ڪيئن؟ ان بعد وري ڪالي پوڄا جو پيڪر
مو ايندو. نصيب زور هوندءِ جي ڪالي پوڄا جي
سمي مان پاڻ بچائي سگهئين ته مٿان جگدتري پوڄا
ايندي- ان سمي ۾ گهٽ ڪري سپ بڪرا بليدان ڪيا
وييندا آهن. انهن سيني آپدائن مان جي پار پئين ته پوءِ
نويمبر جي شروع ۾ راس گلن جي ڄڃ ڪرڻ جي آس
اميد رکج."

جيئن بڪريءَ ڇيلي جي ابهرائيءَ جي آرزوءَ ڪي
اپرڻ نه ڏنو، تيئن اسان ڪي ٻه پنهنجي چاهنائن کي
همٿائڻ نه گهرجي، چاڪاڻ ته حياليءَ ۾ ڪئين نازڪ
گهڙيون ڏسڻيون پون ٿيون.

## اِستري ذات ۽ اُن جو بندن

١٠٦٦- هاڻوڪي زماني جو ودوان هڪ لڳا شري
رامڪرشن سان واد وواد ڪري رهيو هو ته گرهستن لاءِ
سنساري پرپنچ کان آجو رهي سگهڻ ممڪن آهي.
شري رامڪرشن جواب ۾ چيس، "توکي خبر آهي ته
اڄ ڪالهه جو گرهستي ڪهڙي نموني پاڻ کي سنساري
پرپنچ کان آجو رکي ٿو؟ سنساري پرپنچ کان پاڻ کي
فارغ ڪري، هو پنهنجي پنجر کان هٿ پري رکي ٿو.
انهيءَ ڪري گهر جو خرچ پکو سندس استريءَ جي
هٿ هيٺ رهي ٿو. جيڪڏهن ڪو گهرجائو وٽس
لڳهي اچي ۽ ان گهر جي مالڪ کي مدد لاءِ منٿ

ڪري ۽ اُن کي وراڻي ڏيندو، "آءٌ نه ناٽڪي ڪي
ڇهندو نه ڪين آهيان. مفت ۾ پنهنجو وقت وڃائي رهيو
آهين." پر جي سوالي هوندو مڃڏو، ۽ اهڙي
سنساري پرڀوءَ ڪان آجو اول گرهستي هن جي آڏين
نيزارين ڪان ڪڪ ٿي ڪيس چوندو، "چگو سياڻي
اڇهه جيڪي پڇي سگهين سو ڪندس." پوءِ اهو
سنساري پرڀوءَ ڪان آجو ٿيل گرهستي اندر وڃي پنهنجي
استريءَ کي نيزاري ڪري چوندو، "هڪ برهمڻ
ويچارو ڏاڍو گهرجائو آهي، اُن لاءِ هڪ روپيو کپي."
روپئي جو نالو ٻڌي جا ماڻيءَ کي ٽامڻي ولي ويندي،
سا جيڪر ڪير ڏسي! پوءِ ٺٺوليءَ جي نوع ۾ ڪيس
چوندي، "ڏاڍو داني پرش آيو آهين! توکي روپيا ڄڻ
الين پيا لڳن، جڻ ڪک پن آهن، جي ائين سوچ ويچار
جي ڪنهن کي ٻاهر ڦٽا ڪجن." پوءِ ويچارو منٿ
ميڙ ڪري چوندس، "اهو برهمڻ ڏاڍو غريب آهي.
روپئي کان گهٽ اصل ڪين ڏيڻ گهرجي." سندس
استري پوءِ ورائيندي، "نه، نه. ايترو ڪانه ڏيئي
سگهندين. هان وٺ هيءَ پائي. سياڻي اچيئي نه
ڪٿي ڏجانس." پر هيءَ گرهستي پرش سنساري پرڀوءَ
ڪان آجو، جيڪي استري ڏيندين سو ماٺ ميٺ ۾
وٺندو ۽ پئي ڏيندن اُن گهرجائوءَ کي فقط ڀه آنا ملندا.
انهيءَ مان سمجهي سگهين ٿو ته اهي ٿالي مالر سنساري
پرڀوءَ ڪان آجا گرهستي، سچ پچ پنهنجا مالڪ نه

آهن، پر پروس آهن. پنهنجي گهر جي ڪمن ڪارن
لي نگهباني نه رکڻ سان سمجهن ٿا ته نيڪ ۽ سريشٽ
پرش آهيون. پر حقيقت ۾ هو زن مريد آهن ۽ ساڌارڻ
إنسانن کان به گهٽ درجي جا ليکيا وڃن ٿا.
١٠٦٧- آڳاٽي زماني ۾ جڳوپر ۾ گووندجيءَ جي
مندر جا پوڄاري شادي ڪانه ڪندا هئا. لڏهن هو
مها شڪتيوان هوندا هئا. هڪ ڀيري راجا کين پنهنجي
درٻار ۾ اچڻ لاءِ ڪوٺ ڏني؛ پر هو ڪين ويا. قاصد
کي چيائون، ”پنهنجي راجا کي وڃي چئه ته اسان
وٽ اچي.“ پر پوءِ هو پرٽجڻ لڳا. انهيءَ ڪري راجا
کي به کين گهرائڻ جي ضرورت ڪانه لڳي! پوڄاري
پاڻ بنا ڪوٺ جي راجا جي درٻار ۾ وڃي سندس
خوشامد ڪندا هئا. چوندا هئا، ”مهاراج، مهاراج،
اسين لوڪي آسيس ڪرڻ لاءِ آيا آهيون. مندر ۾ ڀيٽ
رکيل پشپ تنهنجي لاءِ آندا اٿئون، سويڪار ڪريو.“
کين لاچار ائين ڪرڻو ٿي پيو. ڀلا ويچارا ٻيو ڇا ڪن؟
هڪ ڏينهن پنهنجون جڳهيون جوڙائيون هوندن؛ ٻئي
ڏينهن کين پنهنجي جاول پٽڻ لاءِ ”آن پرسن“ جو
ڪريا ڪرم ڪرڻو هوندو. ڪڏهن وري نياڻين کي
پرڻائڻو هوندن ته ڪڏهن ٻي ڪا گهرج پوندن. انهن
ڳالهين ڪري ٻئي جي ضرورت پئي پوندي هئن.
توهين پاڻ محسوس ڪري سگهو ٿا ته ٻين جي
هيٺان ڪم ڪرڻ ڪري، توهان جي ڪهڙي دردشا

لي آهي. لوهان مان ڪي انگريزيءَ ۾ قائل آهيو ۽ مغربي ڍنگ جي ودڻا ورلڊ الڙ سي پنهنجي حاڪمن جـون اترن ڪيٽن ماٿ ميٽ ۾ سهي رهيا آهيو! سڏ الڙ هٿن سي عزلين ۽ غلاميءَ جي عذاب جو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟ اهو آهي ”استري“ــ ڪام جي ڪشش جي وس ۾ رهڻ.

۱۰٦۸ـ هڪ غريب پرش نوڪريءَ جي تلاش ۾ نهايت پريشان لي پيو رلندو هو. هڪ دفتر ۾ ڪيترا پند ڪري بڙي بابوءَ کي آزي نيزاري ڪندو هو، پر هو هر روز ڪيس ٽالي چوندو هو، ”اڄ نه، سڀاڻي، وقت بوقت پيو چڪر هڻندو ڪر“ وغيره. ائين ڪندي ڪيترا ڏينهن نبري ويا. هڪ دفعي پنهنجي هڪ دوست کي پنهنجو دکي داستان سڻايائين. سندس دوست ورائيس، ”ڪهڙو نه بي سمجهه آهين! هيترا ڏينهن اجايو ان بڙي بابوءَ پٺيان جتي گسائي اٿئي. هاڻي گولاب کي وڃي منت ميڙ ڪر نه سڀاڻي تنهنجو ڪم راس ٿي ويندو.“ هن غريب عجب کائي چيو، ”جي ائين آهي نه هيتر نو ڪٿان ڪڙي!“ گولاب اُن بڙي بابوءَ جي پرڻما هئي. ڪيس وڃي ويٺي ڪيائين، ”اي ماتا! مان نهايت ئي دکي آهيان. تو بنا ڪير نه منهنجي واهر نه ڪري سگهندو. گهڻو وقت کان بيروزگار رهيو آهيان. استري ۽ ٻچڙا بک ۾ ٻاهڙ ٿي رهيا آهن. تنهنجي هڪ اکر سان منهنجو ڪلياڻ ٿي

لي آهي. توهان مان ڪي انگريزيءَ ۾ قابل آهيو ۽ مغربي ڍنگ جي ودٻا ورلڊ الڙ سي پنهنجي حاڪمن جـون اٽون ڪيئن ماڻھيٽ ۾ سهي رهيا آهيو! سڌ الڙ هين بي عزتين ۽ غلاميءَ جي عذابن جو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟ اهو آهي ”استري“ ـــ ڪام جي ڪشش جي وس ۾ رهڻ.

۱۰۶۸ـ هڪ غريب پرش نوڪريءَ جي تلاش ۾ نهايت پريشان ٿي پيو رليندو هو. هڪ دفتر ۾ ڪيترا پنڌ ڪري بڙي ٻابوءَ کي آزي ايزاري ڪندو هو، ۽ هو هر روز ڪيس ٽالي چوندو هو، ”اڄ نه، سڀاڻي، وقت بوقت پيو چڪر هڻندو ڪر“ وغيره. اهين ڪندي ڪيترا ڏينهن لنگهي ويا. هڪ دفعي پنهنجي هڪ دوست کي پنهنجو دکي داستان ٻڌايائين. سندس دوست ورائيس، ”ڪهڙو نه بي سمجھ آهين! ايترا ڏينهن اجايو ان بڙي ٻابوءَ پٺيان جتي گسائي اٿئي. هاڻي گولاب کي وڃي منت مڙ ڪر ته سڀاڻي پنهنجو ڪم راس ٿي ويندو.“ هن غريب عجب [illegible] ”جي اهين آهي ته هيئر تو ڪٿان [illegible] بڙي ٻابوءَ جي پرڀتما هئي. ڪيس [illegible] ”اي مائا! مان نهايت ٿي د[illegible] ۾ منهنجي واهر نه ڪري. سگھ[illegible] بيروزگار رهيو آهيان. استري [illegible] رهيا آهن. تنهنجي هڪ ا[illegible]

پوندو.” گولاب همدرديءَ ڀرين اکرن ۾ پڇيس،
”نيڪ! ۾ ٻڌاءِ ته ڪنهن کي هڪ اکر چوڻ سان تنهنجو
ڏکه ڏور ٿي ويندو؟“ اٿين پڇندي دل ۾ سوچڻ لڳي،
”ارمان آهي جو هن بـرهمڻ وچاري جو هڙو حال
ٿيو آهي.” برهمڻ جواب ڏنس، ”ماتا، ٻڙي بابوءَ کي
منهنجي لاءِ هڪ اکر چوندينءَ ته نوڪري ملندم.”
گولاب انجام ڏنس، ”اڄ رات ٿي ٻڙي بابوءَ سان ڳالهه
چوريندس.” ٻئي ڏينهن ٻـڙي بابوءَ جو پٽيوالو هن
غريب جي گهر ڊوڙندو آيو. چيائينس، ”ٻڙي بابوءَ
وينتي ڪئي آهي ته توهين اڄ کان وٺي اچي دفتر ۾
نوڪريءَ تي چڙهو.” ٻڙي بابوءَ پنهنجي بالا عملدار
کي سفارش ڪئي، ”هيءَ ماڻهو وڏن لياقتن وارو
آهي؛ ڪيس نوڪري ڏيڻ سان دفتر کي وڏو فائدو
رسندو.”
استريءَ جو مڙن مٿان اهڙو جادو ٿي سگهيٿو. سارو
سنسار ڪامني ۽ ڪنچن مٿان مست آهي!

١٠٦٩- هڪ غريب بـرهمڻ کي هڪ شاهوڪار
ٻزازي ڄجمان هو. پر ٻزازي ڏابو ڪنجوس هو. هڪ
ڀيري بـرهمڻ کي هڪ گرنٿ تي پوش چاڙهڻ لاءِ
ڪپڙي ٽڪر جي گهرج ٿي؛ سو وڃي پنهنجي ڄجمان
(ٻزازيءَ) کان گهرائين. ٻزازيءَ ورائيس، ”توهانکي
موٽائيندي ڏکه ٿو ٿئيم. ڪجهه ٻاءِ پلڪ سوبل اچو ه
نه لوهان جي ذاتو جو ڪپڙو ڏيئي سگهان ها؛ هين

بلڪل لورو وڃي پيو آهي، جو اوهانجي ڪم اچي ڪونہ سگهندو. پر مان اها ڳالهہ خيال ۾ رکندس. چڱو ليندو نہ وقت بوقت پيا يادگيري ڏيارجو.“ ويچارو برهمڻ نراس ٿي واپس وريو. دڪان جي پليان پڙدو هو، جتان بزازيءَ جي استريءَ سموري گفتگو ٻڌي؛ سندس ’پوڄيہ‘ شش جي وچ ۾ هڏي ورلي. نوڪر دوڙائي پليئين در وٽ برهمڻ کي گهرائي پڇيائين، ”پوڄيہ پتا! اوهين ڪهڙي ڪارڻ دڪان تي ويا هئا؟“ برهمڻ پيرانتي ڪهاڻي ٻڌايس. استريءَ چيس، ”مهاراج، توهين پل هينئر گهر وڃو. سڀاڻي صبح سان اوهان کي ڪڙو ڀڄي ويندو.“

بزازي رات جو گهر آيو تہ سندس استريءَ پڇيس، ”دڪان بند ڪري آيا ڇا؟“ بزازيءَ وراڻيو، ”هائو“- ۽ پڇيائين، ”ڇا ڪو ڪم اٿيئي؟“ جواب ڏنائين، ”هينئر ٿي واپس وڃي، اچي ۾ ڪڙي جا ۾ ٿانڪا آڻي ڏيو.“ بزازيءَ چيو، ”هينئر ڪهڙي لڪڙ ڪاهي پئي اٿئي! صبح ليٽ سان سلي ۾ سنا ڪڙا آڻي ڏيندو سانءِ.“ ”نہ، ڏيٺا هجو تہ هينئر جو هينئر آڻي ڏيو، نہ تہ ڪونہ کپن!“ ويچارو بزازي ڪري ڇا ٿي سگهيو؟ هتي کر برهمڻ ڪونہ هو، جو کيس ڪڙا دلاسا ڏيئي، موٽائي ڪڍيائين. هتي تہ ”گهر برهمڻ“ اڳيان هوس، جي هنجي ڳالهہ هڪڙم ٽاري سگهي. تہ گهر ۾ ممڻ پيو ڪيس! ويچاري رات جي

ٻالي؟" ڪارتڪيہ جواب ڏنو، "ٻليءَ کي برابر رهڻ
ٻالي هئي، پر تنهنجي ڳل تي رهڻ ڪيئن آئي؟" ماتا
وراڻيو، "مٽڙا! سنسار ۾ مون سواءِ ڪابه وستو ڪانه
آهي! سڀني سرشٽيءَ ۾ منهنجو ئي واسو آهي. ڪنهن
کي به تون ڏک رسائيندين ته اهو ڏک مون کي ئي رسندو."
ڪارتڪيہ اهي اکر ٻڌي ماٺ ۾ پئجي ويو ۽ پرڻ
ڪيائين ته شادي ڪانه ڪندس. ڀلا ڪنهن سان شادي
ڪري؟ هر هڪ استريءَ کي ته ماتا جو سروپ سمجهڻ
لڳو هو، انڪري شاديءَ جو ويچار ڇڏيائين.

اڄ به ڪارتڪيہ ڄڻان آهيان. اڄ به هر هڪ استريءَ
کي الوڪڪ ماتا جو سروپ سمجهندو آهيان.

## آتمڪ اُنتيءَ جو من تي مدار

۱۰۷۱- انسان جي آتمڪ اُنتي جو مدار سندس
مانسڪ اوستا ۽ ويچار جيون تي ئي آهي. هڪڙا ٻه
متر گهمندا ڦرندا هڪ آستان وٽان لانگهائو ٿيا. اُتي
شري ڀاڳوت جي ڪٿا هلي رهي هئي. هڪ چيٽي
چيو، "هل ته ٻه گهڙيون هلي شاستر جا واڪ ٻڌون."
ٻئي وراڻيو، "نه دوست، ڀاڳوت ٻڌي مان ڇا وٺندو؟
هل ته ونشاليہ ۾ هلي مزو ماڻيون." پهرين اها ڳالهه
نه مڃي ۽ وڃي ڀاڳوت جي ڪٿا ٻڌڻ ويٺو. ٻيو ونشاليہ
۾ ويو ۽ ٻئو اتي مزو ڪرڻ آيس، ان ڪري اندر ۾
سوچڻ لڳو "هاءِ! مان هتي ڇو آيس؟ منهنجو متر

ڪيئن نہ پڪوان شري ڪرشن جي ڪٿا جو رس وٺندو
هوندو؟“ ان رهت جيتوڻيڪ هو اُنهن آستان لي هو نہ
بہ هري جو ڏيان ڪيائين. هو ڏانهن هو دوست
جو شري ڀاڳونت سٽي رهيو هو، انهن کي بہ ڪو رس
ڪونہ آيو. اُلي ونئي ونئي پاڻ کي ڏوهہ ڏيڻ لڳو،
”کهڙو نہ مورک چئبس جو پنهنجي دوست سان گڏ
ونشاليہ بہ ڪونہ ويس. هو هن وقت کهڙو نہ موج مزو
وٺندو هوندو!“ نتيجو اهو نڪتو جو سنڌس شرير
ڀاڳوت جي ڪٿا ۾ هو، پر سنڌس من ونشاليہ جي پوڄ
واسنائن ڏانهن ڇڪي رهيو هو. سنڌس من جو انهن
ويچارن ۾ اُٻوڙ ٿي رهيو هو، تنهن ڪري ونشاليہ
ڏانهن وڃڻ جو پاپ مٿس چڙهي ويو، جيتوڻيڪ اوڏانهن
پنهنجي سر اصل وڃڻ ٿي ڪونہ هو. هو ڏانهن هو بيو جڻو
جو سچ پچ ونشاليہ ڏانهن ويو هو، تنهن کي ڀاڳوت
جي ڪٿا جو ڦل پراپت ٿيو، ڇو تہ سنڌس من اُنهن
آستان ڏي هوندي بہ شري ڀاڳوت جي ڏيان ۾ لڳل هو.

١٠٧٢- هڪ سنياسي هڪ مندر جي ٻاهر رهندو
هو. ڀرسان هڪ ونشيا جو مڪان هو. اُن مڪان ۾
سدائين ماڻهن جي پيڙ ڏسي، هڪ ڏينهن اُن ونشيا
کي سڏي، مٿس ملامت وڌائين. چيائين، ”تون وڏي
پاپڻ آهين. رات ڏينهن پئي پاپ ڪرين. اڙي، پرلوڪ
۾ تنهنجي کهڙي نہ دکي حالت ٿيندي!“ ويچاري
ونشيا پنهنجن ڪرمن سبب نهايت ٿي پشيمان ٿي ۽

سچي پار سان ڪانهن کي سوال ڪرڻ لڳي ته اپراڌن لاءِ معافي ملي. پر جيئن ڪ ولشيا ني رهڻ سندس پيشو ئي ويو هو، ان ڪري آجيوڪا جو ٻيو ڪو وسيلو آسانيءَ سان اختيار ڪري ڪانه سگهي؛ سو جڏهن جڏهن سندس شوهر اُن پاپ ڪرم ۾ ڪرندو هو، تڏهن تڏهن دل ۾ ڏاڍو پڇتاءُ ڪندي هئي؛ ڪميا لاءِ پرڀوءَ در وينتي ڪندي هئي. هوڏانهن سياسي سمجهڻ لڳو ته ولشيا ني منهنجي پرڀوڌ جو اثر ليوئي ڪوند. دل ۾ ويچار ڪيائين، ”ڏسان ته هن ڪان پوءِ ڪيترا ماڻهو ولس اچن ٿا.“ اُن ڏينهن کان وٺي جيڪو به ماڻهو ولشيا جي در اندر پير پائيندو هو ته سياسي پٿر ڪٺي الڳ ڪري رکندو هو. وقت گذرندو ويو، پٿرن جو ڍڳ به وڏو ٿيندو. هڪ ڏينهن ولشيا کي ڪوٺي، سياسيءَ کيس اهو ڍڳ ڏيکاري آکيو، ”اي استري! ڏس، ڪيڏو وڏو ڍڳ ٺلو ٿي ويو آهي. جڏهن کان مون توکي پاپ ڪرم ڇڏڻ جو اُپديش ڏنو، تڏهن کان وٺي تو هيئن پٿرن جيترا پاپ ڪيا آهن. هيئنر به توکي آگاهه ٿو ڪريان ته انهن ڪڪرمن کان منهن موڙ!“

پنهنجي پاپ وٽي پٿرن جي ڍڳ کي ڏسي، ولشيا جي ڏرن ڏڪڻ لڳي؛ اکين ۾ آنسو آڻي زار زار پڪارڻ لڳي، ”پرڀو! مان بيوس آهيان. هن نرڪ جي جيون کيئن بچاءِ ڪارو ڏي!“ ايشور سندس عرض اگهايو،

## درشٽانت

ان ڏينهن ٿي موت جو ملائڪ سنڌس [illegible]ر وٽان لنگهيو
۽ ونشيا جي دکي جيون جو انت آڻدائين. پرپوءِ جي
عجيب ليلا سان سنياسي بہ ساڳي ڏينهن ڪال ديوتا
جو بک ٿيو. سورڳ لوڪ مان وشنو ديوتا جا پارکد ونشيا
جي سوکيم سرير کي وڪنٺ ۾ وٺي ويا ۽ هوڏانهن
جم دوت سنياسيءَ جي سوکيم سرير کي چوڪيو ٻڌي،
پاتال لوڪ ڏانهن گهلي ويا. سنياسي، ونشيا کي وماڻ
۾ وڪنٺ ڏانهن ويندو ڏسي واڪو ڪيو، ”چا ايشور
جو نياءُ اهو آهي؟ سڄي جيون تپسيا ۽ تياڳ ۾ گهاريم
تہ بہ مونکي نرڪ ڏانهن ٿا وٺي هلن ۽ ونشيا، جنهن ساري
جيون پاپن ۾ گذاري، سا وڪنٺ پئي وڃي!“
اهي اکر ٻڌي وشنو ڀڳوان جي پارکدن وراڻيو،
”ايشور سدائين نياءُ ڪاري آهي. جهڙا ويچار ڪبا
اهڙوئي ڦل پائبو. تو پنهنجي ساري جيون ٻاهرئين ڏيک
۽ گهمنڊ ۾ وتيت ڪئي. توکي اهائي اڻلڀ هوندي
هئي تہ عزت مان ملي ۽ ناچار ٿئي. ان جو هيئر
اجهو اهو ڦل مليو اٿئي! تنهنجي هردي ۾ ايشور لاءِ
ڪڏهن بہ سچي لڳن ڪانہ هوندي هئي. هوڏانهن
هن ونشيا جو شرير جيتوڻيڪ پاپ ڪندو رهيو، تہ بہ
رات ڏينهن هوءَ ايشور کي دل سان ڏيائيندي هئي.
هاڻ ڌرتيءَ ڏانهن نهار تہ تنهنجي ۽ هنجي شرير سان
ڪهڙو ورتاءُ ٿي رهيو آهي. تو پنهنجي شرير سان
ڪوبہ پاپ نہ ڪيو، ان ڪري تنهنجي ارٿيءَ کي ڳان

ڦلن سان جهنجهوڙي، ڏوڙ ڏام سان سرڪس ۾ ڪٽي وڃي رهيا آهن، پر هن ونشيا جو سربراهه، جنهن پاپ ڪيا آهن، اُنکي ڏس نہ هن وقت ڀڄڻون ۽ ڪَڏهن ٽڪر ٽڪر ڪري ڳرڪائي رهيا آهن. ۽ هنجو انتڪرڻ شُڌ هو، انڪري هوءَ ونڪت ڏانهن پڌارجي رهي آهي. تنهنجو من سدائين هن جي پاپن جي ڏيان ۾ رڌل هو ۽ اشڌ ٿي ويو. ان ڪري تون نرڪ لوڪ ڏانهن وڃي رهيو آهين. سچي ونشيا تون هئين ۽ نہ هوءَ."

## تتو گيان کي غلط سمجهڻ جا خطرا

۱۰۷۳- هڪ راجا کي سنديش گروءَ ادويت مت جي سکيا ڏني، جنهن ۾ ٻڌايل آهي تہ سارو سنسار برهم آهي. راجا اها سکيا سٺي سمجهي ورتي. پنهنجي راڻيءَ کي وڃي چيائين، "راڻي ۽ ٻانهيءَ ۾ ڪوبہ ڀيد ڪونهي؛ ان ڪري مان اڄ کان ٻانهيءَ کي ئي راڻي بڻايان." راڻيءَ پنهنجي پتيءَ جو هيءُ ٻاڳُلپڻو ٻڌي، لهرس ۾ پئجي وئي. گروءَ کي گهرائي؛ ڪيس ڏک ڏاريندڙ اکرن ۾ چيائين، "سائين! پنهنجي سکيا جو ڪهاڻڪ اثر ڏسو." انهن چئي ڪيس سڄي ڳالهہ سمجهائيائين.

گروءَ راڻيءَ کي آٿت ڏيندي چيو، "راجا کي اڄ رات ماني وقت ميٺي جي ٿالهي ۽ جانورن جي ٿالهي

جو اشٽ ديوجاندر مهاراج آهي. اُن ڪري اهـا هڃا مٿس آهي ۽ نه مون تي!"

ديولوڪ ۾ اندر ڀڳوان جي ڪن تي اهي اکر پيا. ٻئي ڏينهن برهمڻ جو روپ ڌارڻ ڪري، باغ جي مالڪ وٽ آيو ۽ پڇيائين، "سائين، هيءُ باغيچو ڪنهن جو آهي؟"

**برهمڻ-** منهنجو.

**اندر مهاراج-** واهه جو سندر آستان آهي! تنهنجو مالهي نه ڪو ڪاريگر لو ڏسجي. ڏس هيءُ وڻ ڪيئن نه هوشياريءَ ۽ ڪلاڪاريءَ سان پوکيا اٿائين.

**برهمڻ-** سائين، اهو ڪم نه مون تي ڪيو آهي. هيءُ سڀ وڻ مون پنهنجي نگهبانيءَ ۽ هدايتن هيٺ پوکايا آهن.

**اندر مهاراج-** ليڪ! نهايت شوبيتڪ نظارو آهي! هيءُ چارو ڪنهن لاهيو آهي؟ لاهڻواري جهڙي ڪمال ڪري ڏيکاريو آهي!

**برهمڻ-** اهو سڀ مون تي ڪيو آهي.

اندر مهاراج همٿ جوڙي چيس، "جڏهن هيءُ سڀ سندر وستو تنهنجون آهن ۽ هن باغ ۾ ليل سموري ڪم جو شوف ٻاڻ کي لو ڏيڻ نه پوه جا اهو اُڇت آهي جـو ڪانءُ مارڻ جو ڏوهه ويچاري. اندر تي مڙهي هيو آهين؟"

## درشٽانت

١٠٧٥- هڪ هنڌ هڪ نانگ جو ٻر هو. ڪنهن
ڪي ۀ اتان لنگهڻ جي جريت ڪانه ٿيندي هئي. اتفاق
سان ڪير اتان لنگهندو هو ته نانگ انکي ڏنگي ماري
ڇڏيندو هو. هڪ لڳا اُن ٻر وٽان هڪ ساڌو پرش
لانگهائو ٿيو. دستور موافق نانگ ٻر مان نڪري،
ڪيس ڏنگ هڻڻ لاءِ ڏانهس وڌيو؛ پر ساڌوءَ جي
نزديڪ اچڻ سان سندس شوخي گم ٿي ويئي؛ ساڌوءَ جي
حليمائي مٿس غالب پئجي ويئي. نانگ ڪي ڏسي،
ساڌوءَ ڪيڪاري چيس، "اي دوست، مونکي ڏنگڻ
تو چاهين؟" نانگ شرم ۾ ٻڏي، لاجواب ٿي ويو.
ساڌوءَ چيس، "دوست ڌيان ڏئي ٻڌ. اڳتي ڪنهن
ڪي ڪين ڏکوئج." نانگ پنهنجو مستڪ سندس چرڻن
۾ رکي، 'ها' ڪئي. ساڌو ته پنهنجي واٽ
وٺي رمندو رهيو. نانگ پنهنجي ٻر ۾ وڃي پڻ ڪيو
ته آئينده ڪنهنکي ۀ ڏک نه رسائيندس. ٿورن ڏينهن
۾ هر ڪنهن ڪي خبر پئجي ويئي ته نانگ مان زهر جو
اثر نڪري ويو آهي، ان ڪري هن مان هاڻ ڪوبه
خطرو ڪونهي. ڪيترا ماڻهو ڪيس هلاڪ ڪرڻ
لڳا. ڪي مٿس پٿر اڇلائڻ لڳا؛ ڪي پڇ کان ڇڪي
گهلڻ لڳس. ويچاري جي ڏکن جو انت ئي نه هو.
قسمت سانگي ڪجهه مدت پڄاڻان اهو ساڌو وري اچ
اتان لانگهائو ٿيو. ڏسي ته ويچارو نانگ سڄو ڦٽيو
بي حال ٿيو پيو آهي! مٿس قياس آيس ۽ پڇيائيس

”اهڙو حال ڪيئن ٿيو اٿئي؟“ نانڪ واڻي ڏنس، ”سائين، جڏهن کان اوهانجي آڳيا انوسار ڪنهن کي به ڏنگڻ بند ڪيو اٿم، تڏهن کان منهنجي هيءَ حالت ٿي آهي. افسوس! ماڻهو ڏاڍا بي قياس آهن!“ سادوءَ مشڪي وراڻيس، ”پيارا مترَ! مون ته توکي صلاح ڏني هئي ته ڪنهن کي ڏنگ نه هڻج. پر اٿين ته ڪونه چيو هو مانءِ ته پنهنجي ڦوڪ سان به ڪنهن کي نه ڊيڄارج! ڏنگيندو ڪنهن کي ڪين ڪر، پر پنهنجي ڦوڪ هڻي، ٻين کي پاڻ کان پري ته رکندو ڪر.“

ساڌيءَ ريت سنسار ۾ رهڻ چاهيو ته اهڙيءَ طرح رهو، جيئن ٻيا توهان کان ڊڄن ۽ توهانجي عزت ڪن. ڪنهن کي ڏکوئو ڪين، پر سانجهي وقت اهڙيءَ طرح هلو جيئن ٻيا به توهان کي ڏکوئي نه سگهن.

۱۰۷۶- هڪ گروءَ پنهنجي شش کي اُپديش ڏيندي چيو، ”سڀني پراڻين ۾ ايشور وسي رهيو آهي.“ شش به ڪٽي اٿهن اکرن تي گيد ڏيدي ۽ اُن جي گوڙهي مطلب تي گوءَ وچار ڪونه ڪيو. هڪ ڏينهن جيئن هو ڪنهن گهٽيءَ مان لنگهي رهيو هو ته رستي تي هڪ هاٿي ڏوڪيندو ٿي آيو. ماهوت، جو هاٿيءَ تي سوار هو، تنهن ڪيس هٽي وڃڻ لاءِ واڪا ڪيا، پر هيءَ سائينءَ جو سنوار ۾ سوچڻ لڳو، ”ڇا لاءِ هٽي وڃان؟ مان به ايشور، ته هاٿي به ايشور. ڀوءِ ايشور کي پاڻ ... “ اهي وچار ڪندي، هو هٽيو ڪين،

درشٽانت

پر هلندو هليو. نيٺ هاٿي اچي متان پيس ۽ کيس
سونڍ ۾ کڻي، ٻئي پاسي ڦٽو ڪيائين. هڏ گڏ ڀڄي پيس
۽ گروءَ وٽ واپس اچي، کيس پيرانتي ڳالهه ڪري
ٻڌايائين. گروءَ چيس، "ٺيڪ تون ايشور آهين؛ هاٿي
پڻ ايشور آهي؛ پر ماهوت جي روپ ۾ به ايشور ٿي
تو کي آگاهه ڪري رهيو هو. پوءِ تو هن جو چيتاءُ
اڻ ٻڌو ڇو ڪيو؟"

## ڪنڙيءَ جو پاڳلپڻو

۱۰۷۷- گهنٽاڪرڻ وانگر ڪنڙ متان ٿيو! هڪڙو
ماڻهو شو مهاراج جي پوڄا ڪندو هو، پر ٻين ديوتائن
کي ڌڪاريندو هو. هڪ ڏينهن شو مهاراج کيس درشن
ڏيئي سمجهايو، "جيسين تون ٻين ديوتائن کي
ڌڪاريندين، تيسين مان توتي ڪداچت پرسن ڪونه
ٿيندس." پر هيءُ پوڄاري اڻ گهڙيو ڪاٺ هو. ٿورن
ڏينهن کان پوءِ شو مهاراج وري وٽس آيو؛ پر هن ڀيري
هري هر جي روپ ۾، يعني اڌ روپ شو مهاراج جو
۽ اڌ روپ وشنو ديوتا جو هوس. ان ڪري اُهو ماڻهو
اڌ خوش ٿيو، ته اڌ رنج. شو مهاراج اڳيان ڀيٽائون
ڌريائين، پر وشنو ديوتا اڳيان ڪجهه به نه رکيائين.
جڏهن شو مهاراج اڳيان واس ڌوپ ڪرڻ وينو، تڏهن
وشنو مهاراج جي ناسن کي هٿ سان بند ڪيائين، ته
جيئن ڌوپ جو واس ان جي نڪ ۾ نه وڃي! شو مهاراج

جهڙي حالت ڏسي ڪيس چيو، ”تنهنجو ڪنڊڻو لاعلاج آهي. مون هتي روپ ڌارڻ ڪري توکي ڏيکارڻ لاءِ چاهيو ته سڀ ديوي ديوتائون هڪ ئي پرماتما جا جدا جدا روپ آهن، پر تو اها سکيا گرهڻ نه ڪئي. ان ڪنڊڻي سبب توکي گهڻو دک ڀوڳڻو پوندو.“

پوءِ ته اهو ماڻهو هڪ ڳوڻي ۾ وڃي رهيو. وشنو مهاراج لاءِ ڌڪار وڌندي ويس وڌندي. ڳوٺ جي ٻارن کي هنجي سڃاءِ جي پروڙ پئجي ويئي؛ سي کيس چيڙائڻ لاءِ سندس ٻڌان وڃي وشنوءَ جو نانءُ اچاريندا هئا. ڌاڙو لنگ ليندو هو. ذيت ڪنن کي ٻه گهنڊ ٻڌي ڇڏيائين. جڏهن ٻار ”وشنو، وشنو“ جي ڌني لڳائيندا هئا، ته ولي گهنڊ وڄائڻ شروع ڪندو هو، جيئن وشنوءَ جو نانءُ سندس ڪنن تائين نه پهچي سگهي. ان ڪري مٿس نالو ئي ”گهنٽا ڪرڻ“ پئجي ويو يعني گهنڊن جا ڪن!

۱۰۷۸- چار سورداس هڪ هاليءَ کي ڏسڻ ويا. هڪڙي جو هٿ هاليءَ جي ٽنگ سان لڳو. چي، ”هاتي ٿنڀ جهڙو آهي.“ ٻئي جو هٿ سونڍ کي لڳو. چيو، ”هاتي نلهي ڏنڊي جهڙو آهي.“ ٽئين جو هٿ هاتيءَ جي پيٽ کي لڳو. ان چيو، ”هاتي مٽ جهڙو آهي.“ چوٿين جو هٿ ان جي ڪن کي لڳو، چيائين، ”هاتي ڇڄ جهڙو آهي.“ ائين اهي پاڻ ۾ تڪرار مچائي هڪ ٻئي کي

هڪ والهڙو اچي
چيائون، ”تون غلط ۽ مان برابر“. هڪ والهڙو اچي
آئان لنگهيو. ڪين جهيڙو ڪندو ڏسي پڇيائين، ”ڀائي،
هيءَ گوڙ گمبوڙ ڇا لي مچايو آئو؟“ چارئي ڪيس
پنهنجي ڳالهه ٻڌائي چوڻ لڳا، ”سائين، هيٺئر اوهين
اسانجو جهيڙو نبيريو ته ڪير صحيح ۽ ڪير غلط.“
والهڙوءَ چيو، ”توهان مان ڪنهن به هاٿيءَ کي اکين
سان ڪونه ڏٺو آهي. هو نه لڏب جهڙو آهي، نڪي
ڏنڊي، مٿ يا ڇڄ جيان آهي، پر هنجون ٽنگون
ٿنڀ مثل آهن. سونڊ ڏنڊي مثل، پيٽ مٽ مثل ۽
ڪن ڇڄ مثل آهن. هاٿي ته انهن سڀني (ٽنگن، ڪنن،
سونڊ، پيٽ وغيره) جي ملاوٽ آهي.“
ساڳيءَ ريت جيڪي پرش ايشور جي لٽو بابت
واد وواد ڪن ٿا، ٿن سڀڏس رڳو هڪ آڪار ڏٺو آهي
۽ نه سڀ. هڪ ڌيڏر ڪنهن کوهه ۾ رهندو هو. جانو
١٠٧٩- هڪ ڏينهن
نپيو ته اُتي ئي هو. هو به تمام ننڍڙو.
هڪ ٻيو ڌيڏر، جو سمنڊ ۾ رهندو هو، سو اچي اُن
کوهه ۾ پيو. کوهه ۾ رهندڙ ڌيڏر، نئين ڌيڏر کان
پڇيو، ”تون ڪٿان آيو آهين؟“ سمنڊ مان آيل ڌيڏر
وراڻيس، ”آءٌ سمنڊ مان آيو آهيان.“ کوهه واري
ڌيڏر پڇيس، ”سمنڊ! اهو سمنڊ ڪيڏو وڏو آهي؟
جواب ملس، ”تمام وڏو آهي.“ کوهه واري ڌيڏر
پنهنجون ٽنگون ڊگهيڙيون ۽ پڇيو، ”ڇا پنهنجو سم

هيڏو وڏو آهي؟" سمنڊ جي ڏيڏر چيو، "لمار گهڻو
وڏو." پوءِ ننڍي ڏيڏر کوھ جي هڪ ڪناري کان
ٻئي ڪناري تائين ٽپو ڏيئي پڇيس، "تنهنجو سمنڊ
ڇا هن منهنجي کوھ جيڏو وڏو آهي؟" جواب
مليس، "دوست، سمنڊ جي کوھ سان ڪيئن ڀيٽ
ڪري سگهندين؟" کوھ وارو ڏيڏر هوڏ ڪندي چيائو-
چي، "نه، نه. ڪا به شيءِ جي کوھ کان وڏي ٿي نه
ٿي سگهي. تون ڪوڙو آهين. کڻي هتان ڪڍائڻ
گهرجي."

ساڳي ئي حالت هر ڪٽر تنگ دل ماڻهوءَ جي
ٿيندي آهي. پنهنجي ننڍڙي کوھ ۾ ويهي، هو
سمجهندو آهي ته سارو سنسار به سندس کوھ کان وڏو
نه آهي.

## شردا ۽ ڀڳتي، ايشور اڇا

۱۰۸- هڪ ڏينهن هڪ ڌوٻي هڪ ڀڳت کي
سخت مارڪٽ ڪري رهيو هو. ڀڳت جي وات مان
وڃو "نارائڻ نارائڻ!" اکر ٻئي نڪتا. نارائڻ ڀڳوان
لڪشمي ماتا سميت ويڪنٺ ۾ ويٺو هو. پنهنجي
ڀڳت جي پڪار سڻي، هن جي بچائڻ ڪرڻ لاءِ
ڪنڌ اُٿي کڙو ٿيو. ٿورا قدم وڌي وري واپس
وچ [illegible] رهيو. لڪشمي اهو ڏسي کانئس اهڙو
ڪي ڇوڪارڻ پڇيو. نارائڻ ڀڳوان وراڻيو،

„ واپس ان ڪري آيس جو ڏنم ته منهنجي الي وڃڻ
جي ضرورت ڪانه هئي. اهو ڀڳت به ڏوابي ٻڌجي
پيو آهي. هو هاڻ پنهنجو بچاءُ ڪري رهيو آهي. ڏوابيءَ
کي ڏک سنئون ڏک هڻي رهيو آهي. ان ڪري
منهنجي الي وڃڻ جي ضرورت ڪهڙي؟"

ايشور انهيءَ جي رکيا ڪري ٿو جو پنهنجو سمورو
ڀار ڪيس (ايشور کي) ارپي ٿو.

۱۰۸۱- يشودا ماتا کي ڪرشن ڀڳوان وٽان ڪيتري
وقت کان حال احوال ڪونه آيو هو، سو راڌا وٽ وڃي،
ڪانئس پڇيائين، „ڪرشن وٽان توکي ڪا خبرچار آئي
آهي." ان وقت راڌا ته سماڌيءَ ۾ لين هئي، سو
يشودا ماتا جو سماءُ ٿي ڪونه پيس. جڏهن سماڌي
لٿس، تڏهن يشودا ماتا کي پنهنجي اڳيان ڏسي، هنجا
چرن چميائين. راڌا يشودا کان حال احوال پڇيو. يشودا
ڪانئس ڪرشن بابت پڇا ڪئي. راڌا وينتي ڪري
چيس، „ماتا! اکيون ٻوٽي ڪرشن جو ڌيان ڪريو ته
ڪيس ساکيات ڏسندا." يشودا ماتا اکيون ٻوٽيون ته
راڌا پنهنجي ڀڳتيءَ ڀاوَ جي ٻل دواران ڪيس ڪرشن
ڀڳوان جو درشن ڪرايو. تڏهن يشودا ماتا راڌا کي
چيو، „وردان ڏيم ته جڏهن به اکيون ٻوٽي ڪرشن
کي ياد ڪريان، تڏهن پنهنجي پياري گوپال کي
ڏسي سگهان."

درشٽانت

ساڳيءَ ريت ايشور ٻه پنهنجي ڀڳت جي هردي ۾ جهاتي پائي ڏسندو آهي. هو پنهنجي وڏائيءَ ۾ اننت آهي ته ٻه سڪ ۽ شرڌا جي پرڀاو هيٺ موهجي ويندو آهي.

۱۰۸۴- شري رامڪرشن هڪ ڏينهن پرتاپ چندر مزمدر کي چيو، ”تون ودوان ۽ پنڊيان آهين ۽ پڻ تو ۾ گوڙهي ويچار شڪتي آهي. ڪيشب ۽ تون گورنگ ۽ نمائيءَ جيان ٻه ڀائر آهيو. تو هينئر سنسار جو گهڻوئي رس ورتو آهي. وياڪياڻ ۽ واد وواد به گهڻائي ڪيا اٿئي. اجا توکي انهن لاءِ چاهنا آهي ڇا؟ هينئر پنڪندڙ من کي هڪ چتو ڪري، ايشور جي اوٽ وٺ. ايشورتا روپي ساگر ۾ ٽپي پئو.“

مزمدر- مانيوَر گرو مهاراج! ٺيڪ مونکي ائين ڪرڻ جڳائي؛ ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي. پر هيءُ سڀ ڪاريه ڪيشب جو ننگ ناموس بلند رکڻ لاءِ ٿي ڪري رهيو آهيان.

شري رامڪرشن مشڪي چيو، ”هڪ درشٽانت ٻڌ- هڪ ماڻهوءَ هڪ پربت جي چوٽيءَ تي مڪان اڏايو. سخت محنت ڪرڻي پيس. خرچ به چڱوئي آيس. ٿورن ڏينهن ڪان پوءِ اچي طوفان لڳو. انڪري مڪان لڏڻ لمڻ لڳو. اچي اڻ تڻ لڳس ته مڪان ڪيئن به ڪري بچايان. ورڻ ديوتا کي آراڌنا ڪيائين، ”سائين تو در وينتي ٿو ڪريان؛ هن مڪان کي بچاءِ.“ پر

ورن ديوتا ڪرڻ لڳس، وري پرارٿنا ڪيائين، ته مڪان ڏڏندو رهيو. اهي مڪان کي بچائڻ لاءِ هڪ رمه سڄهي آيس، دل ۾ ٿري آيس ته پراڻڪ ڪٿا موجب ۔ هنومان ورن ديوتا جو پٽر هو. سو واڪو ڪري پڪارڻ لڳس، ”هي نامقه، لوڪان ليڪ ته مڳان. مڪان کي بچاءِ. جو لــ هيءَ مڪان تنهنجي پٽر هنومان جو آهي.“ پر ورن ديوتا ڪين لڳس. وري وينتي ڪيائين، ”اي سوامي، منهنجو عرض اگهاءِ. هيءَ جڳهه بچاءِ، ان جو مالڪ هنومان جو اشٽ ديو شري رامچندر آهي.“ ورن ديوتا اٿڙو لڳي جهڙو پٽ، نيٺ جڏهن مڪان صفا ڪرڻ تي هو، تڏهن پنهنجي جان بچائڻ لاءِ ڊوڙي ٻاهر نڪتو ۽ پڻ پڻ ڪري چوڻ لڳو، ”پل ته هيءَ ندورو مڪان پينگ لڳي! منهنجو ڇا ٿو وڃي!“

لوڪي ڪيشب جو نانءُ بلند رکڻ لاءِ برابر انتظاري هولدي، پر لوڪي هيءَ ويچار ڀاڻ اڳيان رکي سنتوش ڌارڻ کي ته ايشور جي اڇا پرماڻ ئي سندس ناليِ سان سمبند رکندڙ ڌارمڪ لحرڪ شروع ليو. هي اهو لحرڪ اوچ ئي وسمو ته اهو به سائينءَ جي اڇا سان. ان ڪري امرمه ورتي ساڳر پر لکيي هڻ.“

۱۰۸۵ـ هڪ شخص ڪنهن ساڌوءَ وٽ ويو. نمرتا ڀاءُ جو ڏيکاءُ ڪري ڪيس وينتي ڪيائين، ”سائين، ۶۲ لسه آهيان. هن سنسار ساگر کان ڇٽڻ لاءِ ڪا ڏانهه

بڌايوم.» ساڌوءَ سندس دل پرکي ورلي. کيس چيائين،
«وڃ، پهريائين ته اهڙي وستو کڻي اچ، جا لوکان به
نيچ هجي.» ان شخص ڏاڍي ڳولها ڦولها ڪئي، پر
پاڻ کان وڌيڪ نيچ ڪجهه، ڪين هٿ آيس. نيٺ
پنهنجي وشٽا ڏٺائين. چيائين، «نيٺ ڪجهه مليم جو
مون کان به نيچ آهي!» اها ساڌوءَ وٽ کڻي وڃڻ
لاءِ هٿ ڊگهيريائين مس ته اچانڪ ان وشٽا مان آواز
ايندو ٻڌائين، «اي پاپي! مونکي هٿ نه لاءِ. مان
پهريائين عمدي مٺائي هيس. ديوتائن اڳيان ڀوڄ لڳائڻ
جي ڀوڳيه هيس؛ پر منهنجي بدنصيبيءَ مون کي لـو
وٽ آندو؛ تنهنجي پاپي سپرش ڪري منهنجو اهڙو
بروحال ٿيو آهي، جو مونکي ڏسي ماڻهو منهن موڙي
ڀڄي ٿا وڃن؛ نڪ کي رومال ڏيو ڇڏين. هڪ دفعي
تنهنجي هٿ لڳڻ ڪري، منهنجي هيءَ دردشا ٿي
آهي. وري هٿ لڳائيندين ته خبر نه آهي ته ڪهڙي
اڌوگتي ٿيندم.» اهو شخص اهڙيءَ ريت سچي نمرتا
پاڻ جو سبق سکيو. پوءِ ته نماڻن ۾ نماڻو ٿي پيو؛ آخر
سڌي پراپت ڪيائين.

١٠٨٦- هڪ ڀيري نارد جي دل ۾ گهمنڊ جاڳيو ته
مون جهڙو ڀڳت ڪو ڪونه هوندو. ايشور سندس دل
پرکي ورلي، سو کيس چيائين، «نارد، فلاڻي هنڌ
وڃ- اُتي منهنجو هڪ ڀڳت رهندو آهي- ان سان
وڃي ڏيٺ ويٺ ڪر؛ ڇو ته هو مونکي ڏاڍو پيارو

آهي.“ نارد اُني ويو. هڪ ڪڙمي ڏٺائين. اُهو صبح جو سوير اُٿندو هو. رڳو هڪ ڀيرو هريءَ جو نام ڳنهي، سمهي پوندو هو. نارد اندر ۾ سوچڻ لڳو، ”هيءَ دهقاني ڪيئن ايشور جو پريمي ٿي سگهندو؟ سارو ڏينهن سنساري ڪمن ڪارڻ ۾ رڌل رهي ٿو. پڪيءَ واري پوش جا ڪو نشان ۾ ڪي نه اُهڃاڻ ڏسڻ ۾ ڪونه ٿا اچن.“

نارد موٽي ايشور وٽ ويو. چيائين ته اُن ماڻهوءَ ۾ آهي ڇا جو مون کي اُتي تڪليف وٺايو؟ ايشور چيس، ”چڱو نارد! هيءَ تيل جو پيالو کڻ. شهر جي چوگرد ڦيرا ڏئي، واپس کڻي اچ. ڏسجانءِ جيئن رستي ۾ هڪ ڦڙو به نه ڪيرائين.“ نارد چوڻ موجب اُئين ڪري واپس ورتو. ايشور پڇيس، ”هاڻي ٻڌاءِ، شهر جي چوگرد ڦيرا ڏيڻ وقت مون کي ڪيترا ڀيرا ياد ڪيئه؟“ نارد وراڻيو، ”هڪ ڀيرو به نه. مونجا ڀرڀو! توهين پاڻ ٻڌايو ته هن تيل سان ڀريل پيالي مان تيل ڦڙي نه هارجي ۽ ڏيان ڏيان يا توهانجي يادگيري ڪريان؟“ ايشور چيس، ”نارد ڏس! هن ايل جي پيالي تنهنجو ڏيان اهڙو ته ڇڪي ورتو جو مونکي هڪ ڀيرو به ياد ڪين ڪيئه. پر هو دهقاني ڏس. ڪٽنب جو ڳرو بوجو سر تي الس ته به هر روز ٻه ڀيرا مونکي ياد ڪري ٿو.

١٠٨٧- ٻه ٻوڳي ٻرپوءَ کي پاڻ لاءِ ڦميائون ڪري

درشٽانت

آتان اچي لنگهيو.
هيا هٿا- هڪ ڏينهن نارد مني ونڪٽ ڏام مان
ڪڙي ڪاٺس پڇيو، ”ڇا توهين آئو ڏنس، ”هائو“- يوگيءَ
تا اچو؟“ نارد رشيءَ ايشور کهڙو ڪم
پڇيو، ”ڪرپا ڪري ٻڌائيندم ته ”ڀڳوان اُت ۽ هالي
ڪري رهيو هو؟“ نارد وراڻيس، هڪ يوگيءَ چيو،
سئيءَ جي ناڪڙي مان لنگهائي رهيو هو.“
”ان ۾ ڪو تعجب ڪونهي- ايشور ڇا نه ٿو ڪري
سگهي!“ پر ٻئي يوگيءَ چيو، ”نادان! اها اَن ٿيڻي
ڳالهه آهي- اهو ڏيکاري ٿو ته تون ڪڏهن به ونڪٽ ڏام
ڪونه ويو آهين.“
ڦهريون يوگي پڪت هو ۽ ٻالڪ جهڙو وشواسي هو.
ايشور اڳيان ڪجهه به اسنڀو نه آهي ۽ ڪڏهن به سندس
گت پورن ريت ڪانه جاڻي آهي.
۱۰۸۸- هڪ ماڻهوءَ جو پٽ مرڻينڪ حالت ۾ پيو
هو ۽ ڏسڻ ۾ آيو ته ڪير به سندس حياتي بچائي ڪونه
سگهندو ۽ پر هڪ سادوءَ ان ماڻهوءَ کي چيو، ”هڪڙو
علاج سمجهيم ٿو- انسان جي کوپڙي همت ڪر- ان ۾
واسينگ نانگ جو زهر وجهه ۽ سواتي تاري جي اپرڻ
وقت جڏهن برسات وسي، تڏهن اهي ڦوريون
پوندو ن زهر ۾ ملاءِ- پوءِ تنهنجي پٽ جي حياتي
بچي پوندي.“
ان ماڻهوءَ جنتري کولي ڏٺو ته ٻيءَ رات سواتي

## دِرشٽانت

هڪ پيري
ٽوريون ساڌنائون ٿي ڪافي ٿيندي يون. هڪ ڀيري
وياس منيءَ جمنا ندي پار وڃڻ لاءِ هڪ گهاٽ تي اچي
بيٺو. اُن وقت اُتي گوپيون به اچي سهڙيون. هنن به
ندي پار ڪرڻ ٿي چاهي؛ پر ڪين ٻيڙي نظر ٿي ڪونه
آئي. سو منجهي وياس منيءَ کان پڇيائون، ”سوامي،
ندي ڪيئن پار ڪجي؟“ وياس منيءَ وراڻي ڏني،
”ڪو فڪر ڪونه ڪريو. آءٌ توهان کي نديءَ جي
هن پار وٺي هلان، پر اُن کان اڳ مون کي ڪجهه کائڻ
لاءِ ڏيو. ڏاڍي بک لڳي اٿم“. گوپين
کي ته ڪير، ملائي ۽ مکڻ جا چاڏا هئا، تن سڀ کڻي
اڳيان رکيس. وياس منيءَ به سمورو مال کائي ويو. گوپين
پوءِ پڇيس، ”هاڻ ندي پار ڪرڻ جو ڪهڙو ويچار
آهي؟“ وياس نديءَ جي ڪناري تي بيهي پرارٿنا
ڪئي. ”اي جمنا ماتا! جيڪڏهن اڄ مون ڪجهه به
کاڌو آهي ته اُن ثواب ڪري مون کي رستو ڏي
ته اسين ندي پار ڪري، ٻيءَ پر پهچون“. اچا اهي
اکر واتان مس نڪتس، ته نديءَ جي وچ سڪل رستو
ڏسڻ ۾ آيس. گوپين جي حيرت جي حد ئي نه رهي.
هنن جي من ۾ اهائي شنڪا ٿي ته وياس منيءَ آهي
اکر ڪيئن واتان ڪڍيا، ”مون اڄ ڪجهه به ڪونه کاڌو
آهي.“ جڏهن هن اسان جا سڀ چاڏا خالي ڪري
ڇڏيا. ڪين ڪهڙي ڪل ته اها وياس منيءَ جي اُچل
وشواس جي ثابتي هئي ته هن ڪجهه به ڪين کاڌو،

برهمڻ جي اندر ۾ سرووياپڪ وسي رهي هو، اُهو ئي سچو ڪاليندڙ هو.

۱۰۹۰- هڪ برهمڻ هڪ گهر ۾ ٺاڪر جي پوڄا ڪندو هو. هڪ ڀيري برهمڻ ٻاهر روانو ٿي ويو ۽ پوڄا جو ڪم پنهنجي ننڍڙي پٽ کي سونپي ويو. هڪ کي چيائين، "ڏهاڙي ٺاڪر اڳيان ڀوڳ لڳائج ۽ ڏسج جيئن هو اهو ڀوڳ سويڪار ڪري."

ٻالڪ پنهنجي پتا جي آکيا انوسار ٺاڪر اڳيان کاڌو رکي، صبر ڪري ٿي رهيو، جيئن ٺاڪر اهو کاڌو سويڪار ڪري- پر ٺاڪر نه ڪجهه آکيو ۽ نڪي کاڌو. ٻالڪ ڪيترو وقت ڏسندو رهيو. کيس پڪو وشواس هو ته ٺاڪر هيٺ لهي، ضرور اچي پرساد چکيندو. پرارٿنا ڪرڻ لڳو، "هي پرڀو! اچي هي پرساد وٺ؛ ڏاڍي دير ٿي رهي آهي ۽ وڌيڪ ترسي نٿو سگهان." پر ٺاڪر ڪجهه ڪين ڪڇيو. ٻالڪ اچي روئڻ ۾ چڙهيو ۽ سڏڪا ڀري چيائين، "هي ٺاڪ! پتاجي چئي ويو هو ته اوهين ڀوڳ سويڪار ڪندا. ته پوءِ ڇو ڪين ٿا اچي کائو؟ پتاجيءَ جو پرساد سويڪار ڪندا هئا- پوءِ مون ڪهڙو اپراڌ ڪيو آهي جو مون سان هيءَ ورتاءُ ڪري رهيا آهيو؟" اِئين ڪيترو وقت روئندو رڙندو رهيو. متي نهاري ته ڏسڻ ۾ آئيس ته ٺاڪر منش روپ ۾ پرساد کائي رهيو آهي. جڏهن پرساد سمورو کائي خلاص ڪيائين، تڏهن ٻالڪ

اُتان ٻاهر نڪتو. گهر جي ڀاتين چيس، ”پوڄا لڳي
ويو هجي ته پرساد ٻاهر ڪڍي اچ.“ ٻالڪ وراڻيو، ”پوڄا
لڳي ويو. پر ٺاڪر ته سمورو پرساد کائي ڇڏيو.“ سڀ
وائڙا ٿي ويا. پڇيائون، ”هي ڇا چئي رهيو آهين؟“
ٻالڪ ويچاري وري به ساڳي ڳالهه ڪئي، ”ٺاڪر ته
سمورو کاڌو کائي ڇڏيو.“ پوءِ جتي ٺاڪر براجمان هو،
اُتي وڃي ڏٺائون ته برابر ٿالهيون سڀ خالي پيئون هيون!
سچي وشواس ۽ سچي تڙپ جو ايڏو پرڀاو مهاتم آهي!
١٠٩١- البت تڙپ ڌارڻ سان پڪ ايشور کي
پراپت ڪري سگهبو. ابوجهه ٻالڪ جيان وشواس ڌارڻ
ڪجي. ٻالڪ جيئن پنهنجي ماتا لاءِ پيو تڙپندو آهي،
تيئن ايشور لاءِ تڙپڻ جڳائي.
جنيلا نالي ٻالڪ کي پاٺشالا ڏانهن پهچڻ لاءِ جهنگل
مان لنگهڻو پوندو هو. اڪيلو وڃڻ ڪري کيس ڊپ
ليندو هو. هڪ ڏينهن ماءُ سان اهو حال اوريائين.
ماڻس چيس، ”پٽڙا! تون ڊڄين ڇو ٿو؟ جڏهن به ڊپ
لڳئي ته ڪرشن کي سڏ ڪندو ڪر.“ ٻالڪ پڇيو،
”امي، ڪرشن ڪير آهي؟“
ماڻس جواب ڏنس، ”ڪرشن تنهنجو ڀاءُ آهي.“
ٻئي ڏينهن جهنگل مان لنگهڻ وقت جنيلا جڏهن
ڊپ ۾ ورجي ويو ته واڪو ڪري سڏيائين- ”ڀراتا
ڪرشن!“ جڏهن ڪير ڪونه آيو، تڏهن وري واڪو

ڪري چيائين، ”ادا ڪرشن، ڪٿي آهين؟ اچي
منهنجي سنڀال لهه. مون کي ڊپ ٿيو ٿئي“. ٻالڪ
جي شردا ڀري پڪار سڻي، ڪرشن وڌيڪ وقت رهي
نه سگهيو. ٻالڪ جي روپ ۾ پرگهٽ ٿي جٽبلا کي
اچي چيائين، ”اڄ هو مان تنهنجو ڀاءُ آيو آهيان. ڊڄين
ڇو ٿو؟ هل ته پاٺشالا ڏانهن وٺي هلانءِ.“

ڪيس پاٺشالا ۾ پهچائي، ڪرشن چيس، ”جڏهن به
تون مونکي سڏيندين، تڏهن مان تو وٽ هليو ايندس.
ڊپ نه ڪر.“

سچي وشواس ۽ دلي تڙپ جو اهو پرتاپ آهي.

۱۰۹۴- هڪ گوالڻ نديءَ جي ٻئي پار هڪ برهمڻ
کي کير ڏيڻ ويندي هئي. ٻيڙي پوري وقت تي نه
ملڻ ڪري، هوءَ ڪيس روز پوري ٽائم تي کير پهچائي
ڪانه سگهندي هئي. هڪ ڏينهن دير سان کير ملڻ
ڪري، برهمڻ گوالڻ تي ڏاڍي ڪاوڙ ڪندي.
وراڻي ڏنس، ”منهنجو ڪهڙو قصور؟ مان ته گهر مان
روز سوير نڪرندي آهيان، پر ٻيڙيءَ لاءِ ترسڻو پوندو
اٿم. ٻيڙي جڏهن ڀرجندي آهي، تڏهن ئي هلندي
آهي.“ برهمڻ چيس، ”مائي، ماڻهو رام جو نالو ڳنهڻ
سان جيون روپي ساگر پار ڪري وڃن ٿا، تون هيءَ
ندي پار ڪري ڪانه ٿي سگهين؟“

سرل دل واري گوالڻ اهو ٻڌي ڏاڍو خوش ٿي.
ٻئي ڏينهن کان برهمڻ کي کير نيم سان سويل ملڻ

درشٽانت

لڳو. ٿورن ڏينهن کان پوءِ برهمڻ عجب وچان گوالڻ کان پڇيو، ”ڇو، هاڻ ته ڪڏهن به دير سان ڪانه ٿي اچين؟“ گوالڻ جواب ڏنس، ”تو ڪين مون کي ڏس ڏنو هو ته ’رام‘ نام ڳنهڻ سان ندي پار ڪري سگهبي آهي! هينئر ته ٻيڙيءَ جي لوڙ ئي ڪانه ٿئي.“

برهمڻ کي اها ڳالهه وسهڻ ۾ نه ٿي آئي؛ چيائين، ”هلي ڏيکاريندو ته ڪيئن ٿي ندي پار ڪرين.“

گوالڻ سان گڏجي نديءَ ڪناري آيو. گوالڻ ته نديءَ مٿان هلندي ويئي. ٿورو اڳتي وڃي پنيان نهاريائين ته ڇا ڏسي ته برهمڻ پاڻيءَ ۾ ٽاڪوڙا هڻي، اهائي ڪوشش ڪري رهيو هو، جيئن سندس ڪپڙا نه پسن. گوالڻ چيس، ”مهاراج، مکه مان ’رام‘ ته اچاريو ٿا، پر هٿن سان ڪپڙن کي ڇو مٿي کڻي رهيا آهيو؟ توهان کي تڏهن ’رام‘ نام ۾ پوري شردا ڪانهي!“ پورن شردا ۽ ايشور جي سراسر شرن وٺڻ سان ئي ايشوري چمتڪار پسي سگهبو آهي.

شري رامڪرشن وٽ ٻه شش ٣٠١- هڪ پيري اڇا شڪتيءَ ايشور جي شنڪا کڻي آيا ته منش جي ورڌ آهن ڇا؟ ڪرپا، اهي ٻئي سڌانت هڪ ٻئي جي ڳالهائڻ جي گرو مهاراج ڪين چيو، ”اڇا شڪتيءَ بابت ضرورت ڪهڙي آهي؟ سڀ ڪجهه ايشور اڇا جي آڌين آهي- اسان جي اڇا ايشور جي اڇا سان اهڙيءَ طرح ٻڌي پئي آهي، جهڙي ريت ڳانءِ رسيءَ سان ٻڌي

ٻڌي هوندي آهي. البت اسان کي ڪجهه قدر آزادي
آهي. جهڙيءَ ريت ڳاءِ رسيءَ سان ٻڌل هوندي به
ٿوري گهڻو ڦري گهري سگهندي آهي؛ انهن مثل
سمجهي ٿو ته هو پنهنجي اڇا موجب هلي سگهي ٿو،
پر واستو ۾ سندس اڇا ايشور اڇا جي آڌين آهي.

**شش.** پوءِ ته تپسيا، ڌيان وغيره ساڌنن جي
ڪهڙي ضرورت؟ هرڪو ماٺ ڪري ويهي چوي،
”سڀ ايشور جي اڇا آهي؛ جيڪي به ٿئي پيو، سو
سندس اڇا پرماڻي پيو ٿئي.“

**شري رامڪرشن.** آها! اهو صرف اکرن ۾ چوڻ
مان ڇا ورندو؟ ڪنهن مٿان همت رکي، پوءِ وات سان
ڀيا چوندا ته ڪنڊا آهن ئي ڪونه، ته ڇا ان ڪري
انهن جي درد ڏيندڙ چڀڪي کان بچي پوندا؟
جيڪڏهن هرڪنهن کي پنهنجي اڇا پرماڻي آتمڪ
ساڌن ڪرڻ جو اختيار هجي ها ته جيڪر هرڪو ائين
ڪري ها. پر ائين هرڪو ساڌن ڪري ڪونه سگهندو.
۽ ڇو؟ پر هڪڙي ڳالهه آهي. ايشور اوهان کي جيڪا
شڪتي ڏني آهي، سا ئي پوريءَ ريت ڪتب ڪين
آڻيندا ته پوءِ هو وڌيڪ ڪانه ڏيندو. ان ڪري انسان
کي آتم-اُدم سدائين ڪرڻ کپي. اهڙيءَ ريت هرڪنهن
کي ايشور ڪرپا لاءِ يوگيه بڻجڻ خاطر سخت محنت
ڪرڻي پوي ٿي. اهڙي يتن ڪرڻ سان ۽ سندس ڪرپا
سان جنم جنمانتر جون ڀوڳنائون هڪ جنم ۾ مٽائي

درشٽانت

سکو ڄن ٿيون- ٻر آلم- ادم نهايت ضروري آهي. هڪ
وارتا ٻڌو:-

هڪ لڳا وشنو ڀڳوان نارد کي سراپ ڏنو، ”توکي
نرڪ ۾ اڇليو ويندو.“ نارد کي ڏاڍي چنتا ٿي. ايشور
در پرارٿنا ڪرڻ لاءِ ٻرير سان ڀڄن ڳائڻ لڳو ۽ وينتي
ڪيائين، ”ڪرپا ڪري ڏيکاريوم ته نرڪ ڪٿي آهي
۽ اوڏانهن وڃڻ جي وات ڪهڙي آهي؟“ وشنو ڀڳوان
چاڪ نڪري سان زمين تي سڄي برهمانڊ جو نقشو
ڪڍيو، جنهن ۾ نرڪ ۽ سرڳ به ڏيکاريل هئا. نارد نرڪ
جي ڀاڱي تي هٿ رکي چيو، ”جي نرڪ هن جهڙو
آهي ته ٻوءِ هي ئي نرڪ ٿيو!“ ائين چئي اُن هنڌ
ليٽڙيون پائي چوڻ لڳو، ”هي ڀڳوان! هاڻ نرڪ جا
ڪشٽ سي ڀوڳيم.“ وشنو ڀڳوان مشڪي پڇيس،
”سو وري ڪيئن؟“ نارد اُلر ڏنو، ”سائين، نرڪ
سرڳ توهان ئي پيدا ڪيا آهن- جڏهن برهمانڊ جو
نقشو ڪڍي ڏيکاريو ته اهوئي مون لاءِ سچو نرڪ ٿيو.
پوءِ اُن تي ليٽڙيون پائم ۽ ڏاڍي پيڙا سٺم- اُن ڪري
چوان ٿو ته نرڪ جي پيڙا ڀوڳي ڇڏيم.“ نارد جي سچائي
ڏسي، وشنو ڀڳوان سندس سمجهاڻيءَ تي پرسن ٿيو.

٩٤:- شري ڪرشن جي پياري متر ارجن جي دل
۾ هڪ ڏينهن ايمان اُٿيو ٿيو. ارجن سمجهڻ لڳو ته
[illegible] کي آهي، اوتري ڀڳتي

ڪنهنکي ڪانہ ھوندي• شري ڪرشن ٻانہ جاڻي جاڻيار،
ٻنهنجي متر جي دل جو حال جاڻي، ھڪ ڏينهن ڪيس
ڳهائڻ لاءِ ولي ويو• اتا لورو اڳتي وڌيا تہ ارجن ھڪ
عجيب برھمڻ ڏٺو، جو سڪل گاھہ کائي پيٽ ڀري
رھيو ھو، جيتوڻيڪ سندس ڪمر بہ للوار ٻڌل ھئي•
ارجن ھڪدم سڀ ڪيو تہ ھيءُ برھمڻ ڪو وشنوءَ
جو وڏو ڀڳت لو ڏسجي، جو ڪنهن کي بہ نہ ڏکوئڻ
ٻنهنجو ڌرم ڌارمڪ ڪرلو بہ لو سمجهي• گاھہ بہ ساھہ
ھئڻ ڪري ساڻو گاھہ نہ لو کائي، بہ سڪل ۽ بي جان
گاھہ کائي ٻنهنجو پيٽ ڀري رھيو آھي• ڀر جو گاھہ
کي بہ ڏکوئڻ نہ لو چاھي، لنهن للوار ڪوڙي خيال
کان ٻڌي آھي؟ ارجن عجب بہ ٻتجي ڪرشن کان ٻڇيو،
”ھي بر ٻو، اھو چا؟ ھيءُ ماڻھو جو ڪنهن بہ ساھواري
کي ڏکوئڻ نٿو چاھي، لنهن للوار، جا مؤت ۽ ڏکار
جي نشاني آھي، سا چا لاءِ ٻڌي آھي؟“
شري ڪرشن چيس، ”بهتر ليندو تہ کانئس اھو
سوال ٻڇ•“
ارجن اڳتي وڌي برھمڻ کان ٻڇيو، ”سائين، اوھين
ڪنهن بہ ساھواري کي ڪين ٿا ڏکويو، سڪل گاھہ لي
گذر ڪري رھيا آھيو، پوءِ ھيءَ ليز للوار چا لاءِ
ڪنئين الڙ؟“
برھمڻ– چئن ماڻهن کي سزا ڏيڻ لاءِ•
ارجن– اھي چار ڪير آھن؟

برهمڻ- پهرين آهي ڪمبخت نارد.
ارجن- ڇو، هن ڪهڙو قصور ڪيو آهي؟
برهمڻ- هو ڪهڙو نه بي قياس آهي، جو پنهنجي
ڀڄن ۽ ڳائڻ وڄائڻ سان وشنو ڀڳوان جو ننڊ آرام ڦٽائي
رهيو آهي. ايشور جي آرام جي ذري به پرواهه ڪانه
اٿس. رات ڏينهن پنهنجي پرارٿنائن ۽ استتيءَ سان
ايشور جو سک ڦٽائي رهيو آهي.
ارجن- ڀلا ٻيو ڪير آهي؟
برهمڻ- نرلڄ دروپدي.
ارجن- دروپديءَ جو ڪهڙو دوش؟
برهمڻ- دروپديءَ جي بي قياسي نه ڏسو! اڃا
منهنجو مڙو مالڪ ماني کائڻ لاءِ ويٺو نه، دروپديءَ
جي سڏ تي ڀوڄن ڇڏي، ڪاميڪ بن ۾ وڃي، پانڊون
کي درواسا جي سراپ کان بچائڻو پيس. نه فقط ايترو،
پر هن ڀڳوان کي پنهنجي جوٺ پرسادي کارائي!
ارجن- ٽيون ڪير؟
برهمڻ- ڪنور پرهلاد، هو اهڙو نه نردئي آهي،
جو ڪيس هتڪ ٿي ڪانه ٿي ۽ منهنجي ڀڳوان کي
ڪڙهندڙ تيل جي ڪڙاهيءَ ۾ پوڻ، هاٿيءَ جي پيرن
هيٺان لتاڙجڻ ۽ باهه جي ٿنڀ مان ڦاٽڻ لاءِ ڇپائين.
ارجن- چوٿون؟
برهمڻ- دشت ارجن.
ارجن- ڇو، هن ڪهڙو اپراڌ ڪيو؟

برهمڻ- هو مها ڀڳارو آهي. هن ڪرڪيشتر جي پڊ ۾ منهنجي پياري ڀڳوءَ جي بي عزتي ڪري، ڪيس پنهنجي رَٿَ جو سارٿي ڪيو هو.

غريب برهمڻ جي شردا ۽ پريم ڏسي، ارجن اچرج ۾ پئجي ويو. سندس ايمان غائب ٿي ويو. ووري ڪڏهن ڪين چيائين تہ مان ڪرشن جو وڏي ۾ وڏو ڀڳت آهيان.

١٠٩٥- ڪنهن ڳوٺ ۾ هڪ پڇ آلما ڪوري رهندو هو. سڀ ماڻهو مٿانئس گهڻو پيدا هئا ۽ منجهس ڏاڍي شردا هوندي هئن. ڪوري بزار ۾ پيو ڪپڙو وڪڻڻا ويندو هو. ڪر گراهڪ اگهہ پڇندو هوس تہ جوندو هو، "ايشور جي اڇا انوسار سٽ روپئي جو ڳڏم، ايشور جي اڇا انوسار چار آنا اٽائي لڳي، ايشور جي اڇا انوسار ٻہ آنا نفعو، ايشور جي اڇا انوسار ڪپڙي جي قيمت هڪ روپيہ ڇهہ آنا ٿي."

ماڻهن جو منجهس اهڙو تہ اعتقاد هوندو هو، جو هڪدم پئسا ڏئي، ڪپڙو کڻندا هئا. ڪوري سچو ڀڳت هو. رات جو ماني کائي کانئي ڪيترو وقت ڏيان ۽ رام سمرڻ ۾ گذاريندو هو.

هڪ ڀيري ڳچ رات گذري چڪي هئي، پر ڪوري اڃا جاڳيو پئي. اڪيلو در جي پرسان ڇتو ڇڪي رهيو هو. ڪن چورن جي ٽولي اچي اتان لانگهائو ٿي.

درشٽانت

کين مال پوڻ لاءِ مزور جو کپ هو. کوريءَ کي
ڏسندي، کيس زوريءَ پاڻ سان گهلي وٺي ويا. پوءِ
وڃي هڪ گهر کي کاٽ هنيائون. گهڻوئي مال متاع
چوري ڪري، چادر ۾ ٻڌي، کوريءَ جي مٿي تي
سٽيائون. چوڪيدار کي ڪڙڪ پئجي ويئي ۽ اچي مٿن
ڪڙڪيو. چور ته رفوچڪر ٿي ويا، باقي ويچارو کوري
سڀ سوڙ ۾ جهلجي پيو. سڄي رات حوالات ۾ بند رهيو.
ٻئي ڏينهن قاضيءَ وٽ کيس پيش ڪيائون. ڳوٺ جي
ماڻهن کي خبر پئي ته، کوريءَ کي چوريءَ جي تهمت
هيٺ قاضيءَ وٽ رجوع ڪيو ويو آهي. سيئي ڊوڙي
قاضيءَ وٽ آيا. کيس تسلي ڏنائون ته چوري ڪرڻ
هن ماڻهوءَ جو وڙ ئي ڪونهي. قاضيءَ کوريءَ کي
چيو، "سربستو احوال ٻڌاءِ". کوريءَ وراڻيو، "سائين،
ايشور جي اڇا انوسار اڱڻ ۾ ويٺو هوس. ايشور جي
اڇا انوسار ان وقت ٻپهل رات ٽپري چڪي هئي.
ايشور جي اڇا انوسار ڌيان چنتن ۽ رام نام جو سمرڻ
ڪري رهيو هوس. ايشور جي اڇا انوسار چورن جو
ٽولو اچي اتان لنگهيو. ايشور جي اڇا انوسار مون کي
اتان زوريءَ گهلي وٺي ويا. ايشور جي اڇا انوسار هنن
هڪ گهر کي کاٽ هنيو. ايشور جي اڇا انوسار هنن
منهنجي مٿي تي چوريءَ جو مال رکيو. ايشور جي اڇا
انوسار مون کي پڪڙيو ويو. ايشور جي اڇا انوسار
رات جيل ۾ گذارڻي پيم. ايشور جي اڇا انوسار هاڻ

اوهان جي ايمان آڏو وڃي آهيان."

قاضي ڪوريءَ جي ابوجهالي ۽ روحاني ڏسي ڪيس چڙهي ڏاڍو، پاهر لڪرڻ بعد ڪوريءَ پنهنجي دوستن کي چيو، "ايشور جي اچا انوسار مان آزاد ٿيو آهيان."

توهين سنسار ۾ رهو يا اُن جو تياڳ ڪريو، پر سڀ ڪجهه ايشور جي اچا پرماڻي ٿئي ٿو- ان ڪري پنهنجا سڀ بوجا ايشور مٿان سواري، سنسار ۾ پنهنجو ڪرتوءِ ڪندا رهو.

١٠٩٦- هڪ چور اڌ رات جو راجا جي محل ۾ گهڙيو. اُن وقت راجا ۽ راڻي باغ ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئا. راجا چيو، "مان پنهنجي ڌيءَ جو سڱ، انهن ساڌن مان هڪ کي ڏيندس، جيڪي ندي‌ءَ جي ڪناري تي رهيا پيا آهن."

چور اهي اکر ٻڌي ورتا. دل ۾ چوڻ لڳو ته "واهه جو نصيب ٿو کلي! چو ڪين ساڌوءَ جو ويس ڪري، نديءَ ڪناري هلي ويهجي. شايد راجڪماريءَ جو سڱ ملي پوي." ائين ڏينهن وڃي اُتي ويٺو. راجا جا ماڻهو ه وڃي اُتي سهڙيا. هر هڪ ساڌوءَ کي راجڪماريءَ سان وواهه ڪرڻ لاءِ آڇ ڪندا ويا، پر هر ڪنهن انڪار ڪيو. آخر ساڌوءَ جي ويس ۾ چور وٽ آيا. هن کي ه ساڳي آڇ ڪيائون؛ مگر هو ماٺ ۾ رهيو. راجا جي ماڻهن وڃي راجا کي چيو ته هتي ه ڪنهن ڪين مڃيو،

درشنانت

باقي هڪ جوان ساڌو زور بار پورڻ لي مچي ويندو.
راجا پاڻ اچي اُن نوجي ساڌوءَ کي آڙي نيزاري
ڪٽي ته منهنجي نياڻيءَ جو سڱ سوڪار ڪريو. راجا
جي ايتري نٽرت ڏسي، چور جي دل ۾ ڦيرو آيو.
دل ۾ سوچڻ لڳو، ”مون صرف ساڌوءَ جو ويس
اوڍيو آهي ته راجا پاڻ اچي ليلائي رهيو آهي؛ پر
جي سچو ساڌو ٿيان ته پوءِ الاجي ڀڳوان ڪهڙا ڀال
يلائي!“
انهن ويچارن مٿس ايترو ته اثر ڪيو جو ڪوڙو
ويس اختيار ڪري وواهه ڪرڻ بدران اُن ڏينهن کان
وني پاڻ کي سڌارڻ ۾ لڳي ويو؛ سچو ساڌو ٿيڻ لاءِ
جتن ڪرڻ لڳو؛ شادي اصل ڪانه ڪيائين؛ ۽ وڏن
تياڳي مهاتمائن مان هڪ ٿي پيو. وقتي چڱائيءَ جو
ڍونگ ڪرڻ مان به سنا نتيجا نڪرندا آهن.

## تياڳ ۽ وئراڳ

١٠٩٧- هڪ بيروزگار ماڻهوءَ لي سندس استري
آنندي وهندي پٽي زور آڻيندي هئي ته ڪو روزگار
جو وجهي بلو پيٺي ڪريو. هڪ ڏينهن جڏهن سندس
پٽ سخت بيمار ٿي پيو ۽ ڊاڪٽر نااُميديءَ ڀريو جواب
ڏئي ويا، تڏهن هو روزگار جي تلاش ۾ نڪري ويو.
پنيان سندس پٽ راهه رباني وٺي رمندو رهيو. ڪيس
گولهڻ لاءِ خوب ڊڪ ڊوڙ ڪئي، پر سندس پتو ڪونه

پنهنجي سگهيو. آخر شام جو دير سان گهر ويو. سندس استريءَ اچي مٿس مٿي. چي "اهڙا ته مرد ليندا آهن جو ٻار کي گهر ۾ رندو ڏسي، ڪيڏانهن غائب ٿي وڃن!"

مرد مشڪي وراڻيو، "ٻڌ، هڪ پيري مون خراب ٻه ڏلو له مان راجا آهيان، سڀ پٽ الري انهن سان الميت آنند ۾ جيون جا ڏينهن گهاري رهيو آهيان. اک کلڻ سان هڪ ته ڏسڻ ۾ ڪونه آيم. سڀ سپنو هو. هاڻي ٻڌاءِ ته انهن ستن راجڪمارن لاءِ ڏک ڪريان يا هن پٽ لاءِ، جنهن جو اڄ مرڻ ٿيو آهي؟"

جيڪو جيوُ هيءَ سنسار هڪ سپنو ڪري ٿو سمجهي، سو سااڌارڻ منش جيان سنساري پدارٿن لاءِ خوشي يا ڏک محسوس ڪونه ٿو ڪري.

١٠٩٨- هڪ پيري هڪ نوجوان سنياسي هڪ گهر جي ٻاهران ڀڪيا لاءِ بيٺو هئين. هن ٻالڪ اوستا کان سنياس اختيار ڪيو هو ۽ سنسار جي خبر ڪا ٻوجهه هئس. سندس آواز تي گهر مان هڪ جوان استري ڀڪيا کڻي آئي. هنجي ٻرئل ڇاتي ڏسي، سنياسيءَ ڪانئس پڇيو، "توکي ڇاتيءَ تي ڦوڙا آهن ڇا؟"

ان استريءَ جي ماتا وراڻي ڏنس، "نچا اهي ڦوڙا نه آهن. هنکي جلد ٻالڪ پيدا ٿيڻ وارو آهي؛ اُن کري ايشور کيس ٻه ٿڻ ڏنا آهن، جن مان ٻالڪ ٿڃ پيئندو."

سنياسي اهي اکر ٻڌڻ سان هڪدم چيو، "هن کان

پوء ٻيک ڪونه پنندس. جنهن ساس ڏنو آهي، سو
گراس به اوس ڏيندو!"

١٠٩٩- پتي ۽ پتني سنسار تياڳي تيرٿن لاء راهي
ٿيا. رستي تان وڃي رهيا هئا، ته پتي، جو پنهنجي
پتنيء کان ڪجهه قدم اڳيان هو، ڌرتيء تي هڪ هيرو
ڏٺو. ويچار آيس ته متان منهنجي استري اهو هيرو
ڏسي هرکجي وڃي، سو پير سان پٽ کي کوٽي، اهو
هيرو ڍڪڻ لڳو. اڃا ائين ڪري رهيو ته سندس
استري اچي اُتي پهتي- پڇيائين، "هيء ڇا ڪري
رهيا آهيو؟" مڙس منجهي ويو. هيڪر ڳالهه ٻڌائي
ڇڏيائين. پر سندس استريء ته اهو هيرو ڏسي ورتو ۽
پنهنجي پتيء جو اندر پرکي چيائين، "اوهان سنسار
جو تياڳ ته ڪيو، پر اڃا تائين توهان کي هيري ۽
مٽيء جي وچ ۾ ڀيد ڀاسڻ ۾ پيو اچي!"

١١٠٠- انسان ۾ ويراڳ ڀاؤ ڪيئن ٿو اُڀجي؟ هڪ
استريء پنهنجي پتيء کي چيو، "مون کي پنهنجي
پاڻ لاء ڏاڍي چنتا ٿي پئي آهي. گذريل هفتي کان
هو سنياس اختيار ڪرڻ جي ويچار ۾ محو آهي ۽ هو
آهستي آهستي ڪري پنهنجون ڪامنائون ۽ گهرجون
گهٽائي رهيو آهي."
سندس پتيء وراڻيو، "پياري، پنهنجي پاڻ لاء
ڪا چنتا نه ڪر. هو سنياسي ڪڏهن به ڪونه

ليندو. ڪوبہ شخص اهڙيءَ ريت سنياسي ڪونہ ٿي سگهندو آهي."

استريءَ پڇيس، "تڏهن سنياس ڪيئن اختيار ڪري ٿو سگهجي ٿو آهي؟"

"هيئن!" ائين چئي سندس پتيءَ پنهنجا ڪپڙا ڦاڙي ٽڪر ٽڪر ڪيا ۽ هڪ ٽڪر ڪٽي لنگوٽ جيان ٻڌي، پنهنجي استريءَ کي چيائين، "تون ۽ سڀ استريون اڄ کان وٺي مون لاءِ مائرون آهن!" ائين چئي هو گهر ڇڏي نڪتو ۽ وري نہ موٽيو.

۱۱۰۱- جيڪڏهن ڪير چوي، "اهڙو اهڙو ڪري پورو ڪندس، اڃا ڪرڻو ٿي آهيان، هيئر ٿو شروع ڪريان"، تہ سمجهڻ گهرجي تہ هن جو سڀاءُ ڍير وجهڻ جو آهي ۽ اُن ڀاڄ سان وڳوڙ تہ ٿالي ماڻ ايندو. پر جنهن جي دل ۾ تياڳ جو تيز ڀيت ٿري ٿي، جو ايشور لاءِ ائين تڙپي ٿو، جيئن ماءُ جي دل پنهنجي وڃايل ٻالڪ لاءِ دک ڪندي آهي، سو ايشور کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ ٿو چاهي. هن لاءِ سنسار، ٻا ڍيرار کوهہ جي مثل آهي ۽ هو سدائين سڄيت رهندو تہ متان اُن کوهہ ۾ ڪري پوان. هو ٻين ساڌارڻ ماڻهن جيان ڳڻا مڙ نہ ڪندو تہ پهريائين گهرو معاملا سميٽي، پوءِ ايشور جي ڌيان ۾ لڳندس. هن جو ارادو مستحڪم هوندو.

هڪ ملڪ ۾ ڪنهن سال برسات نہ پوڻ سبب

پاڻيءَ جي اچي سخت اڻاڻ لڳي. سڀ ڪڙمي پنهنجن
زمينن کي پاڻي پهچائڻ لاءِ ڪڙيا ڪونڻا ٻه لڳي ويا.
هڪ ڪڙمي محڪم ارادي جو هو. ٻن ڪيائين ته
ڪاني ڪري نديءَ مان پاڻي نه آڻيندس،
جيسين کاني ڪندو رهيو.
ليسين پلڪ ٻه آرام نه ڪندس. هو ڪاني ڪندو رهيو.
اشان ۽ ڪاڏي جي مهل ٻه نبري وئس- سندس استري
پنهنجي ڌيءَ هٿان ٽيل موڪليس. اُن اچي ڪيس چيو،
"بابا، منجهند اچي لڳي آهي- ٽيل لڳائي اشان ڪريو".
پٽس جواب ڏنس، "ترس، اچا ڪم ڪرڻو الا!"
نين ڪم ڪندي ٻه لڳي ويا؛ پر ڪڙمي ڪاڏو پيتو
سڀ وساري، سڄان پاڻيءَ ڪان سواءِ ڪم ڪندو رهيو.
آخر سندس استري پاڻ هيءَ لڳي آئي- اچي چيائين،
"اچا، سنان ٻه ڪين کيو اَلو؟ روٽي ٺري ولهه ٿي
ويٺي آهي! اوهين هميشه حد کان ٻاهر ويندا آهيو.
هيٺر اچو ٻه هلون! وڏيڪ ڪم سياڻي ڪجو، يا روٽي
کائي پوءِ ايڪما لڳي اچي باقي ڪم پورو ڪجو."
اِن لڳي ڪڙمي جوش ۾ اچي ويو. ڪوڏر زال مٿان
اولاري، ڪيس گارگيد ڏيئي، پڇائي ڪڍيائين. چوڻ
لڳو، "اي نادان استري! ڏسين ڪانه ٿي ته فصل
سڙي رهيو آهي- جي ترت هلو پيٽي نه ڪندس ته
لوهين سڀ ٻڪه ۾ پاهه ٿي ويندا. پهريائين هيءَ ۾
پاڻي آڻيندس ۽ پوءِ ٻي ڪا ڳالهه ٻڌندس يا ويچار ۾
آڻيندس."

سندس استري نه صبر ڪري هلي وئي. ڏاڍيءَ جٽاڪشيءَ بعد آڌيءَ رات جو سندس ڪوششون برڪار ٿيون. باٻي جڏهن لديءَ مان ڪُرُ ڪڍو، هنجي هٿيءَ ۾ اچي پهتو، تڏهن مڙس جي دل ۾ آنند جون لهرون آيون. پوءِ گهر اچي تبل لڳاءَ ولي، باٻ کي ٽاڙو اوائو ڪري، ٻڌوا جي گود ۾ آرامي ليو. اهڙو پڪو ارادو ۽ تيز ويراڳ جي نشاني آهي.

پر ڪڙمي ته ساڳي ڪم ۾ وڌل هو، پر منجهند جو جڏهن سندس استري کيس ڪولهه آئي ته لهر پهڻ آلي ڪڙو لبو- چيائين، "لون باٻ آئي آهين ته ضرور خلطو ٿي پوندو."

نتيجو اهو نڪتو جو هو وقت سر پنيءَ کي باٻي پهچائي ڪونه سگهيو. اُن ڪري فصل چٽ ٿي ويس.

ان مان ظاهر آهي ته پورو ۽ سستيءَ واري ويراڳ جو ڦل ته ساڳيو ٿي ٿي سگهي. جيئن محڪم ارادي ڏاران زمين جي آبادي آسانيءَ سان نه ٿي ٿئي، تيئن ايشور کي پائڻ لاءِ جيسين هردي ۾ سچي پياس نه هوندي، تيسين ايشور درشن ڪونه ڏيندو.

۱۱۰۲- هڪ ڀيري هڪ مهاتما ڪنهن شاهوڪار جي باغيچي ۾ رات جو لڪوريءَ گهڙي وار ۽ ٽلاءَ ۾ مڇيون مارڻ لڳو. شاهوڪار کي ڪڙڪ پهچي وئي. نوڪرن کير چيائين ته پهريائين سڃي باغ کي گهيرو

## درشٽانت

ڪري وڃو. پوءِ ٻنهيون ڪٽي ڇور کي گرلهڻ لڳا- مهاڻي
ڏٺو ته شڪار ڪرڻ جي ماڳ، پاڻ شڪار ٿي رهيو
آهيان. پڇڻ جي ڪا واهه نه ڏسي، ڇا ڪياءِ جو بدن
کي ڀڀوت لڳائي، ساڌوءَ جو ڀيک ڪري، هڪ وڻ
هينان ويهي رهيو. شاهوڪار جي نوڪرن کي ڇور ته
ڪٿي به ڏسڻ ۾ ڪونه آيو، باقي هڪ ساڌو سو
ڏٺائون، جو وڻ هينان پلٿي ماري، اکيون ٻوٽي، ڌيان
۾ مگن ويٺو هو- صبح جو ٿيو جيئن خبر ڦهلجي ويئي
ته فلاڻي سيٺ جي باغيچي ۾ هڪ ساڌو پڌاريو آهي.
سوين ماڻهو ميوا مٺايون ۽ ٻيون پيٽائون کڻي، ساڌوءَ
اڳيان سر جهڪائڻ لاءِ آيا. سون ۽ چانديءَ جي سڪن
جا ڍڳ سندس اڳيان ڪٺا ٿي ويا.
ماڻهو دل ۾ ويچار ڪرڻ لڳو، "ايشور جي مهما
اپار آهي. سچو ساڌو نه آهيان ته به ماڻهو منهنجو هيترو
ستڪار ڪري رهيا آهن. سچو ساڌو ٿيڻ سان ته جيڪر
ايشور کي پائي سگهان."
اهڙيءَ طرح صرف ڍونگ ڪرڻ ٿي، مهاڻي جي
اندر ۾ سچي جاڳرتا آندي.
۱۱۰۳- هڪ ساڌو کي سڌيون پرايون. ان ڪري
ڏاڍو ايمان ۾ ڀرجي ويو. ڀرهونءَ پلو پرش هو ۽ ڪٽين
لهسيائون ڪيون هئائين. ڪيس سڌارڻ لاءِ، ايشور هڪ
سياسيءَ جو ويس ڌاري ولس آيو ۽ چيائينس، "مهاراج!
مون ٻڌو آهي ته اوهان سڌين دواران ڪرامتون ڪري

سگهندا آهيو؟"

ساڌو اهي اکر ٻڌي خوش ٿيو ۽ سنياسيءَ جو آدرستڪار ڪري، کيس ٻانهن وٽ وهاريائين. اُن وقت اُتان هڪ هاٿي لنگهي رهيو هو. سنياسيءَ اُن کي ڏسي، ساڌوءَ کان پڇيو، "مهاراج توهين چاهيو ته هن هاٿيءَ کي به هيڪر ماري سگهو؟" ساڌوءَ ورائيو، "هائو، آسانيءَ سان! ائين چئي زمين تان مٽي کڻي، منتر اُچاري، هاٿيءَ مٿان اُڇلايائين. هاٿي ڌڙ ڌڙ ڪري ڪري پيو ۽ ٽڪڙا ٽڪڙا ٿي ويو. سنياسيءَ عجب ڏيکاري چيو، "آها! ڪيڏي نه وچتر شڪتي! ڪيڏو نه سولائيءَ سان پرمت جيڏي هاٿيءَ کي ليٽائي ڇڏيوَ!"

ساڌو پنهنجي ساراهه ٻڌي مشڪڻ لڳو. سنياسيءَ وري چيس، "مهاراج! ڀلا هن هاٿيءَ کي وري جيئاري به سگهندا؟" ساڌوءَ چيو، "هائو. ائين به ڪري سگهندس."

وري به مٽي کڻي منتر پڙهي، هاٿيءَ جي لاش مٿان ڦٽي ڪيائين ته هاٿي اُٿي کڙو ٿيو ۽ اڳي کان به اڳرو ڏسڻ ۾ آيو. سنياسيءَ ساڌوءَ کي آکيو، "لاشڪ توهان جي ڏانس عجيب آهي، پر هڪڙو سوال پڇان؟ توهان هاٿيءَ کي ماريو ۽ جيئاريو، پر اُن مان اوهانکي ڇا ملئہ ... ... ڪيتري اُنتي ٿي؟ اُن اوهان کي ... ... ڪرڻ ۾ ڪا مدد ڪئي؟" ائين چئي

# ڏرشٽانت

اُهو سنياسي الوپ ٿي ويو.

١١٠٤- هڪ ڪاٺير تمام ڏکيا ڏينهن ڪاٽيندو هو- هو، پر پيٽ
ڳُو جهنگ مان ڪاٺيون ڪري وڪڻندو هو. هڪ ڏينهن
انهن مشڪلات سان ڪٽي سگهندو هو. هڪ ڏينهن
جهنگل ڏانهن ويندي هڪ سنياسي گڏيس- اُن چيس،
”جهنگل ۾ پريرو ويندين ته ڀلو ٿيندءِ.“
ڪاٺير اها صلاح مڃي جهنگل ۾ پريرو ويو ته چندن
جا درخت نظر آيس. خوشيءَ ۾ پرچي، چندن
جا جيترا ڀڳ ڪٽي سگهيو، اوترا وڍي، بازار ۾ وڪٽي،
جهجهو نفعو پاتائين. ٻئي ڏينهن خيال آيس ته سنياسيءَ
ائين ڪونه چيو ته ”اڳيرو چندن جا وڻ آهن؛ پر صرف
جهنگل ۾ اڳتي وڃڻ لاءِ چيو هئائين“- سو ٻئي ڏينهن
چندن جي وڻن کان به پريرو نڪري ويو- ٿانجو ٽامي
جي کاڻ نظر آيس. اُتان جيترو ٽامو ڪٽي سگهيو، اوترو
ڪيائين ۽ بازار ۾ نيڪال ڪري جهجهي رقم ڪمايائين.
ٽئين ڏينهن ته ٽامي جي کاڻ کان به پري وڌي
ويو. ڪجهه پنڌ مس ڪيائين ته چانديءَ جي کاڻ
نظر چڙهيس، خوب چاندي ڀوٽي، ٻاڻ ڪي مالامال
ڪيائين. اهڙيءَ ريت روز اڳتي قدم وڌائيندو رهيو.
وڌندي وڌندي سون، هيرن ۽ جواهرن جون کاڻيون
نظر آيس. ڪروڙپتي ٿي پيو! سچي گيان جو ڳولهائو
به اهڙيءَ ريت اڳتي ڪندو ويندو آهي- جيڪڏهن
هو ٿوري ٿي الوڪڪ شڪتي پراڻ بعد ماٺ ڪري

ڪين وڃي رهندو ته آخر پورم ستيہ جو انمت گيان پراپت ڪندو.

۱۱۰۵- اڪبر بادشاه جي راڄ ۾ دهليءَ جي ڀرسان جهنگل ۾ هڪ فقير رهندو هو. ڪئين ماڻهو اُن درويش جي ڪٽيا ۾ پيا ايندا هئا. سندن آدرستڪار ڪرڻ لاءِ هن وٽ ڪو ڪاري پاڻي ۽ کاڌ هوندي هئي. اُن ڪاڻ لاءِ ڪيس ڪجهه ٻئي جي دڪار ڪي. اڪبر بادشاهه وٽ لنگهي ويو. اڪبر ته پيرن فقيرن کي سهائتا ڏيڻ لاءِ مشهور هو. اُن وقت اڪبر عبادت ڪري رهيو هو. فقير اُن ڪمري ۾ واهي رهيو. اڪبر ڏٺيءَ در. سوال ڪيو، "اي خداوند! وڌيڪ دولت، وڌيڪ طاقت ۽ وڌيڪ شهنشاهي بخشيم!" درويش اهي اکر ٻڌي پوپان پر ڪري وڃي رهيو هو ته اڪبر ترسڻ لاءِ اشارو ڪيس. عبادت پوري ڪرڻ بعد اڪبر درويش کان پڇيو، "سائين، توهين مون سان گڏجڻ لاءِ آيا، پر مون سان ڳالهائڻ بنا ڇو وارس وڃي رهيا آهيو؟"

درويش فرمايو، "توهان وٽ اچڻ جي مراد... پر خير. توهان کي اهڙيءَ ڳالهه ۾ تڪليف ڏيڻ نه چاهيان."

اڪبر جڏهن مٿس گهڻو زور آندو تڏهن فقير چيو، جيئندا ڪيلا! ڪيترا ماڻهو مون وٽ سکيا وٺڻ لاءِ ايندا آهن، پر ٻئي نه هئڻ ڪري سندن رهائڻ جو بندوبست ڪري ڪونه سگهندو آهيان. انهيءَ ڪري

توهان وٽ مدد لاءِ آيس.“ اڪبر لنهن کي چيس، ”جي ائين هو ته پنهنجي مراد ظاهر ڪرڻ ڏاران واپس ڇو وڃي رهيا هئا؟“
درويش وراڻي ڏني، ”ڏٺم ته توهين پاڻ پيو آهيو، اڏهن پاڻ کي چيم ته انهيءَ انسان کان ڇو ڀيک مڱان، جو خود پاڻ ڀيکاري آهي؟ جيڪڏهن ڀيک پنڻ جي درڪار اٿم ته ڇو ڪين خود خدا سائين کي سوال ڪريان؟“
۱۰۶- هڪ برهمڻ ڪنهن سنياسيءَ سان گڏ پو-پنهي سنساري ۽ ڌرمي وشين تي گيان گوشت ڪيو. آخر ۾ سنياسيءَ برهمڻ کي چيو، ”بابا، سنسار ۾ ڪير ڪنهن جو سنگي ناهي. جن کي تون پنهنجو ڪري سمجهين ٿو، سي ۾ تنهنجا نه آهن.“ برهمڻ کي اها ڳالهه وسهڻ ۾ ڪانه آئي- دل ۾ چوڻ لڳو، ”اهو ڪداچت ٿي نه ٿو سگهي ته ڪٽنب جي پالين، جن لاءِ ڏينهان هڏ پيو هڻان، سي منهنجا مترناهن لاءِ راليان ڏيهان هڏ پيو هڻان، سي منهنجا مترناهن واهر ڪين ڪندا.“ سنياسيءَ کي ۽ اوکيءَ ۾ منهنجي واهر ڪين ڪندا.“ سنياسيءَ کي چيائين، ”سائين، ٿورو ٿي مٿي ۾ سور پوندو اٿم له منهنجي ماتا کي ايترو ته اونو ٿيندو آهي، جو جيڪر وس پڄندي، ان درد کي دور ڪرڻ لاءِ پنهنجي سر ڏيڻ کان به نه گسي! منهنجي ته دل سان ٿي اها ڳالهه نه ٿي لڳي- اهڙي ماتا کي ڪيئن نه ڏکه سکه ۾ سنگي سمجهان؟“

سنياسيءَ وراڻيس، ”جي الين آهي تہ هوءَ برابر
تنهنجي سيڻ ٿي ليکي. ٻہ سٺ ٻچين تہ ٽون انهيءَ ہ
ٻال آهين. ڀلنٽي ٻلاٽي ہ تہ سمجهہ تہ تنهنجي مائي
استري يا سنتان تنهنجي خاطر پنهنجي جان قربان ڪندا.
ڀلا ٽون اُن جي آزمايش ولي ڏس. گهر وڃي مکو
ڪري ٻہت جي سخت سوُر سان ڦٿڪ ۽ رڙيون واڪا
ڪر، جيئين مان اچي ٽوکي مزو ڏيکاريان.“

برهمڻ هنجي آگيا انوسار ائين وڃي ڪيو. ڪئين
حڪيم حاذق آيا، پر سندن ڦڪين فرق نہ ڪيو.
سندس مائا دک ۾ ٻرجي ٽڏا شوڪارا ڀرڻ لڳي.
سندس استري ۽ اولاد تہ هنسي ورلاپ ڪري ٻاڪاري
رهيا هئا. اِتي سنياسي بہ اچي سهڙيو.

سنياسيءَ برهمڻ کي ڏسي چيو، ”هنکي خوفناڪ
مرض ورايو آهي. سندس ٻچڻ جي ڪا بہ اميد نظر ڪانہ
ٿي اچي. هان، هڪ ڳالهہ هنجي جان ٻچائيندي. ڀو
ڪبر هن لاءِ پنهنجي حياتي قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندو
تہ مڙس ٻچي پوندو.“

سنياسيءَ جا اهي اکر ٻڌي سڀ فڪر ۾ پئجي
والڙن جيان نهارڻ لڳا. سنياسيءَ پهريائين برهمڻ جي
ٻڍيءَ مائا کي چيو، ”مائي، هن ٻرڏ اوستا ۾ تنهنجي
لاءِ جيئڻ يا مرڻ ساڳي ڳالهہ آهي. تنهنجو پٽ مري
پوندو تہ ڪير ڪمائي تنهنجي پالنا ڪندو؟ پٽ صدقي

## دُرشٽانت

پنهنجي حياتي ڏيڻ لاءِ تيار ٿيان ۽ سندس جان بچائي
ڏيانءِ. تون سندس جڻيندي جيجل، پنهنجي پيٽ مان
ڄڻيل آنڊي لاءِ هيءَ قرباني نه ڪندينءَ ته ٻيو ڪير
پنهنجي جان ڏيڻ لاءِ تيار ٿيندو؟”
ٻڍيءَ روئندي ۽ ڳوڙها ڳاڙيندي چيو، ”پوڄيه
پتاجي! پنهنجي ٻچي لاءِ سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار
آهيان ۽ پر ڳالهه چاهي جو منهنجي حياتي ...... پٽ
جي پيٽ ۾ منهنجي حياتيءَ جو ملهه ڪهڙو؟ پر هيءَ
ننڍڙا ٻالڪ جي منهنجي مرڻ بعد ننڍڙا ٿي پوندا،
ٿن جو خيال مونکي ڪاتر بڻائي ٿو ڇڏي- ڪهڙا نه
منهنجا نياڻا ڇٽا جو انهن اُبهمن جو وهار منهنجي آڏو
اڄي رهيو آهي!”
برهمڻ جي استريءَ سنياسي ۽ سس جي وچ ۾ ٿي
ورتن ڪيل گفتگو ٻڌي، زار زار روئي، پنهنجي پيءُ
ماءُ ڏانهن منهن ڪري چيو، ”منهنجا پيارا پتا ۽ ماتا،
اوهان جي خاطر پنهنجي جان قربان ڪري ڪانه ٿي
سگهان.”
سنياسيءَ ڪانئس پڇيو، ”ڇا تون پنهنجي پتيءَ لاءِ
هيءَ قرباني ڪرڻ لاءِ تيار ناهين؟” هن وراڻيو، ”آ
بدبخت آهيان- قسمت ۾ وڌواپڻو لکيل اٿم ته پل وڌ
ٿيان، پر پنهنجي پيءُ ماءُ کي پنهنجي وڇوڙي جو
صدمو ڏيڻ لاءِ تيار نه آهيان.”

اهڙيءَ ريت هرڪو پنهنجو پلئه ڇڏائڻ لڳو. لڏهن سياسيءَ برهمڻ کي چيو، "هيئنر پاڻ رنگ ڏٺئه ته ڪير به تنهنجي. لاءِ پنهنجي جان قربان ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهي."

لڏهن برهمڻ جا ڪپاٽ کليا ۽ اهڙو وتراڳ اچي ويس جو گهر ٻار تياڳي، سياسيءَ جي پٺ ورتائين.

١١٠٧- هڪ شخص پنهنجي گروءَ کي چيو، "سوامي! منهنجي استري مونکي ڏاڍو پيار ڪندي آهي؛ ان ڪري سنسار جو تياڳ ڪري ڪين سگهندس."

اهو شش هٺ يوڳ جو اڀياس ڪندو هو. سندس گروءَ کيس هٺ يوڳ جا ڪي ڳجهه ساڌن سيکاريا هئا، جيئن کيس ثابت ٿئي ته سندس متئون وچار غلط هو. هڪڙي ڏينهن ان شش جي گهر اچانڪ روڄ پٽڪي جو آواز لڳو. پاڙيسري ڊوڙندا آيا. ڏٺائون ته هيءَ يوگي ڪنهن وڏو ڪڙ آسن ۾ نرجان ٿيو پيو هو. سڀني سمجهيو ته سندس پران نڪري ويا آهن. سندس استري ورلاپ ڪري رهي هئي، "پيارا، تون ڪيڏانهن هليو وئين؟ ڇو مون کي رڻ ۾ رولي وئين؟ آها ڪنهن کي ڪل هئي ته ههڙي آپدا اسان مٿان نازل ٿيندي!"

نياڻي وارن ڪاٺي ناهي، سامگري تيار ڪئي؛ پر هڪ مشڪلات درپيش آئي. هٺ يوگيءَ جو شرير وڏو ڪڙ ٿيل حالت ۾ هو، سو در کان نڪري ڪونه پئي سگهيو. ان ڪري پاڙي وارن ٻيو ڪو چارو نه ڏسي، ڪهاڙو

درشٽانت

آئي در جي چوڪاٽ ڪپڻ شروع ڪئي. سندس استري
جا دل ڏاريندڙ ورلاپ ڪري رهي هئي ۽ پنهنجي
ڏک کي جهلي نه ٿي سگهي، سا ڪهاڙيءَ جو آواز
ٻڌي ڊوڙي در وٽ وڃي پڇڻ لڳي، ”هي ڇا ڪري
رهيا آهيو؟“ جواب ڏنس، ”هيءَ چوڪاٽ
هڪ ٻاڙيسريءَ جو لاش در ڪان
پڇي رهيا آهيون، نه ته تهنجي پتيءَ جو واڪو ڪري
ٻاهر نڪري ڪونه سگهندو.“ ماڻيءَ
چيو، ”نه نه، ائين ڪرڻ جي ضرورت ناهي. منهنجو
مڙس نه مري چڪو آهي، هينئر جيئرو ٿورو ئي ٿيندو؟
هينئر منهنجي سار لهڻ وارو ڪير ڪونهي- مونکي ٿي ڇنا
چورا ٻالڪا آهن. هڪ ڏفع چوڪاٽ ڀڃنداسين ته پوءِ اُن
کي ٺهرائي ڪانه سگهنديس. بهتر آهي ته منهنجي
پتيءَ جي لاش جون ٽنگون ٻانهون ڪٽي ٻاهر ڪڍو وس.“
اهو ٻڌي هٿ ٻوڳي هڪدم اٿي ڪڙو ٿيو ۽ پنهنجي
استريءَ کي واڪو ڪري چيائين، ”واهه، جا ٿون
منهنجي استري آهين! چوڪاٽ بچائڻ لاءِ منهنجون
ٽنگون ۽ ٻانهون ڪپائڻ ٿي چاهين؟“
ائين چئي، گهر ٻار ڇڏي، پنهنجي گروءَ سان
هليو ويو.

## مايا جي چال

۱۱۰۸- هڪ شخص جهنگل مان لنگهي رهيو ه

رستي تي ٿي چورن اچي جهليس. جيڪي به هيس سو ڦري فقير ڪيائونس. پوءِ ٻه ٽي چور چون، "هن کي جيئرو ڇا لاءِ ڇڏجي؟" ڪين ته ٻئي تلوار ڪيس ماري ماٺ ڪرڻ تي هو، ته ٻئي چور کيس روڪي چيو، "هن کي ماري ڇڏڻ مان ڇا ورندو؟ بهتر آهي ته هن جا هٿ پير ٻڌي، کيس ڪنهن پاسيرو ڦٽو ڪري هلجي."

پوءِ هن جا هٿ پير ٻڌي، کيس اتي ئي ڇڏي، پاڻ اڳتي وڌيا. ڪجهه پنڌ ڪري وڃڻ بعد ٽيون چور واپس آيو ۽ کيس چيائين، "هاءِ! وڏي بيڙا پوڻي رهيو آهين. تنهن ته رسي ڇوڙي توکي آزاد ڪريان."

پوءِ هن کي آزاد ڪري، کيس چيائين، "هيئنر مون سان گڏجي هل ته توکي دڳ لڳائي ڇڏيان." پوءِ ٻئي ڪيتري پنڌ ڪرڻ بعد رستي تي اچي سهڙيا. چور چيس، "هرڊانهن نهار! سامهون تنهنجو گهر آهي. هيءُ رستو سڌو تي سڌو ولي وڃ. جلد ئي وڃي اتي پهچندين."

اُن شخص چيس، "سائين! اوهان جي وڏي مهرباني. اوهان جا منهنجي مدد ڪئي آهي، تنهن لاءِ احسانمند آهيان. ڀلائي ڪري منهنجي گهر هلي پنهنجا چرڻ گهمايو." چور وراڻي ڏنس، "نه، مان هلي ڪونه سگهندس. پوليس ڏسي وٺي، ته پڪڙجي پوندس."

هيءُ سنسار ٻه هڪ جهنگل آهي. اُن ۾ ٽي چور

ڊرشٽانت

آهن مايا جا ٽي گڻ- ستو، رجو ۽ تمو. جيئو آتما مسافر جيان آهي- آتم گيان هنجو خزانو آهي- تمو گڻ هنکي سنسار روپي رسين سان ٻڌي ٿو؛ پر ستوگڻ کيس رجي ۽ تمي جي وڪارن کان بچائي ٿو- ستي گڻ جي اوت وٺي، جيئو تمي گڻ جي اَٿرن، جهڙو ڪام، ڪروڌ ۽ لوڀ کان آجو رهي ٿو. مطلب ته ستوگڻ جيئو آتما کي سنسار جي ٻڌنن کان ڇڏائي ڇڏي ٿو، پر ستوگڻ خود به چور آهي- اهو مالڪ جي مڪان جو پهرو پسائي، پوءِ چوندو آهي، ”ڏس، هيءُ تنهنجو مڪان آهي!“ پوءِ هو غائب ٿيو وڃي- خود ستوگڻ به نراڪار پد تي پهچي نه ٿو سگهي.

۱۰۹- هڪ پروهت ڪنهن شش جي گهوٽ ڏانهن وڃي رهيو هو. پاڻ سان ڪو ٽهليو ساڻ ڪونه هوس. رستي ۾ هڪ چماڙ ڏٺائين. ڪيس چيائين، اي ٻلا ماڻس! منهنجو ٽهليو ٿي مون سان هلندين؟ ڪاڏو پيٽرو جام ملندءِ ۽ خاطري به چڱي چوکي ٿيندءِ.“ چماڙ وراڻي ڏنس، ”مهاراج! مان اڇوت آهيان. توهانجو ٽهلئي ٿيڻ جو لائق نه آهيان.“ پروهت چيس، ”فڪر ناهي، ڪنهن کي ٻڌائج ڪٿي ڪين ته تون ڪير آهين- نه ڪنهن سان ڳالهائج، نڪي ڪنهن جي ڏيٺ ويٺ ڪج.“

چماڙ اها ڳالهه قبولي. سج لٿي مهل پروهت پنهنجي شش جي گهر سنڌيا ڪري رهيو هو- اتي هڪ ٻيو

ٻروهت آيو ۽ ڀڳوان ٻروهمڻ جي ٽهلئي کي چيائين، ”هتي منهنجي جتي رکي اٿئي، سا ته کڻي اچ.“ ٻر ٽهلئي پنهنجي مالڪ جي آڳيا انوسار ڪجهه جواب ڪين ڏنو. اُن ٻروهمڻ وري ٻيهر جتي کڻي اچڻ لاءِ چيس، ٻر هو اهڙو ڪڇي ڇوڙي پيو! ٻروهمڻ ته ڪيس ور ور ڪري چوندو رهيو، ٻر ٽهلئي جهٽ چپن کي چپو لڳائي ڇڏيو هو. نيٺ ٻروهمڻ ڇڙڪي تي واڪو ڪري چيس، ”لوڪي اهڙي جرئت ڪئي آهي جو ٻروهمڻ جي حڪم جو اُلنگهڻ ڪري رهيو آهين؟ ڳالهه ڇا اٿئي؟ ڇماڙ ته ڪين آهين؟

ڇماڙ اهي اکر ٻڌي ڌپ وڃان ڪنڌ لڳو ۽ تماشائيءَ سان اُن ٻروهمڻ ڏانهن نهاري چيائين، ”او ٻوجهه ٻروهمڻ! راز ته کلي پيو. هيئنر هتي وڏيڪ ترسڻ جي جرئت نه ٿي ڪانه ٿي ٿيم، ڇڏيوم ته ٻيڃي وڃان!“ انهن چئي ڪڙي ڪيائين.

ساڳيءَ ريت جتي مايا ٻڌري ٿي ٻوي ٿي، اُتان هڪدم ٻرُ ڪري ٻرواز ڪري وڃي ٿي.

۱۱۱۰- مايا جو ٻيد اپار آهي. هڪ ڀڳا نارد منيءَ ڀڳوان کي چيو، ”هي ناٿ! ڪرپا ڪري پنهنجي مايا ڏيکاريو، جا اُها ليٽيءَ مان ليٽي ڪري ڏيکاري.“ ڀڳوان ڪنڌ ڌوڻي ”هائو“ ڪئي. ڪجهه مدت ٻڇاڻا نارد کي ساڻ وٺي ڀڳوان رتن ڪرڻ نڪتو. ڪجهه ٻند

ڪرڻ بعد ڀڳوان کي اڃ ۽ اُڃ ساڻو ڪيو. نارد کي
چيائين، "ڀلا، نارد! ڏاڍي پياس لڳي اٿم. ڪٿان
پاڻيءَ چڪر هٿ ڪري آڻ." نارد هڪدم پاڻيءَ جي
تلاش ۾ نڪتو.

ويجهڙائيءَ ۾ ڪٿي پاڻي ڏسڻ ۾ ڪونه آيس؛
سو ويو اڳتي وڌندو. گهڻو پري هڪ ندي نظر آيس.
نديءَ جي ڪناري تي هڪ سندر استري وهنجڻ ڏٺائين
ٿي. استري به نارد سان نهايت ئي
مٺس موهت ٿي پيو. استري به نارد سان نهايت ئي
مڌر وچن ۾ ڳالهايو. ٻئي هڪ ٻئي جي پريم ۾ اڪن
چڪن ٿي ويا. نارد ساڻس شادي ڪري، اُتي ئي
گرهستي ٻڌي ويهي رهيو. وقت گذرندو ويو. استريءَ
مان ڪيترائي ٻالڪ ٿيس. استريءَ ۽ ٻارن سان وقت
مزي ۾ گذاري رهيو هو ته ڏڪار پنهنجو اگرو منهن
ڪڍيو. ڪال پنهنجو ٻڪ وڌڻ لڳو. نارد خيال ڪيو ته
هيءُ ديش ڇڏي، ڪنهن دور ديش ڏانهن هلجي.
سندس استريءَ کي اها صلاح وڻي ۽ ٻئي گهر ڇڏي
ٻارن کي ساڻ ڪري نڪتا. ندي پار ڪرڻ لاءِ اچا پل
تي مس پهتا ته پاڻي ڪڙڪات ڪري، اٿل ڪاڌي ۽ ٻوڏ
سبب سندس ٻار هڪ ٻئي پٺيان ٻڏندا ويا. آخر سندس
استري به ٻڏي وئي. وڇوڙي جي دک ۾ وياڪل ٿي،
نارد نديءَ جي ڪپ تي ويهي زار زار روئڻ لڳو.
ڏٺائين ايشور سندس سنمک اچي پرگهٽ ٿيو ۽ پڇيائينس،
"پريه نارد، پاڻي ڪٿي آهي؟ تون روئين ڇو پيو؟"

ٻڪران کي ڏسي نارد چرڪ ماريو. ٻوء سموري ڳالهه سمجهه ۾ آيس. وسميء ۾ پئجي چيائين، ”ناٿ! توهان کي پرنام، ۽ توهان جي مايا کي ٻه پرنام!“

۱۱۱۱- هڪ پيري هڪ شينهڻ رڍن جي ڌڻ تي حملو ڪيو. شينهڻ ڳرڀولي هئي. جيئن ئي رڍن مٿان ڇانگ ماريائين، ليئن کيس ٻچو ڄائو ۽ پاڻ ڦٿڪي ڦٿڪي مري وئي. شينهڻ جي ٻچي کي رڍار پاليو. هو رڍن سان گڏ گاهه چرندو هو. رڍون 'با' ڪنديون هيون ته هيءَ ٻه 'با' جو آواز ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. نيٺ وڏو شينهن ٿي پيو. رڍن سان رهي، سندس سڀاءُ ٻه رڍن جهڙو ٿي پيو. هڪ ڏينهن اتفاق سان هڪ ٻئي شينهن رڍن جي ڌڻ تي حملو ڪيو. رڍن ۾ هڪ شينهن چرندو ڏسي، حيران ٿي ويو. رڍ مثل شينهن جي پٺ ولي، کيس وجي پڇيءَ کان جهليائين ۽ هو ڊپ وچان رڍن وانگر 'با' 'با' ڪرڻ لڳو. شينهن کيس گهلي هڪ چشمي تي ولي ويو. اُن ۾ سندس پاڇو ڏيکاري چيائينس، ”ڏس، توکي به مون جهڙي شڪل آهي- تون ٻڻ مون جيان شينهن آهين. هاڻ هيءَ ماس جو ٽڪر کاءُ.“ ائين چئي زوريءَ ماس سندس وات ۾ وڌائين. پهرياڻين ته هو ماس کي چکي ٿي ته 'ٻي-ٻي' جي ٻيڪ ڪري چيائين، ”مان رڍ آهيان“- پر جڏهن ماس مان رت جو سواد آيس، تڏهن سندس اصلوڪو سڀاءُ ٿيو ليڪ

تجهل ڏسي ئي هو حيرت وچان ئي زبان ئي پيو ۽ کيس
يقين ٿيو تہ شهنشاه جي سچوري صورت ساکيات
اکين اڳيان آهي!

## ايشور پراپتي

١١١٣- هڪ پکيئڙي هوندي هئي، جا پتورت
استري بہ هئي. پتيءَ ۽ اولاد جي سچيءَ دل سان
سيوا ڪندي هئي. ساڳئي وقت سندس هردو هريءَ
جي چرڻن ۾ جهٽيل رهندو هو. سندس پتي پرلوڪ
پڌاري ويو. جڪيا اها جلي مس بوري ئي تہ هٿن
مان ڪانچ جون ڪنگڻيون پڇي، بہ سونا ڪنگڻ پاتائين.
ماڻهو سندس ان اسپاوڪ روش تي اچرج ۾ پئجي
پچ پچ ڪرڻ لڳا. هن کين سمجهائي ڏني تہ ”هن
ڪان اڳ منهنجي پتيءَ جو شرير ڪانچ جيان ناڪترن
هو، پر هاڻ هن ناسونت ديهہ لياڳي، اها ديهہ پالي
آهي جا اٽل رهندي. ان ڪري مون بہ ناسونت
چوڙيون لياڳي، اهي گهڻا پاتا آهن، جي سدائين
سالم رهندا.“

١١١٤- هڪ لڳا دکشيشور ۾ ٻہ ساڌو آيا، جي
ٻاڻ ۾ پيءَ پت هئا. پت آلم گيان پرابت ڪيو هو ۽ پر
پيءَ اجا اُن پد کان پري هو. ٻئي شري رامڪرشن جي
ڪمري ۾ ساڻس بات چيت ڪري رهيا هئا تہ هڪڙو
واسڪنانگ، کنهن ٻر مان نڪري آيو ۽ ننڍي

درشٽانت
ساڌوءَ کي ڏنگي وڌائين. اها دشا ڏسي وڏو ساڌو
ڏچي ويو ۽ رڙيون واڪا ڪري ماڻهن کي ميڙڻ لڳو-
پر پٽس ماٺ ۾ شانت چت ڌاري ويٺو رهيو. پٽس
وسميءَ ۾ پئجي پڇيس، ”ڇو سُن ۾ اچي ويو آهين؟“
ننڍي ساڌوءَ ٽهڪ ڏئي چيو، ”زانگ ڪير آهي ۽
ڪنهنکي ڏنگيو اٿائين؟“
هن سچو پـرک پراپت ڪيو هو- ان ڪري ڪيس
زانگ ۽ منش جي وچ ۾ ڀيد ڏسڻ ۾ ڪونه ٿي آيو.
115- هڪ اڇوت ڪُس خاني مان ماس جي
ٽوڪري کڻي وڃي رهيو هو. رستي ۾ شنڪراچاريہ
ڳڏيس، جو گنگا نديءَ مان سنان ڪري موٽي رهيو
هو. اتفاق سان اڇوت جو هٿ ان مهاپرش جي شرير
سان لڳي ويو. شنڪراچاريہ کي منيان لڳي ۽ واڪو
ڪري چيائين، ”آڙي! تومون کي هٿ لڳايو!“ اڇوت
وراڻي ڏنس، ”سائين، نہ مون توهان کي هٿ لڳايو
آهي ۽ نڪي توهان مون کي لڳايو آهي. توهين پلي
مون کي ثابت ڪري ٻڌايو تہ توهان جو سچو روپ
شرير آهي يا من يا ٻڌي؟ ٻڌايو تہ واستو ۾ اوهين
ڪير آهيو؟ اوهين تہ ڄاڻو ٿا تہ آتما مايا جي ٽنهي
ڳڻن—ستي، رجي ۽ تمي کان رهت آهي!“
شنڪراچاريہ اهي واڪ سڻي لڄي ٿي ويو ۽ سڄي
روشني آيس.

۱۱۶۱۰- هڪ ڀيري ساڌوءَ پنهنجي شش کي آتم سروپ جو گيان ڏيڻ لاءِ هڪ سندر باغيچي ۾ رهايو. پوءِ هو هليو ويو. ٿورن ڏينهن کان پوءِ واپس آيو. پنهنجي شش کان پڇيائين، ”ٻچا، ڪا تمنا اٿئي؟“ شش جي هاتوڪري لي، ساڌو، شياما ٿالي هڪ سندر ناري ونس چڏي ويو ۽ کيس چيائين، ”ٻچا، ڪوشش ڪجي خوب پيو ورتائيج.“ ڪجهه عرصي کان پوءِ هو وري وَاپس آيو ۽ پنهنجي شش کان ساڳيو ئي سوال پڇيائين. شش هن پيري ورائيو، ”نه، ڪابه تمنا ڪانه اٿم. اوهانجي ڪرپا.“

ساڌو پوءِ شش ۽ شياما ٻنهي کي سڏي، شياما جي هٿن ڏانهن اشارو ڪندي، شش کان پڇيو، ”ٻڌاءِ سگهندين ته هي ڇا آهن؟“ شش ورائيو، ”هي شياما جا هٿ آهن.“ ساڳئي نموني جو سوال شياما جي اکين، نڪ ۽ ٻين عضون جي باري ۾ پڇيائين ۽ شش ٺيڪ ٺيڪ جواب ڏنا. اتي شش کي ويچار آيو ته مان ڇا چئي رهيو آهيان. شياما جا 'هٿ'، شياما جا 'ڪن'، شياما جون 'اکيون'، شياما جو 'نڪ' وغيره. پوءِ هيءَ شياما ٿڌهن ڪير آهي؟“ گهٻراهٽ ۾ پنهنجي گروءَ کان پڇيائين، ”هيءَ شياما جنهن جو نڪ، اکيون، ڪن ۽ هٿ آهن، سا پاڻ ڪير آهي؟“ ساڌوءَ چيس، ”جي سچي شياما جي ڄاڻ ڪرڻي ته مون سان هل ته توکي اُن جو انڀو ڪرايان.“ ائين چئي کيس اُهو

سوين سوالن ۽ شاستر واڪ اچارڻ ڪان وڏيڪ مذر ۽ معنيٰ پري آهي."

١١١٨- هڪ ودوان برهمڻ هڪ ڀيري ڪنهن گياني راجا وٽ ويو. چيائينس، "اي راجن! مون شاسترن جو ڳوڙهو ابياس ڪيو آهي. مرضي اٿر ته توهان کي شري ڀاڳوت سيکاريان." راجا اُن برهمڻ کان وڌيڪ سياڻو هو. ويچار ڪيائين ته هي برهمڻ جيڪڏهن شري ڀاڳوت جي سکيا گرهڻ ڪئي هجي ها ته منهنجي دربار ۾ دولت ۽ عزت جي پدوي پراپت ڪرڻ بدران سچي سروپ کي سڃاڻڻ ۾ مگهن هجي ها.

راجا برهمڻ کي چيو، "هي مهاراج! مان سمجهان ٿو ته اوهان پاڻ ان شاستر جو پورن رهس ابياس ڪونه ڪيو آهي. آءٌ خوشيءَ سان اوهان کي پنهنجو گرو ڪندس ۽ پر اُن کان اڳ ۾ اوهين اُن شاستر جي سکيا کي پورن رهس گرهڻ ڪريو."

برهمڻ پوءِ هليو ويو. واٽ تي سوچڻ لڳو، "راجا ڪوڙو نه مورک آهي، جو مون کي چوي ٿو ته ٿو ڀاڳوت گرهڻ ڪونه ڪيو آهي. ڪيس خبر ته آهي ته ڪئين سال پٺي مون هيءُ شاستر وري وري پڙهيو آهي."
خير، الهيءَ هوندي به هن گهر وڃي هڪ ڀيرو وڌيڪ ڌيان سان شري ڀاڳوت جو ابياس ڪيو، پوءِ وري

د رشٽانت

راجا وٽ ويو. پر راجا وري به ساڳيو جواب ڏنس.
برهمڻ کي سخت چڙ لڳي ۽ پوءِ خيال آيس. ته راجا
جا جي هن روش ۾ مڙيوئي ڪو راز رکيل هوندو. گهر
وڃي، پاڻ کي هڪ ڪمري ۾ بند ڪري، هڪ منو
ٿي، شري ڀاڳوت جي اڀياس ۾ مگهن ٿي ويو. آهستي
آهستي سندس من لي ڀاڳوت جي گپت معنيٰ جو
پرڪاش پوندو ويو ۽ کيس ڌن دولت، مان سمپت،
راڄائون ۽ درٻاريون، رنگ ۽ ناموس، پاڻيءَ تي بدبدن
جيئان ڪڻ ڀنگر ۽ وئروت نظر آيا. ان ڏينهن کان پوءِ
هن سڌي پراپت ڪرڻ لاءِ پنهنجو سمورو پاڻ ڀڳوان
جي ڀڳتيءَ ۾ ارپيو ۽ راجا وٽ وري وڃڻ جو ويچار
ڪونه آيس. ڪن سالن گذرڻ بعد، راجا جي دل ٿي
ته برهمڻ جو سڌ سماءُ لهجي ته ڪهڙي حال ۾ آهي.
سندس ايشوري جوت ۽ پريم ۾ چمڪندڙ چهرو ڏسي،
راجا سندس اڳيان سر جهڪائي چيو، "مهاراج! هاڻ
آءٌ سمجهان ٿو ته اوهان شاستر جي سچي معنيٰ انيئو
ڪئي آهي. مان اوهانجو شش ٿيڻ لاءِ تيار آهيان. ڪرپا
ڪري منهنجي وينتي سويڪار ڪريو."

١١٩- ڪنهن ڳوٺ ۾ هڪ مڙهي هئي. مڙهيءَ
جا سنياسي هر روز ڳوٺ ۾ ڀڪيا وٺڻ لاءِ ويندا هئا.
هڪ ڏينهن هڪ سنياسي ڀڪيا پنڻ لاءِ وڃي رهيو هو
ته ڏٺائين ته هڪ زميندار هڪ غريب شخص کي ماري
رهيو هو. سنياسي ديالو پرش هو. زميندار کي وينتي

ڪيائين، ”سائين، ايلائي ڪري، هن مسڪين کي ڪين ماريو!“ زميندار ڪروڌ جي الڳ ۾ پرجي لهه لهه مٿس الر ڪري، کيس ڪيرائي وڌو ۽ ماري ماري کيس اڌمئو ڪري ڇڏيائين جو هو بي سرت ٿي ڪري پيو. هڪ ٻئي ماڻهوءَ سنياسيءَ جي اها حالت ڏسي، مٺ ۾ وجهي سمورو احوال ٻڌايو. ٻيا سنياسي ڊوڙندا ڊوڙندا آئي ويا ۽ کيس مٺ ۾ کڻائي ويا. سنياسي گهڻو وقت بي سرت پيو هو. هيءَ حال ڏسي، ٻيا سنياسي ڏاڍو گهٻرائجي ويا. ڪي پکو هڻي رهيا هئس، ته ڪي سندس مٿي تي ٿڌو پاڻي ڇنڊڪائي رهيا هئا، ته ڪي وري سندس وات ۾ کير وجهي رهيا هئا. آهستي آهستي ٿورو هو هوش ۾ آيو. جڏهن اکيون کولي سنياسين ڏانهن نهارڻ لڳو، تڏهن هڪڙي سنياسيءَ پڪ ڪرڻ لاءِ ته هو سڃاڻي سگهي ٿو يا نه، کانئس سوال ڪيو، ”سوامي جي! توهان کي جنهن کير پياري رهيو آهي، سو ڪير آهي؟“ ساڌوءَ جهيڻي آواز ۾ ورائيو، ”ڀائي! جنهن ماريو، سوئي هينئر کير پياري رهيو آهي.“

انسان سڀني ۾ هڪ جهڙي سمان ڏسي ته اوسي، جيسين هن ايشوري چيتنا جو الهام نه ڪيو آهي، ۽ جيسين هو پلي ۽ ٻري يا پاپ ۽ پن جي دونڌ پار ڪان آجو نه ٿيو آهي.

١١٣٠- هڪ ڪوس ۾ هڪ نوجوان رهندو هو. سندس

